# مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

## سوانح حيات ۽ علمي خدمتون

ڊاڪٽر عبدالرسول قادري

صاحبزاده مفتي محمد جان نعيمي

مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي

دارالعلوم مجدديه نعيميه،

ملير ڪراچي سنڌ

# مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

## سوانح حيات ۽ علمي خدمتون

ليکڪ

**ڊاڪٽر عبدالرسول قادري**

باهتمام

**صاحبزاده مفتي محمد جان نعيمي**

مهتمم دارالعلوم مجدديه نعيميه (ٽرسٽ)

ناشر

مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي
دارالعلوم مجدديه نعيميه،
ملير ڪراچي سنڌ

ڪتاب جو نالو: مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي- سوانح حيات ۽ علمي خدمتون
ليکڪ: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري
ڇاپو: پهريون 2002ع
ڪمپوزنگ: سُورج ڪمپيوٽر ڪمپوزرس،
حيدرآباد، سنڌ.

قيمت: =/250 روپيہ

ملڻ جو هنڌ
مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي
دارالعلوم مجدديه نعيميه،
ملير، ڪراچي، سنڌ
۽
سنڌ جا وڏا بوڪ اسٽال

**MAKHDOOM MUHAMMAD HASHIM THATTAVI**

**Life & Works**

Written by: Dr. Abdul Rasool Qadri
First Edition: 2002
Composed at: Soorij Computer Composers,
Hyderabad, Sindh.
Published By:

**Mufti Azam-e-Sindh Academy**

**Darul Uloom Mujadadia Naeemia,**

**Malir Karachi Sindh.**

# انتساب

هيءَ ناچيز علمي سوغات، انتهائي محبت ۽ عقيدت، ادب ۽ احترام سان پنهنجي محترم ۽ محسن عظيم استاد، سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نالي منسوب ڪندي، سندس برڪت ڀريءَ خدمت ۾ عقيدت مندانه انداز ۾ پيش ڪيان ٿو.

”تون پارس آئون لوهه، جي سجين تـه سون ٿيان.“

•

”مـون سين مـون پرين، ڀورائـيءَ ۾ پـال ڪيـا.“

•

”تـــــر واريءَ، جر ڦُڙا، ترِ راهـــين، ســــــر وار، انـهـيـــان ئـي اپـار، تـــورا پـــانـيـــان سـجـڻـين.“

**عبدالرسول قادري**

# فهرست



## ڀاڱو پهريون

### مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو زمانو



## ڀاڱو ٻيو

### مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سوانح حيات

# ڀاڱو ٽيون

## مخدوم صاحب جي تصنيفات ۽ تاليفات جو علمي جائزو

## ضميما



## تاريخي يادگارن جا عڪس

٧. "شرح صفة الروضة" (قلمي عربي) ۾ آيل مخدوم صاحب جو دستخط
٨. مخدوم صاحب جي هڪ ناياب مُهر، سن ١١٣٤هـ
٩. مخدوم صاحب جي پهرئين سنڌي تصنيف "زادالفقير" (١١٢٥هـ)- مطبوع ١٣١٢هـ جي سرورق جو عڪس
١٠. مخدوم صاحب جي آخري سنڌي تصنيف "تفسير هاشمي" (١١٦٢هـ)- مطبوع ١٣٣٠هـ جي سرورق جو عڪس
١١. مخدوم صاحب جي پهرئين عربي تصنيف "مظهر الانوار" (١١٢٥هـ)- ڪتبخانہ درگاهہ خياري شريف جي قلمي نسخي جو هڪ ورق
١٢. مخدوم صاحب جي آخري عربي تصنيف "الوصية الهاشمية" (١١٧٤هـ)- مطبوع ١٤١٦هـ جي سرورق جو عڪس
١٣. مخدوم صاحب جي پهرئين فارسي تصنيف "ذريعة الوصول الي جنابِ رسول" (١١٣٣هـ)- مطبوع مهراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد سنڌ جي هڪ ورق جو عڪس
١٤. مخدوم صاحب جي آخري فارسي تصنيف "تحفة المسلمين في تقدير مَهُور أمهات المومنين" (١١٧١هـ)- مطبوع ١٩٩٩ع جي سرورق جو عڪس

# ملفوظات

چار هزار ڪتاب پڙهيم، انهن مان چار ڳالهيون پسند ڪيم.

هڪ تہ اي منهنجا نفس! خدا تعاليٰ جي عبادت ڪرين تہ ڪر، نہ تہ ان جو رزق نہ کاءُ!

ٻيو تہ اي منهنجا نفس! جنهن کان خدا تعاليٰ روڪ ڪئي آهي، ان کان پاسو ڪر؛ نہ تہ ان جي ملڪ مان نڪري وڃ!

ٽيون تہ اي منهنجا نفس! جيڪي ازلي قسمت مان توکي پهچي، ان تي صبر ڪر؛ نہ تہ ڪو ٻيو خدا ڳول، جيڪو توکي روزي وڌائي ڏئي.

چوٿون تہ اي منهنجا نفس! جي گناهہ جو خيال ڪرين تہ ڪا اهڙي جاءِ تلاش ڪر، جتي توکي خدا نہ ڏسي؛ نہ تہ گناهہ نہ ڪر!

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

# ناشر طرفان ٻہ اکر

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده و نصلي و نسلم عليٰ رسوله الكريم سيدنا محمد و عليٰ آلہ و اصحابہ اجمعين

اما بعد - اسان جو والد بزرگوار، فقيه العصر، مفتي اعظم سنڌ، حضرت قبلہ مفتي محمد عبدالله نعيمي رحمة الله عليه (الـمتوفي: ١٤٠٢هہ) باني دارالعلوم مجدديه نعيميه، ملير- ڪراچي وڏو عالم فاضل، مفتي ۽ عاشقِ رسول هو. ڪين ديني علم پڙهڻ ۽ پڙهائڻ سان گڏ، لائبريريءَ لاءِ ڪتابن گڏ ڪرڻ جو بہ بيحد شوق هو. ڪين خاص ڪري سنڌ جي اڳوڻن عالـمن جا لکيل قلمي نسخا حاصل ڪرڻ جو عشق جي حد تائين وڏو شوق هوندو هو. ان سلسلي ۾ پاڻ اتر سنڌ، لاڙ، ڪوهستان ۽ ريگستان جي اڪثر ڪتب خانن جو سير ڪيائون ۽ سنڌ جي عالـمن جا قلمي ڪتاب اصل خواه فوٽو اسٽيٽ حاصل ڪري، پنهنجو علمي ۽ ڪتابي عشق پورو ڪيائون. ان ڏس ۾ سنڌ جي چوٽيءَ جي عالـمن جا ناياب ڪتاب دستياب ٿيا، جيئن تہ: مخدوم جعفر بوبڪائي، مخدوم ابوالـحسن ڪبير ۽ صغير ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم محمد حيات سنڌي، مخدوم محمد قائم ٺٽوي، مخدوم محمد معين ٺٽوي، مخدوم عبدالواحد سيوستاني، مولانا عبدالغفور همايوني ۽ مولانا محمد قاسم ۽ محمد ابراهيم ڳڙهي ياسين رحمهم الله تعاليٰ.

مطلب تہ سنڌ جي علمي سمنڊ مان ڪيترائي ناياب گوهر دستياب ٿيا ۽ محفوظ ٿي ويا. هر هڪ عالم جو لکيل قلمي ڪتاب پنهنجيءَ جاءِ تي وڏو علمي خزانو آهي، پر خاص ڪري ڪلهوڙا دور جي عظيم عالم ۽ مصنف حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جا لکيل سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ سيني کان وڌيڪ ڪتاب مليا، جن ۾ تفسير هاشمي (سنڌي)، مظهر الانوار، فاڪهة البستان، فرائض الاسلام، حياة القاري باطراف البخاري (عربي)، فتح القوي في نسب النبي (فارسي) ۽ بياض هاشمي جهڙا ضخيم ڪتاب ساهہ ۾ سانڍڻ جهڙيون سوکڙيون آهن.

حضرت قبلہ والد ماجد صاحب جي وفات ١٠ شوال المكرم ١٤٠٢هه/ ٣٠ جولاءِ ١٩٨٢ع تي ٿي. سندن وفات بہ ڪتابن جي عشق ۾ ٿي. پاڻ قاضي ميان محمد مراد جو ڪتبخانو ڏسڻ لاءِ ڪراچيءَ مان سيوهڻ وڃي رهيا هئا، جو سندن گاڏيءَ سان حادثو پيش آيو. اهڙيءَ طرح پاڻ ڪتابن جي عشق ۾ شهيد ٿي ويو. قبلہ والد ماجد جي وفات ڪان پوءِ، اسان پنهنجي وس ۽ وت آهر سندن يادگار مدرسي ۽ ڪتب خاني کي خوش اسلوبيءَ سان سنڀالي رهيا آهيون. سندس ياد کي قائم رکڻ لاءِ اسان سندن لقب "مفتي اعظم سنڌ" جي نالي سان هڪ اشاعتي ادارو بہ قائم ڪيو آهي. انهيءَ اڪيڊمي طرفان هن وقت تائين عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردوءَ ۾ ڪافي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، جي علمي دنيا ۾ مڃتا ماڻي چڪا آهن. انهيءَ ڏس ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا هي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: خطبات هاشمية، حديقة الصفاء في اسماءِ المصطفىٰ، الوصية الهاشمية ۽ تحفة القاري بجمع المقاري. ازانسواءِ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ٻين ڪتابن، جهڙوڪ: مظهر الانوار، فاڪهة البستان ۽ بياض هاشمي جي جديد نمونيءَ ۾ تحقيق، ترتيب ۽ اشاعت جو سلسلو جاري آهي.

انهيءَ علمي ۽ اشاعتي سلسلي ۾ اسان جو دلي ارادو هو، تہ سنڌ جي ان عظيم عالم ۽ مصنف، حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جي مڪمل سوانح حيات ۽ سندن ديني ۽ علمي خدمتن بابت هڪ جامع ڪتاب شايع ڪيو وڃي.

اها حضرت مخدوم ٺٽوي صاحب جي ڪرامت آهي، جو ان ڏس ۾ اسان جي دوست ۽ ممتاز ليکڪ، گرامي قدر حضرت ڊاڪٽر عبدالرسول قادري صاحب ازخود مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ تي هڪ ضخيم ڪتاب تيار ڪري، سنڌ جي عظيم اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي رهبريءَ ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي ايچ. ڊي جي سَنَدَ حاصل ڪئي آهي. فاضل محقق کي تحقيق دوران اسان جي دارالعلوم مجدديه نعيميه ۽ مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي جي لائبريريءَ مان مخدوم ٺٽويءَ بابت جهجهو مواد مليو هو ۽ ان جو پاڻ پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ جاءِ بجاءِ ذڪر آندو اٿائين.

ڊاڪٽر قادريءَ جي هن تحقيقي ڪتاب ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي دؤر، حسب نسب، ولادت، ننڍپڻ، تعليم ۽ تربيت، روحانيت ۽ مرشد، ديني خدمتن، تصنيف تاليف، همعصر بزرگن، شاگردن، اولاد ۽ پونير سان

گڏ سائنس واسطو رکندڙ ماڻهن ۽ مڪانن جو بہ سربستو احوال موجود آهي. ان سان گڏ مخدوم صاحب جا هٿ اکر، مهر، تاريخي جاين جا فوٽو ۽ سندس ڪتابن جا عڪس پڻ شامل آهن. انهيءَ لحاظ کان هيءُ ڪتاب مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ بابت هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو.

ادارو، فاضل محقق ڊاڪٽر عبدالرسول قادري جو ٿورائتو آهي، جنهن سنڌ جي هن عظيم شخصيت مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ بابت لکيل اهو بهترين تحقيقي ڪتاب "مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي" کي شايع ڪرڻ جو اعزاز بخشيو آهي. اميد تہ اسان جي هيءَ علمي ڪوشش اڳ شايع ٿيل ڪتابن وانگر، سنڌ جي علمي دنيا ۽ خاص و عام ۾ قبوليت جو شرف ماڻيندي.

دعا آهي تہ الله تعاليٰ، حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جي وسيلي دارالعلوم مجدديه نعيميه، مفتي اعظم سنڌ اڪيڊميءَ جي تعمير ۽ ترقي سان گڏ جماعت اهلِ سنت جو پيغام دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ۽ عشقِ رسول سان ڪائنات روشن بنجي پوي!

سبق پھر پڑھ صداقت کا عدالت کا شجاعت کا،<br>
لیا جائیگا تجھ سے کام دنیا کي امامت کا.

احقر

**محمد جان نعيمي عفي عنه**

مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي

دارالعلوم مجدديه نعيميه

صاحبداد ڳوٺ، ملير ڪالوني، ڪراچي، سنڌ.

۷ محرم الحرام ۱۴۲۳ھ

۲۲ مارچ ۲۰۰۲ع

# پيش لفظ

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ
اَلصَّلواةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى رَحۡمَةٍ لِّلۡعَالَمِيۡنَ ٥

الله تعاليٰ جي ٻاجهہ ۽ مٺي مرسل صلي الله عليه وسلم جي رحمت سان سرزمين سنڌ مان هميشه پروردگار جا پيارا پهتل ٻانها ۽ محبتي مٺيادار ماڻهو پيدا ٿيندا رهيا آهن. انهن پنهنجي فيض ۽ برڪت، علم ۽ عمل جي روشنيءَ سان جڳ کي پئي جرڪايو آهي. سنڌ جي انهن عظيم فيض ور ۽ علم پرور انسانن مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه "شمس العلماء" ۽ "قمر المنير" ٿي اڀريو ۽ چمڪيو، جنهن جي علمي ۽ قلمي فيض ديس پرديس جا وڻ ٽڻ روشن ڪري ڇڏيا.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي زندگيءَ بابت سنڌي ٻوليءَ ۾ هيءُ ڀرپور جامع تحقيقي ۽ ضخيم ڪتاب آهي، جيڪو اصل ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾، پي ايڇ. ڊي (Ph.D) واسطي هيٺين عنوان سان لکيل ۽ پيش ڪيل تحقيقي مقالو آهي: "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: سوانح حيات، زمانو ۽ علمي خدمتون". هيءُ تحقيقي مقالو موجوده دور جي شمس العلم، استاد محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي رهبريءَ ۾ ١٩٩٧ع ۾ لکي مڪمل ڪيو ويو.

جيئن تہ يونيورسٽي جي امتحاني طريقئہ ڪار ۽ تقاضا موجب مواد ۽ حوالن جي گهڻائي، ترتيب ۽ وچ وارن مختلف مرحلن جي ڪري، ٿيسز جي جمع ۽ ترتيب جو علحده نمونو هوندو آهي. هينئر ڪتاب جي ڇپائيءَ وقت مواد کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ، مروج ڪتابي طريقي پٽاندڙ، سموري مواد جي اختصار سان گڏ مواد جي ترتيب پڻ تبديل ڪئي وئي آهي ۽ ان سان گڏ ويجهڙائيءَ ۾ جيڪو نئون مواد مليو آهي، اهو پڻ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي تہ جيئن مخدوم ٺٽويءَ بابت پڙهندڙن کي جامع ۽ مڪمل معلومات ملي ۽ اهلِ علم محققن سان گڏ عام ماڻهو بہ ڪتاب پڙهي، سولائيءَ

سان سمجهي لاڀ پرائي سگهن.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي زماني، سوانح حيات ۽ ديني علمي خدمتن جي باري ۾ هيءُ جامع تحقيقي ڪتاب آهي، جيڪو "مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي" طرفان شايع ٿي رهيو آهي.

جيتوڻيڪ هن ڪتاب شايع ڪرڻ لاءِ سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد امين مگسي ميهڙ واري، ڊاڪٽر نواز علي "شوق" ۽ غلام عباس قادريءَ جي سهڪار سان، پهريان هنن ادبي ادارن ڪتاب ڇپائڻ لاءِ تعاون ۽ رابطو ڪيو: (١) سنڌ نيشنل اڪيڊمي، حيدرآباد (٢) ڪافي پبليڪيشن، ڪراچي (٣) مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور (۴) ۽ الراشد اڪيڊمي، ڪراچي.

پر مخدوم ٺٽويءَ بابت هن ڪتاب شايع ڪرڻ جي سعادت، "مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي" جي ڪُٽيءَ ۽ ڀاڱي ۾ آئي.

آخر ۾ آئون صاحبزاده مفتي محمد جان نعيمي سنڌي، مهتمم: مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي، دارالعلوم مجددديه نعيميه، ملير- ڪراچيءَ جو دل جي گهراين سان شڪرگذار آهيان، جنهن مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ بابت هيءُ تاريخي، علمي ۽ ضخيم تحقيقي ڪتاب پنهنجي اداري طرفان ڇپائي، وڏو علمي ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي. اميد ته اهلِ سنڌ جي علمي دنيا ۾ سندس هيءُ ڪارنامو يادگار رهندو.

ان سان گڏ عزيز علم دوست محترم بشير احمد هيسباڻيءَ جو خلوص دل سان احسان مند آهيان، جنهن هن ڪتاب جي طباعت جي سڀني مرحلن ۾ مڪمل نگراني ڪئي.

ٿورا مَ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،
تر ۾ واري تورڙي، تينهان گهڻيرا،
ڀلائيون ۽ ڀيرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا.
(شاهه)

طالب العلم
**عبدالرسول قادري**
ڳوٺ دڙي مگسي، تعلقو سڪرنڊ،
ضلعو نواب شاهه، سنڌ

يوم الجمعة
١٦ ذوالحج ١۴٢٢هه
١ مارچ ٢٠٠٢ع

# مقدمو

بسم الله الرحمٰن الرحيم

سڀ ساراهون رب کي، جو خاوند خلقڻهار،
سڀاجهو سڀين پرئين، ڏڏن جو ڏاتار.

•

رس رسول رحيم تون، مون کي محمّدا،
"هاشم" جهڙي حقير تي، ڪر شفاعت ڪا.

(مخدوم ٺٽوي)

سن ٩٢هه/ ٧١١ع ۾ سنڌ کي محمّد بن قاسم جي اڳواڻيءَ هيٺ عربن فتح ڪري، اسلامي حڪومت جو بنياد وڌو. دراصل، برصغير هند و پاڪ ۾ سنڌ ئي پهريون خطو هو، جتي اسلامي حڪومت جو پايو پيو. اسلامي حڪومت جي قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جا جيڪي به وڏا ۽ اهم مکيه مرڪز هئا، تن ۾ ديني تعليم جي اشاعت ۽ تبليغ لاءِ عالمن جي طرفان ڪوششون ڪيون ويون ۽ سنڌ جي چپي چپي تي مسجدون ۽ اسلامي درسگاهون قائم ٿيون. ان دور ۾ ديبل کان وٺي ملتان تائين، اسلامي تعليم- جهڙوڪ: قرآن پاڪ، تفسير، حديث سان گڏ عقلي خواه نقلي علمن جي پڙهائڻ جو سرشتو رائج ٿيو. عربن سنڌ تي اٽڪل ٽي سؤ ورهيه حڪومت ڪئي. انهيءَ سموري عرصي ۾، هنن سنڌ جي سرزمين کي پنهنجي تهذيب، تمدن ۽ عربي ٻوليءَ سان تمام گهڻو روشناس ڪرايو، جنهن جا اثرات اڄ ڏينهن تائين قائم آهن. انهيءَ سموري عرصي ۾ سنڌ اندر وڏا جيّد عالم، مفسر، محدث ۽ فقيه پيدا ٿيا، جن جي علمي ۽ ديني ڪارنامن کان نه صرف سنڌ پر سموري اسلامي دنيا روشناس ٿي. عرب دور جي خاتمي کان پوءِ، سومرن ۽ سمن جي صاحبيءَ ۾ پڻ علم جي اها روشن شمع سنڌ کي منور ڪندي رهي. سنڌ جي سرزمين کي اهو شرف حاصل آهي ته هتان جي ڀاڳن ڀرئي مٽيءَ مان هر دور ۾

هر زماني ۾ اعليٰ ۽ ارفع انسان پيدا ٿيندا رهيا آهن، جن پنهنجي علم ۽ قلم، فڪر ۽ فهم، همت ۽ عزم سان پنهنجي وطن جي خدمت ڪئي آهي ۽ ان سان گڏ ديني تعليم کي اُجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. خاص طرح ساڻ ڪلهوڙن جو دور، جنهن کي مؤرخن پنهنجي ديسي ماڻهن جي حڪومت سان منسوب ڪيو آهي، ان دور ۾ ٺٽي جو شهر علم ۽ عرفان جو هڪ وڏو مرڪز هو. هتي نہ صرف ظاهري علمن کي فروغ ڏيڻ وارا پيدا ٿيا، پر روحانيت جي تعليم سان پڪيل انسانن جي دلين کي بہ پنهنجي روحانيت جي شمع سان روشن ڪيائون. ٺٽو، ڪلهوڙن جي دور ۾ عرب جي اسلامي مرڪزن- جهڙوڪ: دمشق، بغداد وغيره کان ڪنهن بہ حالت ۾ گهٽ نہ هو. ان دور ۾ ٺٽي شهر ۾ وڏا عالم، مفسر، محدث، فقيه ۽ صوفي بزرگ رهندا هئا، جن جا علمي، ادبي، ديني ۽ روحاني ڪارناما اڄ بہ تذڪرن ۾ موجود آهن. ان دور ۾ مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي هڪ علمي سج مثل هو، جنهن جي شعاعن سموريءَ سنڌ ۽ عرب دنيا کي منور ڪيو. ٺٽي ۾ جيئن تہ ميون ابوالحسن سنڌي، مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم ابو القاسم نقشبندي ۽ ٻيا ڪيترائي وقت جا وڏا جيّد عالم هئا، پر انهن سڀني مان مخدوم محمّد هاشم وڏي پايي جو عالم ۽ ارفع انسان ٿي گذريو آهي.

راقم، مخدوم محمّد هاشم جي شخصيت کان طالب علميءَ جي زماني کان وٺي ڏاڍو متاثر رهيو آهي. سندس سنڌي تصنيفات ۽ تاليفات کان سواءِ عربي ۽ فارسيءَ ۾ لکيل ڪتابن جو جڏهن باريڪ بينيءَ سان مطالعو ڪيم، تڏهن مون اهو محسوس ڪيو تہ سنڌ جي هن بلند پايي جي عالم جي انهن علمي ۽ ديني شهپارن کي سنڌ جي پڙهيل خواه گهٽ علم وارن ماڻهن تائين پهچائجي. جيتوڻيڪ مخدوم صاحب تي عربي ۽ فارسيءَ کان سواءِ سنڌيءَ ۾ ڪجهہ ننڍا وڏا مضمون ۽ مقالا ۽ ڪتاب پڻ نظر مان گذريا، پر اهي سڀ مختصر هئا. افسوس جو مقام اهو آهي تہ برصغير جي عالمن ۽ مصنفن تي ڪافي انداز ۾ علمي ۽ تحقيقي لحاظ کان ڪم ڪيو ويو آهي، پر اسان سنڌ وارن جي اها شوم بختي آهي، جو اهڙن علمي ۽ ادبي گوهرن طرف گهٽ توجهہ ڏنو ويو آهي. انهيءَ ڳالهہ کي سامهون رکي، مون سڀ کان پهريائين مخدوم محمّد هاشم ٺٽويءَ تي علمي ۽ تحقيقي لحاظ کان ڪم ڪرڻ لاءِ، سنڌ جي لائق ۽ فائق محقق، مشهور اسڪالر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ذڪر ڪيو. ڊاڪٽر

صاحب نہ صرف منهنجي ان پراڻي دلي خواهش کي پايۂ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ همت افزائي ڪئي، پر ان سان گڏ رهبري ۽ رهنمائي ڪرڻ جو بہ واعدو ڪيو. هونئن بہ ڊاڪٽر صاحب جن جي شخصيت راقم تي هميشہ مهربان پئي رهي آهي. هن کان اڳ سندس ئي هدايتن مطابق، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ بابت مير عبدالحسين "سانگيءَ" جو فارسي ٻوليءَ ۾ تاليف ڪيل ڪتاب "لطائف لطيفي" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هئم، جو سن ١٩٨٦ع ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز طرفان شايع ٿيو. ان ڪتاب جو لطيف سائينءَ جي ميلي جي موقعي تي سنڌ جي تڏهوڪي وزير اعليٰ مهورت ڪيو هو. اڳتي هلي، سندس رهنمائيءَ ۾ مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ جي ڪتاب "حاصل النهج" ۽ مخدوم محمّد هاشم ٺٽويءَ جي ڪتاب "رشف الزلال" (فارسي) جو ترجمو ڪيم. پاڻ انهن ٻنهي ڪتابن جو نہ صرف مهاڳ لکيائون، پر انهن کي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري، حيدرآباد طرفان شايع ڪرڻ جو بندوبست بہ ڪيائون. ازانسواءِ، سندس سعبي سان ئي سن ١٩٩٦ع ۾ "منشور الوصيت" فارسيءَ جو سنڌي ترجمو، ڪلهوڙا سيمينار ڪراچي طرفان شايع ٿيو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان انهيءَ متئين ملاقات کان پوءِ، مخدوم محمّد هاشم ٺٽويءَ جي شخصيت، علميت، عظمت ۽ ٻين ڪيترين ئي اهڙين فني ڳالهين تي پاڻ ۾ بحث مباحثو ٿيو. آخرڪار، پاڻ مخدوم صاحب تي تحقيقي ڪم ڪرڻ لاءِ، "مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي: سوانح حيات، زمانو ۽ علمي خدمتون" جي عنوان سان ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏنائون. سنڌ يونيورسٽي جام شوري جي لائق اختياريءَ وارن انهيءَ موضوع جي اهميت ۽ افاديت کي محسوس ڪندي، راقم کي پي ايچ. ڊي لاءِ تحقيقي مقالي لکڻ جي اجازت ڏني.

جيئن تہ آءٌ مند ۾، مخدوم صاحب کان اڳ واري دور متعلق ٿوري روشني وجهي چڪو آهيان ۽ ساڳئي وقت اهو بہ ڄاڻايو اٿم، تہ مخدوم صاحب ٺٽي جي عالمن ۾ هڪ وڏو روشن چراغ هو. مخدوم صاحب نہ صرف عالم، مدرس، خطيب ۽ مفتي هو، پر ان سان گڏ هڪ وڏو صاحبِ تصنيف بزرگ، مبلغ ۽ همہ گير صفتن جو مالڪ هو. سندس علمي، ادبي ۽ ديني شهپارا سنڌي ٻوليءَ کان سواءِ عربي ۽ فارسي زبانن ۾ آهن. مخدوم صاحب جي انهن علمي تصنيفات جو اهو ڳاڻاٽو ڪرڻ دشوار آهي تہ پاڻ ڀوين لاءِ

ڪيترو علمي سرمايو ڇڏيائون. ڇاڪاڻ تہ اسان سنڌ جي ٻين ڪيترن عالمن ۽ بزرگن وانگر هن عالم جي ڇڏيل سرمايي کي بہ هڪ هنڌ محفوظ نہ ڪيو آهي. ان هوندي بہ سنڌ جي مختلف عالمن، جهڙوڪ: مخدوم امير احمد، سيد حسام الدين راشدي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ مفتي محمد عبدالله نعيمي- مخدوم محمّد هاشم ٺٽويءَ جي ڪافي تصنيفات کي هڪ هنڌ يڪجاءِ ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون آهن. انهيءَ لحاظ کان اهو صرف اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ هن وقت تائين مخدوم صاحب جا ٿن سون کان وڌيڪ ڪتاب سنڌي، عربي ۽ فارسي ٻولين جي جامي ۾ آهن، جن مان چند ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ۽ اجا ڪافي قلمي صورت ۾ موجود آهن. مخدوم صاحب جي عربي تصنيفات کي اسلامي دنيا ۾ وڏي قدر ۽ منزلت سان ڏٺو وڃي ٿو. مصر جي مشهور يونيورسٽي "جامعه الازهر" ۾ اڄ بہ مخدوم صاحب جا ڪيترا ڪتاب نصاب طور پڙهايا وڃن ٿا. مخدوم صاحب جو عربيءَ ۾ سيرت تي لکيل ڪتاب "بذل القوة"، جنهن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي سيرت تي تاريخ ۽ سن وار نموني ۾ روشني وڌل آهي، هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جنهن جو مثال سيرت جي ڪتابن ۾ ملڻ محال آهي.

انهن مڙني ڳالهين کي ذهن ۾ رکي، راقم مخدوم صاحب جي علمي شخصيت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ، سندس تصنيفات ۽ تاليفات جو ڳوڙهو اڀياس ڪري هن تحقيقي مقالي لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تہ جيئن مخدوم صاحب جي انهيءَ ڇڏيل علمي ورثي کي هڪ هنڌ محفوظ ڪيو وڃي ۽ ساڳئي وقت هن موجوده ڏکئي ۽ ڪٺن دور ۾، جتي نوجوان نسل سڌي رستي کان هٽي اوجهڙ رستي ڏانهن راغب ٿي رهيو آهي، من ان مان ڪجهہ رهنمائي ۽ روشني حاصل ڪن ۽ صراطِ مستقيم جو رستو اختيار ڪن. منهنجو صرف اهو ئي مقصد آهي تہ مخدوم صاحب جي اها ڇڏيل راهہ، جيڪا هن پنهنجي دور جي مسلمانن لاءِ استوار ڪئي هئي، اها ڪائنس پوءِ بہ قائم ۽ دائم رهي.

مخدوم صاحب پنهنجي دور جي "نظم معريٰ" کان بہ واقف هو. ڇاڪاڻ تہ ان دور ۾ سنڌي نثر اجا ايترو رواج هيٺ نہ هو. سندس دور جا عالم، ڏگهن ڪلمن ۽ الف اشباع واري جامي ۾ ڪتاب تصنيف ڪندا هئا. مخدوم صاحب پڻ پنهنجي سنڌي تصنيفات کي انهيءَ نموني ۾ منظوم ڪيو آهي، جنهن مان اهو بخوبيءَ ظاهر ٿئي ٿو تہ پاڻ ان دور جي مروج سنڌي

نظم تي بہ وڏو عبور رکندڙ هو.

راقم جي ڪوشش سان، تازو سنڌ جي نامور عالم ۽ مفسر- مولانا محمّد ادريس ڏاهري صاحب، مخدوم صاحب جي لکيل هڪ فارسي ڪتاب "مدح نامه سنڌ" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو شايع ڪيو آهي. دراصل، عبدالرؤف نالي هڪ افغانيءَ پنهنجي رسالي ۾، سنڌ جي سرزمين ۽ هتان جي رهواسين جي هجو ۾ اخلاقي حدون لتاڙيون هيون. مخدوم صاحب هن جي اعتراضن ۾ آيل من گهڙت الزامن تي عالمانہ انداز ۾ روشني وجهي، ردڪد ڏنو آهي. ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب نہ صرف ديني عالم هو، پر ساڳئي وقت سنڌ جو محافظ ۽ سنڌ جي سرزمين سان محبت رکندڙ هو. مخدوم صاحب پنهنجي انهيءَ مذڪور ڪتاب ۾ پيار، ميناج ۽ وسيع القلبيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي.

مخدوم صاحب کي وقت جي حاڪمن وٽ وڏيءَ عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو هو. سنڌس دور جي حاڪم، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي پنهنجي طرفان مخدوم صاحب کي پروانو لکي ڏنو هو، جنهن ۾ کيس اهو اختيار ڏنو ويو هو تہ سنڌ ۾ جتي ڪو بہ غير شرعي، بدعتي، ڪفر ۽ الحاد جو ڪم ٿئي، تہ ان کي بند ڪرڻ جو مخدوم صاحب کي پورو اختيار آهي. پاڻ پنهنجي وقت جو قاضي القضات هو. ٺٽي کان وٺي ويندي اتر سنڌ تائين، عالمن جي ڏنل فتوائن تي جيستائين مخدوم صاحب جي مهر نہ لڳندي هئي، تيستائين ان جي ڪا بہ قانوني حيثيت نہ هوندي هئي.

انهن سڀني ڳالهين کي سامهون رکي، راقم مخدوم صاحب جي متعلق مواد ڪٺي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جيڪي ڪجهہ ڇپيل خواه اڻ ڇپيل مواد حاصل ٿي سگهيو، تنهن کي ڪٺو ڪيم. سنڌ جي وڏن وڏن ڪتبخانن ۾ وڃي ڏينهن جا ڏينهن رهي، مخدوم صاحب جي متعلق مواد کي يڪجاءِ ڪيم. ازانسواءِ، سنڌ جا جيڪي بہ وڏا علمي خانوادا هئا، تن جي درن تي وڃي مخدوم صاحب جي مواد لاءِ صدا هنيم. جن منهنجو نماڻو سڏ ٻڌي، پنهنجي علمي ۽ ناياب ڪتبخانن مان سنڌ جي هن گوهرِ ناياب جي متعلق مواد گڏ ڪرڻ جي اجازت ڏني. اهڙيءَ طرح، مخدوم صاحب جي باري ۾ مواد گڏ ڪرڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو. ان کان پوءِ مخدوم صاحب جي متعلق، عنوان جي مناسبت سان مون جيڪا سٽاءَ قائم رکي هئي، ان لحاظ سان انهيءَ گڏ ڪيل مواد جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ شروع ڪيم. انهيءَ گڏ ڪيل

خزاني مان جيڪي ڪجهه هٿ آيم- جهڙوڪ: مخدوم صاحب جي شخصيت، خانداني احوال، تصنيفات ۽ تاليفات، سندس دور جي تاريخ ۽ ان سان گڏ سندس استادن ۽ همعصر عالمن ۽ شاگردن جو احوال وغيره، انهن سڀني ڳالهين کي سلسلي وار لکڻ شروع ڪيم. راقم کي جيڪي ڪجهه هٿ اچي سگهيو آهي، تنهن کي آءٌ پنهنجي هن تحقيقي مقالي ۾ سهيڙي ۽ سموهي پيش ڪري رهيو آهيان. دراصل، تحقيقي مقالو لکڻ هڪ وڏو دشوار ڪم آهي. ان جو اندازو اهي اهلِ قلم ئي لڳائي سگهن ٿا، جن هن ڏس ۾ تحقيقي ڪم ڪيو آهي.هاڻي اهو لائق پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي، ته هو منهنجي هن ڪيل پُرخلوص محنت کي ڪيتري قدر علمي ۽ ادبي لحاظ سان قبول ڪن ٿا. مخدوم صاحب جي باري ۾ لکيل هيءُ ڪتاب ڪو حرفِ آخر نه آهي. ممڪن آهي ته ڪي اهڙا پهلو ۽ ڪي اهڙيون ڳالهيون رهجي ويون هجن، جي منهنجي مطالعي هيٺ نه آيون هجن. اميد ته منهنجي ان ڪوتاهيءَ کي هن هيڏي ساري ڪيل محنت جي پيٽ ۾ درگذر ڪيو ويندو، ڇاڪاڻ ته بي عيب فقط ان پروردگار جي ذات پاڪ آهي. سنڌ جي مشهور صاحبِ ديوان شاعر، ميان محمّد بخش "واصف" جو قول آهي:

بي عيب فقط آهي خداوند زمن،
سؤ عيب رکي يار ٿو دنيا جو چمن.

هونئن به تحقيقي ۽ علمي دنيا ۾ ائين ٿيندو آهي ته جيڪي ڪجهه رهجي ويندو آهي، ته آئنده جو عالم ان کي پايهٔ تڪميل تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهو اصول، ادبي دنيا ۾ هميشه کان رهندو پئي آيو آهي. بهرحال مون جيڪي ڪجهه مخدوم صاحب جي باري ۾ مطالعو ڪيو، پڙهيو ۽ پروڙيو، سوچيو ۽ سمجهيو، ان کي هن تحقيقي مقالي ۾ درج ڪيو اٿم.

هن سڄي علمي ڪشالي ۾ آءٌ پنهنجي محسن ۽ مهربان رهبر، محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جو دل جي گهراين سان ٿورائتو آهيان. جيڪڏهن سندن وقت بوقت رهبري ۽ رهنمائي نه ٿئي ها، ته شايد هيءُ هيڏو سارو ڪم تڪميل جي مرحلي تائين پهچي نه سگهي ها! هن مقالي لکندي ڪيترائي مشڪل مسئلا ۽ سوال اُڀرندا رهيا، پر ڊاڪٽر صاحب جي وسيع مطالعي، تجربي، علمي ۽ تحقيقي ڄاڻ ڪري، اهي سڀ آسان ٿي ويا. ڊاڪٽر صاحب جن ان دوران مون کي ڪيترن ئي ناياب قلمي ڪتابن سان پڻ نوازيو، جنهن لاءِ آءٌ سندن تهدل ٿورائتو آهيان.

"جامع خسرو" دابکير مسجد، ٺٽو

(اولهندي پاسي وارو نظارو)- (ص ٨٠)

"مدرسہ هاشميہ" اگر محلہ، ٺٽي جا ڦٽل آثار (ص ٧٩)

مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي رحہ
جي مزار جو چبوترو (ص ١٦٢)

"جامع خسرو" دابگير مسجد، ٺٽو
(سامهون وچون دروازو)- (ص ٨٠)

"ھاشمي مسجد" اگر محلہ، ٺٽو (ص ٧٩)

"مدرسہ ھاشميہ بھرام پور جا ڦٽل آثار (ص ٧٨)

ان کان سواءِ هن تحقيقي مقالي لکندي، منهنجي ڀين ٻـ ڪيترن ئي ڪرم فرمائن، عالـمن، اديبن ۽ علم دوستن علمي مدد ڪئي، جن جو آءٌ نهايت ئي ٿورائتو آهيان. اهڙن مهربان ۽ علم پرور اڪابرن ۾ علامہ مفتي استاد ڪريم بخش مگسي ميهڙ وارو، مرشد "سائين سهڻو" احمد شاهہ- درگاهہ ذاڪري شريف سڪرنڊ، مفتي محمّد جان نعيمي ملير ڪراچي وارو، مولانا محمّد قاسم سومرو ۽ سندس لائق فرزند، ڊاڪٽر محمّد ادريس السندي- ساڪن ڪنڊيارو، مفتي عبدالرحمان ٺٽوي، مولوي طفيل احمد نقشبندي مڪليءَ وارو، حافظ عبدالله ميمڻ مٽيارين وارو، ڊاڪٽر قريشي حامد علي "خانائي"- ساڪن نواب شاهہ، الحاج رحيم بخش "قمر" نواب شاهي، استاد عبدالرحمان منگيو - ساڪن سڪرنڊ، عزيز جعفراڻي- ساڪن سجاول، مولوي انور حسين ميمڻ - ساڪن ٺٽو، پروفيسر عبد الباري- شاهجهان مسجد ٺٽو ۽ سندس والد بزرگوار مفتي عبداللطيف صديقي- خطيب شاهجهاني مسجد ٺٽو، مولانا محمد ادريس ڏاهري شاهپور جهانيان، مفتي عبدالرحيم شر سڪندري شاهپور چاڪر وارو، ڊاڪٽر نواز علي "شوق" - ڪراچي يونيورسٽي، ميڊم ممتاز پٺو- چيئرمين، مسلم هسٽري شعبو (سنڌ يونيورسٽي)، محترمه عزيزه چنه- ڊين آرٽس فيڪلٽي (سنڌ يونيورسٽي)، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو- ساڪن بدين، پروفيسر محمد قاسم سومرو ۽ ڊاڪٽر غلام محمد لاکو- جنرل هسٽري شعبو (سنڌ يونيورسٽي)، ميان محمد شفيع بروهي- سينٽرل لائبريري (سنڌ يونيورسٽي)، گل محمد مغل- لائبريرين سنڌالاجي، حافظ حبيب سنڌي- ساڪن چوهڙ جمالي، پير رفيع الدين خياروي- درگاهہ خياروي شريف تعلقہ سڪرنڊ، مخدوم نديم احمد هاشمي ۽ سندس والد بزرگوار مخدوم نيڪ محمد- درگاهہ کهڙا شريف، بشير احمد ڪلهوڙو ۽ سيد صبغت الله شاهہ- ساڪن راڻيپور، محمد پنهل ڏهر- ساڪن ڏهرڪي، امام راشدي ۽ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي- ساڪن لاڙڪاڻو، سيد گل محمد شاهہ بخاري- ساڪن شهدادڪوٽ، ڊاڪٽر گل حسن لغاري- پرنسپال ، گورنمينٽ ڪاليج ٽنڊو جام، مخدوم محمد زمان طالب المولى، علامه غلام مصطفى قاسمي، محمد ابراهيم جويو، سيد منير احمد شاهہ جيلاني ۽ سيد محمد حنيف شاهہ- درگاهہ ذاڪري سڪرنڊ، ڊاڪٽر حافظ غلام محمد ڏاهري- مهراڻ ڪاليج مورو، حڪيم غلام رسول لاکو شاهپور جهانيان وارو، نفيس احمد شيخ،

غلام محمد جوهر- ساڪن ميرپور بٺورو، ڊاڪٽر مظهر الدين سومرو- ساڪن سڪرنڊ، محمد صديق منگيو- ساڪن سڪرنڊ، قاضي محمد مراد سيوهاڻي، پير محب الله شاهه راشدي پير جهنڊي وارو، پروفيسر اسرار احمد علوي- درگاهه فقير الله علوي شڪارپور، غلام سرور ڀٽو- ساڪن منصوره هالا، قاضي محمد موسيٰ- ساڪن سونڊا (ٺٽو) ۽ ابوبڪر شيخ- ساڪن بدين سرفهرست آهن.

خاص طرح سان احسان مند آهيان مهربان استاد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ محسن علم نواز پروفيسر ڊاڪٽر قريشي حامد علي "خانائي"- گورنمينٽ ڪاليج نواب شاهه جو، جن مواد کي ڏسڻ ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ ڀرپور تعاون ڪيو. ازانسواءِ، پنهنجي نوجوان علم دوست محترم بشير احمد هيسباڻي- ساڪن مهراڻ ڪالوني، نواب شاهه جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان، جنهن پنهنجيءَ بئنڪ جي ملازمت جي گوناگون مصروفيتن هوندي به هن تحقيقي مقالي جي صاف ۽ سهڻي ڪاپي تيار ڪرڻ ۽ سٺاءَ قائم رکڻ ۾ مدد ڪئي. مولانا رحيم بخش "قمر" مرحوم ۽ پروفيسر غلام محمد لاکي پڻ مون سان سفر حضر ۾ ساٿ نباهيو. الله سائين سڀني کي شاد ۽ آباد رکي!

هن تحقيقي مقالي جي اهميت ۽ مقصد جي انهيءَ مختصر ۽ مفصل احوال بيان ڪرڻ کان پوءِ، آءٌ اهو ضروري سمجهان ٿو ته هتي پنهنجي پڙهندڙن کي هن مقالي جي مختصر ڄاڻ ڏجي ته جيئن هُو اهو چڱيءَ طرح سان محسوس ڪن، ته هن تحقيقي مقالي ۾ ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. دراصل، هيءُ تحقيقي مقالو ٽن ڀاڱن تي مشتمل آهي.

مقالي جو پهريون ڀاڱو مخدوم صاحب جي دور متعلق آهي، جنهن ۾ انهيءَ مڪيه عنوان سان لاڳاپيل ٽي باب آهن، جن ۾ مختلف نمونن سان ان دور تي روشني وڌي ويئي آهي، ۽ اهي هن ريت آهن: سنڌ جو تاريخي پس منظر، مغل بادشاهن جو سن وار دور، ڪلهوڙا دور جا اهم تاريخي، مذهبي ۽ سياسي واقعا.

ٻئي ڀاڱي ۾ مخدوم صاحب جي سوانح حيات تي مفصل روشني وڌي ويئي آهي. هن ڀاڱي کي چوڏهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي، جن ۾ مخدوم صاحب جو خانداني پس منظر، تعليم ۽ تربيت، طريقت جو سلسلو، درس تدريس ۽ شاگرد، ديني خدمتون، سير سفر، بحيثيت شاعر، بحيثيت تنقيد نگار، امتيازي خصوصيتون، ڪتبخانو، وفات ۽ مدفن، اولاد ۽ همعصر جي

عنوانن تحت تفصيلي احوال ڏنو ويو آهي.

هن مقالي جو ٽيون ڀاڱو، جيڪو ائين ڪٿي سمجهجي تہ هن مقالي جي اصل جان آهي، مخدوم صاحب جي لکيل ۽ دستياب ٿيل تصنيفات ۽ تاليفات جي باري ۾ آهي. هن ڀاڱي ۾ مخدوم صاحب جي سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ جي ٨٢ ڪتابن جو تحقيقي جائزو پيش ڪيو ويو آهي. انهيءَ تجزيي ۾ هر ڪتاب جو پورو نالو، تصنيف جو سال، ڪاتب جو نالو، ڪتابت جو سال، صفحن جو تعداد (هن ۾ صفحي جي ڊيگهہ ۽ ويڪر جي ماپ، سٽن جو تعداد ۽ هر سٽ ۾ لفظن جو تعداد ڄاڻايو ويو آهي)، موضوع، متن جي شروعات ۽ خاتمي جون چند سٽون، ڪاتب جي صورتخطي، مجموعي خصوصيات (هن ۾ نسخي جي قدامت ۽ اهميت، ڪتاب ڇپيل آهي يا قلمي صورت ۾ آهي، قلمي صورت ۾ آهي تہ ان جا نسخا ڪٿي ۽ ڪهڙن ڪتبخانن ۾ موجود آهن وغيره) ۽ آخر ۾ سڄي ڪتاب ۾ آيل مواد جو نچوڙ ڏنو ويو آهي.

آخر ۾ مخدوم صاحب جا جيڪي بہ ڪتاب ڇپيل خواه قلمي مليا آهن، يا ان موضوع سان واسطو رکندڙ ڳالهيون دستياب ٿي سگهيون آهن، تن کي ضميمي ۾ ڏنو ويو آهي. ازانسواءِ مخدوم صاحب سان واسطو رکندڙ تاريخي ماڳ ۽ مڪانن جا فوٽوگراف، مخدوم صاحب جي هڪ ناياب مهر (جنهن تي سن ١١٣٣هہ درج آهي)، سندن هٿ اکر ۽ سندن دستياب ٿيل ڪتابن جا عڪس پڻ شامل ڪيا ويا آهن.

آخر ۾ آءٌ هڪ دفعو وري بہ پنهنجي محسن ۽ مهربان استاد، محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ٿورائتو آهيان، جنهن پنهنجي گوناگون مصروفيتن جي باوجود منهنجي هر وک تي مدد ۽ رهنمائي ڪئي. آءٌ يقين سان چوان ٿو، تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي ٻاجهہ ۽ مهربان استاد جي رهبري شامل حاصل نہ رهي ها، تہ هيءُ تحقيقي ڪم هوند پايهٔ تڪميل تي پهچي نہ سگهي ها!

محبت پائي من ۾، رنديا روڙيا جن،
تن جو صرافن، انَ توربو اگهائيو. (شاهہ)

طالب العلم

**عبدالرسول "قادري"**
**بن مجنون خان مگسي**
فارغ التحصيل درس نظامي
فاضل عربي ۽ فارسي
ايم. اي (فرسٽ ڪلاس)

ڳوٺ بخشو مگسي (دڙي مگسي)
تعلقو سڪرنڊ،
ضلعو نواب شاهہ، سنڌ.
٢٢ رجب المرجب ١٤١٦ هجري
١٥ ڊسمبر ١٩٩٥ع

## باب پهريون

# سنڌ جو تاريخي پس منظر

الله تعاليٰ سرزمين سنڌ کي اهو شرف بخشيو آهي، جو اُن جي مردم خيز مٽيءَ مان ڪيترائي وڏا بزرگ، اولياء الله، عارف بالله، صاف دل صوفي ۽ صالح، درويش ۽ شاعر، عالم ڪامل، سگهڙ ۽ ڏاها، اهلِ قلم اديب ۽ انشا پرداز پيدا ٿيندا رهيا آهن. سرزمين سنڌ اهو خوش نصيب خطو آهي، جيڪو برصغير مان سڀ کان اول توحيد رباني، رحمتي رسالت ۽ دين اسلام جي نور کان منور ٿيو.

اسلام کان اڳ واري دور جي سنڌ جي تاريخ رڳو ڪن آثارن ۽ اهڃاڻن کان سواءِ بنهہ ناپيد آهي. پهرين صدي هجريءَ جي آخر ۾ جڏهن عربن هتي جي سرزمين ۽ عوام کي اسلام جهڙي ڪامل ۽ اعليٰ دين سان روشناس ڪرايو، تڏهن کان هتي نئين دور جو آغاز ٿيو ۽ گل غنچا ٽڙڻ لڳا. ٿوري ئي وقت ۾ هتي اهڙا تہ علم جا گوهر ۽ علامہ اڪابر پيدا ٿيا، جن جي علمي سگنڌ ۽ سرهاڻ سڄي دنيا ۾ واسجي ويئي.

سنڌ تي انهيءَ نالي پوڻ جا ڪجھ وجوه آهن، جيئن تہ:

سنڌ تي اهو نالو حام بن نوح عليه السلام جي پُٽ "هند" جي ڀاءُ "سند" جي نالي پٺيان پيل آهي. هيءَ سڄي سرزمين ايڪهٺ ملڪن مان ٽيتاليهين ملڪ جو نالو آهي. پهرين اقليم سندس اتر کان ۽ ٻي ولايت سندس وچان لنگهي ٿي. هيءُ ملڪ پهرين، ٻي، ٽين، چوٿين ۽ پنجين ولايت ۾ مشترڪ آهي... پر هن ملڪ جو گهڻو ڀاڱو ٻي ولايت جي خط هيٺ آهي، تنهن ڪري مڪي پاڪ ۽ مديني منوره جي پاڪ سرزمين سان هن زمين جو حقيقي قرب ثابت آهي. [1]

سنڌ تي اهو نالو "سنڌو" نديءَ تان پيو آهي. سنسڪرت ۾ "سنڌو"

معنيٰ سمنڊ يا وڏو درياءُ... "سنڌو" ندي رواجي ندين کان گهڻو وڏي هوندي هئي ۽ سمنڊ سان ڪلهو پئي هڻندي هئي. انهيءَ سبب آڳاٽن آرين اهو نالو رکيس.

"سنڌو" جو ڌاتو يا بنياد آهي سنسڪرت لفظ "سيند" (Syand)، معنيٰ وهڻ. انهيءَ سبب "سنڌو" جي بنيادي معنيٰ آهي "اها ندي، جا سدائين پئي وهي."

سنڌوءَ جو ڌاتو آهي "سڌ"، معنيٰ رکي وٺڻ يا بچاءُ ڪرڻ. سنڌو ندي جتان وهي ٿي، تن هنڌن جي رهاڪن جو ڌارين جي ڪاهن ۽ جهنگلي مرن جي حملن کان بچاءُ ڪري ٿي.

"قديم سنڌ" جو مصنف مختلف ڪتابن ۽ ڊڪشنرين جي معنيٰ ۽ تحقيق کان پوءِ لکي ٿو، ته ٻئي ڌاتو نهي اچن ٿا، پر پهرئين معنيٰ وڌيڪ عام آهي.[2]

ڪن جو بيان آهي تہ لفظ "سنڌو" سنسڪرت لفظ "سنڌوا" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي چنڊ. "رگويد"، جو هندن جو پراڻو گرنٿ آهي، تنهن ۾ سنڌ جو نالو "سپت سنڌو" يعني ستن ندين وارو ملڪ لکيل آهي. آرين لوڪن سنڌ تي "سنڌو درياءَ" ڪري اهو نالو وڌو، جنهن جي معنيٰ آهي سمنڊ. آرين جا پاڙيسري پائر ايراني "س" کي "ه" سان پنهنجي لهجي ۾ بدلائيندا هئا، ان ڪري زند جي زبان ۾ "سپت" بدلجي "هپت" ۽ "سنڌ" ڦري "هند" ٿيو. هيءُ لفظ پوءِ رومن صرف و نحو جي چرخي تي چڙهي "اِند" ٿيو، جو پوءِ قلابازيون کائيندو بدلجي "انڊيا" ٿيو ۽ اجا تائين مغربي زبانن ۾ مروج آهي.[3]

سنڌ جو نالو حضرت آدم عليه السلام جي هم شڪل پُٽ حضرت شيث عليه السلام جو ٻيو نالو آهي، جنهن کي تورات "سيت" جي نالي سان سڏيو آهي ۽ رگويد "ورڻ" ڪوٺيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پاڻي، جنهن ۾ سمنڊ ۽ درياءَ اچي وڃن ٿا. الله تعاليٰ، حضرت آدم عليه السلام جي انهيءَ پُٽ کي اها عزت بخشي جو زمين خواه پاڻي جتي هُو رهيو، سڀ هن جي نالي سان "سنڌ" ڪوٺجڻ ۾ آيا ۽ الله تعاليٰ، حضرت آدم عليه السلام جي ٻين سڀني پُٽن جي نسلن کي فنا ڪري، هن جي نسل کي دنيا جي تختي تي قائم رکيو، جو روز قيامت تائين قائم رهندو.[4]

اهلِ فارس جڏهن هن ملڪ جي هڪ صوبي تي قبضو ڪيو تہ ان درياءَ

جو نالو جنهن کي هاڻي سنڌو درياءُ چون ٿا. ان درياءَ جو نالو عربن جي زبان ۾ "مهراڻ" آهي، يعني اهلِ فارس "سنڌ" کي "هند" جي نالي سان سڏيو آهي، ڇاڪاڻ تہ پراڻي ايراني زبان ۽ سنسڪرت ۾ "س" ۽ "ه" پاڻ ۾ مٽجن ٿا، جن جا گهڻا مثال آهن. انهيءَ ڪري فارس وارن "سنڌ" کي "هند" ڪري ڪوٺيو. پر عرب جيڪي سنڌ کان علاوه هن ملڪ جي ٻين شهرن کان بہ واقف هئا، انهن "سنڌ" کي "سنڌ" جي نالي سان ئي سڏيو... فرينچ ۾ "ه" جو حرف "الف" بڻجي اند ۽ انڊيا ۽ ان جون مختلف صورتون ٿي سڄي دنيا ۾ مشهور ٿي ويو. (5)

بهرحال لغوي ۽ لفظي لحاظ کان "قديم سنڌ"، "جنت السنڌ" ۽ "عرب و هند کي تعلقات" جي معنيٰ ڪنهن حد تائين ٺهڪي اچي ٿي. "آئينہ قديم سنڌ" جو مفروضو تحقيق طلب آهي. البت، "تحفة الڪرام" جو حوالو تاريخي لحاظ کان وزندار ۽ صحيح آهي.

سنڌ جي عظمت تاريخي طور تسليم شده آهي. ان لاءِ رجال ۽ تاريخ جا ڪتاب شاهد آهن، تہ سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن علمي دنيا ۾ وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. علم حديث، تفسير، فقه، تاريخ، شعر و ادب ۾ مشهور عظيم سنڌي عالمن ۽ اهلِ قلم بزرگن جا نالا قابلِ قدر ۽ تاريخ جي ورقن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن.

سنڌ، هندي ننڍي کنڊ جو هڪ حصو آهي؛ ليڪن تاريخي، تهذيبي، علمي ۽ ادبي لحاظ کان هن ملڪ جي تاريخ هميشہ نرالي پئي رهي آهي. سنڌ جو خطو تاريخي طور تي ڇئن مکيہ زمانن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: سنڌو ماٿر جي تهذيب جو دور، قديم روايتي تاريخ کان ڏاهر جي زوال تائين جو دور، اسلامي دور ۽ انگريزن کان وٺي اڄ تائين جو زمانو.

برصغير ۾ اسلام سڀ کان پهريائين سنڌ ۾ پهتو، جنهن ڪري هتي توحيد، رسالت ۽ پائيچاري جي فضا قائم ٿي. هر طرف مسجدون، محراب، منبر ۽ مدرسا جڙيا، جتي برگزيده ٻانهن، عالمن، خطيبن ۽ صالحن سنڌ ۽ هندواسين کي وحدانيت جو درس ۽ رسالت جو پيغام ڏيڻ شروع ڪيو. عربن جي زماني ۾ سوين عالم ۽ محدث حضرات جا نالا تاريخ ۽ رجال ۾ محفوظ آهن، جن تفسير، حديث، فقه، تصوف ۽ توحيد و رسالت جو پرچار ڪيو.

سنڌ جو ملڪ سن ٩٢هہ/ ٧١١ع ۾ اسلام جي دائري ۾ آيو. ابتدا ۾

بنو اميه پوءِ بنو عباس ۽ آخر ۾ هباري خاندان جي عربن، سنڌ تي ٿي صديون ڪن راڄ ڪيو. سن ۴۰۱هه/ ۱۰۱۰ع ۾ سنڌ ۾ عربن جي راڄ جو خاتمو ٿيو.

ان بعد هتي سومرن جو مقامي راڄ قائم ٿيو. سومرن جا ويهه- ٻاويهه بادشاهه ٿيا. ان دور ۾ هندستان ۾ به مسلمانن جي بادشاهي قائم ٿي، يعني غزنوي، غوري، خلجي ۽ تغلق حڪمراني ڪندا آيا. ليڪن، پوءِ به سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت برابر قائم رهي. هن دور ۾ پهريون ڀيرو سنڌي ٻوليءَ ۾ شعر و شاعري جا اهڃاڻ ملن ٿا. فارسي زبان پڻ هتي مروج ٿيڻ شروع ٿي. هن زماني ۾ سنڌ جو دستياب پهريون تاريخي ڪتاب "چچ نامه" فارسي ترجمي جي صورت ۾ اسان تائين پهتو.

سن ۷۵۰هه/ ۱۳۵۱ع ۾ سومرن جو زوال اچي ٿيو، جنهن بعد سمن ڄامن جي سلطنت قائم ٿي. ڄام فيروز، ڄام تماچي، ڄام جوڻو ۽ ڄام نظام الدين (ڄام نندو) هن خاندان جا مشهور سلاطين ٿي گذريا آهن. ٺٽو سنڌ ن تختگاهه هو. هن دور ۾ ٺٽو "عراق ثاني" سڏجڻ ۾ آيو. ڄامن جي دور ۾ مخدوم بلاول وڏو عالم ٿي گذريو. خود ڄام نظام الدين وڏو عالم ۽ شاعر هو. سن ۹۲۷هه/ ۱۵۲۰ع ۾ ارغونن سنڌ تي حملو ڪيو ۽ دولهه دريا خان ٺٽي ۾ وڙهندي مارجي ويو.

سن ۹۲۷هه/ ۱۵۲۰ع ڪان سنڌ تي ارغونن جي حڪومت قائم ٿي. شاهه بيگ ارغون ۹۳۰هه/ ۱۵۲۴ع تائين حڪومت ڪئي. پوءِ سندس پٽ شاهه حسن ارغون حڪمران بنيو. ان دور ۾ (۹۳۲هه/ ۱۵۲٦ع) بابر هندستان ۾ داخل ٿيو. ان طرح برصغير تي مغل بادشاهت قائم ٿي. شاهه حسن ارغون لاهري بندر ڪان ملتان تائين، مختلف قبيلن ۽ شهرن تي حملا ڪيا. آخرڪار ملتان فتح ڪري، دهليءَ جي مغلن جي حوالي ڪري ڇڏيائين. شاهه حسن ارغون سن ۹٦۲هه/ ۱۵۵۵ع ۾ فوت ٿيو. ڪيس پٺائون اولاد ڪونه هو.

شاهه حسن ارغون ڪان پوءِ سنڌ جو ملڪ هن جي اميرن ورهائي ڪنيو. اتر سنڌ جو حصو سلطان محمود کي مليو، جنهن جو مرڪز بکر هو. هن ۹۸۲هه/ ۱۵۷۴ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس ملڪ اڪبر جي لشڪر اچي والاريو. ان ريت سنڌ دهليءَ جي مغلن جي تصرف ۾ اچڻ شروع ٿي.

ملڪ جو هيٺيون حصو ترخان خاندان جي حوالي ٿيو. هن خاندان ۾

مرزا عيسيٰ ترخان، مرزا باقي ترخان، مرزا جاني بيگ ترخان ۽ مرزا غازي بيگ حڪمران ٿيا. جاني بيگ جي دور ۾ سن ۱۰۰۰هه/ ۱۵۸۲ع ۾ عبدالرحيم خان خانان هيٺين سنڌ تي قبضو ڪيو. ان طرح سڄي سنڌ مغلن جي حڪومت ۾ اچي وئي. ان هوندي به اڪبر "ٺٽي" کي ترخانن جي حاڪميت ۾ رهڻ ڏنو. جاني بيگ کان پوءِ سندس پٽ غازي بيگ حاڪم ٿيو. هن سن ۱۰۲۱هه/ ۱۶۱۲ع ۾ وفات ڪئي. تڏهن جهانگير، ٺٽي کي سڌو پنهنجي عملداريءَ ۾ ورتو. سنڌ تي ترخانن جو راڄ مڪمل ٿيو. ٺٽي تي مغلن جا صوبيدار يا حاڪم سن ۱۱۵۰هه/ ۱۷۳۶ع تائين ايندا رهيا.

ارغون، ترخان ۽ مغل دور، تهذيبي لحاظ کان هڪ دور تسليم ڪيو وڃي ٿو. ٽنهي خاندانن سنڌ ۾ فارسي علم و ادب جي سرپرستي ڪئي. وچ ايشيا کان ايران تائين سوين عالم، اديب ۽ شاعر سنڌ ۾ پهتا. حاڪمن انهن کي انعام و اڪرام ڏنا. ان ريت پهريون ڀيرو سنڌ ۾ فارسي تصنيف و تاليف جا مستند بنياد پيا. ڳچ تاريخون لکيون ويون، تذڪرا تيار ڪيا ويا ۽ فارسي شعر و سخن جا ڪتاب وجود ۾ آيا. ان نوعيت جي ادب جي اهياس جي اڄ به سنڌ ۾ وڏي اهميت آهي.

ارغون، ترخان ۽ مغلن سان سنڌ جي مختلف قبيلن وقت بوقت مهاڏو اٽڪايو، ڪِن للڪاريو ۽ ڪيئي تحريڪون به هلايون. پر تاريخي طور ڪلهوڙا خاندان کي وڏي اهميت حاصل ٿي. ڇاڪاڻ ته هڪ صديءَ جي مسلسل جدوجهد کان پوءِ، آخرڪار ڪلهوڙا خاندان سنڌ ۾ مغلن کي ختم ڪري، پنهنجي حڪومت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ميان آدم شاهه ۽ شاهه علي، مغلن سان معرڪن ۾ مارجي ويا. جهڙيءَ ريت مغلن سنڌ ۾ قدم به قدم اقتدار حاصل ڪيو، ان طرح رفته رفته سندن اقتدار جو خاتمو به ٿيو ۽ ڪلهوڙن سندن جاءِ والاري.

جديد تحقيق مان ثابت آهي، ته ميان نصير محمد ڪلهوڙو سن ۱۰۹۲هه/ ۱۶۸۱ع ۾ ڪلهوڙن جي خانداني حڪومت جو بنياد رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سندس تصرف ۾ ڪاڇو ۽ چانڊڪو پرڳڻو هئا. لاڪاڻ، مورو ۽ نوشهرو فيروز به سندن قبضي ۾ اچي ويا. ميان نصير محمد جو تختگاهه "ڳاڙهي" ڪاڇي ۾ هو. سندس وفات سن ۱۱۰۳هه/ ۱۶۹۲ع ۾ ٿي.

بعد ۾ ميان دين محمد ڪلهوڙو سندس جاءِ نشين ٿيو. هن جو مرڪز

۾ ”ڳاڙهي“ هو. ميان دين محمد حڪومتي دائري کي اڃا ٻہ وڌايو. سبي جي پٺاڻن، قلات جي بروهين ۽ پاڙيسري زميندارن جي دشمنيءَ آخر رنگ لاتو. ملتان جو وائسراءِ شهزادو معزالدين حملي آور ٿي ڳاڙهيءَ پهتو. ڪلهوڙن ۽ مغلن ۾ خونريز معرڪا ٿيا ۽ ميان دين محمد کي گرفتار ڪري ملتان وٺي ويا، جتي هن کي سن ١١١١هـ/ ١٧٠٠ع ۾ ڦاسي ڏني وئي. ميان نصير محمد ۽ ميان دين محمد ڪلهوڙي جا مدفن گاهہ ٻہ ”ڳاڙهي“ ۾ ئي آهن. ڪلهوڙن جي حڪومت جو هيءُ پهريون دور هو.

معزالدين جي مار ڌاڙ وقت ميان يار محمد ڪلهوڙو قلات ڏي هليو ويو هو. حالتون صحيح ٿيون، تہ پاڻ سن ١١١٣هـ/ ١٧٠١ع ۾ وڏيءَ قوت سان سنڌ ۾ داخل ٿيو. هن ميان دين محمد جي حڪومت واري سڄي علائقي تي قبضو ڪيو. ڪاڇي مان نڪري، نستباً وڏيڪ ويجهي ۽ ڪليل خِطي ۾ پنهنجو تختگاهہ قائم ڪيائين. هيءُ تختگاهہ ”خدا آباد“ جي نالي سان تاريخن ۾ مشهور آهي، جو موجوده دادو ضلعي ۾ موجود آهي. ميان يار محمد ڪلهوڙي کي مغلن باقاعدي تسليم ڪيو. هر ايندڙ ڏينهن تي هن جي حڪومت وڌندي رهي ۽ مضبوط ٿيندي وئي. ميان يار محمد آهستي آهستي بکر ۽ سيوهڻ تائين پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ان طرح اتر سنڌ مان مغلن جي راڄ جو خاتمو ٿي ويو. سن ١١٣٠هـ/ ١٧١٨ع ۾ ٺٽي جي حدن اندر مغلن ۽ شاهہ عنايت جهوڪ واري ۾ معرڪا ٿيا ۽ شاهہ عنايت شهيد ٿيو. سن ١١٣١هـ/ ١٧١٩ع ۾ خود ميان يار محمد بہ فوت ٿيو. کيس ”خدا آباد“ ۾ دفن ڪيو ويو، جتي اڄ بہ سندس نهرايل عاليشان مسجد ۽ سهڻو مقبرو موجود آهي.

ميان يار محمد کان پوءِ سندس فرزند ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم ٿيو. ميان نور محمد جي دور ۾ سن ١١٥٠هـ/ ١٧٣٦ع ۾ ٺٽو صوبو بہ ڪلهوڙن جي قبضي ۾ اچي ويو. ان ريت سڄيءَ سنڌ مان مغلن جي حڪومت ختم ٿي ۽ سڄي ملڪ تي ڪلهوڙن جي حڪمراني قائم ٿي. افسوس! جو ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ خود اهلِ سنڌ جي اها خوشي عارضي ثابت ٿي، ڇاڪاڻ تہ نادر شاهہ افشار هندستان جي مارڌاڙ کان پوءِ، سن ١١٥٢هـ/ ١٧٤٠ع ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيو. ان کان پوءِ ڪلهوڙا حڪمران، مغلن جي بجاءِ ايران جا باجگذار بنجي ويا. نادر شاهہ سن ١١٦٠هـ/ ١٧٤٧ع ۾ پنهنجي اميرن هٿان قتل ٿي ويو. هن جو افغان سپهہ سالار احمد

شاهہ هرات پهتو ۽ جديد افغانستان جو بنياد رکيائين. احمد شاهہ ابدالي سنڌ تي بہ پنهنجي بالادستي برقرار رکي. سنڌ تي افغانن جي بالادستي ڪلهوڙن جي آخر تائين برقرار رهي. بعد ۾ احمد شاهہ ابدالي سنڌ طرف بہ پيش قدمي ڪئي. ان زماني ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو سن ١١٦٧هہ/ ١٧٥٣ع ۾ فوت ٿيو. کيس محمد آباد ۾ دفن ڪيو ويو. هن وقت سندس مدفن شاهہ پور جهانيان ويجهو، تعلقي دولت پور صفن، ضلعي نواب شاهہ ۾ واقع آهي ۽ اهو قبرستان اڄ تائين "ميان جا قبا" جي نالي سان موجود ۽ مشهور آهي.

ميان نور محمد ڪلهوڙو هڪ وڏو مدبر، دُورانديش ۽ ديندار حڪمران هو. سندس زندگيءَ جو عَڪس سندس لکيل فارسي ڪتاب "منشور الوصيت" ۾ صاف صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جنهن ۾ ظاهري طور تي پدري شفقت ڪري پنهنجي پُٽن ۽ عملدارن کي وصيت ۽ نصيحت ڪيل آهي، پر ان مان سندس سنڌ وارن لاءِ پيغامِ عمل پڻ سمايل آهي. مثال طور: الله تعاليٰ جي عبادت، رسول ڪريم ﷺ جي رسالت ۽ اطاعت، عالمن ۽ صالحن سان صحبت، اهل بيت جي محبت، پدري شفقت، خيرخواهي، قرآن ڪريم ۽ درود شريف پڙهڻ جي ترغيب، موت جي يادگيري، ڪسرنفسي، سادگي، خوفِ خدا، ملڪي ورهاست، مردم شناسي ۽ سياسي حڪمت عمليءَ جو پورو نقشو چٽيل آهي.[(6)]

اها ٻي ڳالهہ آهي، جو مهربان ۽ داناءَ پيءُ جي نصيحت تي پونير عمل نہ ڪيو. فتني فساد ۽ لڙائيءَ تائين نوبت وڃي پهتي. اڳتي هلي ٽيهن سالن ۾ حڪومت ٽالپرن ۾ منتقل ٿي وئي.

ميان نور محمد پنهنجي دور ۾ هڪ غير معمولي شخصيت جو مالڪ هو. جن نازڪ حالتن سان کيس ۽ سندس اولاد کي سڄي ڄمار واسطو پوندو رهيو، سي فولادي عزم رکڻ وارن ماڻهن کي بہ متزلزل ۽ هراسان بنائڻ واسطي ڪافي هئا، ليڪن هن ٻنهي پيءُ ۽ پٽن طرح طرح جي مشڪلاتن جي اونداهيءَ مان پنهنجي لاءِ عمل جي راهہ هموار ڪئي ۽ پنهنجي عزيز وطن جون اهي خدمتون ڪيون، جن جو نظير صدين جي تاريخ ۾ بہ نہ ٿو ملي. انهن خدمتن لاءِ صبر ۽ تحمل، تدبر ۽ ڏاهپ، جرئت ۽ شجاعت ۽ انتظامي مهارت، ڪان سواءِ هن ڳالهہ جي بہ ضرورت هئي، تہ هڪ هڪ واقعي جي پڄاڙيءَ ۽ نتيجي تي گهري نظر رکي وڃي ها! ميان يار محمد وانگر ميان نور

محمد ۾ بہ اهي وصفون أتم درجي جون موجود هيون. [7]

ميان نور محمد جي وفات کان پوءِ، وصيت موجب سندس وڏو پٽ محمد مراد ياب خان تخت نشين ٿيو. پر "فتح نامہ" جي قول موجب:

"ولي چون اولي العزم و غازي نبود." [8]

مطلب تہ هو مضبوط ارادي، عزم وارو ۽ غازي نہ هو. ان ڪري سندس دور ۾ ملڪ ۾ بدامني پکڙجي وئي. نيٺ اميرن گڏجي ان کي سن ١١٧٠هـ/ ١٧٥٧ع ۾ معزول ڪيو. سندس جاءِ تي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو حڪمران ٿيو. ميان غلام شاهہ سان ابتدا ۾ ميان عطر خان ۽ ميان احمد يار خان جون لڙايون ٿيون، ليڪن آخرڪار اهي خاموش ٿي ويا ۽ ميان غلام شاهہ اڪيلي سر سنڌ جي والي بڻجي ويو.

شروع ۾ الهہ آباد، شاهہ پور اول ۽ شاهہ پور ثاني سندس سرڪاري مرڪز هئا. آخرڪار قديم شهر نيرون ڪوٽ جي جاءِ تي "حيدرآباد" نالي پنهنجو شهر وجود ۾ آڻي، ان کي تختگاهہ مقرر ڪيائين. حيدرآباد جو قيام سن ١١٨٢هـ/ ١٧٦٩ع ۾ ٿيو. ميان غلام شاهہ هتي هڪ پڪو قلعو بہ تعمير ڪرايو، جو اڄ تائين موجود آهي. غلام شاهہ هڪ برجستو حاڪم ٿي گذريو آهي. هن ڪڇ تي بہ ٻيرا حملا ڪيا. احمد شاهہ ابدالي هن جي انتظام مان راضي ٿي، ڪيس ديره غازي خان ۽ ديره اسماعيل خان جي حڪومت بہ ڏني. هن سن ١١٨٦هـ/ ١٧٧٢ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس پنهنجي دارالحڪومت "حيدرآباد" ۾ دفن ڪيو ويو.

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي کان پوءِ، سندس پٽ ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو سنڌ جو والي بڻيو. پنهنجي پيءُ وانگر هن بہ ڪڇ تي ڪاهون ڪيون. ديرن جو انتظام بہ سندس ذمي رهيو. سندس دور ۾ درٻاري سازشن زور ورتو. سن ١١٨٩هـ/ ١٧٧٥ع ۾ درٻار ۾ مير بهرام خان ۽ مير صوبدار خان کي قتل ڪيو ويو. ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو ان وقت هالا جي پرسان پنهنجي مرڪز "خدا آباد" ثالث ۾ هو. آخرڪار ٽالپرن محلات تي حملو ڪيو ۽ پاڻ حيدرآباد طرف نڪري ويو. ان طرح سندس حڪومت پوري ٿي. ساڳيءَ ريت ڪلهوڙن جو عروج زوال پذير ٿيڻ لڳو.

جيتوڻيڪ سن ١١٨٩هـ/ ١٧٧٥ع کان ١١٩٨هـ/ ١٧٨٣ع تائين، پوءِ بہ ڪلهوڙن ڏهہ سال ڪن حڪومت ڪئي، پر اهو سندن زوال جو دور آهي. ميان صادق علي، ميان غلام نبي ۽ ميان عبدالنبي ڪلهوڙو ٿوري ٿوري وقت

لاءِ حڪمران بنيا. درٻاري سازشون زور وٺنديون رهيون. نتيجي ۾ مير بجار خان، مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان ٽالپر قتل ٿي ويا. سن ١١٩٨هـ/ ١٧٨٣ع ۾ هالاڻيءَ جي ميدان تي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ لڙايون ٿيون. ڪلهوڙن شڪست کاڌي ۽ سنڌ تي ميرن ٽالپرن جو راڄ قائم ٿيو.

جيتوڻيڪ ڪلهوڙن جو دور سياسي طور تي وڏين ڪاميابين سان ڀريل ڪونهي. تڏهن بہ علمي ۽ ثقافتي طور تي هيءُ دور تاريخ ۾ يادگار "سونهري دور" ليکجي ٿو.

هن دور ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جهڙو لاثاني شاعر ٿي گذريو آهي. سنڌ، مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ جهڙو بي مثل مؤرخ ۽ تذڪره نويس هن دور ۾ پيدا ڪيو. اهوئي زمانو آهي، جڏهن مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جهڙو هاڪارو عالم، اديب، استاد، مفتي ۽ مصنف ڄائو، نپنو ۽ وڏو ٿيو ۽ پنهنجو تاريخي علمي ڪردار ادا ڪيو. هيءُ تحقيقي مقالو بہ سندس ئي سوانح حيات ۽ علمي خدمتن تي مشتمل آهي.

## حوالا


١. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"- جلد ٣ (فارسي)، مطبع ناصري، ١٣٠۴هـ، ص ٢.

٢. آڏواڻي ڀيرو مل مهرچند: "قديم سنڌ"، ص ۴۴، ۴۵

٣. مولائي شيدائي رحيمداد خان: "جنت السنڌ"، ص ۴

۴. قريشي شمس الدين: "آئينہ قديم سنڌ"، ڏسو مقدمو ص ١

۵. سيد سليمان ندوي: "عرب و هند ڪي تعلقات"، (اردو) ص ٣٦

٦. ميان نور محمد ڪلهوڙو: "منشور الوصيت و دستور الحڪومت"، (تلخيص)

٧. مهر غلام رسول مولانا: "تاريخ سنڌ- عهد ڪلهوڙا"- جلد ١ (اردو)، ص ٦۵-۵٦۴

٨. مير عظيم الدين ٺٽوي: "فتح نامه" (فارسي)، ص ٢٩

# باب ڇھون

# مغل بادشاهن جو سن وار دؤر

سنڌ ۾ مخدوم صاحب جو سياسي طور اڪثر زمانو ڪلهوڙا حڪمرانن جو دور رهيو آهي. البت، ان وقت سنڌ سميت هندستان ۾ مرڪزي حڪومت مغل بادشاهن جي رهندي پئي آئي. مجموعي طور مخدوم صاحب جو ذهن مغل بادشاهن جي دور سان واسطو رهيو آهي، يعني اورنگزيب عالمگير (سن ١٠٦٨هـ/١٦٥٨ع- ١١١٨هـ/١٧٠٧ع) کان وٺي شاهه عالم ثاني (سن ١١٧٣هـ/١٧٥٩- ١٢٢١هـ/١٧٠٦ع) جي دور تائين. هيٺ سڀني مغل بادشاهن جو ابتدا يعني بابر کان وٺي آخري مغل حڪمران بهادر شاهه ظفر تائين مڪمل سن وار دور جو وچور ذيل آهي:

| | |
|---|---|
| ١. ظهير الدين بابر ابن عمر شيخ مرزا | ٩٣٢هـ/١٥٢٦ع - ٩٣٧هـ/١٥٣٠ع |
| ٢. نصير الدين همايون ابن بابر | ٩٣٧هـ/١٥٣٠ع - ٩٦٣هـ/١٥٥٦ع |
| ٣. جلال الدين اڪبر ابن همايون | ٩٦٣هـ/١٥٥٦ع - ١٠١٤هـ/١٦٠٥ع |
| ٤. نور الدين جهانگير ابن اڪبر | ١٠١٤هـ/١٦٠٥ع - ١٠٣٧هـ/١٦٢٧ع |
| ٥. شهاب الدين شاهجهان ابن جهانگير | ١٠٣٧هـ/١٦٢٧ع - ١٠٦٨هـ/١٦٥٨ع |
| ٦. اورنگزيب عالمگير ابن شاهجهان | ١٠٦٨هـ/١٦٥٨ع - ١١١٨هـ/١٧٠٧ع |
| ٧. شاهه عالم اول ابن اورنگزيب | ١١١٨هـ/١٧٠٧ع - ١١٢٤هـ/١٧١٢ع |
| ٨. جهاندار شاهه ابن شاهه عالم | ١١٢٤هـ/١٧١٢ع - ١١٢٥هـ/١٧١٣ع |
| ٩. فرخ سير ابن عظيم الشان | ١١٢٥هـ/١٧١٣ع - ١١٣١هـ/١٧١٩ع |
| ١٠. رفيع الدرجات ابن رفيع الشان (سوا ٽي مهينا بادشاهه رهيو، ١٩ ربيع الثاني کان ٢٠ رجب المرجب تائين) | ١١٣١هـ/١٧١٩ع - ١١٣١هـ/١٧١٩ع |
| ١١. رفيع الدوله ابن رفيع الشان | ١١٣١هـ/١٧١٩ع - ١١٣١هـ/١٧١٩ع |

(چار مهينا بادشاهه رهيو. ٢٠ رجب
المرجب کان ١٧ ذوالقعد تائين)

| | |
|---|---|
| ١٢. محمد شاهه ابن جهان شاهه | ١١٣١هه/١٧١٩ع - ١١٦١هه/١٧٤٨ع |
| ١٣. احمد شاهه ابن محمد شاهه | ١١٦١هه/١٧٤٨ع - ١١٦٧هه/١٧٥۴ع |
| ١۴. عالمگير ثاني ابن معزالدين | ١١٦٧هه/١٧٥۴ع - ١١٧٣هه/١٧٥٩ع |
| ١٥. شاهه عالم ثاني ابن عالمگير ثاني | ١١٧٣هه/١٧٥٩ع - ١٢٢١هه/١٨٠٦ع |
| ١٦. اڪبر شاهه ثاني ابن شاهه عالم ثاني | ١٢٢١هه/١٨٠٦ع - ١٢٥٣هه/ ١٨٣٧ع |
| ١٧. بهادر شاهه ظفر ابن اڪبر شاهه ثاني | ١٢٥٣هه/١٨٣٧ع - ١٢٧۴هه/١٨٥٧ع |

بهادر شاهه ظفر سن ١٨٥٧ع ۾ جنگ آزاديءَ ۾ حصو ورتو ڪري جنوري ١٨٥٨ع ۾ قيد ٿي رنگون پهتو ۽ اتي ٧ نومبر ١٨٦٢ع تي وفات ڪيائين.

(شاهنواز خان: "ماثر الامراء"- جلد ٣، مترجم: محمد ايوب قادري، مرڪزي اردو بورڊ لاهور، ١٩٧٠ع، ضميمو ١، صه ٨٠٨)

## باب ٽيون

# ڪلهوڙا دور جا اهم تاريخي، مذهبي ۽ سياسي واقعا

١٠٩٢هـ/ ١٦٨١ع: ميان نصير محمدؒ "ڳاڙهيءَ" ۾ ڪلهوڙا حڪومت جو بنياد رکيو.

١١٠١هـ/١٦٨٨ع: مغل دربار مان نواب زبردست خان ٺٽي جو ناظم مقرر ٿي آيو، پر هتي پهچڻ سان ئي مري ويو. نواب نصرت خان ٺٽي جو پيهر ناظم مقرر ٿي آيو.

١١٠٢هـ/١٦٨٩ع: مخدوم صاحب جو همعصر ۽ سنڌ جو مشهور شاعر، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي تولد ٿيو.

١١٠٣هـ/١٦٩١ع: ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي وفات. ميان دين محمد پنهنجي اباڻي مسندِ ارشاد کي رونق بخشي. نواب حفظ الله خان ٺٽي جو ناظم مقرر ٿي آيو.

١١٠٤هـ/١٦٩٣ع: مخدوم محمد هاشم "بٺوري" ۾ ڄائو.

١١٠٩هـ/١٦٩٨ع: مخدوم صاحب ابتدائي ديني تعليم پنهنجي والد بزرگ عبدالغفور وٽ پڙهڻ لڳو.

١١١١هـ/١٧٠٠ع: غالباً مخدوم صاحب جو وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ ٺٽي ۾ اچڻ. ميان دين محمد ڪلهوڙي کي ملتان ۾ ڦاسي ڏني ويئي. ان کان پوءِ ميان يار محمد مسند سنڀالي.

١١١٢هـ/١٧٠١ع: ميان يار محمد کي مغل دربار مان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ جو پروانو مليو. ميان يار محمد دادوءَ کان ڏکڻ طرف "خدا آباد" نالي ڳوٺ جو هنڌ تعمير ڪرايو.

١١١٣هه/١٧٠١ع: سعيد خان صوبيدار ٿي آيو. ميان يار محمد کي اورنگزيب طرفان عنايتون ۽ نوازشون. اتر سنڌ ۾ دائودپوٽن جي شڪست. مخدوم صاحب جي والد عبدالغفور جي بٺوري ۾ وفات.

١١١٤هه/١٧٠٢ع: مير امين الدين خان حسين ٺٽي جو ناظم مقرر ٿيڻ.

١١١٥هه/٤-١٧٠٣ع: يوسف خان ٺٽي جو ناظم ٿي آيو.

١١١٦هه/٥-١٧٠٤ع: نواب احمد يار خان ٺٽي جو ناظم ٿيو.

١١١٧هه/١٧٠٦ع: ميان يار محمد هٿان نومڙين جي شڪست.

١١١٨هه/١٧٠٧ع: هند ۽ سنڌ جي بادشاهه اورنگزيب عالمگير جي دکن ۾ وفات، اعظم ۽ معظم جي پاڻ ۾ جنگ ۽ اعظم جي هار ۽ قتل.

١١١٩هه/١٧٠٨ع: اورنگزيب جو پٽ شهزادو معظم، بهادر شاهه اول جي لقب سان تخت تي ويٺو.

١١٢٠هه/١٧٠٨ع: سعيد خان عرف عطر خان، معظم جي حڪم سان ٺٽي جو ناظم مقرر ٿي آيو.

١١٢١هه/١٧٠٩ع: ٺٽي جي مشهور شاعر "محسن" ٺٽويءَ جي ولادت. نواب مهين خان ٺٽي جو ناظم ٿي آيو.

١١٢٣هه/١٧١١ع: ميان يار محمد اتر سنڌ ۾ پنهنجي طاقت وڌائڻ شروع ڪئي. شاڪر خان نواب مقرر ٿيو. نواب مهين خان ٻيهر ٺٽي جو نواب مقرر ٿيو.

١١٢٤هه/١٧١٢ع: بهادر شاهه اول جي لاهور ۾ وفات. سندس پٽ معزالدين جهاندار شاهه جي تخت نشيني. خواجه محمد خليل، جهاندار شاهه جي حڪم تي ناظم مقرر ٿيو. سال جي آخر ۾ جهاندار شاهه، فرخ سير جي مقابلي ۾ شڪست کاڌي ۽ فرخ سير بادشاهه بڻيو.

١١٢٥هه/١٧١٣ع: عطر خان ولد سعيد خان ٺٽي جو ناظم مقرر ٿيو. ميان يار محمد جي هٿان سبي ۽ ڍاڍر جي فتح.

١١٢٥هه/١٧١٣ع: مخدوم صاحب "زادالفقير" نالي سنڌي ٻوليءَ ۾ منظوم ڪتاب لکيو، جيڪا سندس غالباً پهرين تصنيف آهي. عطر خان ۽ لطف علي خان جي لڙائي. ٺٽي جو محاصرو. عطر خان جو مارجڻ ۽ لطف عليءَ جو ٺٽي تي قبضو.

١١٢٨هه/١٧١٥ع: نواب اعظم خان ٺٽي جو والي مقرر ٿيو.

١١٢٩هه/١٧١٦ع: نواب اعظم خان جو جهوڪ تي حملو ۽ صوفي

شاهه عنايت الله جهوڪ واري جي گرفتاري.

۱۱۳۰هـ/۱۷۱۸ع: نواب اعظم خان جي هٿان صوفي شاهه عنايت جي شهادت.

۱۱۳۱هـ/۱۷۱۸ع: فرخ سير قيد ٿيو. جهان شاهه بن بهادر شاهه اول جو پٽ روشن اختر، محمد شاهه جي لقب سان تخت نشين ٿيو. ميان يار محمد جي وفات. سندس فرزند ميان نور محمد جي جاءِ نشيني. نواب اعظم خان جي معزولي.

۱۱۳۲هـ/۱۷۱۹ع: مهابت خان بن منعم خان ٺٽي جو ناظم مقرر ٿيو.

۱۱۳۳هـ/۱۷۲۰ع: قطب الملڪ ۽ محمد شاهه جي فوجن جي لڙائي، قطب الملڪ جي گرفتاري.

۱۱۳۵هـ/۱۷۲۲ع: مخدوم صاحب جو حرمين شريفين حج ادا ڪرڻ ۽ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ ٺٽي مان سفر.

۱۱۳۶هـ/۱۷۲۳ع: مخدوم صاحب مديني منوره ۾ حضور ﷺ جن جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو. ابو طاهر مدنيءَ کان علم حديث ۾ اجازت ۽ سند حاصل ڪرڻ. ٺٽي ۾ مديني جي ٽوئي جي تحقيق، ٺٽي ۾ حرمين جي پاڇي جي تحقيق ڪرڻ ۽ بعد ۾ ڪتاب لکڻ. حج ادا ڪرڻ ۽ حرمين مان واپسي. مخدوم صاحب سورت بندر ۾ آيو ۽ سيد سعدالله قادريءَ جو مريد ٿيو. خلافت جو خرقو ڏنيو. هندوستان ۾ عيسائي پادرين سان مناظرو ڪرڻ. سنڌ ۾ سلطان محمد خان پنهنجي پيءُ مهابت خان جي وفات کان پوءِ ٺٽي جو انتظام سنڀاليو.

۱۱۳۷هـ/۱۷۲۳ع: مخدوم صاحب ماه صفر ۾ حج ۽ سفر حرمين ۽ سورت بندر کان سفر پورو ڪري واپس پنهنجي ماڳ ٺٽي پهتو. نواب سيف الله ٺٽي جو ناظم مقرر ٿيو، جنهن جلوه گاه امامين جو مقبرو تعمير ڪرايو.

۱۱۳۸هـ/۱۷۲۴ع: مخدوم صاحب جو مرشد سيد سعدالله قادري سورتي وفات ڪري ويو. ٺٽي ۾ مشهور نقشبندي بزرگ ابوالقاسم جي وفات.

۱۱۴۰هـ/۱۷۲۷ع: سنڌ جو مشهور مؤرخ، مير علي شير ”قانع“ ٺٽوي ڄائو، جنهن پنهنجي ڪتابن ”تحفة الڪرام“ ۽ ”مقالات الشعراء“ فارسيءَ ۾ مخدوم صاحب جو پهريون ڀيرو اکين ڏٺو احوال لکيو.

۱۱۴۳هـ/۱۷۳۰ع: ٺٽي جي نواب سيف الله جي وفات. نواب دلير خان جي ٺٽي ۾ مقرري. قلات جي واليءَ عبدالله خان بروهيءَ جو مارجڻ.

١١٤٤هه/١٧٣١ع: ميان نور محمد کي "ثابت جنگ" جو خطاب مليو.
مخدوم صاحب جي مديني شريف واري استاد ابوطاهر مدنيءَ جي وفات.
مخدوم عبدالرحمان کهڙائيءَ جي شهادت.

١١٤٦هه/١٧٣٣ع: مخدوم صاحب سنڌ جي شان ۾ "مدح نامہ سنڌ" نالي بهترين ڪتاب لکيو. سنڌ جي مخالفن جا ان ۾ جواب ڏنا.

١١٤٨هه/١٧٣٥ع: ٢٣ شوال بروز اڱاري تي نادر قليءَ "نادرشاهہ" جو لقب اختيار ڪري، پنهنجي بادشاهيءَ جو اعلان ڪيو.

١١٤٩هه/١٧٣٦ع: نادرشاهہ هٿان قنڌار جي فتح، نواب همت دلير خان جي موقوفيءَ ڪان پوءِ نواب صادق علي بن سيف الله خان ٺٽي کي ٺيڪي تي ڪنيو. مرزا مقبل جي آمد سان صادق عليءَ جو ٺيڪو ختم.

١١٥٠هه/١٧٣٧ع: مغل شاهي دربار مان ميان نور محمد کي ٺٽي جو علائقو ٺيڪي تي مليو. هن غلام محمد کي پنهنجو نائب بنائي ٺٽي موڪليو. ميان نور محمد جي ٺيڪيداريءَ ڪان پوءِ مغلن طرفان ٺٽي ۾ نوابن گورنرن جو اچڻ بند ٿي ويو. جيتوڻيڪ ميان جي گادي ٺٽي يا بکر ۾ نہ هئي ۽ هن جي طرفان بہ سرڪاري ڪاروبار لاءِ عملدار مقرر ڪيل هئا ۽ پاڻ نگراني ڪندو هو.

١١٥١هه/١٧٣٨ع: نادرشاهہ ڪابل تي قبضو ڪيو. اتان روانو ٿي، ڪرنال ۾ محمد شاهي فوجن کي شڪست ڏني ۽ دهليءَ ۾ عام ڪوس ڪرايو. ميان نور محمد پنهنجي پُٽ مرادياب کي لشڪر ڏئي ٺٽي موڪليو. ان ڪڪرالي جي ڄام کي شڪست ڏني.

١١٥٢هه/١٧٣٩ع: نادرشاهہ دهليءَ مان روانو ٿي ڪابل پهتو. اتان ڏوڪيندو عمرڪوٽ ويو. ميان ۽ نادر جو پاڻ ۾ ڳرن شرطن تي ناهہ ٿيو.

١١٥٣هه/١٧٤٠ع: نادرشاهہ سنڌ مان واپس قنڌار روانو ٿيو. ويندي پاڻ سان گڏ ميان نور محمد جا بہ پٽ محمد مرادياب ۽ غلام شاهہ کي يرغمال بنائي ويو. ميان جو ڪتبخانو بہ نادر لٽي کنيو ويو. ان ڪان پوءِ سنڌ دهليءَ جي مغلن ڪان ڦري ايران جي ڏَنَ ڀَرُو ٿي.

١١٥٥هه/١٧٤٢ع: مظفر خان بيگلر بيگي، نادرشاهہ جون ڀيڙيون ڪاهي سورت ڪان ٺٽي پهتو. ميان نور محمد ان سان ملڻ لاءِ ٺٽي ويو. ممڪن آهي تہ ميان صاحب ۽ مخدوم صاحب جي ان دوران ٺٽي ۾ ملاقات ٿي هجي!

۱۱۵۶هه/۱۷۴۳ع: نادرشاهه طرفان سليمان بيگ اسلم کي سکي ۽ خطبي جي نگرانيءَ لاءِ خدا آباد موڪليو.

۱۱۵۷هه/۱۷۴۴ع: مخدوم صاحب جي همعصر ۽ مدمقابل عالم مخدوم محمد قائم جي مديني منوره ۾ وفات.

۱۱۶۰هه/۱۷۴۷ع: ايران ۾ نادرشاهه مارجي ويو. قنڌار جي سردارن احمد شاهه ابداليءَ کي نادرشاهه جي جاءِ تي پنهنجو بادشاهه چونڊيو.

۱۱۶۱هه/۱۷۴۸ع: احمد شاهه ابدالي هندستان تي حملو ڪيو ۽ شڪست کاڌي. محمد شاهه هندستان جو بادشاهه وفات ڪري ويو. مخدوم صاحب جي همعصر ۽ مدمقابل بزرگ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي وفات.

۱۱۶۲هه/۱۷۴۹ع: ميان غلام شاهه خشڪيءَ رستي يرغماليءَ مان آزاد ٿي، ايران مان سنڌ پهتو. البت، مرادياب خان بحري رستي مسقط پهتو ۽ ٽي سال اتي ترسيو.

۱۱۶۳هه/۱۷۵۰ع: سنڌ، دهليءَ کان بعد ۾ ايران کان پوءِ، هينئر افغانستان جي ڏَنُ ڀَرُو بڻي. ٺٽي جي مشهور صاحبِ ديوان شاعر "محسن" ٺٽويءَ جي وفات. ميان نور محمد مشهور وصيت نامو "منشور الوصيت و دستور الحڪومت" نالي لکيو.

۱۱۶۵هه/۱۷۵۱ع: مخدوم صاحب جي همعصر ۽ مشهور شاعر، حضرت شاهه عبداللطيف جي ڀٽ شاهه تي وفات.

۱۱۶۷هه/۱۷۵۴ع: احمد شاهه دُرانيءَ جو سنڌ تي حملو. ۱۲ صفر تي ميان نور محمد جي اسي سالن جي عمر ۾ وفات. ميان صاحب جي وڏي پٽ محمد مرادياب خان جي سندس جاءِ تي تخت نشيني.

۱۱۷۰هه/۱۷۵۷ع: مرادياب خان معزول ٿيو ۽ سندس ڀاءُ ميان غلام شاهه سنڌ جو حڪمران بڻيو.

۱۱۷۱هه/۱۷۵۷ع: ميان مرادياب خان وفات ڪري ويو. مخدوم صاحب جي استاد مخدوم ضياءُ الدين ٺٽويءَ جي وفات. ميان غلام شاهه ۽ سندس ڀائرن، عطر خان ۽ احمد يار خان وچ ۾ روهڙيءَ وٽ فيصلي ڪُن لڙائي لڳي.

۱۱۷۲هه/۱۷۵۹ع: مخدوم صاحب ڀرپور عملي طور شريعت جي نفاذ جو پروانو سنڌ جي حڪمران ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کان جاري ڪرايو. (۲ شعبان المعظم ۱۱۷۲هه)

١١٧۴هـ/١٧٦١: مخدوم صاحب غالباً آخري ڪتاب "الوصية الهاشميه" عربيءَ ۾ لکيو. مخدوم صاحب ٺٽي ۾ ٦ رجب المرجب خميس جي ڏينهن وفات ڪري ويو. مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ ڪتاب "مقالات الشعراء" فارسي لکي پورو ڪيو. هن ڪتاب ۾ مخدوم صاحب کي وقت جو "مجدد" سڏيو ويو آهي.

١١٨١هـ/١٧٦٨ع: مخدوم صاحب جي وڏي فرزند مخدوم عبدالرحمان جي وفات. مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجو مشهور تاريخي ڪتاب "تحفة الڪرام" لکي پورو ڪيو. هن ڪتاب ۾ پڻ مخدوم صاحب جو قدري تفصيلي احوال آيل آهي ۽ سندس ديني خدمتن جي ساراهه ڪيل آهي.

١١٨٢هـ/١٧٦٩ع: ميان غلام شاهه نيرون ڪوٽ ۾ قلعو تعمير ڪرائي، ان جو نالو "حيدرآباد" نالو رکي پنهنجو تخت گاهه بنايو.

١١٨٦هـ/١٢٧٢: ميان غلام شاهه جي حيدرآباد ۾ وفات. سندس پٽ ميان محمد سرفراز خان سنڌ حڪومت جون واڳون سنڀاليون. احمد شاهه ابداليءَ جي قنڌار ۾ وفات ٿي.

١١٨٧هـ/١٧٧٣ع: مخدوم صاحب جو ٻيو فرزند مخدوم عبداللطيف، ميان سرفراز خان جي لشڪر ۾ قاضي القضات مقرر ٿيو.

١١٨٩هـ/٧٦-١٧٧٥ع: ميان سرفراز خان ڪان سياسي غلطيون ٿيون، ان ڪري سندس ڀاءُ محمود خان مسند نشين ٿيو. محمود خان جلد معزول ٿيو. ميان غلام النبي حڪمران بنيو.

١١٩٠هـ/٧٧-١٧٧٦ع: ميان غلام النبي شهيد ٿيو. ميان عبدالنبي سنڌ جو والي بنيو. محمد سرفراز خان، ان جو پُٽ محمد خان، ڀاءُ محمود خان ۽ چاچو عطر خان قيد ۾ عبدالنبيءَ هٿان مارايا ويا.

١١٩٣هـ/١٧٧٩ع: مدد خان سنڌ ۾ قهر بنجي آيو ۽ ظلم مچايو. مير بجار خان، عبدالنبيءَ جي دور ۾ ماريو ويو. عبدالنبي حڪومت ڇڏي فرار ٿي ويو. صادق علي خان حڪومت جي مسند تي وينو.

١١٩٨هـ/١٧٨٣ع: ميان غلام شاهه کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان ميان محمد سرفراز، محمود خان، غلام النبي، عبدالنبي، صادق علي خان، دوباره عبدالنبي حڪومت ڪندا رهيا. پاڻ ۾ سندن حڪمرانيءَ تان مار ڌاڙ، ڪشت و خون جو سلسلو جاري رهيو. آخر ٽالپر سنڌ جا حڪمران بنيا ۽ ائين ڪلهوڙا دور جو ميان عبدالنبيءَ تي خاتمو ٿيو.

## باب پهريون

# مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو خانداني پس منظر

سر زمين سنڌ جي تاريخ ساز خطي کي پنهنجي شاندار ماضيءَ تي اڄ بہ فخر آهي. سدا بهار سنڌ جو هيءُ خطو سرسبز شاداب، سڳنڌ ۽ سرهاڻ ڀريو گلشن ۽ گلستان آهي، جنهن مان هميشہ علمي ۽ ادبي ڦهڪندڙ ٻوٽا ۽ ٽڙندڙ گل ۽ غنچا ڦٽندا رهيا آهن. انهن خوشبودار علمي گلن مان مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي بہ هڪ آهي.

مخدوم صاحب جو نالو محمد هاشم، والد جو نالو عبدالغفور(●) ۽ ذات جو پنهور هو. پنهورن جو نسب، حارث بن عبدالمطلب سان وڃي ملي ٿو.[1] تاريخ ۾ هن قبيلي جو تعلق عرب انساب سان مليل آهي تہ اهي محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيا هئا؛ سنڌ سان لَنئُن لائي، هميشہ جي لاءِ هتي جا ٿي ويا ۽ سيوهڻ ۾ رهي پيا.[2]

"پنهور" قوم جي باري ۾ محترم ڈاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو قول آهي:

> "پنهور اصل ۾ عرب آهن، پر مال جي پرورش ڪندي پنهور سڏيا ويا. اسلام جي اوائلي دور کان وٺي سيوهڻ جي اُتر ۾ آباد ٿيا ۽

---

● مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي والد جي نالي ۾ ڪيترن مصنفن کان سهو ٿي آهي. ڪن مصنفن عبدالغفور جي بجاءِ عبداللطيف نالو آندو آهي. جيتوڻيڪ عبداللطيف، مخدوم صاحب جي پڙ ڏاڏي جو نالو آهي. اها ڀُل هنن ڪتابن ۾ آيل آهي:

(الف) "سنڌ جي ادبي تاريخ" - جلد پهريون (خانبهادر محمد صديق ميمڻ) ص ۱۴۹

(ب) "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر ۱۹۳۶ع، ص ۳۲

(ج) "پيغامِ لطيف"، جي. ايم. سيد، ص ۵۳

(د) "بناء الاسلام" (مقدمہ نگار: محمد يوسف "شاڪر" ابڙو)، ص ٦. مخدوم صاحب خود پنهنجي اڪثر ڪتابن ۾ "محمد هاشم بن عبدالغفور" نالو لکيو آهي.

سندن اميرن جي رياست 'پنهواركي' قائم رهي. آخري دور ۾
سندن رياست 'سامتاڻي' تائين محدود ٿي، يعني بوبڪ ۽ دادوءَ
جي وچ وارو علائقو."[3]

مخدوم محمّد هاشم جو نسب نامو هن طرح آهي:

"مخدوم هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمان بن عبداللطيف بن
عبدالرحمان بن خيرالدين السندي البتورائي ثم البهرام پوري ثم
التتوي."[4]

مخدوم صاحب جا وڏا پهريائين سيوهڻ ۾ اچي رهيا. مخدوم صاحب جو والد عبدالغفور پنهور به سيوستان جي عالمن مان هڪ هو. پاڻ پوءِ زماني جي گردش جي ڪري، لاڙ طرف "بٺوري" ضلعي ٺٽي ۾ اچي رهيو، جتي مخدوم صاحب تولد ٿيو. لاڙ جو مشهور اديب ۽ محقق، محمد سومار شيخ لکي ٿو:

"مخدوم(●) صاحب جو والد عبدالغفور 'اگهاماڻي' ۾ رهندو هو." [5]

ممڪن آهي، ته مخدوم صاحب جو والد عبدالغفور، سيوهڻ مان لاڙ طرف ايندي، پهريائين ڪجهه وقت اگهاماڻي ۾ رهيو هجي ۽ پوءِ مستقل طور ميرپور بٺوري ۾ اچي رهائش پذير ٿيو هجي. شيخ محمد سومار جي ان مٿئين روايت جي بِئي ڪنهن به ڪتاب مان تصديق ڪا نه ٿي سگهي آهي. مخدوم صاحب خود پنهنجن ڪتابن ۾، پاڻ کي پنهنجي والد جي رهائش جي نسبت سان "بٺورائي" ڪري لکيو آهي، نه "اگهاماڻي".

---

● دراصل، "مخدوم" ڪا ذات نه آهي. مخدوم صاحب ذات جو پنهور هو، پر علمي جدوجهد ۽ ديني خدمتن جي ڪري هر هنڌ "مخدوم" سڏجڻ لڳو. سندس لياقت ۽ فضيلت جي لحاظ کان ماڻهو کين "مخدوم" سڏيندا هئا. پاڻ جيڪڏهن "مخدوم" ٿيو، ته ڪيس سندس خدمتن ئي خادم مان مخدوم بڻايو هو.

لغت ۾ مخدوم لفظ جي معنيٰ هن ريت آيل آهي: مَخدُومُ ج مَخدُومَ: ذ (ع) خدمت ڪيل. جنهن جي خدمت ڪجي. بزرگ، عزت وارو، مانَ وارو، معزز، سائين، آقا، آغا، آگو، سوامي، مُربي، مذهبي رهبر، پيشوا، هادي، امام (بلوچ نبي بخش بلوچ خان ڊاڪٽر: "جامع سنڌي لغات" جلد پنجون، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ، ١٩٨٨ع، ص ٣٦٢٣.

رچرڊ برٽن لکي ٿو ته، مخدوم مٿين درجن جي طالبن کي درس ڏيندا هئا... انهيءَ عهدي لاءِ گهڻا ماڻهو خواهان هوندا هئا. ملڪ جو وڏي ۾ وڏو سيد به انهيءَ عهدي لاءِ درخواست ڪرڻ ۾ عار ڪين ڪندو هو. (برٽن رچرڊ فرانسز، سر: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون"، مترجم: محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ، ١٩٧١ع، ص ١٢٦)

مخدوم محمد هاشم تاريخ ١٠ ربيع الاول ١١٠۴هه/ ١٩ نومبر ١٦٩٢ع تي، خميس جي رات، ٻٺوري ۾ ڄائو.[6] سندس ولادت جي تاريخ، هيٺئين عربي فقري مان نڪري ٿي:

"انبت الله نباتا حسنا."[7]

١١٠۴هه

"سلو انگوران ڀلو" وانگر چمڪندي ٿي سندس پيشانيءَ ۾، بخت جي ياوري ۽ علمي جوت جرڪندي رهي. جيئن ته سندس والده سگهوري به هڪ پرهيزگار ۽ نيڪ سيرت عورت هئي، ان ڪري سندس ابتدائي گهرو پرورش به پاڪيزي ۽ علمي ماحول ۾ ٿي. مخدوم صاحب جو والد بزرگوار به اهلِ علم هو، تنهن ڪري مخدوم صاحب جي پالنا وهي به خالص علمي نوعيت واري، صاف سٿري ۽ خوش بختيءَ ۾ گذري. بيشڪ اهي والدين به خوش نصيب آهن، جن کي الله تعاليٰ وٽان اهڙو صالح اولاد عطا ٿئي ٿو، جو اڳتي هلي مشهور مفسر، محدث، فقيه، شاعر ۽ صاحبِ علم و قلم بڻيو. جنهن جو علمي ڏاڪو، ديس پرديس تائين وڃي پهتو ۽ علمي دنيا ۾، سوا ٻن سؤ سالن جي عرصي گذرڻ کان پوءِ به سندس نالو روشن ۽ زنده آهي. سندس تصنيفون ۽ تحريرون، اڄ به علمي دنيا ۾ يادگار آهن.

مخدوم صاحب جي نسب جو شجرو هن ريت آهي:

## حوالا

(١) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "معيارِ سالڪانِ طريقت" (قلمي فارسي)، ص ٢٠٣. هن ڪتاب جو هڪ قلمي نسخو، برٽش ميوزيم لائبريري لنڊن ۾ موجود آهي، جنهن جو عڪس راقم کي پنهنجي مشفق ۽ مهربان استاد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان تحفي طور مليو. ڊاڪٽر سيد خضرنوشاهي صاحب انهيءَ ناياب قلمي نسخي کي ايڊٽ ڪري، پي ايڇ. ڊي جي ڊگري ورتي آهي. تازو "معيارِ سالڪانِ طريقت" سن ٢٠٠٠ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

(٢) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "فاڪهة البستان" (قلمي عربي)، مرتب: ڊاڪٽراحمد اقبال قاسمي، ڏسو مقدمو ص ١

(٣) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "رهاڻ هيرن ڪاڻ" جلد پهريون، ص ٣١

(۴) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "اتحاف الاڪابر" (قلمي عربي) ص ٢

(۵) شيخ محمد سومار: "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ"، ص ١٦۴

(٦) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سوانح حيات ۽ علميت بابت ڪي ويچار" (مقالو)، ٽماهي "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ، نمبر ۴ سال ١٩٨۵ع، ص ١٣٢

(٧) وفائي دين محمّد مولانا: "تذڪره مشاهير سنڌ" جلد ٻيو، ص ۴۵۴

# باب ٻيو

## تعليم، تربيت ۽ نصاب

مخدوم صاحب جو گهراڻو علم وارو هو. پاڻ علمي ماحول ۾ اک کولي هئائين. ذهن ۽ ذڪاوت قدرتي ڏات آهي. مخدوم صاحب کي بہ قدرت ڏات ۽ ڏانءَ جو بخرو عطا ڪيو هو. سندس والد عبدالغفور، پنهنجي فرزند کي اعلىٰ اخلاق ۽ بنيادي تعليم ڏيڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي. پاڻ پنهنجي فرزند کي قرآن مجيد ياد ڪرائي، حافظ قرآن بنايائين. مخدوم صاحب فارسي، صرف و نحو ۽ فقه جي ابتدائي تعليم بہ پنهنجي والد وٽ پڙهيو.[1] ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ ٺٽي جو رخ ڪيائين.

ان وقت ننگر ٺٽو علم ادب جو مرڪز هو. اتي ديني مدرسا. علم ادب جو زور ۽ شعر و شاعريءَ جو ڇهڇٽو متل هو. تنهنڪري پاڻ ٺٽي ۾ مخدوم محمد سعيد وٽ عربي تعليم ۽ درس وٺڻ شروع ڪيائين، ۽ وٽس درسي نصاب جو وچون ڀاڱو پڙهي پورو ڪيائين. ڇهن مهينن جي قليل عرصي ۾ اهي سڀ ڪتاب با شرح پورا ڪيائين، جي رواجي حالت ۾ شاگرد ڇهن سالن جي عرصي ۾ پورا ڪندا آهن. بالڪ جو اهڙو ذهن ۽ ذڪاوت ڏسي، شهر جا وڏا وڏا عالم عجب کائڻ لڳا ۽ هن ٻار جي عزت احترام ڪرڻ لڳا. اهڙيءَ طرح سارو شهر بہ ڪيس پنهنجي اکين جو نُور سمجهڻ لڳو.[2]

ان کان پوءِ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي (المتوفي: ١١٧١هه/١٧٥٨ع) وٽ علم حديث جي تحصيل ۽ باقي ڪتاب پڙهي پورا ڪيائين، يعني نون سالن جي عرصي ۾ فارسي ۽ عربي علوم جي تڪميل ڪري فارغ ٿيو.[3]

ان دوران سن ١١١٣هه/١٧٠٢ع ۾ سندس والد عبدالغفور وفات ڪري ويو. مخدوم صاحب کي اڃا بہ علم حديث ۽ تفسير جي ڪمال حاصل ڪرڻ جو شوق هو، جيڪا سعادت ڪيس سن ١١٣٥هه/ ١٧٢٢ع ۾ حرمين

شريفين جي سفر دوران حجاز مقدس جي عالمن کان حاصل ٿي. مخدوم صاحب حرمين شريفين جي سفر دوران حج جي سعادت حاصل ڪرڻ سان گڏ مڪي شريف ۽ مديني منوره جي مشهور عالمن ۽ محدثن کان بہ علمي استفادو ڪيو. پاڻ اتان جي عالمن وٽان علم حديث، عقائد، اصول، تجويد ۽ فقه جو درس ورتائين ۽ سَنَدُون حاصل ڪيائين.[4] ان جو وڌيڪ احوال سندس حرمين شريفين جي سفر ۾ ايندو.

## (الف) سنڌ جا استاد

مخدوم صاحب، جن بافيض عالمن ۽ استادن کان علم پرايو، انهن ۾ سنڌ جا استاد بہ آهن، تہ مڪي شريف ۽ مديني منوره (عربستان) جا بزرگ ۽ محدث بہ شامل آهن. هتي پهريائين سنڌ جي استادن جو احوال ڏجي ٿو:

**عبدالغفور پنهور:** مخدوم صاحب جو پهريون استاد ۽ سندس والد عبدالغفور بہ اصل ۾ سيوستان جي عالمن مان هو. پوءِ لاڏ طرف بنوري ۾ لڏي آيو، جتي مخدوم صاحب ڄائو. مخدوم صاحب پنهنجي والد وٽ قرآن مجيد حفظ ڪيو. فارسي، صرف نحو ۽ ڪجهہ فقه جا ڪتاب بہ پنهنجي پيءُ وٽ پڙهي پورا ڪيائين. عبدالغفور جي وفات ماه ذوالحج ١١١٣هـ/ مئي ١٧٠٢ع ۾ بنوري ۾ ٿي ۽ اتي ئي دفن ٿيو.[5] حضرت عبدالغفور هڪ پلو ۽ برگزيدو عالم هو. پنهنجي وقت جو يڪتا ۽ يگانو عالم هو. سندس ضمير روشن ۽ دماغ اعليٰ هو. نانءُ ۽ نيڪي گهڻي هيس.[6]

**مخدوم محمد سعيد ٺٽوي:** هن بزرگ جي زندگيءَ جو احوال گمناميءَ جي گوشي ۾ گم آهي. بس ايترو معلوم ٿي سگهيو آهي تہ هن پلاري اُستاد وٽ مخدوم صاحب ٺٽي ۾، علمي نصاب جو وچون پاڱو پڙهيو هو. ("بذل القوة" - عربي- ڏسو مقدمه ص ٦)

**مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي:** هيءُ بزرگ، مخدوم صاحب جو ٽيون استاد ۽ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي اولاد مان هو. سندس نسب هن ريت آهي: ضياءُ الدين بن ابراهيم بن هارون بن عجائب بن الياس صديقي.

مخدوم ضياءُ الدين جو وڏو ڏاڏو مخدوم الياس آب داٽي جي ڇِڪَ ڪري، سنڌ ۾ "ورياه" ڳوٺ ۾ اچي رهيو. مخدوم ضياءُ الدين جو ڏاڏو هارون، ورياه مان لڏي ٺٽي ۾ آيو. مخدوم ضياءُ الدين ٺٽي ۾ سن ١٠٩١هـ/ ١٦٨٠ع ۾ ڄائو. پاڻ ٺٽي جي مشهور عالم مخدوم عنايت الله (المتوفي:

۱۱۱۴هه/ ۱۷۰۲ع) کان تعليم حاصل ڪئي هئائين. باوجود وڏيءَ علميت جي، فقيريءَ جي راهه جو سالڪ ۽ نهايت نوڙت وارو هو. پنهنجي همعصرن ۾ وڏي هدايت ۽ ڪافي فيض سان زندگي گذاري، سن ۱۱۷۱هه/ ۱۷۵۸ع ۾ ۸۰ ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو.(7)

**رحمت الله ٺٽوي:** محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو:

"مخدوم محمد قائم ۽ مخدوم محمد هاشم ٻئي علامه رحمت الله ٺٽويءَ جا شاگرد هئا."(8)

ڊاڪٽر بلوچ جي انهيءَ مٿئين حوالي مان ظاهر ٿئي ٿو ته مخدوم صاحب، علامه رحمت الله جو شاگرد هو. ليڪن، ڪتابن جي ورق گرداني ڪرڻ کان پوءِ هن روايت جي تصديق ڪانه ٿي سگهي آهي. "تحفة الكرام" ۾ به مخدوم رحمت الله جي شاگردن ۾، مخدوم صاحب جو نالو آيل ڪونهي. البت، مخدوم محمد قائم جو نالو سندن شاگرديءَ ۾ آيل آهي. مخدوم محمد قائم وري مخدوم صاحب جو همعصر ۽ علمي مسائل ۾ مدِ مقابل هو.(9)

**محمد معين ٺٽوي:** هن بزرگ کي مخدوم صاحب جي همعصرن ۾ به شامل ڪيو ويو آهي. البت مولانا دين محمد وفائي، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ "الوحيد" ۾ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ کي مخدوم صاحب جو استاد ڪري لکيو آهي.

مولانا دين محمد وفائي لکي ٿو:

"حضرت مخدوم محمد هاشم حديث جي سَنَدَ (مخدوم محمد معين) کان حاصل ڪئي، مگر پوءِ بعض خيالات جي اختلافن ڪري، ٻنهي بزرگن جا پاڻ ۾ تحريري مناظرا به رهيا."(10)

روزنامه "الوحيد" ۾ آهي:

"مخدوم محمد هاشم شروع ۾ علامه (مخدوم محمد معين) جو شاگرد هو، مگر پوءِ پاڻ ۾ سخت مناظرا به رهين."(11)

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي هڪ مقالي ۾ لکي ٿو:

"مخدوم محمد هاشم پنهنجو هڪ رسالو 'ڪشف الغطاء' مخدوم محمد معين جي رسالي 'قرة العين' جي رد ۾ لکيو آهي، جنهن ۾ مخدوم معين کي پنهنجو اُستاد ۽ شيخ سڏيو اٿس."(12)

مٿين سڀني حوالن جي برعڪس، اعجاز الحق قدوسيءَ "تذڪره صوفياءِ

سنڌ" ۾، مخدوم محمد معين کي وري مخدوم محمد هاشم جو شاگرد ڪري لکيو آهي.[13]

ان کان سواءِ، مخدوم صاحب جي پوٽي مخدوم ابراهيم پنهنجي ڪتاب "القسطاس المستقيم" ۾ لکيو آهي:

"بيشڪ مخدوم محمد معين، حديث جو علم، مخدوم محمد هاشم کان حاصل ڪيو هو."[14]

مطلب ته علامه قاسميءَ جو "ڪشف الغطاء" وارو حوالو به اهم آهي، ته مخدوم صاحب جي پوٽي جو "القسطاس المستقيم" وارو حوالو پڻ وزندار آهي.

بهرحال، ٺٽي جي علمي ۽ هڪ شهر ۾ رهڻ ڪري، پنهي بزرگن جو پاڻ ۾ موافقت يا مخالفت جو تعلق ضرور رهيو آهي. انهيءَ اختلاف جي پيش نظر، مخدوم محمد معين جو احوال، مخدوم صاحب جي استادن بجاءِ سندس همعصرن ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

**مخدوم عنايت الله ٺٽوي:** هن بزرگ کي به قدوسيءَ مخدوم صاحب جو استاد ڪري لکيو آهي.[15] جيئن ته "تحفة الڪرام" ۾ مخدوم عنايت الله جي رڳو ٻن شاگردن جا نالا آيل آهن. هڪ مخدوم ضياءُ الدين ۽ ٻيو مخدوم محمد معين.[16] سندس شاگردن ۾ مخدوم محمد هاشم جو نالو ئي آيل ڪونهي. ان ڪري پڪ سان چئي نه ٿو سگهجي ته اهو بزرگ به ڪو مخدوم صاحب جو استاد هو. البت، ايترو ضرور آهي ته مخدوم صاحب جو استاد ضياءُ الدين ٺٽوي، مخدوم عنايت الله جو شاگرد ضرور هو.

## (ب) عربستان جا استاد

مخدوم صاحب سنڌ ۾ علم پرائڻ کان پوءِ، سن ١١٣٥هه/ ١٧٢٣ع ۾ حرمين شريفين جي زيارت تي ويو هو، جتي پاڻ علم حديث ۾ هيٺين بزرگن کان علمي استفادو ۽ سندون حاصل ڪيائين. هتي حرمين شريفين جي انهن بزرگن جو احوال ڏجي ٿو:

**شيخ عبدالقادر حنفي مڪي:** هيءُ بزرگ ابوبڪر صديقي حنفي مڪيءَ جو فرزند، محدث محمد طاهر گجراتيءَ جي اولاد مان هو. شيخ عبدالقادر مڪي فصاحت، بلاغت، علم و فضل ۽ فقه ۾ ممتاز حيثيت جو مالڪ هو. حرمِ مڪه مڪرمه جو مفتي ٿي رهيو. سندس تصنيف "فتاويٰ قادريه" چئن

جلدن ۾ يادگار آهي. سندس وفات سن ١١٣٨هه/ ١٧٢٦ع ۾ ٿي.[17]

**شيخ عيد بن علي مصري:** شيخ عيد بن علي النمرسي جي زندگيءَ جو احوال معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. البت، ايترو معلوم آهي تہ سندس تعلق عرب ملڪ مصر سان هو. سندس وفات جو سن ١١٤٠هه/ ١٧٢٨ع آهي ۽ شافعي ۽ ازهري مشهور آهي.

**شيخ ابو طاهر محمد مدني:** هن ڀلاري بزرگ جي والد جو نالو ابراهيم ڪوراني مدني هو. شيخ ابو طاهر پنهنجي والد ڪان خرقو ڏڪيو ۽ ٻين ڪان بہ فيض پرايائين. پاڻ مجتهد جي حيثيت رکندو هو. هميشہ علم ۾ مشغول رهندو هو. سلف صالحين جي صفتن سان سينگاريل هو. پاڻ ڪنهن بہ علمي ڳالهہ يا مسئلي ۾ جيستائين غور و فڪر نہ ڪندو هو ۽ ڪتاب ڏسي تحقيق نہ ڪندو هو، تہ جواب نہ ڏيندو هو.[18] تمام نرم دل ۽ گريہ زاريءَ ۾ مصروف رهندو هو. سندس وفات رمضان المبارڪ سن ١١٤٥هه/ فيبروري ١٧٣٣ع ۾ ٿي.

ياد رهي تہ ابو طاهر مدني، مخدوم صاحب جو استاد آهي، تہ شاهہ ولي الله جو بہ استاد رهيو آهي. مخدوم صاحب سن ١١٣٥هه/ ١٧٢٣ع ۾ حرمين شريفين جي سفر دوران ابو طاهر مدنيءَ ڪان علمي استفادو ڪيو هو ۽ شاهہ ولي الله دهلوي اٽڪل ست اٺ ورهيہ پوءِ سن ١١٤٣هه/ ١٧٣١ع ۾ حرمين شريفين ويو هو ۽ هن بہ ابو طاهر مدنيءَ ڪان علم حاصل ڪيو هو.

هن وضاحت جو مقصد هيءُ آهي، تہ پروفيسر اسد الله ڀٽي پنهنجي هڪ مقالي ۾ مخدوم صاحب کي شاهہ ولي الله دهلويءَ جو شاگرد ڪري لکيو آهي. ان ڪان وڌيڪ عجب اهو آهي تہ مخدوم صاحب اهو علم ۽ فيض شاهہ ولي الله دهلويءَ ڪان مديني منوره ۾ حاصل ڪيو هو.[19]

جيئن مٿي ڇاڻايو ويو آهي تہ مخدوم صاحب حرمين شريفين جي سفر تي سن ١١٣٥هه/ ١٧٢٣ع ۾ ويو هو ۽ شاهہ ولي الله دهلوي ان ڪان ست اٺ سال بعد ۾ سن ١١٤٣هه/ ١٧٣١ع ۾ حرمين شريفين ويو هو.[20] پوءِ اهو ڪيئن ٿو چئي سگهي تہ مخدوم صاحب، شاهہ ولي الله دهلويءَ ڪان علم ۽ فيض حاصل ڪيو هو؟ جيتوڻيڪ مخدوم صاحب مديني منوره ۾، شاهہ ولي الله دهلويءَ ڪان اڳ ۾ ويو هو ۽ شاهہ ولي الله ست اٺ سال بعد ۾ مديني منوره پهتو. پوءِ ڪيئن ٿو ثابت ٿئي تہ مخدوم صاحب، شاهہ ولي الله دهلويءَ سان مديني منوره ۾ ملاقات ڪئي ۽ ڪانئس علم ۽ فيض پرايو.

هوڏانهن سنڌ اڻن سالن جي وچ وارو عرصو پنهي جي ملاقات جي نفي ڪري رهيو آهي، تہ پوءِ شاگرديءَ فيضيابي ڪيئن ٿي ثابت ٿئي؟

بهرحال، حقيقت هن ريت آهي تہ مخدوم صاحب، شاهہ ولي الله دهلويءَ جو شاگرد ڪونهي. باقي ٻئي بزرگ، ابو طاهر مدنيءَ جا جدا جدا وقتن تي شاگرد ضرور هئا.

مخدوم امير احمد تہ ائين بہ لکيو آهي:

"لم يثبت الي الان لقاء هما ولا مكاتبهما"[21] يعني: مخدوم صاحب جي شاهہ ولي الله سان خط و ڪتابت بہ ڪانہ هئي ۽ اڄ تائين سندن ملاقات بہ ثابت ڪانہ ٿي آهي.

جديد تحقيق مان معلوم ٿيو آهي تہ، مخدوم صاحب مديني شريف ۾ علم قرات شيخ علي بن عبدالملڪ الداروي المالڪي (المتوفي: ١١٤٥هہ/ ١٧٣٣ع) وٽ پڙهيو هو.

ازانسواءِ، علم فقه ۽ حديث علامه شيخ محمد بن عبدالله مغربي فاسي مدني مالڪي (وفات ١١٤١هہ/ ١٧٢٩ع) وٽ پڙهيو هو.(●)

## (ج) مخدوم صاحب جي دور جو تعليمي نصاب

اسلام جي شروعاتي دور ڪان هر هڪ استاد ۽ عالم، مفسر ۽ محدث، فقيه ۽ صوفي پنهنجي تجربي، مطالعي ۽ مشاهدي پٽاندڙ درس تدريس، اصلاح ۽ تبليغ جو سلسلو جاري رکندو پئي آيو آهي. برصغير، خاص ڪري سنڌ ۾، مغلن جي عهد ڪان وٺي ميرن جي صاحبيءَ تائين عربي، فارسي ۽ سنڌي ديني تعليم جو نصاب ٿوري ڦيرگهير سان غالباً ساڳيو رهيو. ان ڏس ۾ "درس نظامي" جي بانيءَ نظام الدين سهالوي (١٠٨٨هہ/ ١٦٧٧ع- ١١٦١هہ/ ١٧٤٨ع) جون ڪوششون قابل قدر آهن. پر جيئن تہ "درس نظاميءَ" جو باني بہ مخدوم صاحب جو همعصر آهي، ان ڪري مخدوم صاحب جو سنڌ ۾ "درس نظاميءَ" کان اڳ ۾ هلندڙ نصاب سان واسطو رهيو هوندو. غالباً "درس نظامي" ۾ شامل نصاب، اڳ ۾ هلندڙ نصاب وانگر

---

● ["الاتحاف" (قلمي) ص ١٣١، "ذيل اتحاف الاڪابر" ص ١٤٣ ۽ "سلڪ الدرر" جلد ٤، ص ٦٠. بحوالہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "الشفاء في مسئلة الراء" (عربي) تحقيق: قاري عبدالقيوم بن عبدالغفور السندي، مڪتبه جامعه بنوريه ڪراچي، ١٤٢٠هہ/١٩٩٩ع، ص١٩-٢٠]

لڳ ڀڳ ساڳيو آهي. البت، "درس نظامي" ۾ جزوي ڦيرقار سان منطق ۽ حڪمت جي ڪتابن جو اضافو ضرور ٿيو، جيڪو اڃا تائين مدرسن ۾ جاري آهي.

هندستان ۾ شاهه ولي الله دهلوي (۱۱۱۴هه/۱۷۰۲ع- ۱۱۷٦هه/ ۱۷٦۲ع) مخدوم صاحب جو همعصر ۽ مديني جي عالم ابو طاهر مدني جي ڪري استاد ڀائي آهي. شاهه ولي الله جو به ساڳئي دور ۾ نصاب سان واسطو پيو. ان دور جو نصاب هيٺين ٻارهن فنن ۾ ورهايل آهي. ممڪن آهي ته ان نصاب ۾ چند ڪتابن جي متاسثا به ٿيل هجي، پر سراسري طور "درس نظامي" ۾ شامل منطق ۽ حڪمت جي چند ڪتابن کان سواءِ جيڪو اسان به پڙهيو آهي، اڃا تائين ديني مدرسن ۾ مشهور ۽ مقبول آهي. هن نصاب ۾ جيڪي ڪتاب شامل درس آهن، انهن جو وچور هيءُ آهي:

(الف) **علم صرف**: ۱. ميزان ۲. منشعب ۳. صرف مير ۴. پنج گنج ۵. زبده ٦. فصول اڪبري ۷. شافيه

(ب) **نحو**: ۱. نحو مير ۲. شرح ماة عامل ۳. هداية النحو ۴. ڪافيه ۵. شرح جامي

(ج) **منطق**: ۱. صغريٰ ۲. ڪبريٰ ۳. ايساغوجي ۴. تهذيب ۵. شرح تهذيب ٦. قطبي ۷. مير قطبي ۸. سلم العلوم

(د) **حڪمت**: ۱. ميبذي ۲. صدرا ۳. شمس بازغه

(هه) **رياضي**: ۱. خلاصة الحساب ۲. تحرير اقليدس ۳. تشريح الافلاڪ ۴. رساله قوشجبه ۵. شرح چغمني

(و) **بلاغت**: ۱. مختصر المعاني ۲. مطول

(ز) **فقه**: شرح وقايه ۲. هداية

(ح) **اصول فقه**: ۱. نورالانوار ۲. توضيح ۳. تلويح ۴. مسلم الثبوت

(ط) **ڪلام**: ۱. شرح عقائد نسفي ۲. شرح عقائد جلالي ۳. مير زاهد ۴. شرح مواقف

(ي) **تفسير**: ۱. جلالين ۲. بيضاوي

(ڪ) **حديث**: مشڪواة المصابيح[22]

عجب آهي، ته هن سڄي نصاب ۾، سنڌ جي ڪنهن به سنڌي عالم ۽ مصنف جو لکيل ڪتاب شامل نه آهي. البت، سنڌ ۾ مخدوم صاحب جي زماني کان ڪجهه اڳ ۽ خود مخدوم صاحب جي دور ۾، عالمن اهو محسوس ڪيو ته ابتدائي تعليم مادري ٻولي سنڌيءَ ۾ ڏني وڃي. ان ڪري "درس

نظاميءَ" کان پهريان سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل منظوم بنيادي ديني ڪتاب مڪتبن ۾ پڙهائجڻ لڳا، تہ جيئن ٻارن جي بنيادي تعليمي مهارت ۽ معلومات پڪي پُختي ٿئي ۽ اڳتي وڌي نصاب لاءِ بہ رهنما ثابت ٿئي.

سنڌ جي تاريخ ۾ ميان نور محمد، ميان غلام شاهہ ۽ ميان سرفراز جيْ وقت، ڪلهوڙن جو بهترين خوشحالي، تعليمي ۽ روحاني ترقيءَ جو دور هو. سندن دور ۾، سڀني وڏن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ مدرسا قائم ٿي چُڪا هئا، جتي ديني ۽ دنيوي تعليم عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڏني ويندي هئي. ميان نور محمد ڪلهوڙي، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي وڏو قاضي ۽ شريعت جو نگران مقرر ڪيو... ميان غلام شاهہ ۽ ميان سرفراز درويش صفت ۽ علم دوست حڪمران هئا. عالمن ۽ عارفن جي قدردانيءَ ۾ ڪونہ گهٽايائون. جيئن تہ ڪلهوڙا شروع ۾، مغلن جي نائب جي حيثيت سان گڏ پيڙهي بہ پيڙهي سنڌ جا حاڪم پڻ هئا، تنهنڪري سمجهجي ٿو تہ مرڪزي حڪومت جي پيرويءَ ۾ پڻ ڪلهوڙا حڪومت مدرسن جي امداد جاري رکي هوندي. پراڻن مدرسن، خانقاهن ۽ درگاهن لاءِ جاگيرون وقف ڪيون. عوام بہ هر سال فصل ۽ ديرن تي مدرسن جو حصو ٻاهر ڪڍندو هو، جنهن جو رواج اڄ تائين ڳوٺن ۾ موجود آهي.[23]

اڳتي هلي، انگريزن جي دورتائين، ان نصاب جا اهڃاڻ ۽ آثار پائدار ۽ نمايان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. رچرڊ برٽن، سنڌ جي انهيءَ سڄي تعليمي تاريخ ۽ نصاب بابت تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. هُو لکي ٿو:

> "مسلمانن جي تعليم جو سرشتو هن ريت آهي. طالب کي پهريان مڪتب ۾ الحمد شريف (قاعده) جا اکر سڃاڻڻ سيکاريا ويندا آهن. ان کان بعد ٽيهون پارو (عم) پڙهايو ويندو آهي. ان سان گڏ اکرن لکڻ جي مشق بہ جاري رهندي آهي. مڪتب ۾ پهرئين سال کان پوءِ مڪمل قرآن مجيد پڙهائبو آهي. ان دوران شاگرد کي مادري سنڌي زبان جو اڀياس شروع ڪرايو ويندو آهي. مادري سنڌي زبان جا هي بنيادي ڪتاب شاگرد کي اول پڙهڻا پون ٿا: نورنامو، تفسير هاشمي، سيف الملوڪ، ليليٰ مجنون، حڪايت الصالحين، وفات نامو، معراج نامو ۽ سئو مسئلا.
>
> جڏهن ٻار قرآن مجيد ۽ مادري سنڌي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪري ٿو، تہ ان کان پوءِ باقاعدي فارسي تعليم ڏني ويندي آهي.

فارسيءَ ۾ هيٺيان ڪتاب باترتيب پڙهايا ويندا آهن: دو وابو، ٽوابو، چشم چراغ، ڪريما، ناگهان، تاريخ انشاء، گلستان، بوستان، ديوان حافظ، جامي، سڪندر نامہ، مثنوي رومي ۽ شاهنامہ فردوسي.

مادري زبان ۾ مهارت ۽ فارسيءَ ۾ قابليت ڪان پوءِ، عربي ڪتابن جو درس شروع ٿئي ٿو. ان ۾ هيٺيان ڪتاب اچي وڃن ٿا:

**صرف نحو**: ميزان الصرف، قسم دويم عقد، زبده، ماة عامل، صرف زرادي، شافيه، نحو ضريري، هداية النحو، ڪافيه، شرح جامي، شرح جامي عبدالحڪيم، شرح جامي عبدالغفور.

**منطق**: ايساغوجي، قال اقول، شمه، نيم روزي، يڪروزي، شمسيه، قطبي، زبده، تهذيب ۽ سلم.

**فقه**: وقايه، هداية.

**تفسير**: جلالين، مدارڪ، بيضاوي، اصمعي، ڪشف جواهر ۽ حُسيني.

**معاني بيان**: تلخيص، مختصر، مطول.

**تجويد**: جزري

**عروض**: نصاب الصبيان

**طب**: طب يوسفي، ميزان الطب ۽ تحفة المومنين". [24]

"درس نظامي" ۽ برٽن جي مرتب ڪيل نصاب ۾ ٿورو گهڻو فرق ضرور آهي. پر سراسري طور ان دور جي تعليمي نصاب جي جهلڪ نمايان معلوم ٿئي ٿي ۽ ان دور جي تعليمي تاريخ تي پڻ مختصر روشني پوي ٿي. اهڙيءَ ريت اسان اهو چئي سگهون ٿا تہ مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور کان وٺي انگريزن جي دور تائين، اهو نصاب ٿوري گهڻي ڦيرگهير سان مروج هو ۽ اجا تائين مدرسن ۾ جاري آهي. ان نصاب جي موجوده شڪل، جزوي مٽاسٽا سان "درس نظامي" واري موجود آهي ۽ شاهہ ولي الله دهلويءَ وانگر مخدوم صاحب جو بہ ان تعليمي نصاب سان واسطو رهيو آهي.

انهيءَ مٿئين بحث مان اهو ظاهر آهي تہ مخدوم صاحب پاڻ بہ اهو درس پڙهيو ۽ پنهنجي لائق شاگردن کي بہ اهوئي درسي نصاب پڙهايو هوندو.

# حوالا

(١) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "فرائض الاسلام"، مترجم: مولوي عبدالعليم ندوي، ڏسو مقدمو ص ١۴
(٢) انڙ حسن علي: "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي"، سيپٽمبر ١٩۵٠ع، ص ١٢-١٣
(٣) مهر غلام رسول: "تاريخ سنڌ- عهد ڪلهوڙا"- جلد ٢ (مترجم سنڌي)، ص ٨٨٨
(۴) "فرائض الاسلام"، ڏسو مقدمو ص ١۴
(۵) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "بناء الاسلام" (سنڌي) مرتب: فقير محمد اسماعيل ٺٽوي، ڏسو مقدمو ص ٣۴
(٦) دائود پوٽو محمد علي "عيان": "هيڪار"، ص ٣٦
(٧) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (مترجم سنڌي)، ص ۵٦١
(٨) سيد علي محمد شاهہ دائري وارو: "مصلح المفتاح"، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڏسو مقدمو ص ٢٧
(٩) "تحفة الڪرام" (سنڌي)، ص ۵٦٦
(١٠) "تذڪره مشاهير سنڌ"- جلد-١، ص ١۵٩
(١١) روزنامہ "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر ١٩٣٦ع، ص ٣۴
(١٢) قاسمي غلام مصطفيٰ علامه: "شاهہ ۽ ابن فارض" (مقالو)، مخزن "تحفه لطيف" ١٩۵٨ع، ص ٣۴
(١٣) قدوسي اعجاز الحق: "تذڪره صوفياءِ سنڌ" (اردو)، ص ٢۴٠
(١۴) مخدوم محمد ابراهيم مڏئي مرقد: "القسطاس المستقيم" (قلمي عربي)، ص ١۴٧
(١۵) "تذڪره صوفياءِ سنڌ"، ص ٢۴٠
(١٦) "تحفة الڪرام" (سنڌي)، ص ۵۵٨
(١٧) مخدوم محمد هاشم: "بذل القوة" (عربي) مرتب: مخدوم امير احمد، مقدمو ص ٧
(١٨) شيخ محمد اڪرام: "رودِ ڪوثر" (اردو)، ص ۵۴٣
(١٩) پروفيسر اسد الله ڀٽو، رسالو ٽماهي "سنڌ" حيدرآباد، سيارو ١٩٨٣ع، ص ٢۴٣
(٢٠) جلباڻي غلام حسين پروفيسر: "شاهہ ولي الله جي زندگي"، ص ٢٦
(٢١) "بذل القوة" (عربي) مقدمو ص ٧
نوٽ: ان ڏس ۾ راقم جو تنقيدي ۽ تحقيقي مقالو، ٽماهي "سنڌ" حيدرآباد، بهار ١٩٨٣ع ۾ پڻ شايع ٿيل آهي.
(٢٢) صديقي بختيار حسين پروفيسر: "برصغير مين قديم عربي مدارس ڪا نظام تعليم" (اردو)، ص ٢٠-٢١
(٢٣) انصاري محمد بخش: "قديم ۽ جديد سنڌ جو تعليمي دستور" (مقالو) ڇماهي "سنڌي ادب" سنڌالاجي، ڄام شورو سنڌ، ص ٢-١٠١
(٢۴) رچرڊ برٽن: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (مترجم سنڌي)، ص ٣٢-١٢٣

## باب ٽيون

# طريقت جو سلسلو

(روحاني رهبر ۽ مرشد)

مخدوم صاحب ظاهري تعليم پرائڻ کان پوءِ، ٺٽي جي مشهور نقشبندي بزرگ حضرت ابوالقاسم نقشبنديءَ جي خدمت ۾، تلقين ۽ بيعت وٺڻ لاءِ عرض ڪيو. نقشبندي بزرگ فرمايو تہ، ”منهنجي سامهون مون کان تلقين وٺندڙ مُريدن جون صورتون پيش ڪيون ويون، انهن ۾ تنهنجي تصوير ڪانہ هئي.“ اهو جواب ٻڌي، مخدوم صاحب عرض ڪيو تہ، ”مون کي اها جڳهہ ٻڌايو، جتي منهنجو مرشد آهي.“ نقشبندي بزرگ فرمايو تہ، ”تون سيد سعد الله قادري سُورت بندر واري جي خدمت ۾ وڃ!“[1]

انهيءَ ڪري مخدوم صاحب، حرمين شريفين جي سفر کان موٽندي، سن ١١٣٦هہ/ ١٧٢٣ع ۾ ”سورت بندر“ ۾، روحاني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ، قادري سلسلي جي بزرگ سيد سعد الله سُورتيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. اتي هڪ سال عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو ۽ خلافت جو خرقو ڏکي، اجازت جي سَنَد وٺي، ماه صفر المظفر ١١٣٧هہ/ آڪٽوبر ١٧٢٤ع ۾ پنهنجي ماڳ ٺٽي موٽي آيو.[2]

جيتوڻيڪ مخدوم صاحب، مريد ۽ دست بيعت تہ سيد سعدالله قادريءَ جو هو، پر ابوالقاسم نقشبندي ٺٽويءَ سان بہ عقيدت رکندو هو. ان ڪري انهن ٻنهي بزرگن جو احوال ڏجي ٿو:

### ابوالقاسم نقشبندي:

ابوالقاسم نورالحق درس ٺٽوي، درس ابراهيم جو فرزند هو. درس ابراهيم وڏن کان شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جي گهراڻي جو مريد هو.

ابوالقاسم شروع ۾ قرآن مجيد ياد ڪري، ظاهري علمن کان فارغ ٿيو. ٺٽي جي مشهور بزرگ مخدوم آدم نقشبندي (المتوفي: ١٠٦٦هه/ ١٦٥٦ع) سندس قابليت ۽ لياقت ڏسي، کيس حڪم ڪيو ته باقي منزلون وڃي شاهه سيف الدين (المتوفي: ١٠٩٨هه/ ١٦٨٧ع) ولد عروة الوثقيٰ خواجه محمّد معصوم (المتوفي: ١٠٨٠هه/ ١٦٦٩ع) ولد شيخ احمد امام رباني مجدد الف ثاني سرهنديءَ جي خدمت ۾ پوريون ڪري.

ان سلسلي ۾، ابوالقاسم سنڌ مان سنبري "سرهند" پهتو. شاهه سيف الدين جي مٿس گهڻي مهرباني ٿي. ظاهري ۽ باطني علمن جي مٿس پالوت ٿي. جڏهن رڇي ريٺو ٿيو ته شاهه سيف الدين چيس ته، "سنڌ ۾ وڃي، نقشبندي طريقي کي رواج ڏيار!" ابوالقاسم، مرشد جي اجازت سان واپس ٺٽي آيو ۽ اچي "نقشبندي" سلسلي جي روحاني درسگاهه کوليائين. پنهنجي ڪامل مرشد، شاهه سيف الدين جي ارشاد موجب، سنڌ ۾ نقشبندي طريقي کي زور وٺايائين. وقت جا وڏا وڏا علماء به سندس معتقد ۽ مريد ٿيڻ لڳا. سندس نقشبندي فيض جو اثر هر هنڌ پرڻ لڳو ۽ پاڻ "ابوالقاسم نقشبندي" جي نالي سان مشهور ٿيو. ٺٽي اچڻ سان پاڻ ڪيترن پتڪيل انسانن جو تعلق الله تعاليٰ سان جوڙيائين. وڏا بدڪار ۽ گنهگار هميشه لاءِ توبهه تائب ٿي، سلوڪ جي رستي تي هلڻ لڳا. ايتري قدر، جو سندس فيض جو پرتوو سنڌ کان ٻاهر به پري پري تائين وڃي پهتو. سيد گل شاهه دهلوي ۽ ميان محمد صديق، دهليءَ جي بادشاهه جو وزير به اچي ڪانئس فيضياب ٿيا ۽ سندس خدمت ۾ رهي، زندگيءَ جا پساهه پورا ڪيائون. سورت بندر ۾ به سندس خليفا مشهور هئا.

عمرڪوٽ، ٿر جي پاسي جو ميان ابوالحسن خشت وارو طالب به الله وارن جي مجلسن ۾ پيو ايندو ۽ چلا ڪيندو هو. اهو به ابوالقاسم نقشبنديءَ جو نالو ٻڌي، سندس خدمت ۾ آيو ۽ چئن پنجن ڏينهن ۾ فيض پرائي، خلافت ماڻيائين. پاڻ چوڻ لڳو:

"اِتي جي هڪ گهڙي، ٻين سڀ جمار!"

يعني: سڄي جمار حق جي طلب لاءِ ڪوشان رهيس، پر هن نقشبندي درگاهه ۾ چند ڏينهن ۾ ڪامياب ٿيس.

اُن زماني ۾، جيڪي حق جا طالب سرهند شريف ويندا هئا، ته انهن کي هڪ ئي جواب ملندو هو ته، "ابوالقاسم نقشبندي ٺٽويءَ ڏانهن رجوع ڪريو."

مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ کان جن بزرگن فيض پرايو، انهن مان ڪجھ مشهور نالا هي آهن: مخدوم محمد معين ٺٽوي، محمد مقيم ولد سعدالله ساڪن قريه جهيجا، ميان يعقوب سمو ساڪن قريه ڪبر، شيخ يحيٰ عرب (هن مديني منوره ۾ نقشبندي سلسلي کي وڌايو)، سيد سلطان شاهه هندي، ميان حبيب مشهور ميت پوٽو، ميان عبدالولي اگهمي، حاجي ڪمال اُڍيجو، مخدوم ضياءُالدين دانشمند معروف ٺٽوي، ميان نور محمد سهار، سيد محمد ناصر شڪر الاهي شيرازي، سيد عبدالله شيرازي، مخدوم عنايت الله بصير واعظ ٺٽوي، مير مرتضيٰ رضوي، سيد رحمت الله شيرازي، ميان عبدالباقي ساڪن اگهمي و متعلوي، عبدالرحيم سومرو، مخدوم مئيڏنو نصرپوري، درس بلال ساڪن پراڻ، ميان محمد ڏوهٽو مخدوم آدم نقشبندي.

ابوالقاسم نقشبندي علمي خواه عملي ڪمالات سان هڪ وڏي ۾ وڏو قال ۽ حال جو صاحب مشائخ پيدا ٿيو، جنهن هڪ دنيا کي بي انداز فيض رسايو. هن جي صحبت گمراهن کي هدايت جي شاهراهه تي آڻيندي هئي. سندس ڪرامتون ۽ مناقب، تحرير ۽ تقرير جي انداز کان ٻاهر آهن. انهن جي ظهور جي هڪ دنيا شاهد آهي. هن خاندان جا خادم به وڏي علم ۽ يقين ۾ مشهور آهن.

ايڏي علم ۽ عمل جو مالڪ بزرگ، ٧ شعبان المعظم ١١٣٨هه/ ١٠ اپريل ١٧٢٦ع تي هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي ويو. سندس مزار تي جيڪو ڪتبو لڪيل آهي، ان جو تاريخ وارو شعر هيءُ آهي:

بسال وصل او هاتف بفرمود،

ابوالقاسم سراسر نور حق بود.[3]

١١٣٨هه

شيخ محمد اعظم ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "تحفة الطاهرين" (١١٩٠هه/ ١٧٧٦ع) ۾ مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جي شان ۾، قلم کي هن ريت هلايو آهي:

"ميان ابوالقاسم نقشبندي فيض ۽ ڪشف جو صاحب، خدا پرستن ۽ عارفن جو اڳواڻ، معرفت،يقين ۽ سلوڪ جو وڏو سالڪ هو. قلم کي ڪهڙي طاقت؟ زبان کي ڪهڙي مجال آهي، جو سندس سهڻيون صفتون ۽ وڻندڙ خوبيون بيان ڪري سگهن! سندس ذات ملائڪ صفت، رحمت جو ڪڪر ۽ سج هئي، جو

جهانَ اُن جي ذات مان فيض پئي ورتو ۽ هزارين ماڻهو، سندس فيض واري نظر سان اهلِ دل بنجي ويا ۽ حقي ذڪر جي ذريعي، حقيقت جي درجي تي وڃي پهتا. سندس ڪرامتون سج ڪان وڌيڪ روشن آهن."(4)

"مڪليءَ" جي تاريخي قبرستان ۾، هزارين الله وارا، اهلِ دل بزرگ مدفون آهن. انهن مان شيخ جيئو "مڪليءَ جو ڏيئو" (چراغِ مڪلي) مشهور آهي، پر ابوالقاسم نقشبندي "ولايت جو سج" يا "خورشيدِ مڪلي" جي لقب سان مشهور آهي.(5)

مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ کي ٻه فرزند ٿيا: هڪ ميان ابراهيم ۽ ٻيو مخدوم فيض محمد، جي پڻ سندس قبرستان ۾ مدفون آهن.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ تي تحقيق جي سلسلي ۾، مڪليءَ جو قبرستان چند ڀيرا ڏٺو ويو آهي. اُتي مخدوم صاحب جي مزار جي ويجهو، اُتر طرف، ابوالقاسم نقشبنديءَ جي مزار مبارڪ جي به زيارت ڪئي ويئي. هن وقت سندس ڪنهن عقيدتمند، سندس تُربت جي مٿان هڪ عاليشان چوڪنڊي نُما ٽن قُبن وارو چبوترو ٺهرايو آهي. ان سان گڏ، هن جي مريد مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي قبر به سندس پيرانديءَ کان موجود آهي، جنهن کي پڻ نئين سر پڪو ڪيو ويو آهي.

## سيد سعدالله قادري سورتي:

سيد سعدالله بن غلام محمد سلوني ١٠٩٩هه/ ١٦٨٨ع ۾ سلون ۾ ڄائو. اتي ئي پرورش لڌائين. حرمين شريفين ۾ وڃي علم حاصل ڪيائين. پوءِ هندستان موٽي آيو. فارغ التحصيل ٿي، درس تدريس ۾ مشهور ٿي ويو. هر علم ۾ يگانو هو. توريت ۽ انجيل جو به ڄاڻو هو. پنهنجي وقت جو "فخرالعلماء" هو. طريقت ۾ سيد عبدالشڪور جو مريد هو. سندس طريقت جو سلسلو، اٺن واسطن سان سيد عبدالقادر جيلاني (المتوفي: ٥٦١هه/ ١١٦٦ع) سان وڃي ٿو ملي:

"سيد سعدالله مريد هو سيد عبدالشڪور جو، اهو مريد هو شاهه مسعود الاسفرائني جو، اهو مريد هو شيخ علي حسيني جو، اهو مريد هو شيخ جعفر احمد الحسيني جو، اهو مريد هو سيد ابراهيم جو، اهو مريد هو شيخ عبدالله الحسيني جو، اهو مريد هو

شيخ عبدالرزاق جو، اهو فرزند ۽ مريد هو سيد عبدالقادر جيلاني بغداري رحہ جو."

سيد سعدالله قادري، پورب کان حرمين جي زيارت ۽ حج لاءِ حاضر ٿيو ۽ اتان موٽندي سورت ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. ان ڪري کيس "سورتي" بہ سڏيو ويجي ٿو. سورت، هندستان ۾ گجرات ضلعي جو هڪ شهر آهي. پاڻ گهڻن ڪتابن جو مصنف بہ آهي، جهڙوڪ: ڪشف الحق، حاشية الحكمة، حاشيہ يمين الوصول فقه، آداب البحث منطق، تحفة الرسول، ثبوت مذهب شيعہ، شرح چهل بيت مثنوي.

سندس وفات ٢٧ جمادي الاول ١١٣٨هہ/ ٣ مارچ ١٧٢٦ع تي سورت ۾ ٿي.[6] "حدائق الحنفيه" ۾، کيس يارهين صديءَ جي علماء ۾ شمار ڪيو ويو آهي ۽ سندس وفات جو سال ١٠٣٨هہ ڄاڻايو ويو آهي[7]، جو صحيح نہ آهي.

سيد سعدالله قادريءَ کي ٽي فرزند هئا: عبدالعلي، عبدالولي ۽ عبدالله.

## حوالا

(١) مخدوم محمد ابراهيم "خليل" ٺٽوي: "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي) ص ٤٥
(٢) روزنامہ "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ص ٣٣
(٣) "تذڪره صوفياء سنڌ"، ص ٥١ کان ٦٢ (تلخيص)
(٤) شيخ محمد اعظم ٺٽوي: "تحفة الطاهرين" (فارسي)، ص ٨٠-٨١
(٥) "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ١٨٣
(٦) ڀٽي محمد اسحاق: "فقهاءِ هند" (اردو) جلد ٥ ڀاڱو ١، ص ١٨٨
(٧) جهلمي فقير محمد: "حدائق الحنفية" (اردو)، ص ٤٢٨

# باب چوٿون

# مخدوم محمد هاشم جو درس تدريس جو مشغلو

## دارالعلوم هاشميه جو قيام

مخدوم صاحب ٺٽي مان علمي تحصيل کان پوءِ، پنهنجن اباڻن ڪکن يعني بٺوري واپس آيو. ان دوران سندس والد حضرت عبدالغفور وفات ڪري ويو هو. ڪجهه ڏينهن ترسڻ بعد، مخدوم صاحب بٺوري کي ڇڏي، ڀرپاسي جي هڪ ڳوٺ "بهرام پور" ۾ اچي رهيو. ڪنهن به تحريري يا زباني روايت مان اهو معلوم نه ٿي سگهيو آهي، ته مخدوم صاحب ٺٽي مان تعليم پرائي اچڻ کان پوءِ، پنهنجي ڳوٺ بٺوري ۾ مدرسي کولڻ ۽ درس تدريس ڏيڻ جي بدران، بهرام پور ۾ ڇو وڃي ديني تعليم جو سلسلو شروع ڪيو؟ البت، پاڻ بهرام پور کي سگهوئي خيرباد چئي، ٺٽي ۾ ڇو آيو ۽ ڪهڙي سبب جي ڪري ٺٽي ۾ اچي مدرسو کولي رهڻ لڳو؟ ان جا سبب تحريري صورت ۾ هن ريت ملن ٿا:

١. "الوحيد" ۾ آهي ته هتي (بهرام پور) ۾ اچڻ سان پاڻ ديني تعليم ڏيڻ لڳو ۽ ساڳئي وقت دين جي اشاعت ۽ ترويج لاءِ وعظ ۽ تقريرن جو سلسلو به شروع ڪيائين، مگر انهيءَ ڳوٺ جي پيرن ۽ فقيرن کي مخدوم صاحب جون نصيحتون ۽ شريعت جي پابندي راس نه آئي؛ تنهنڪري لاچار ٿي، ٺٽي ۾ هجرت ڪري اچي ويٺا.[1]

٢. مخدوم صاحب بهرام پور ۾، ماڻهن کي بدعتن ۽ غير شرعي ڪمن کان روڪڻ لڳا، مگر اُتي جا ماڻهو اعليٰ هستيءَ جو قدر سڃاڻي نه سگهيا. شايد قدرت کي به اهو منظور هو، انهيءَ ڪري پاڻ اتان لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيو.[2]

٣. بهرام پور ۾ مدرسو ۽ ديني تعليم شروع ته ڪيائون، پر ايڏي وڏي علامہ شخص کي هڪ وسيع ماحول جي ۽ وڏي پيماني تي ديني حق ادا ڪرڻ جو ارادو هو. تنهن کي هن ننڍڙي ڳوٺ ۾، اهو مقصد پورو ٿيندو مشڪل نظر آيو. تنهن لاءِ پاڻ اتان اهل عيال سميت لڏي ٺٽي هليا آيا. اُتي "مسجد خسرو" (دابگران واري مسجد) جي قريب هڪ زبردست مدرسي جو بنياد رکيائون ۽ پنهنجي دلي خواهش مطابق ڪم ڪرڻ لڳا.[3]

ڀهريان ٻئي سبب بہ پنهنجيءَ جاءِ تي صحيح آهن، پر منهنجي خيال ۾ هيءُ ٽيون سبب مناسب ۽ واجبي معلوم ٿئي ٿو.

جيئن تہ ٺٽو ان وقت علم ادب جو مرڪز هو ۽ مخدوم صاحب خود علمي مزاج جو صاحب هو، تنهنڪري مخدوم صاحب لاءِ ٺٽي جو شهر هر لحاظ کان موزون هو. پاڻ هتي ديني اشاعت، درس حديث، تصنيف تاليف ۽ اسلام جي واڌاري لاءِ مشغول ٿي ويو. مخدوم صاحب ٺٽي ۾ اچڻ سان، پنهنجي علمي آفتاب ذريعي خلق خدا ۽ حق جي طالب علمن جي رهنمائي ڪرڻ لڳو. ٺٽي شهر جي "اگر محلي" ۾، سندس مدرسو "دارالعلوم هاشميہ" هو.[4] سندس علمي عظمت جو شعاع پري پري تائين پهچڻ لڳو. جنهن ۾ ڪيترا علم جا پروانا سندس خدمت ۾ حاضر ٿي، علم جي روشني حاصل ڪرڻ لڳا. "قال الله" ۽ "قال رسول الله" جي صدا، ٺٽي ۽ پوريءَ سنڌ ۾ گونجڻ لڳي.

مخدوم صاحب، ننگر ٺٽي جي ٻن مسجدن ۾ درس تدريس توڙي دين جي تبليغ جاري رکي. هتي انهن ٻنهي مسجدن جو مختصر تعارف ڏجي ٿو:

### 1. مدرسي واري مسجد:

هيءَ مسجد، مخدوم صاحب جي پاڙي ۾ هئي، جتي سندس درس جو سلسلو هلندو هو. انهيءَ مدرسي واريءَ مسجد مان سوَن مسلمانن فيض پرايو. ڏاڍي برڪت ۽ خير واري مسجد هئي. انهيءَ مسجد ۾، مخدوم صاحب پنهنجيون ڪيتريون ئي لازوال تصنيفون مڪمل ڪيون. دين جي خدمتگاري، انهيءَ مسجد مان موصوف ويني ڪئي. انهيءَ مسجد مان ئي هن دين متين جي فروغ ۽ استقامت لاءِ، سنڌ جي حاڪمن ڏانهن خَطَ لکيا. اهائي مسجد سڳوري هئي، جنهن ۾ ويهي، انهيءَ عظيم شخصيت فقهي مسئلن مطابق فتوائون جاري ڪيون، جن سنڌ ۾ اسلامي قاعدي قانون کي جِلا بخشي.

مخدوم صاحب جو دستور هو، تہ پاڻ پ ي انهيءَ مسجد ۾ هر روز ٽيهريءَ جو حديث سڳوريءَ جو درس ڏيندو هو. مخدوم صاحب کان پوءِ، سندس فرزند مخدوم عبداللطيف پنهنجي والد جي مسند تي ويهي، ساڳئي برڪت واري شغل کي جاري رکيو. مخدوم عبداللطيف جڏهن سن ١١٨٧هہ/ ١٧٧٣ع ۾ ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي جي لشڪر ۾ قضا جي عهدي تي فائز ٿي ويو، تڏهن سندس فرزند ميان ابراهيم اها خدمت بجا آڻڻ شروع ڪئي، تاوقتيڪہ هو بزرگ (مخدوم ابراهيم) ٺٽي مان لڏي ڪراچيءَ ويو. اتان پوءِ مستقل طرح ڪڇ جي مڏئي شهر ۾ وڃي ويٺو. انهيءَ مسجد ۾، صبح جي وقت، مخدوم صاحب وڏي جي وقت کان مدرسو قائم ٿيندو هو، ۽ ٽيهريءَ بعد فقط حديث جو درس ڏنو ويندو هو. اها مسجد ٽالپر حڪومت تائين موجود هئي.(●) جنهن بعد ٺٽي ۾، نہ مخدوم صاحب جو ڪو اولاد رهيو، نہ مدرسو باقي رهيو ۽ نہ ڪو حديث جي درس ڏيڻ وارو رهيو. انا لله و انا اليه راجعون! سڀ شيءِ فنا آهي. بقا فقط الله جي ذات کي آهي.(5)

### 2. جامع خسرو (دابگران واري مسجد):

هي مسجد، جنهن ۾ مخدوم صاحب هر جمعي جي صبح تي وعظ فرمائيندو هو. ڪانئس پوءِ، سندس فرزند عبداللطيف بہ پيءُ وارو طريقو قائم رکندو آيو. ان کان پوءِ مخدوم ابراهيم (جنهن کي عام طرح "مڏئي مرقد" سڏيو ويجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هُو پوءِ ڪن سببن ڪري ٺٽي مان لڏي وڃي مڏئي ۾ رهيو ۽ اُتي فوت ٿيو.) انهيءَ مسجد ۾ وعظ ڪندو هو.

"جامع خسرو" کي "دابگران واري مسجد" بہ چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اها مسجد "دابگران جي محلي" ۾ هئي. هن وقت نہ اهو محلو آهي، نہ اُن جا مڪين موجود آهن. محلي ۽ ماڻهن جي نہ هئڻ ڪري ڪو نماز پڙهڻ وارو ڪونہ رهيو. اهڙيءَ طرح مسجد زبون ٿي ويئي. هن وقت آثار قديمہ جو

● مخدوم صاحب جي انهيءَ گهر ۽ مدرسي واري مسمار ٿيل مسجد کي تازو هن وقت مخدوم صاحب جي خدمتگار محمد علي بروهيءَ (عمر ٧٥ سال) نئين سر جديد نموني تعمير ڪرايو آهي. انهي مسجد جو امام مولوي انور حسين ميمڻ آهي، جيڪو مدرسه مجدديه عثمانيه، ميمڻ محلہ، ٺٽي ۾ عربيءَ جو استاد پڻ آهي. اسان ٢٩ ڊسمبر ١٩٩٢ع تي انهي مسجد جو معائنو ڪيو ۽ فوٽو پڻ ڪڍيو.

محڪمو مسجد جي سنڀال ڪري ٿو.(●) مسجد جي محراب تي هيءُ ڪتبو، هڪ سٽ ۾ موجود آهي.

"بسم الله الرحمٰن الرحيم. محمد رسول الله والذي معه اشداء علي الكفار و رحماء بينهم ۹۹۷هه."

مسجد جي جوڙجڪ ۽ ڪاشيءَ جي ڪم جي رٿا لاجواب آهي. خاص ڪري اندريون محراب پٿر جي اُڪر جو بهترين نمونو آهي.(6)

## مخدوم صاحب جا شاگرد

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هڪ برک عالم، جيد فاضل، بهترين مُدرس ۽ استاد هو. سندس علم ۽ مدرسي جي هاڪَ سموريءَ سنڌ، هند، عرب و عجم ۾ مشهور هئي. پاڻ سموري زندگي احڪامِ شريعت جي پابندي، تصنيف ۽ تاليف سان گڏ ديني علوم جو درسُ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڏيندو رهيو. ان ڪري سندس ڪيترا شاگرد عالم فاضل، فقيه، محدث ۽ مفسر ٿي فارغ ٿيا. انهن مان گهڻن جا نالا تاريخ جي صفحن تان متجي ويا آهن، ڇاڪاڻ تہ زمانو گذري ويو ۽ مخدوم صاحب جي علمي سج جي شعاع ۽ عظمت جي آڏو انهن علمي ستارن جو سوجهرو ۽ نالو گهٽ مشهور ٿي سگهيو. اهوئي سبب آهي، جو سندس شاگردن جي ڪا سلسليوار فهرست موجود نہ آهي. خوش قسمتي سان ڪن تاريخي تذڪرن ۾، سندس ڪن شاگردن جا نالا محفوظ رهجي ويا آهن ۽ انهن جو جيڪو احوال دستياب ٿي سگهيو آهي، اهو هتي ڏجي ٿو:

1. **سيد شهمير شاهه متياروي:** هيءُ سيد سگورو، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي عزيزن مان هڪ وڏو عالم، فاضل ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد هو.(7) شاهه صاحب سُنت جي زنده رکڻ ۽ اسلامي مقدمن جي حمايت ۾، تمام گهڻو مبالغو ڪندو هو. سدائين انهيءَ ڪم ۾ مشغول رهندو هو ۽ هر ديني ڪم لاءِ طالب علمن جي جماعت وٺي، دين جي

---

● هن وقت انهي تاريخي مسجد "جامع خسرو" جو محل وقوع، ٺٽي کان سجاول ويندڙ روڊ جي لڳ اوڀر طرف آهي ۽ فن تعمير جو هڪ بهتر نمونو آهي. اها تاريخي مسجد هن وقت تمام جهوني آهي. ان جو مٿيون وچون گنبذ شهيد ٿي چڪو آهي. سندس سارسنڀال محڪمه آثار قديمه جي حوالي آهي. اسان ۲۹ ڊسمبر ۱۹۹۲ع تي انهيءَ مسجد جو روبرو معائنو ڪيو. مولوي انور حسين ميمڻ بہ راقم سان گڏ هو.

تقويت لاءِ دل و جان سان ڪوشش ڪندو هو.[8] سندس وفات سن ١١٧٧هه/ ١٧٦٣ع ۾ ٿي.

**2. مخدوم مئيڏنو نصرپوري:** مخدوم مئيڏنو نصرپوري، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد هو.[9] مخدوم مئيڏنو ٻارهين صدي هجريءَ ۾، وڏو ڪامل ۽ فقه جي فن جو جامع، تيز ۽ متبحر عالم ٿي گذريو آهي. فقه جي علم ۾ گهڻن عالمن کان وڌيڪ ماهر هو. ڪيترا ڏکيا مسئلا، بنا ڪنهن هٻڪ ۽ رنڊڪ جي حل ڪري ڇڏيندو هو. سندس مدرسي مان ڪيترائي علم جا شائق پروانا پڙهي نڪتا. علمي لياقتن سان گڏ سيني ڪمالين ۾، خلق الله ۾ مشهور سالڪ ٿي گذريو آهي.[10]

هيءُ ٻلارو بزرگ، عالم، فقيه ۽ صوفي، نصرپور ۾ مخدوم روح الله کان پوءِ، صاحبِ قضا ۽ فتويٰ جو مالڪ ٿيو. سندس معاصرين مان مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي، مخدوم محمد صادق گچيرائي ۽ مخدوم عثمان متعلوي آهن، جن سان هن بزرگ جا بعض فقهي مسئلن تي ردڪد ۽ مناظرا رهيا آهن.

مخدوم مئيڏنو مريد هو مخدوم محمد امين ڏاسوڙي واري جو. مخدوم مئيڏنو تمام ٻڍاپڻ ۾، سن ١١٨١هه/ ١٧٦٧ع ۾ هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي. کيس نصرپور ۾ سپردِ خاڪ ڪيو ويو.[11]

**3. مخدوم عبدالرحمان:** هيءُ ٻلارو شاگرد، مخدوم صاحب جو وڏو فرزند هو. فقه ۽ حديث جي علم جو وڏو ماهر هو. مخدوم صاحب جي وفات کان پوءِ، جهوناڳڙهه هليو ويو ۽ وفات بہ اُتي ٿي اندازاً سن ١١٨١هه/ ١٧٦٨ع ۾ ڪيائين.

**4. سيد محمد صالح شاهہ جيلاني گهوٽڪيءَ وارو:** هيءُ جيلاني سيد، مخدوم صاحب جو شاگرد هو. سيد محمد صالح شاهہ جو والد حضرت موسيٰ شاهہ وري مخدوم صاحب جو همعصر هو. سيد محمد صالح شاهہ سن ١١٢٢هه/ ١٧١٠ع ۾ ڄائو. سندس ڪُنيت "ابوجمال" ۽ لقب "متقي" هو.

سيد محمد صالح شاهہ ٻارهين صديءَ جي وڏي محدث، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان تعليم پرائي. هن خاندان وٽ اڄا تائين "صحيح بخاري" جو اهو قلمي نسخو موجود آهي، جنهن تي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ، سيد محمد صالح شاهہ کي علم کان فراغت حاصل ڪرڻ کان پوءِ، پنهنجي هٿ اکرين سند فراغ ۽ اجازت فرمائي آهي.

هيءُ سيد سگورو، شريعت ۽ طريقت جو صاحب ۽ ڪامل ولي هو. سندس وفات اربع جي ڏينهن، ١١ شوال المڪرم ١١٨٢هه/ ١٨فيبروري ١٦٦٩ع تي ٿي. سندس مقبرو وڏي خانقاهه ۾ آهي.(12)

5. **مخدوم ابوالحسن صغير ٺٽوي مدني:** سندس نالو غلام حسين بن محمد صادق نقشبندي آهي. هن بزرگ کي "صغير" ان ڪري چيو وڃي ٿو، ته جيئن ابوالحسن ڪبير کان جدا سڃاڻپ ۾ اچي. ياد رهي ته سنڌ ۾ ابوالحسن جي نالي سان چار بزرگ مشهور ٿي گذريا آهن. انهن جو احوال، مخدوم صاحب جي همعصرن ۾ ايندو. ابوالحسن صغير اصل ۾ ٺٽي جو وينل هو ۽ مخدوم صاحب کان علم حاصل ڪيو هئائين. پر پوءِ قسمت سانگي مديني منوره ۾ وڃي رهيو. اتي به سنڌ جي عالم، محمد حيات مدنيءَ جي وفات کان پوءِ، سندس جاءِ تي پڙهائيندو رهيو.

ابوالحسن صغير جا هيءُ ڪتاب يادگار آهن: شرح نخبة الفکر، حواشي الدرالمختار، مختار الانوار ۽ رجال مسند احمد بن حنبل وغيره. سندس وفات رمضان المبارڪ ١١٨٧هه/ نومبر ١٧٧٣ع ۾ مديني منوره ۾ ٿي ۽ جنت البقيع ۾ دفن ٿيو.(13)

6. **مخدوم عبداللطيف:** هيءُ بزرگ، مخدوم صاحب جو ٻيو نمبر فرزند ۽ شاگرد هو. علم ۽ فضل ۾ وڏو ڪامل هو. سنڌ جي حاڪم، ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾، سن ١١٨٧هه/ ١٧٧٣ع ۾ قاضي مقرر ٿيو هو. سندس وڌيڪ احوال، مخدوم جي اولاد جي بيان ۾ ڏنو ويو آهي.

7. **شاهه فقير الله علوي شڪارپوري:** هن بزرگ جا وڏا "جلال آباد" (افغانستان) ويجهو "حصارڪ" ۾ رهندا هئا. سندس ولادت سن ١١٠٠هه/ ١٦٨٩ع ۾، حصارڪ جي ويجهو هڪ ڳوٺ "روتاس" ۾ ٿي. ظاهري علوم افغانستان ۽ هندستان جي عالمن کان حاصل ڪيائين. حرمين شريفين جي محدثن کان به فيض حاصل ڪيو هئائين. پاڻ بار بارحرمين جي سفر تي ويندو هو. طريقت ۾ محمد مسعود پشاوري ۽ محمد سعيد لاهوريءَ کان خلافت جو خرقو ورتو هئائين. جوانيءَ ۾ اصل وطن ڇڏي، سير سفر ڪندو رهيو. آخر سن ١١٥٠هه/ ١٧٣٧ع ۾ سنڌ ۾ "شڪارپور" کي پنهنجو وطن ڪري ويهي رهيو. فقير الله علويءَ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان حديث، فقه ۽ طريقت جي سلسلن، اوراد ۽ اذڪار وغيره ۾ اجازت حاصل ڪئي هئي.(14) ديني علوم ۽ تصوف ۾ ڪامل هو. هميشه هدايت ۽ تلقين جو شغل جاري

رکيائين. وقت جا وڏا امير سندس معتقد هوندا هئا. جهڙوڪ: احمد شاهہ ابدالي والي افغانستان، نصير خان بروهي والي قلات، محبت خان بلوچ والي مڪران، ميان سرفراز ڪلهوڙو والي سنڌ وغيره. پاڻ عربي ۽ فارسيءَ جو شاعر بہ هو. بهترين ڪتبخانو پڻ هئس. پاڻ گهڻائي ڪتاب لکيا هئائين، جيئن تہ: مڪتوبات شريف، فتح الجميل، براهين نجات، فيوضات الاهيہ، طريق الارشاد، منتخب الاصول، وثيقة الاڪابر، قطب الارشاد، فتوحات الغيبية، قصيده مبروره، ڪتاب الازهار، فوائد فقير الله طب و اوراد، محمود الاوراد، شرح قصيده بانت سعاد، ملفوظات، مجموعہ ملفوظات و عمليات، شرح مثنوي بعض ابيات وغيره. الحاج فقيرالله ٣ صفر المظفر ١١٩٥هہ/ ٢٩ جنوري ١٧٨١ع تي شڪارپور(●) ۾ وفات ڪئي.[15] سندس مزار مرجع خاص و عام آهي.

8. **مخدوم عبدالله منڊرو نرئي وارو:** هيءُ بزرگ ذات جو منڊرو، بدين تعلقي ۾ "مانڊر" واري ايراضيءَ ۾ رهندڙ هو. ننڍي هوندي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان تعليم ورتائين. پوءِ ڪن اڻ ٺر سببن جي ڪري "مانڊر" مان لڏي، ڪڇ ملڪ هليو ويو ۽ اتي "نرئي" نالي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو؛ پر اُتي بہ هن کي نہ سَنو ويو. لاچار اتان بہ لڏي، هڪ ٻئي ڳوٺ "سريءَ" (تعلقو ابڙاسو) ۾ وڃي رهيو. ڪڇ جو راجا بہ سندس معتقد هو. مخدوم عبدالله جو اولاد ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو. سندس ڪتابن جو وڏو ذخيرو، سندس پوين وٽ ڪڇ ۾ رهجي ويو.[16] سندس تصنيفن مان هيٺيان ڪتاب يادگار آهن: ڪنزالعبرت، قمرالمنير، بدرالمنير، نورالابصار، خزينہ اعظم، تفسير يوسف، هفت بهشت، غزوات، خزينة الابرار، شجاعت سيد الانام، خلفاءِ راشدين، سنگ نامو، ايمان مجمل ۽ مفصل، نڪاح جي ترتيب ۽ ورثو.[17] سندس مزار ڪڇ طرف، ڳوٺ "سٽريون" تعلقي نرئي ۾ آهي.[18]

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر يار محمد، مخدوم عبدالله جي ولادت جو سن ١١٥٠هہ/ ١٧٣٧ع ڄاڻايو آهي. البت، سندس وفات جي سن کان اهي خاموش آهن.

---

● شڪارپور سنڌ جو تاريخي شهر آهي. ڪنهن وقت هن شهر جو واپار ڪابل ۽ قنڌار تائين هلندڙ هو. شڪارپور شهر کي عالم پناهہ ڏنل هئي، جنهن کي اٺ دروازا هئا: ١. لکي در ٢. هزاري در ٣. هاٿي در ۴. خانپوري در ۵. ڪرن در ٦. واڱڻو در ٧. سيوي در ۽ ٨. نوشهرو در.

رچرڊبرٽن، مخدوم عبدالله جو لکت ۾ پهريون پيرو احوال آندو آهي. هن به سندس ولادت ۽ وفات جي سال جي ڇنائي ڪانه ڪئي آهي. هُو لکي ٿو:

"مخدوم محمد هاشم کان پوءِ، ٻيو سنڌيءَ جو مشهور نثر نگار مخدوم عبدالله ناڙي وارو هو. هُو اٽڪل ٽيهه سال ٿيا، ته سنڌي ۾ گذاري ويو." (19)

برٽن، مخدوم عبدالله جي وفات جو سال وضاحت سان ڪونه لکيو آهي. پر ايترو اشارو ضرور ڪيائين، ته هن ڪتاب لکجڻ کان ٽيهه سال اڳ ۾ گذاري ويو آهي. برٽن اهو ڪتاب سن ١٢٦٨هه/ ١٨٥١ع ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اٺ نوَ سال بعد ۾ لکيو هو. ڪتاب جي هن سال مان برٽن جي لکت موجب ٽيهه سال ڪڍبا، ته پوءِ سن ١٢٣٨ع/ ١٨٢١ع بيهندو، جنهن کي مخدوم عبدالله جي وفات جو سال قرار ڏئي سگهجي ٿو. مخدوم عبدالله جي ولادت ۽ وفات جي سن جي حساب ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو، ته مخدوم عبدالله جي عمر هجري سن مطابق ٨٨ سال ۽ عيسوي سن مطابق ٨۴ سال ٿئي ٿي. اها عمر قرين قياس به آهي.

هن سڄي بحث جو نتيجو اهو نڪري ٿو، ته مخدوم عبدالله جي ولادت جو سن ١١٥٠هه/ ١٧٣٧ع آهي ۽ سندس وفات اندازاً سن ١٢٣٨هه/ ١٨٢١ع ۾ ٿي. هن حساب سان مخدوم عبدالله حياتيءَ جون ٨۴ يا ٨٨ بهارون ماڻي، هن دنيا مان گذاري ويو.

رهيو سوال ته مخدوم عبدالله جو سنڌ جي تاريخ ۾ بنهه گهٽ احوال ملي ٿو. ان جو سبب اهو ٿي سگهي ٿو، ته هُو سنڌ کان پاسيرو ۽ پرپرو ڪڇ طرف وڃي رهيو هو. ان ڪري تذڪره نويسن کي سندس احوال نه ملي سگهيو، يا مليو ته بنهه گهٽ. والله اعلم.

**9. مخدوم عبدالخالق ٺٽوي:** هيءُ بزرگ، مخدوم صاحب جو پيارو شاگرد ۽ مريد هو. ٺٽي جو رهاڪو هو. مخدوم صاحب جي درسگاهه هاشميه ۾ نائب معلم طور تعليم به ڏيندو هو. ان هڪ ڪتاب "مطلوب المومنين" نالي سنڌي نظم ۾ تحرير ڪيو هو، جيڪو پوءِ مخدوم صاحب درست ۽ منظورڪرڻ فرمايو. اهو ڪتاب سن ١١٥٧هه/ ١٧۴۴ع ۾ لکجي تيار ٿيو. مخدوم عبدالخالق ڪتاب ۾، پنهنجي محسن استاد ۽ رهبر جو ذڪر هن طرح ادب سان ڪيو آهي.

جڏهن نسخو هن ناقص جو اچي تمام ٿئو،
تڏهن منجهه خدمت مرشد پنهنجي وٺي آءُ ويو،
جو عالم عارف كامل، زاهد زماني جو،
حاجي محمد هاشم نالو جنهن جو، مولوي مشهور كيو،
راتو ڏينهان رحمت رب جي، شال شامل سيڻ هوءِ،
سين اهل اولاد سندن ۽ مڙن مُحبنئو.[20]

مخدوم عبدالخالق ٺٽويءَ سن ١١٥٧هه/ ١٧٤٤ع ۾ هيءُ كتاب اسلامي احكامن بابت خاص طرح طالبن جي ضرورت پوري كرڻ لاءِ تصنيف كيو. انهيءَ جو مواد اصل مصنف "طبراني" جي عربي كتاب "الطريقة المحمدية" تان كنيائين ۽ سنڌيءَ ۾ آندائين، ته جيئن شاگرد سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ پڙهي ۽ سمجهي سگهن:

اكثر هن سنڌي ۾ جيكي درج ٿيو،
سو 'طريقة المحمدي' كنان ميڙي مون لكيو،
كارڻ طلب طالبين هي رسالو لكيوم،
'مطلوب المومنين سنڌي' نالو تنهن ركيوم،
سنڌي وائي سهكي سيئي پروڙين،
عاصي عبدالخالق كي دُعا مانَ كرين.[21]

مخدوم عبدالخالق جي پُٽ مخدوم محمد "سورة الملک" جو منظوم سنڌي ترجمو محرم الحرام ١١٩٣هه/ جنوري ١٧٧٩ع ۾ جوڙي راس كيو. جنهن جو قلمي نسخو برٽش ميوزيم لائبريريءَ ۾ آهي. ان جي شروعات هن ريت آهي:

ساراهجي ته صاحب كي، جنهن قادر مُكو قرآن،
مٿي مير محمد كارڻي، جو شافع سڀ جهان.[22]

مخدوم عبدالخالق جيئن ته مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو پيارو شاگرد ۽ مريد هو، ان كري پاڻ ضرور مكليءَ جي تاريخي قبرستان ۾، قرب جوار ۾ دفن ٿيل هوندو! ان سلسلي ۾ هن وقت مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مزار ۽ قبرستان جي خادم، محمد نور جوكيي (عمر ٦٥ سال) كان پُڇا كئي ويئي، ته هُو مخدوم عبدالخالق جي مزار جي نشاندهي كري ۽ اسان جي رهنمائي كري. پر هُن مخدوم عبدالخالق جي قبر كان لاعلمي ڏيكاري!

**10. مخدوم نور محمد نصرپوري:** مخدوم نور محمد، سنئون سڌو

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد هو. ان لحاظ کان هن بزرگ جو اسلامي علوم ۾ وڏو مرتبو هو. هن بزرگ جو مشهور شاگرد، مخدوم محمد عثمان متياروي به هڪ وڏو محدث ٿي گذريو آهي. مخدوم محمد عثمان جا به همعصر مشهور آهن: هڪ مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي ۽ ٻيو مخدوم ابراهيم ٺٽوي، جيڪو مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو پوٽو پڻ آهي.[23]

مخدوم نور محمد مشهور عالم، محدث ۽ صوفي هو. علم هيئت ۽ نجوم جو ڄاڻو هو. فقهي فضيلتن ۽ علمي ڪمالين ۾ پنهنجي وقت جو وڏو رهبر هو. ڪجهه عرصو ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي لشڪر ۾ قضا جي عهدي تي به سرفراز رهيو.

**11. شيخ الاسلام مراد سيوهاڻي:** شيخ مراد انصاري، سيوهڻ جو رهاڪو هو ۽ سندس لقب "شيخ الاسلام" هو. پاڻ پنهنجي اهل اولاد سميت سنڌ مان هجرت ڪري، عرب ديس ۾ وڃي رهيو. شيخ مراد سيوهاڻي، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي شاگردن مان آهي. "قصيده برده شريف" جي مخدوم صاحب کان اجازت حاصل ڪئي هئائين. مولانا دين محمد وفائي لکي ٿو:

> "مراد سيوهاڻي انصاريءَ جي حضرت خضر عليه السلام سان به ملاقات رهندي هئي ۽ وٽانئس تصوف جو خرقو به ڏکيو هئائين. وفات وقت پنهنجي پٽ شيخ حسين سنڌيءَ کي چيائين، ته اِجهو خضر عليه السلام مون کان موڪلائڻ آيو هو ۽ ڪيس تنهنجي پارت ڪئي اٿم، ته تنهنجي آئيءَ وقت امداد ڪندو رهي. مراد سيوهاڻيءَ جو فرزند شيخ حسين سنڌي سيوهاڻي ۽ پوٽو شيخ محمد عابد سنڌي مدني به وڏا بزرگ ۽ محدث ٿي گذريا آهن."[24]

**12. عزت الله ڪيريو:** عزت الله ڪيريو، "چوٽيارين" جو رهاڪو هو ۽ مخدوم صاحب جو سنئون سڌو شاگرد هو. وٽس چوٽيارين مان هلي، ٺٽي ۾ وڃي پڙهيو هو. عزت الله، مخدوم صاحب جي همعصر بزرگ ميين محمد مُبين چوٽياروي‌ءَ جو ڀائٽيو هو. عزت الله کي پنهنجي چاچي ميين محمد مُبين، ٺٽي ۾، مخدوم صاحب وٽ تعليم پرائڻ لاءِ موڪليو هو. ان سلسلي ۾، ميين محمد مُبين پنهنجي ڀائٽيي کي مخدوم صاحب ڏانهن سفارشي ۽ پارت جو خَطُ به لکي ڏنو هو، ته منهنجي ڀائٽيي کي مدرسه هاشميه ۾ اوهان پاڻ پڙهائجو... اهو خط اڃا تائين چوٽياروي بزرگن جي پوين وٽ عبدالحڪيم نالي شخص وٽ مديني منوره ۾ موجود آهي.

عزت الله عالم فاضل هو. حج بہ ڪيو هئائين ۽ پنهنجي استاد مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سان سندس خط و ڪتابت بہ هوندي هئي. عزت الله سٺو ڪاتب بہ هو. پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي چاچي جي ڪتبخاني لاءِ ڪتاب اُتاريندو هو.[25]

**13. حافظ آدم طالب علم (ٺٽوي؟):** حافظ آدم، مخدوم صاحب جو شاگرد هو. مخدوم صاحب جي وصال ڪرڻ بعد، مخدوم صاحب ڪي جن ڀلارن بزرگن غُسل ڏياريو هو، انهيءَ خدمت ۾ حافظ آدم طالب علم بہ شامل هو.[26]

**14. نور محمد "خستہ" ٺڪڙائي:** هيءُ شاعر ٻارهين صدي هجريءَ جي وچ واري دور جو آهي ۽ "وسي شهمير شاهہ" ٺڪڙ جو ويٺل هو. هن بزرگ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي درسگاهہ ۾ تعليم ورتي هئي. سندس ولادت ۽ زندگيءَ جا مفصل حالات معلوم نہ ٿي سگهيا آهن. "خستہ" جي فارسي گاڏڙ سنڌي ڪلام جو نمونو هي آهي:

تابر افگندي از رخِ تو نقاب.
حشر ٿيو، آفتاب لايو تاب.
آن منم کز تصادمِ هجران،
روز شب ٿو رهان بي خور و خواب.
ڪشتيءَ عمر من بہ بحر غمت،
لهر لوڏن هَٽي ڪئي غرقاب.
تابشِ حسن بيمثال سنڌئي،
بره ڏيئي وري ڪيو بيتاب.
"خستہ" و خوار منجهہ 'وسي' مون جيئن،
نيست ديگر ڪسي ز يز و شاب.[27]

جديد تحقيق موجب مخدوم صاحب جي هنن ٽن شاگردن جا نالا ملي سگهيا آهن:

١. شيخ عبدالحفيظ بن درويش العجيمي المڪي.
٢. سيد عبدالرحمان بن محمد اسلم الحنفي المڪي.
٣. محمد بن محمد اشرف بن آدم السنڌي النقشبندي. (بحوالہ "اللؤلؤ المڪنون في تحقيق مد السڪون" - عربي- تحقيق: قاري عبدالقيوم السندي المڪي، ١٩٩٩ع، ص ١٨ ڪراچي)

# حوالا

(١) روزنامہ "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ص ٣٣
(٢) "بناء الاسلام" (سنڌي)، مرتب: محمد يوسف "شاڪر" ابڙو، ڏسو مقدمو ص ٧
(٣) ايضاً، مرتب: فقير محمد اسماعيل ٺٽوي، ڏسو مقدمو ص ٣٤
(۴) ٽالپر محمد جمن ڊاڪٽر: "سنڌ جا اسلامي درسگاھ"، ص ٢٣٨
(۵) سيد حسام الدين راشدي: "ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون"، ص ١٠٦
(٦) ايضاً، ص ٨٩، ١٠٢
(٧) وفائي دين محمد مولوي: "لطف اللطيف" (سنڌي)، ص ٩١
(٨) "تحفة الكرام" (سنڌي)، ص ٢۴٢
(٩) قاضي محمد اڪرم نصرپوري: "اِمعان النظر" (عربي)، مرتب: مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڏسو مقدمو ص ١١
(١٠) "سنڌ جا اسلامي درسگاھ"، ص ١٩٧
(١١) "تذڪره مشاهير سنڌ"، جلد ٢، ص ١٨٧، ١٨٨
(١٢) قاسمي غلام مصطفيٰ مولانا: "جيلاني سيد سنڌ ۾" (مقالو)، ٽماهي "الرحيم" سنڌي، نمبر ٢-١٩٦٧ع، ص ٢٠-٢٥ (تلخيص)
(١٣) "بذل القوة" (عربي) ڏسو مقدمو ص ۴٧
(١۴) "سنڌ جا اسلامي درسگاھ"، ص ٢٥٦، ٢٦٦
(١۵) "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر ص ٣٦، ٣٧
(١٦) الانا غلام علي ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي"، ص ٣٦
(١٧) مخدوم عبدالله: "ڪنز العبرت"، مرتب: علامه قاسمي، ڏسو مقدمو ص ح
(١٨) سرائي امداد علي: "قدم ڪاپڙين جا"، ص ١٣٠
(١٩) رچرڊ برٽن: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون"، ص ٧٨
(٢٠) مخدوم عبدالخالق ٺٽوي: "مطلوب المومنين"، ص ١٨١
(٢١) مخدوم عبدالخالق جو هڪ ٻيو ڪتاب "ميت جي ڇوٽڪاري لاءِ دعا جو رسالو" جي نالي سان برٽش ميوزيم ۾ موجود آهي. ان جي شروعات هن ريت ٿيل آهي:
ساراهجي سو ڌڻي، جو جياري ۽ ماري.
(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "سنڌي ٻوليءَ ادب جي تاريخ"، ص ۴٠٣)
(٢٢) ايضاً، ص ٣٩۵
(٢٣) ٽماهي "الرحيم" حيدرآباد سنڌ، نمبر ٣-۴، ١٩٦٧ع، ص ٣٠
(٢۴) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ"، جلد ٣، تلخيص ۴٨-٢۵٢
(٢۵) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "درسگاھ چوٽياريون" (مقالو)، ڏسو ماهوار "پيغام" ڪراچي، آگسٽ- سيپٽمبر ١٩٨٠ع، ص ١٣
(٢٦) مخدوم عبداللطيف ٺٽوي: "مناقب مخدوم محمد هاشم" (قلمي فارسي)، ص ٢
(٢٧) اسد تڪڙائي: "تذڪره شعراء تڪڙ"، ص ١٨

# باب پنجون

# ديني خدمتون

## شريعت جي پابندي

شـريـعـت سـجاڻ، كـر طـريـقت تـكـيـو،
هنيون حقيقت هير تون، ماڳ معرفت ڄاڻ،
هوءِ ثـابـوتي سـاڻ، تـہ پـسـٹـان پـالـهـو رهين!

الله تعاليٰ طرفان رسول الله ﷺ جن تي نازل ٿيل قرآن حكيم، حق ۽ هدايت، رحمت ۽ حكمت جو سرچشمو آهي. قرآني تعليمات جو اهم مقصد، چڱن كمن جو امر كرڻ ۽ بڇڙن كمن كان روكڻ آهي. ان كري هرهك انسان كي قرآني تعليم ۽ سُنتِ رسول تي عمل كرڻ لازمي آهي. هن دنيا ۾، انسانن ۽ جنن جي اچڻ جو مقصد بہ الله تعاليٰ جي عبادت كرڻ آهي. مگر علماءِ كرام تي اهو بار اچا بہ سوايو آهي تہ اهي قرآني تعليم، سُنتِ رسول ۽ امرنهي جو پيغام پهچائين ۽ پرچار كن. گمراهن كي حق جو رستو ڏيكارين ۽ ظالمن كي بہ ظلم كان روكين.

اڳين قومن ۾ انهن جي عالمن كي بہ ان كري نند يو ويو آهي، جو اهي حق جون ڳالهيون لكائيندا هئا. كو وڏو ماڻهو گناهہ كندو هو تہ خدائي قانون جي تحريف كري، ان كي وڏيءَ سزا جي عيوض هلكي سزا ڏيندا هئا. ان كري اهي قومون خدا جي غضب هيٺ اچي ويون. ٻئي طرف اصلاحي دعوت ۽ تبليغ جي كري، الله تعاليٰ اسان كي "خير امة" يعني ڀلي اُمت كري سڏيو آهي. بهرحال، هيءَ دنيا عمل جو ميدان آهي، جنهن ۾ جو كجهہ ماڻهو پوكيندو، تہ اڳتي اهائي پوک لڻندو.

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي بہ هک جيد عالم، كامل ولي، عاشقِ رسول ﷺ ۽ شريعت جو پابند هو. تنهنكري الله ۽ رسول جي ارشاد موجب مٿس

اهو بار ٿي پيو، تہ هُو پنهنجي علم مان ماڻهن کي روشنائي ڏئي، خلق خدا کي قرآن ۽ سُنت جي تعليم ڏئي ۽ امرنهي جي بجا آوري ڪري. ان ڪري مخدوم صاحب پرينءَ جو پيغام پهچائڻ، امرنهي ۽ شرعي احڪامن جاري ڪرڻ ۾، رات ڏينهن ڪوشش ڪندو رهيو. حق جي چوڻ ۾ ڪنهن جي ملامت ۽ مخالفت جو خيال نہ ڪندو هو ۽ ڪرڻ بہ نہ گهرجي: "چون دل شيرنداري سفر عشق مکن." مطلب تہ شينهن جهڙي دل نہ هُجئي، تہ عشق جو سفر نہ ڪر! مخدوم صاحب بہ ڏيا وارو، شير دل هو. هميشہ تقرير، تحرير، علم ۽ قلم سان اسلام جي خدمت ڪندو رهيو. نتيجي ۾ اجايون ريتون رسمون ختم ٿي ويون ۽ بدعتن کي پُنجو اچي ويو. جهالت ۽ بي دينيءَ جي پاڙ پٽجي وئي. اهو سمورو ڪم خدا ڪارڻ، دين متين جي سربلنديءَ لاءِ ڪندو رهيو. بقول سچل: "سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وڻي نہ وڻي." پاڻ شريعت جي خدمت ۽ دين اسلام جو پيغام هڪ ادنيٰ فرد کان وٺي وقت جي حاڪمن تائين پهچايائين. مير علي شير "قانع" ٺٽوي لکي ٿو:

> "(مخدوم محمد هاشم) سُنت جماعت جي مذهب جي تقويت ۽ دين متين جي رسمن زنده ڪرڻ ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هو. هن جي ڏينهن ۾ سندس ڪوشش سان اهڙا وڏا ڪم سرانجام ٿيندا هئا، جيڪي سچي دين جي تائيد جو ڪارڻ هوندا هئا. مشرڪن ۽ دين جي دشمنن تي سندس عمل چڱيءَ طرح جاري هو. سندس وقت ۾ گهڻ ۾ گهڻ سوين ذمي (ڪافر) ايمان سان مشرف ٿيا. نادر شاهہ بادشاهہ ۽ احمد شاهہ جهڙن وقت جي بادشاهن سان خط و ڪتابت جو رستو ڪليل رکندو هو ۽ سندس استدعائن تي دين جي تقويت متعلق دل گهُريا احڪام جاري ٿيندا ۽ چڱيءَ طرح عمل ۾ ايندا هئا. مطلب تہ سندن وجود غنيمت هو."(1)

مخدوم صاحب دين اسلام جي تبليغ ۽ ترويج لاءِ جيڪي خدمتون ڪيون، سي سج وانگر روشن آهن. هُن نادر شاهہ ۽ احمد شاهہ ابداليءَ کي سندن ظلم ۽ استبداد خلاف خط موڪليا هئا.(2)

### ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي طرفان پروانو

مخدوم صاحب جي علمي ڏاڪ ۽ شرعي خدمت عام ماڻهن، طالبن ۽ عالمن سان گڏ وقت جي حڪمرانن تائين پهچي چُڪي هئي. هڪ دفعي ان

وقت جو حاڪم، ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌس فيض ۽ علم جو عروج ٻڌي، سنڌس زيارت ڪرڻ لاءِ ٺٽي آيو. ميان غلام شاهه، مخدوم صاحب جي نُوراني مُنهن مبارڪ ۽ خدا داد قابليت کان اهڙو تہ متاثر ٿيو، جو کين سڄيءَ سنڌ لاءِ "شيخ الاسلام" (قاضي القضات) مقرر ڪيائين. سنڌس شرعي تحريرون، سرڪاري ڪورٽن ۾ آخري فيصلو ليکيون وڃون.[3]

ڄام نندي جي وفات (سن ٩١۴هه/ ١۵٠٨ع) بعد رفتہ رفتہ شهر ٺٽي ۾ دين جي عزت گهٽ ٿيڻ لڳي. ماڻهو فسق و فجور ۽ گناهه جي ڪمن ڏانهن راغب نظر اچڻ لڳا هئا. شهر ۽ ٻهراڙيءَ ۾ نماز گهٽجي وئي. ماڻهو عيش و عشرت ۽ سير و تفريح جا شوقين ٿي ويا هئا. هاڻي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو دور شروع ٿي چڪو هو. مخدوم صاحب انهن حالتن کان ميان غلام شاهه کي آگاهه ڪرڻ لاءِ هڪ درخواست نامو روانو ڪيو، جنهن ۾ عوام جا سارا حالات حرف بحرف درج ٿيل هئا. چوري، زناڪاري ۽ غير شرعي ڪمن بابت پوري تفصيل سان بيان ڪيل درخواست ميان غلام شاهه پڙهي غور ڪري، هڪ زبردست پروانو لکي، پنهنجي عالمن، حڪومت جي نائبن ۽ پوليس وغيره کي موڪليو، جنهن جو نقل ۽ مطلب ملاحظي لاءِ ڏجي ٿو:

## پرواني جو نقل

"سڀني عمالن ڪامورن ۽ نائبن کي جيڪي هينئر موجود آهن يا انهن جي جاءِ تي هاڻي ايندا، تن کي معلوم هجي تہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جن جي لکڻ موجبُ هينيان گناهه ملڪ ۾ عام ٿي رهيا آهن، جن کي ختم ڪرڻ لاءِ ۽ شرع محمديءَ جي ترويج لاءِ اوهان سڀئي مخدوم صاحب جن سان تعاون ڪريو ۽ سنڌس حڪمن جي تعميل ڪريو. اسلام ۽ شرع مطابق جيڪو پاڻ فيصلو ڪن، انهيءَ تي عمل ڪرايو ۽ ڪريو.

هيٺين غير شرعي ڪمن جي روڪڻ ۾ سندن هر ممڪن مدد ڪريو، جهڙوڪ: تابوت ڪڍڻ، پِٽڻ، عاشوري جي ڏينهن ۾ ماتم ڪرڻ، شراب ۽ ٻين نشي وارين شين جو استعمال، جوا، چوڪري بازي، زنا، فاحشات، ڪنڙن جو نچڻ، مسلمان عورتن جو تفريح جي خيال سان باغن ۾ گهمڻ ۽ جبل جي سير لاءِ وڃڻ، قبرن تي عورتن جو وڃڻ يا ميت تي آواز سان روئڻ، جيئن

ٻيا ماڻهو ٻڌن ۽ ڪنهن انسان ۽ جاندار جو فوٽو ڪڍڻ سخت منع آهي.

هندوئن کي تاڪيد ڪيو ويو ته پنهنجي دوڪانن يا گهٽين ۽ بازارن ۾ ڏوتي مٿي ڪٽي، گوڏا پڌرا ڪري نه هلن.

سني مسلمانن کي حڪم ٿيو ڪجي ته ڏاڙهي شرعي حد جيتري رکائين، ڏاڙهي نه ڪوڙائين ۽ وڏيون مُڇون رکائڻ به منع آهي. ڏاڙهي ڪوڙائڻ جي منع آهي.

هندوئن کي منع ٿي ڪجي ته پنهنجي وڏن ڏينهن جهڙوڪ: هولي يا ڏياري وغيره تي کُليءَ عام جاءِ تي ساز سرود نه وڄائين ۽ نه وري ڪنهن کُليءَ جاءِ تي پڳت وغيره ڪن. ڏهل ۽ ناقوس وغيره نه وڄائين ۽ مسلم عوام جي سامهون کُلين جاين تي بُتن کي سجدو نه ڪن ۽ درياءَ تي وڃي عام تڙن تي ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ درياهه جي پوڄا ڪرڻ، جنهن مان ماڻهن ۾ اشتعال ۽ بدنظمي پيدا ٿئي يا اعتراض شروع ٿئي يا ڪي انهن کي ڏسي براين جا مُرتڪب ٿي پون. اهڙين ڳالهين ۽ هر حرام ۽ بدعت جي منع آهي.

اوهان کي تنبيهه ٿي ڪجي، ته مسلمان پنهنجي دين جي حڪمن، روزي، نماز، زڪواة، مال ۽ جان جي عبادتن کي بجا آڻين. سخت هدايت ۽ تاڪيد ٿو ڪجي، ته هن حڪمنامي ۾ ڄاڻايل ڳالهين تي اهڙيءَ طرح عمل ڪرايو وڃي، جو هڪ به شخص ڪنهن گناهه جي ڪم جو ارتڪاب ڪري نه سگهي. جهڙيءَ طرح هيءُ پروانو لکجي ٿو، ان تي پوريءَ طرح عمل ڪيو وڃي. هر آفيسر هن کي پنهنجو ذمو ڪري سمجهي، نه ته ان جي جوابدهيءَ لاءِ خود ذميدار رهندو. تاريخ ٢ شعبان ١١٧٢هه."[4]

**ديني ۽ انقلابي تبليغ جا اثرات:**

مٿئين مذڪور فرمان جو نتيجو ڪهڙو نڪتو؟ انهيءَ سلسلي ۾ خانبهادر محمد صديق ميمڻ لکي ٿو:

"پرواني ملڻ کان پوءِ مخدوم صاحب، ٺٽي جي آس پاس جي ڳوٺن وارن مسلمانن کي اسلامي اصولن ۽ شريعت جي قانون تي هلڻ لاءِ مجبور ڪيو. ٺٽي ۽ ان جي آس پاس مان سڀ بدعتون

صفا بند ٿي ويون. اوتارن مان ڏنڊا، ڪُونڊا ۽ سرڪلياڻ گم ٿي ويا ۽ غير آباد مسجدون وري آباد ٿي ويون." (5)

ٺٽو، ان وقت علم ۽ هنر جو مرڪز هو. ٺٽي ۾ مختلف مڪتبئہ فڪر جا وڏا وڏا عالم ۽ فاضل، صوفي ۽ درويش، شاعر ۽ سياڻا رهندا هئا. ان ڪري ٺٽي ۾ علمي مجلسن، بحث مباحثي، شعر و شاعري، تصنيف و تاليف جو چهچٽو متل هوندو هو. پر ايترن عالمن ۽ صوفي درويشن هوندي، ٺٽي ۾ غير شرعي ڪم ٿيندا هئا. جاهل صوفين ڪئين بدعتون جاري ڪري وڌيون هيون. انهن جو اثر، عام ماڻهن سان گڏ اهلِ علم ڪي بہ لپيٽ ۾ آڻيندو ۽ وڪوڙيندو ٿي ويو. حڪومت طرفان بہ اسلامي اصولن ۽ شريعت جي پابندي ۽ بدعتن وغيره جي باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪانہ ٿيندي هئي.

اهڙي سمي مخدوم صاحب سنڌ ۾ فرمان جاري ڪرائي، اسلامي زندگيءَ ۾ هڪ عظيم اصلاحي انقلاب برپا ڪيو. هزارين انسان، جن جو خدا ڪان ناتو ٽٽل هو، اُهي شريعت پاڪ تي عمل ڪري، صالح ۽ پرهيزگار بنجي پيا ۽ معاشرو سُڌري صالح بنجي پيو.

انقلاب رڳو ڳالهين ڪرڻ ۽ هَٿَ هَٿَ تي رکي ويهڻ ۽ تمنائن رکڻ سان ڪونہ ايندو آهي، پر ان لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائڻي پوندي آهي. تقرير تحرير، زبان قلم، تن من ڌن، مطلب تہ مالي ۽ جاني قرباني ڏيڻي پوندي آهي. مخالفت جي طوفانن سان ٽڪر کائبو آهي. انهن سيني ڳالهين جي پيشِ نظر مخدوم صاحب انقلاب مان مراد اهو انقلاب وٺي ٿو، جنهن ۾ الله ۽ رسول جو حڪم جاري ٿئي؛ شريعت جي بالادستي قائم رهي. قرآن ۽ سُنت تي عمل ٿئي؛ ماڻهو واهيات ۽ خراب ڪم ڇڏي، اعليٰ اخلاق جا صاحب بنجن؛ شيطان مڪار، عيار ۽ ازلي دشمن جو پاسو ڇڏي. رب رحمان جو رستو وٺن؛ جنهن مقصد لاءِ انسان هن دنيا ۾ آيو آهي، اهو حقيقي مقصد حاصل ڪن؛ ماڻهو امن امان، سک شانتي، محبت ۽ قربت ۾ زندگي گذارين ۽ وڏ ۾ وڏ انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري ٿئي؛ جهالت جون ريتون رسمون بند ٿين؛ ظلم ۽ تشدد جا بنڌڻ ٽُٽن؛ ماڻهن ۾ اخوت، محبت، اسلامي روح ۽ جذبو اُڀارجي. ائين ڪرڻ سان ترقي ۽ جاڳرتا ٿيندي، ۽ واڌاري ۽ سُڌاري جون نيون راهون کُلنديون ۽ املهہ اتساهہ پڻ ملندو.

مخدوم صاحب انهيءَ انقلاب جو حامي نہ هو، جنهن سان مارڌاڙ، ملڪ ۾ فتنو فساد، قُرلت، هنگامہ آرائي، ماڻهن جو امن امان برباد، ڏڦيڙ ۽

بدامني پيدا ٿئي ۽ هر هڪ جو سک ۽ آرام ڦٽي. اهي ڳالهيون تہ ظلم جي عڪاسي ڪن ٿيون. بلڪہ مخدوم صاحب تہ ماڻهن جي سک سلامتي، امن امان، شريعت جي بالادستي ۽ خوشحاليءَ جو خواهان هو:

اوروں کا پیغام اور ہے، میرا پیغام اور ہے،
عشق کے دردمند کا طرز- کلام اور ہے!

بهرحال، مخدوم صاحب دين متين جي سربلنديءَ لاءِ اهو ڪارنامو سرانجام ڏنو، جنهن لاءِ هن وقت وڏيون سياسي جماعتون، ادارا ۽ حڪومتون بہ مصلحت طور عاجز نظر اچي رهيون آهن. مشڪل سان اهو حق ادا ڪري سگهن. پر الله تعاليٰ قادر ڪريم آهي! خود الله تعاليٰ جا موڪليل نبي ۽ رسول بہ انقلابي هئا. جو تہ انهن بہ گمراهي ۽ بگڙيل معاشري جي جاءِ تي نئين شريعت آڻڻ ٿي گهري. نئون ۽ صاف سٿرو پاڪ نظام آڻڻ ٿي چاهيو. تنهنڪري اها ڳالهہ سندن قومن کي نہ وڻي ۽ سندن مخالفت ۾ اٿي کڙا ٿيا. خود اسان جو پيارو پيغمبر بہ رحمة للعالمين هو، پر تنهن هوندي بہ مخالفن سندن مخالفت ۾ تنهن چوٽيءَ جو زور لڳايو. مگر الله تعاليٰ دين اسلام کي پورو ۽ ڪامل ڪيو. ۽ چراغ- مصطفوي نہ اُجهائو ۽ تا ابد روشن رهيو ۽ رهندو!

اهو لازمي اوس ٿيڻو هو تہ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي انهيءَ عظيم انقلاب جي انفرادي يا اجتماعي طور مخالفت ٿيندي، پر مخدوم صاحب هماليہ وانگر مضبوط ۽ اٽل رهيو.

هونئن بہ ڇڙواڳ خيال، شريعت جي احڪامن تي عمل ڪرڻ کان مُنهن موڙي، ڪئين بهانا بنائي ۽ حيلا هلائيندا آهن. پنهنجي من مستين ماڻڻ لاءِ جتن ڪندا آهن، ۽ نفس کي راضي ڪرڻ لاءِ هٿ پير هلائيندا آهن، مگر نيٺ کين ناڪامي پلئہ پوندي آهي. انهيءَ سلسلي ۾، "الوحيد" ۾ اچي ٿو:

"مخدوم صاحب جي انهيءَ شرعي تحريڪ جي ڪن آواره مزاج ماڻهن (مخالفت سان) ڪوشش ورتي. مگر نتيجو ان جي برعڪس نڪتو. يعني تہ ميان غلام شاهہ وٽان مخدوم صاحب کي ٺٽي جي قاضي القضات جو عهدو مليو. جنهنڪري مخالفن جي طاقت جو هميشہ لاءِ خاتمو ٿي ويو."[(6)]

انهيءَ شرعي پرواني ملڻ بعد مخدوم صاحب جي مخالفت ٿيڻ لازمي هئي. گهڻن ئي ماڻهن سندس مخالفت ۽ دشمنيءَ ۾ ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي،

پر پاڻ هر وقت پهاڙ وانگر ٻراين جي پاڙ پٽڻ لاءِ ڄميا رهيا. عام ماڻهن جي مخالفت تہ اوس ٿيڻي هئي، مگر ان وقت جي وڏي عالم ۽ صوفي مخدوم محمد معين ٺٽويءَ بہ مخدوم صاحب جي ڪن مسئلن ۾ مخالفت ڪئي، جيتوڻيڪ مخدوم محمد هاشم حق تي هو. مخدوم محمد معين جون مخدوم صاحب سان ڏاڙهي ڪترائڻ ۽ خاص شرعي نموني ۾ محرم ۾ ماتم ڪرڻ تي رد ڪد هليا، پر ان جو مخدوم محمد معين جي حق ۾ ڪوبہ معقول نتيجو ڪونہ نڪتو. مخدوم صاحب شرعي حڪمن جي پابنديءَ تي ايترو زور ڏياريو، جو وضوءَ ۽ غُسل لاءِ شرعي مقدار تي پاڻيءَ جي استعمال جو حڪم ڏنائين ۽ پوري وزن جا ڪوزا ٺهرايائين، جن کي ان زماني ۾ "هاشمي ڪوزا" سڏيو ويندو هو.[7]

وحــدهٔ لاشــريـڪ لــهٗ، چئــي چونــدو آءُ،
فــرض، واجب، سُنتــون، تــنئــون تــرڪ م پاءِ،
تـوبهــ سندي تـسـبـيح، پڙهـڻ ســاڻ پچاءِ،
نِگا پنهنجي نفس کي، ڪا سنئين راهہ سونهاءِ،
تــ ســنـدي دوزخ بــاهــ، تـو اوڏيـائـي نــ اچي!
(شاهہ)

## روحاني طاقت:

مخدوم صاحب ظاهري طرح هڪ وڏو زاهد، شريعت جو پابند، عاشقِ رسول ﷺ ۽ ڪامل ولي هو. سندس ڪرامتن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

هڪ بزرگ صاحبِ دل جون مُڇون سُنت مطابق نہ هيون. ان ڪري مخدوم صاحب جبراً اُن جون مُڇون سُنت مطابق ڪتيون. تنهن تي اهو بزرگ غضبناڪ ٿيو ۽ چيائين تہ، اوهان جي خبر لهندس، يعني سزا ڏيندس. پر مخدوم صاحب ان جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي. مخدوم صاحب حسبِ دستور ٽيهري نماز کان پوءِ تڏي تي ويهي، حديث شريف جو درس پئي ڏنو، تہ اُن بزرگ ايذاءُ پهچائڻ واسطي مخدوم صاحب تي باطني توجه ستيو. مخدوم صاحب کي معلوم ٿيو تہ، "حسبنا الله" چئي، پنهنجي هٿ سان توجه کي رد ڪيو. ان وقت ئي تڏي ۾ باطني توجه جي اثر ڪري سوراخ ٿي پيو، جنهن جو اثر زمين ۾ بہ ٿيو، پر مخدوم صاحب امن ۽ قرار سان رهيو ۽ حديث شريف جو درس ڏيندو رهيو.[8]

ڪِڪَ سڙن، پِنَ سڙن، سڙي سائو گاهہ،
جن ريجهايو الله، تئو نہ اچي تن کي!

ساڳئي قسم جي هڪ روايت بُوعلي قلندر (المتوفي: ۷۲۴هہ/ ۱۳۲۴ع) جي باري ۾ بہ آهي، تہ ان بزرگ جون مُڇون بہ سنت نبويءَ جي خلاف تمام وڏيون هيون. ڪنهن کي بہ جرئت نہ پئي ٿي، جو کيس مُڇن وٺڻ لاءِ عرض ڪري. خواجہ ضياءُ الدين سنامي (المتوفي: ۷۳۸هہ/ ۱۳۳۸ع) شريعت ۽ تقويٰ جو صاحب هو. پاڻ قئنچي ڪٺي اڳتي وڌيو. (بُوعلي قلندر بہ تي پيرا تيز نگاهن سان خواجہ صاحب ڏانهن توجه ڪيو، پر خواجہ صاحب تي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو. خواجہ ضياءُ الدين سنامي جي وجڻ ڪان پوءِ ماڻهن عرض ڪيو، تہ اڄ ضياءُ الدين اوهان تي ڏاڍي سختي ڪئي. بُوعلي قلندر فرمايو تہ بہ ٽي پيرا اُن تي توجه ستيم، مگر ان کي شريعت جي زره ڍڪيل هئي. منهنجي باطني تير ان تي ڪوبہ اثر نہ ڪيو.) خواجہ ضياءُ الدين قئنچي کڻي بُوعلي قلندر جي سُونهاريءَ کي جهلي، سندس مُڇون ڪٽيون هيون.[9] اُن کان پوءِ بُوعلي قلندر پنهنجي سُونهاريءَ کي چمندو هو ۽ چوندو هو، تہ هيءَ سُونهاري (مُڇن ڪٽڻ وقت) شريعت محمديءَ جي رستي ۾ پڪڙي ويئي آهي.[10]

بهرحال، مخدوم صاحب جي همت ۽ جرئت کي سلام آهي، جو هُو شريعت محمديءَ جي احڪام ۽ پابنديءَ ۾ ڪنهن بہ ننڍي يا وڏي، ۽ پنهنجي ۽ پرائي جي پاس خاطري ۽ رک رکاءُ نہ ڪندو هو:

جنين سودو سچ سين، وکر وهايو،
بخرو "لهم البشريٰ" جو، اُنين لئہ آيو،
ان کي لالڻ لنگهايو، ساندارو سمونڊ جو.

**شريعت سڃاڻ:**

مخدوم صاحب پنهنجي اُستاد مخدوم ضياءُ الدين ٺٽويءَ جي مرشد مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ سان تمام گهڻي عقيدت رکندو هو. ايتري قدر جو سندس ويهڻ واري کٽ کي بہ چنبيندو ۽ صاف ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن مخدوم ابوالقاسم وضو پئي ڪيو. پانهن ڌوئڻ مهل ٺونٺ کان پاڻي ٽي نايائين، جيڪو هيٺ ڪارائيءَ ۽ هٿ ڏانهن ٽي ويو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ عرض ڪيو تہ فقه جي ڪتابن موجب، پاڻي هٿ ۽ ڪارائيءَ کان مٿي ٺونٺ ڏانهن نائڻ گهرجي. مخدوم ابوالقاسم فرمايو، تہ مون رسول الله ﷺ

جن کي اهڙيءَ طرح ڪندي ڏٺو آهي. مخدوم صاحب عرض ڪيو، ته حسب روايت فقه جو اهو طريقو آهي، آئنده اوهان جي مرضي. مخدوم ابوالقاسم ان وقت حضور ﷺ جن ڏانهن متوجهه ٿيو. پوءِ مخدوم نقشبنديءَ چيو ته حضور جن فرمايو، ته جيڪڏهن توهان هن نموني ڪندي ڏٺو آهي، (توهان جي نظر ۽ ڏسڻ ۾ ڀُل ٿي سگهي ٿي) پر جيئن مخدوم چوي ٿو، ائين معمول ڪر. هاڻي جيئن مخدوم چوي ٿو، اهڙيءَ طرح وضو ڪريان ٿو.

"تڪملہ مقالات الشعراء" جو صاحب لکي ٿو ته سبحان الله! مخدوم صاحب جي حق گوئي جو مرتبو هن مان ڏسڻ گهرجي، جو اهو امر نه فرض هو نه واجب، بلڪ محض احتياط هو ۽ حضرت مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جي تصوف ۽ مڪاشفي جو به ڪمال آهي، جو اک ڇنڀ ۾ حضور ﷺ جن کان جواب وٺي آيو.[11]

اکيون سي ئي ڏار، جن سان پسين پرينءَ کي،
ٻي ڏانهن ڪيمَ نهار، گهڻو ريسارا سپرين.

**درٻار رسالت ۾ مقبوليت:**

"تڪملہ مقالات الشعراء" ۾ آهي ته هڪ شخص مخدوم صاحب کان ڪو مسئلو لکايو. ان کان پوءِ تصديق واسطي صحيح ڪرڻ لاءِ مخدوم صاحب جي استاد مخدوم ضياءُ الدين ٺٽويءَ، جيڪو مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جو مريد هو، وٽ کڻي ويو. مخدوم ضياءُ الدين جو اُن مسئلي ۾ رايو ٻي طرح هو، ان ڪري دستخط نه ڪيائين. رات جو خواب ۾ رسول الله ﷺ جن کي ڏٺائين. حضور جن فرمايو ته، "جيئن محمد هاشم چوي ٿو، توهان به انهيءَ تي فتويٰ ڏيو." مخدوم ضياءُ الدين صبح جو انهيءَ ماڻهوءَ کي گهرايو ۽ ڪاغذ تي دستخط ڪري ڏنائين. ان کان پوءِ جيڪڏهن ڪو به ماڻهو وٽس مسئلي لاءِ ايندو هو، ته ان کي مخدوم محمد هاشم وٽ موڪليندو هو ۽ چوندو هو ته حضور ﷺ جن فتويٰ ان جي هٿ ۾ ڏني آهي.[12]

وڪر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي،
ويچيندي ولات ۾، ڏرو ٿئي نه ضاءِ.
سا ڪا هڙ هلاءِ، آڳهه جنهن جي ايئين.
(شاهه)

**فتوي نويسي:**

هڪ ماڻهو هندستان کان فتويٰ وٺڻ آيو. گهمندي مڪليءَ واري قبرستان ۾ پهتو، جتي مخدوم صاحب جي قبر آهي. اتي کيس هڪ شخص مليو. اُن پڇيس تہ درويش! ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ جنهن کي چيائين، مخدوم محمدهاشم ٺٽويءَ کان فتويٰ وٺڻ ٿو وڃان. اُن ماڻهوءَ چيس، پنو قلم ڏي. هن کان پنو قلم وٺي، کيس فتويٰ لکي ڏنائين. هي ماڻهو ٺٽي شهر ۾ آيو، جتي کيس معلوم ٿيو تہ مخدوم صاحب گذاري ويو آهي. سندس مدرسو هلندڙ هو. شاگردن کي فتويٰ ڏيکاريائين، جن مخدوم صاحب جا اکر سُڃاتا.[13]

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مانُ،
ڪوڙئين ڪن سلام، آگہ اچئو ان جي!
(شاھ)

اهڙي قسم جي هڪ روايت مخدوم صاحب جي شاگرد مخدوم عبدالله نرئي واري ۽ گرهوڙي صاحب جي قاصد جي ڪچ طرف بہ مشهور آهي.[14]

**عين عبادت:**

هڪ بي علم شخص، مخدوم صاحب جي عين موقعي نماز پڙهڻ وقت سندس خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. مخدوم صاحب ان بي علم کي نماز پڙهڻ لاءِ چيو. نيٺ هن شخص، مخدوم صاحب جي چوڻ ڪري سندس پٺيان اقتدا ڪئي. قيام، رڪوع، سجود وغيره ارڪانن ۾ مخدوم صاحب کي گهڻي دير ڪندي ڏسي، ملول ٿي نماز ڇڏي ڀڄي ويو. آخر ڪجهہ وقت کان پوءِ اهو شخص ڪنهن آدمي ٺٽي جي رهاڪوءَ سان ملاقي ٿيو، جنهن کان پڇيائين تہ مخدوم صاحب نماز کان فارغ ٿيو آهي، يا اڃا رڪوع سجود ۾ آهي؟ ٺٽي جي رهاڪوءَ هن کي ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو ۽ مخدوم صاحب سان اچي ڳالهہ ڪيائين، تہ فلاڻو شخص توهان جي پٺيان نماز پڙهندي، ڪڪ ٿي اڌ مان ڀڄي ويو آهي. مخدوم صاحب کيس چيو، ”جڏهن (نماز ۾) منهنجي هڪ تسبيح درگاهہ الاهيءَ ۾ مقبول ٿيندي آهي، تڏهن وري ٻي تسبيح پڙهندو آهيان، تان تہ ائين ٿي تسبيحون پڙهندو آهيان، نہ وڏيڪ.“[15]

بهرحال، مخدوم صاحب عالم رباني، متقي، روحانيت جو صاحب، شريعت جو پابند ۽ ڪامل ولي هو.

# حوالا

(١) "تحفة الڪرام"، ص ٥٦٥
(٢) "بناء الاسلام"، ڏسو مقدمو، ص ٣٨
(٣) "هيڪار"، ص ٤٢
(٤) "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ص ٣٣
(٥) ميمڻ محمد صديق: "سنڌ جي ادبي تاريخ"، جلد ١، ص ١٥٢
(٦) "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ص ٣٣
(٧) "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ص ٣٣
(٨) "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٤٣
(٩) شيخ عبدالحق محدث دهلوي: "اخبار الاخيار" (مترجم اردو)، ص ٢٣١
(١٠) رحمان علي: "تذڪره علماءِ هند" (مترجم اردو)، ص ٢٥٥
(١١) "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٤٤
(١٢) ايضاً، ص ٤٥
(١٣) گندرو عبدالله: "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" (مضمون) روزانہ "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ، ٧ جون ١٩٦٨ع
(١٤) سرائي امداد علي: "قدم ڪاپڙين جا"، ص ١٣١
(١٥) عباسي شفيع محمد ڪهڙائي، "قصص الاولياء سنڌ" (قلمي سنڌي)، ص ١٢٦ نوٽ: هي قلمي ڪتاب تازو مخدوم نديم احمد هاشمي، گادي نشين درگاهہ عاليه ڪهڙا شريف، "تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ" جي نالي ١٩٩٧ع ۾ مخدوم عبدالرحمان شهيد اڪيڊمي، ڪهڙا شريف طرفان شايع ڪيو آهي.

# باب ڇهون

# سير ۽ سفر

### حرمين شريفين جو سفر

مخدوم صاحب جو پهريون سفر، سندس ڀاڄتي ۽ ننڍي وهيءَ ۾ پنهنجي وطن ٻنوري کان ٺٽي شهر ۾، علم پرائڻ واسطي هو. سندس ٻيو وڏو ۽ اهم حرمين شريفين جو سفر، حج جي سعادت حاصل ڪرڻ سان گڏ وڌيڪ علمي تحصيل خاطر هو. سندس ٽيون سفر بہ روحاني تعليم ۽ مرشد وٺڻ خاطر، حرمين شريفين مان واپس موٽندي، سورت بندر طرف ٿيو. ان کان پوءِ پاڻ مختلف وقتن تي ديني تبليغ واسطي سنڌ جو سير سفر بہ ڪيو اٿن.

مخدوم صاحب تقريباً ايڪٽيهن سالن جو ٿيو، تڏهن حج ادا ڪرڻ لاءِ سنبريو. مخدوم صاحب عاشقِ رسول ﷺ ۽ عالم باعمل هو. ان ڪري هميشہ ڪعبة الله ۽ ديارِ حبيب ﷺ جي زيارت لاءِ عشق ۽ محبت، سڪ ۽ سوز جو درياءُ سندس دل ۾ ڇوليون هڻي رهيو هو. پاڻ سن ١١٣٥هہ/ ١٧٢٣ع ۾ حج جي سفر لاءِ ٺٽي مان اُسهيو. مخدوم صاحب جي هن سفر جو مقصد حرمين شريفين جي زيارت، ديني علوم، يعني: علم حديث، تفسير ۽ قرأت جي مڪمل تحصيل ۽ تڪميل حاصل ڪرڻ پڻ هو.

حقيقت بہ ائين آهي تہ هر عاقل بالغ مسلمان تي استطاعت هوندي، حج ادا ڪرڻ ۽ علم جي طلب ڪرڻ لازمي آهي. حج گناهن کي ميٽي ٿو ۽ علم جي عظمت کي حضور ﷺ جن عبادت کان بہ افضل قرار ڏنو آهي. طالب علم ۽ عالم جي قلم جي مَسَ کي بہ شهيد جي رت کان وڌيڪ پاڪ ۽ افضل فرمائي، مسلمانن کي طلبِ علم جي لازوال لگن عطا فرمائي آهي.

مخدوم صاحب کي الاهي علمي عطا، پنهنجي ذهين طبيعت ۽ عربي ٻوليءَ تي مڪمل عبور هو. ان ڪري وقت اچڻ تي هُو ديارِ حبيب ﷺ وڃڻ

لاءِ روانو ٿيو. ان وقت سندس عمر ايڪٽيهہ سال هئي. ان دور ۾ حج جو سفر اٿانگو ۽ مشڪل هوندو هو. اڄ جهڙيون سهولتون ميسر نہ هيون ۽ اهو بہ معلوم نہ آهي، تہ مخدوم صاحب اهو سفر ڪهڙي رستي سان طئي ڪيو هوندو؟

مخدوم صاحب حرمين شريفين ۾ حج ادا ڪرڻ سان گڏ اڳوٽي علمي جذبي ۽ دلي شوق سان اتي جي عالمن ۽ استادن کان علم حديث ۽ ٻين علمن ۾ اجازت ۽ سَنَدُون حاصل ڪيون. مخدوم صاحب مڪي شريف ۽ مديني منوره ۾ جن بزرگن ۽ استادن کان علمي استفادو ڪيو، تن جو ذڪر پاڻ پنهنجي ڪتاب "اتحاف الاڪابر" ۾ ڪيو آهي.

مخدوم صاحب سفر حج جو احوال بيان ڪندي، پنهنجي ڪن ڪتابن جي حاشيي تي لکيو آهي:

"ڪيس جمعي جي رات، ١٢ تاريخ رجب المرجب سن ١١٣٦هہ تي مديني منوره ۾ حضرت رسول الله ﷺ جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو."[1]

مخدوم صاحب جي علمي عظمت ۽ عشقِ رسول ﷺ جي ڪري، سنڌ ۾ هيٺيون واقعو بہ عام زبان زد ۽ گهڻو مشهور آهي:

"حرمين شريفين جي سفر دوران مخدوم صاحب جڏهن مديني منوره ۾ رسول الله ﷺ جن جي روضي مبارڪ تي حاضري ڏني ۽ سلام پڙهيو، تہ روضي مبارڪ مان حضور ﷺ جن طرفان ڪيس سلام جو جواب مليو ۽ ائين ڪيڪاريو ويو تہ 'ڀلي آئين محمد هاشم ٺٽي وارا!' جو تہ محمد هاشم نالي وارا ٻيا ماڻهو بہ حرم رسول الله ۾ حاضر ۽ موجود هئا."[2]

جيتوڻيڪ مٿين واقعي جو احوال "تحفة الڪرام" يا ٻين تاريخي ڪتابن ۾ آيل ڪونهي، پر هيءُ واقعو سڄي سنڌ ۾ ايترو تہ مشهور آهي، جو ان جو انڪار بہ ڪري نہ ٿو سگهجي ۽ تواتر جي حد تائين پهتل آهي.

ان کان سواءِ مخدوم صاحب جي همعصر بزرگ حضرت شاهہ ولي الله دهلوي بہ حرمين شريفين جي سفر دوران اهڙن واقعن، فيض برڪت ۽ مشاهدن جو ذڪر پنهنجي ڪتابن ۾ ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

"جنهن وقت آئون مديني منوره ۾ حاضر ٿيس ۽ روضي مبارڪ جي زيارت کان مشرف ٿيس، تہ مون رسول الله ﷺ جو روح

مبارڪ ظاهر ظهور ڏنو. اهو ڏسڻ نہ رڳو عالمِ ارواح ۾، بلڪ عالمِ مثال ۾ هِن ظاهري اکين جي قريب هو. آئون سمجهي ويس تہ هيءُ جو عوام ۾ مشهور آهي، تہ رسول الله ﷺ نماز ۾ حاضر ٿئي ٿو ۽ ماڻهن جي امامت ڪرائي ٿو وغيره ذالڪ. هي سڀ انهيءَ دقيقي جون ڳالهيون آهن... مون نبي ﷺ کي سندن اصلي صورت ۾ بار بار گهڻا دفعا ڏٺو آهي."[3]

مشهور آهي تہ شاهہ ولي الله دهلويءَ اها بہ دعويٰ ڪئي آهي، تہ مون کي خود رسول الله ﷺ سالڪ بنايو آهي ۽ پاڻ منهنجي تربيت فرمائي آهي. ان لاءِ آئون ڪنهن واسطي کان سواءِ رسول الله ﷺ جو شاگرد آهيان.

"سنن ابوداؤد" ۾ حديث مبارڪ بہ آهي:

"ان الله حرم علي الارض ان ياكل اجساد الانبياء فنبي الله حي يرزق[4] يعني: الله تعاليٰ زمين تي حرام ڪري ڇڏيو آهي، تہ اها نبين سڳورن جي جسم کي نہ کائي. الله تعاليٰ جا نبي زنده آهن، انهن کي رزق ڏنو وڃي ٿو."

بهرحال، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سان پليڪار واري روايت ۽ شاهہ ولي الله دهلويءَ جي مڪاشفات ۽ زيارت واريون روايتون، سڀ انهيءَ دقيقي جون ڳالهيون آهن. ادب ۽ عشق، سوز ۽ محبت جون علامتون ۽ اهڃاڻ آهن.

مخدوم صاحب ڏانهن ڪعبة الله جي طواف وقت عورتن ۽ مردن کي جدا جدا طواف ڪرڻ جو واقعو بہ منسوب آهي، پر "تحفة الڪرام" ۾ اهو واقعو مخدوم آدم ٺٽويءَ ڏانهن منسوب ٿيل آهي.[5]

مولانا دين محمد وفائي لکي ٿو:

"(مخدوم صاحب جي علمي ڪمال ۽ ديني خدمت ڪري) عام ماڻهن ۾ هيءُ بہ رواج آهي، تہ گذريل زماني ۾ شرعي يا ديني، ڪو وڏو معاملو، ڪنهن دين جي عالم هٿان ٿي گذرندو آهي، تہ ان کي گهڻو ڪري مخدوم محمد هاشم ڏانهن منسوب ڪندا آهن."[6]

بهرحال، انهن عام مشهور روايتن ۽ واقعن مان مخدوم صاحب جي علمي عظمت، شرعي خدمت ۽ ديني اهميت جي پليءَ پٽ پروڙ پوري ٿي ۽ سندس مقبوليت ۽ عالمانہ وقار ۽ ڪردار جي نشاندهي بہ ٿئي ٿي.

رچرڊ برٽن، مخدوم صاحب جي حج جي سفر تي هن ريت روشني وڌي آهي:

”هن هندستان ۽ عربستان جو سير ڪيو. عربي ۽ فارسي ٻوليون ۽ فقه چڱيءَ طرح سکيو. چون ٿا تہ مسافريءَ دوران هن عيسائي پادرين سان ڪيترا مناظرا ڪيا ۽ سندن مذهب جي خلاف رسالا پڻ لکيا.“(7)

برٽن جو اهو اقتباس تمام قيمتي آهي، جنهن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ مخدوم صاحب جو هيءُ سمورو سفر مڪمل طور علمي ۽ ديني هو. دين جي خدمت سفر ۾ بہ جاري رهي. برٽن جي حوالي مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو، تہ مخدوم صاحب مفسر، محدث ۽ فقيہ هجڻ سان گڏ ”مناظرِ اسلام“ بہ هو.

جيئن مٿي گذري آيو تہ مخدوم صاحب حج ادا ڪرڻ لاءِ خبر ناهي تہ ڪهڙي رستي سان سفر اختيار ڪيو هو؟ البت، مخدوم صاحب جي دور جي همعصر بزرگ، شاعر ۽ عاشقِ رسول ﷺ مخدوم عبدالرئوف ڀٽي هالائيءَ بہ ٻارهين صديءَ هجريءَ ۾ بہ ٻيرا حج واسطي عربستان جو سفر ڪيو هو. هن پنهنجي سفر جو ذڪر، سنڌي شاعريءَ جي صنف ”مولود“ ۾ ڪيو آهي تہ هُو هالا شهر کان نڪري، ڪٿان ڪٿان ٿيندو، سفر ڪري حرمين شريفين پهتو هو. سندس مولودن مان ان دور جي سفر جي منزلن جو اندازو ۽ ڪن شهرن جا نالا بہ ظاهر ۽ معلوم ٿين ٿا. ممڪن آهي تہ ان وقت اهوئي رستو ٻلي پار وڃڻ جو هو. ۽ مخدوم صاحب بہ ٺٽي مان نڪري، اڳتي ساڳيون منزلون طئي ڪري، ديارِ حبيب ۾ پهتو هجي! مخدوم عبدالرئوف ڀٽي هالائيءَ جو مولود هن طرح آهي:

مُنارا مير مُرسل جا، ڏسان شل ڏيهہ سڀ ڏوري!
١. هلي هالا، مٽيان ميسا، اُنڙپور کي ڇڏيان اوري،
مٽياريءَ جي مُهاڳي کان ڇڏيان مانجهو گهليون گهوري.
٢. کهو ۽ ڪوٽڙي ڪوٽ ۽ سُنڌا ڪوڪر وڃان سوري،
ننگربندر ۽ ٻاگاٽا، ڪراچيءَ کان وڃان ڪوري.
٣. مخو مسقط، مطر مربات ۽ مڪلا مٽيان موري،
حدوده مان هلان هل سان، جدي ۾ جاءِ وهان جوڙي.
۴. هلان جدي مان مڪي، صفا مروه وڃان ووڙي،
ڪريان ڪعبي طواف ۽ حجراسود کي مان چوري.

۵. پيـان پاڻي سندو زم زم، ڇڏيـان احـرام اُت ڇوڙي،
مديني مير سان موليٰ! ٿَڪِي نيئي ميڙ ڪنهن ٿوري.
٦. مـديـنـي خاڪ کي سـرمـو ڪري پـايان پـتـر پـوري،
سِـيِ "عبدالرئوف" اڳيان قريشيءَ جي رکان ڪوري.[8]

## سورت بندر

مخدوم صاحب حرمين شريفين جي سفر تان موٽندي مرشد جي تلاش ۾ هندستان آيو ته ڏسجي، جتي پاڻ حضرت سيد سعدالله قادري (المتوفي ١١٣٨هـ/ ١٧٢٦ع) سورت بندر واري جو مريد ٿيو. ڪانئس قادري سلسلي ۾ خلافت جو خرقو حاصل ڪري، سن ١١٣٧هـ ۾ واپس ٺٽي موٽي آيو.

## پٽ شاهه

مشهور آهي تـه مخدوم صاحب دين جي آبياريءَ لاءِ هر وقت ڪوشان رهندو هو. جتي ڪو دين جي خلاف بدعت جو ڪم ٿيندو هو، تـه هلي وڃي ان بدعت جي ڪم کي بند ڪرڻ جو سعيو ڪندو هو. مير عبدالحسين "سانگي" لکي ٿو:

"هڪ ڀيرو ناميارا عالم حضرت شاهه صاحب وٽ آيا. انهن جو اڳواڻ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هو، جنهن جو لقب 'مخدوم' آهي. انهن عالمن جي اچڻ جو مقصد اهو هو تـه حضرت شاهه صاحب پنهنجي مجلس ۾ راڳ ۽ سرود وڄائيندو هو، ان کي روڪڻ واسطي آيا، جو اهو ڪم شريعت جي خلاف آهي. جڏهن شاهه صاحب عالمن ۽ زاهدن جي اچڻ جو ٻڌو تـه پنهنجي فقيرن کي فرمايائون تـه تنبورن کي ڪٽي اندر جاءِ ۾ رکن ۽ پاڻ فقيرن جي وچ ۾ اچي وينا، جيئن تارن ۾ چنڊ چمڪندو آهي. جڏهن اهي عالم ۽ زاهد آيا ۽ قدمبوسيءَ جو شرف حاصل ڪيائون، تـه حضرت شاهه صاحب انهن عالمن سان تمام سهڻي نموني پيش آيو ۽ اڳواڻ انهن کان مسئلو پڇيائون، تـه هڪڙو وڻ هجي ۽ ان مان عام فائدو حاصل ٿئي. پاڻيءَ کان سواءِ سڪڻ لڳي ۽ پاڻي بـه گندو ۽ ناپاڪ هجي. اهو پليد پاڻي وڻ کي ڏجي يا ڇڏي ڏجي، تـه ٻلي سڪي وڃي؟ عالمن يڪ زبان آواز ڏنو، تـه ان ۾ ڪو حرج

ڪونهي، جو پليد پاڻي وڻ کي ڏجي، وڻ سائو ٿئي (۽ ان وڻ جو فائدو عام ٿئي). جڏهن عالمن مسئلو حل ڪيو تہ تنبورا جيڪي اندر پيا هئا، سي ازخود وڄڻ لڳا. ڄڻ تہ انهن کي ڪو وڄائي رهيو آهي.

عالمن کي سازن وڄائڻ تي ڪاوڙ آئي تہ هيءَ ڪهڙي شرافت آهي، جو شريعت جي خلاف رستو اختيار ڪيو ويو آهي! اسان تہ خاص انهن جي روڪڻ لاءِ آيا آهيون ۽ فقير اندر ساز وڄائڻ ۾ مصروف آهن. حضرت شاهہ صاحب انهن کي اجازت ڏني، تہ اندر وڃي جنهن کي ڏسن ۽ شرعي حڪم جاري ڪن. شريعت جي صاحبن جلدي وڃي ڏٺو تہ جاءِ کي رڳو هڪ دروازو هو ۽ پاڻ اتان داخل ٿيا. جاءِ کي ٻي ڪابہ دري وغيره ڪانہ هئي. چارئي طرف بند آهن ۽ تنبورا ازخود وڄي رهيا آهن. اهو ڏسي عجب ۾ پئجي ويا ۽ حضرت شاهہ صاحب کان ان جو سبب پڇيائون. حضرت شاهہ صاحب فرمايو تہ جڏهن اوهان کان مسئلو پڇيم، تہ اوهان جائز ڪيو. پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان تنبورن وڄڻ شروع ڪيو. جيئن تہ منهنجي دل ۾ حقيقي محبت جو وڻ آهي. سرود جي آواز کان اهو سائو ٿئي ٿو."(9)

مولانا دين محمد وفائيءَ پنهنجي ڪتاب "لطف اللطيف" ۾ اها ساڳي روايت آندي آهي، پر ان روايت جي صحيح هجڻ جي تصديق نٿو ڪري. هو لکي ٿو:

"هونئن بہ ملڪ ۾ اهو واقعو، عام طرح، ورهين کان وٺي مشهور آهي. پوءِ سچو آهي يا ڪوڙو، ان جو علم الله کي آهي."(10)

مرزا قليچ بيگ بہ لکيو آهي:

"پر سازن جو وڄڻ، سا اها ڳالهہ برخلاف آهي."(11)

بهرحال، مير عبدالحسين "سانگي" جي مٿين روايت ۾ شڪ ۽ پڪ جو مسئلو، تحقيق طلب آهي. البت، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ملاقات ثابت آهي.

جناب سائين جي. ايم. سيد لکي ٿو:

"شاهہ صاحب، مخدوم محمد هاشم سان بہ ٽي دفعا مليو ٿو ڏسجي."(12)

خانبهادر محمد صديق ميمڻ به شاهه صاحب جي ملاقاتن جو ذڪر ڪيو آهي. البت، سندس بيان مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم صاحب پٽ تي ڪونه آيو هو. خود شاهه صاحب وٽس ٿٽي ويندو هو.[13]

## پراڻ

ڪنهن زماني ۾ سنڌو درياهه سان گڏ "هاڪڙو" نالي پاڻيءَ جو وهڪرو به سنڌ جي اوڀرندي حصي کي پنهنجي شاخن وسيلي آباد ڪندو هو. اروڙ کان هيٺ هاڪڙي جون شاخون هيون. انهن شاخن مان "پراڻ" نالي به شاخون هيون: هڪ اُتر پراڻ ۽ ٻي اولهه پراڻ. اترئين پراڻ جي ساڄي ڪپ تي ونگاه، سندري، علي بندر ۽ اولهندي پراڻ تي سومرن جو پهريون تخت گاه "ٿري" اگهاماڻي ۽ ڏيرڪ جا وڏا شهر هئا.

هاڪڙي ۽ پراڻ جا اهڃاڻ ماموين جي بيتن، ميون شاهه عنايت رضوي ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ به آيل آهن. مثال طور:

هاڪ وهندو "هاڪڙو"، پڇندي پنڌ اروڙ،
بهه، مڇي ۽ لوڙه، سمي ويندا سوڪڙي.
(ماموئي فقير)

جم وهجو ماٺهوئا، ننگر جي آڌار،
"پراڻا" پرار، نوان اڏجو نجهرا.
(ماموئي فقير)

ونا پٽ "پراڻ" جا، اڪڙي سامارو،
وڏي گاهه وڏو ٿيو، موهه ۾ موچارو.
(ميون شاهه عنايت رضوي)

سارنگ سينگاري، وڄون وسڻ آئيون،
برسي ڀٽاري، پريا پٽ "پراڻ" جا.[14]
(شاهه)

مخدوم صاحب ڪنهن ديني مسئلي جي سلسلي ۾ پنهنجي شاگردن سميت "پراڻ" جي پٽ پڻ ويو ٿو ڏسجي، جتي "دل" قوم مان "ڪاڇيلا" پاڙيَ جا بزرگ ڪيس مليا هئا. اهي بزرگ، به ڀائر: درس عثمان ڪاڇيلو ۽ درس احمد ڪاڇيلو هئا. مخدوم صاحب انهن سان روحاني رهاڻيون ڪري واپس ٿي آيو ۽ چيو:

"پراڻ جا پير، جهڙا ٻڌاسون، تهڙا ڏٺاسون."[15]

## مٽياري

مٽياري سنڌ جو آڳاٽو شهر آهي. مٽياري شهر اصل ۾ "چانگ" قوم آباد ڪيو هو. اهي محمد بن قاسم سان گڏ سن ٩٣ هجري ۾ سنڌ ۾ لشڪر سان گڏجي آيا هئا. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جا وڏا بزرگ ڀهريائين "هالہ ڪنڊي" ۾ هئا. ان بعد "متعالہ" مان "متعلوي" (مٽياري) ۾ آيا. جتان پوءِ "ٻلڙي شريف" ۾ ۽ آخر ۾ "ڀي پور" ۾ رهيا. مٽياري اصل ۾ چانگن جو ڳوٺ هو، پر پوءِ ساداتن جي هتي اچڻ ۽ رهڻ ڪري سنڌن نالي پٺيان "متعلوي" سڏجڻ لڳو. جيڪو پوءِ اڳتي هلي عام اچار ۾ "مٽياري" مشهور ٿي ويو.(16)

مٽياري، ساداتن سڳورن ۽ ڀلارن بزرگن سان ڀرپور شهر آهي. هتي گهڻا اهل دل بزرگ ۽ عالم ٿي گذريا آهن. سخي سيد رڪن الدين متعلوي بہ انهن ڪامل بزرگن مان آهي. پاڻ مخدوم ساهڙ لنجار جو مريد ۽ خليفو هو. حضرت مخدوم نوح رحہ سان بہ سنڌس ملاقاتيون رهيون آهن. سيد رڪن الدين سخي پنهنجي وقت جو ڪامل ولي ۽ نهايت سخي بزرگ هو. سيد رڪن الدين هڪ دفعي دعويٰ ڪئي تہ منهنجي مسجد مٽيارين واري سڀني مسجدن جي مهندار آهي. ان ۾ جيڪو شخص پنج وقتي نماز پڙهندو، ان تي قيامت ڏينهن شفاعت ڪندس. انهيءَ بشارت سببان حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ ان جي پوٽي مخدوم ابراهيم مڏئي واري بہ سفر جي تڪليف سهي اچي سخي (رڪن الدين) بادشاهہ جي مسجد شريف ۾ نماز جا پنج وقت پڙهيا.(17)

انهيءَ مٿئين حوالي مان معلوم ٿيو تہ مخدوم صاحب ٺٽي مان هلي خاص سيد رڪن الدين سخي جي قول کي سچو سمجهي، مٽياري شهر ۾ اچي سيد جي مسجد ۾ نماز جا پنج وقت پڙهيا ۽ سيد سخي جي مزار جي زيارت ڪئي. مخدوم صاحب جي پيروي ڪندي، سندس پوٽو مخدوم ابراهيم بہ مٽياري ۾ آيو ۽ مسجد ۾ نماز پڙهي ۽ زيارت ڪئي.

## کهڙا

شهر کهڙا، رياست خيرپور ۾ گهڻي وقت کان علمي مرڪز رهيو آهي. هتي مخدومن جو خاندان آباد آهي. هن خاندان جي نسب جو سلسلو حضور

پاڪ ﷺ جن جي چاچي حضرت عباس رضہ سان وڃي ملي ٿو. هن خاندان جو مورث اعليٰ محمد ابراهيم ٽين صدي هجري جي شروعات ۾ عباسي خليفي معتصم بالله جي دور ۾ ديني تبليغ لاءِ سنڌ ۾ آيو ۽ "نيرون ڪوٽ" (حيدرآباد) جي اتر ۾ "ڪلور" نالي هڪ ٽڪر تي اچي رهيو ۽ سن ۳۴۸هہ/ ۹۵۹ع ۾ وفات ڪيائين. هن بزرگ جي اولاد مان اسد الله، اڪبر جي زماني ۾ سنڌ جو قاضي القضات مقرر ٿيو. اڳتي هلي اسدالله، رياست خيرپور جي حدن ۾ کهڙن جي ويجهو "پيري" نالي ڳوٺ ۾ رهيو. سندس وفات ۹۶۶هہ/ ۱۵۵۹ع ۾ ٿي. مخدوم اسد الله جو پڙ پوٽو مخدوم عبدالخالق "پيريءَ" کي ڇڏي اچي "کهڙن" ۾ رهيو. اڄ تائين سندس خاندان اتي رهاڪو آهي.[18]

ڪلهوڙن جي دور ۾ هن خاندان جو بزرگ مخدوم عبدالرحمان شهيد مشهور ٿي گذريو آهي. هو وڏو عالم ۽ ديني خدمتگار هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ، مخدوم عبدالرحمان شهيد جو گهاٽو دوست هو.[19]

سنڌ ۾ کهڙن جا بزرگ ۽ عالم، دين جي خدمت ڪندا رهيا آهن. مخدوم صاحب جي دور ۾ مخدوم عبدالرحمان مشهور بزرگ هو. هو حق گو ۽ حق تسليم ڪندڙ هو. اتر سنڌ ۾ گهوٽڪيءَ جو بزرگ حضرت پير موسيٰ شاهہ ۽ مخدوم عبدالرحمان شهيد، مخدوم صاحب جا همعصر ۽ دوست هئا.

زباني روايت موجب مخدوم صاحب کهڙن ۾ بہ آيو هو. هڪ دفعي مخدوم عبدالرحمان جي مجلس ۾ ٻن مائٽن ڪو شرعي معاملو اچي پيش ڪيو، جنهن تي پاڻ شرعي فيصلي جو جواب ڏنائون. ان ڪچهريءَ ۾ هڪ عالم ويٺو هو. تنهن چيو تہ توهان جو فيصلو صحيح نہ آهي، پر مسئلو هن طرح صحيح آهي. انهيءَ تي مخدوم کهڙائيءَ فرمايو تہ بيشڪ حڪم ائين آهي، جيئن توهان فرمايو. پوءِ انهيءَ وقت هڪ دستار گهرائي ان عالم شخص کي ڏنائون. ان وقت مجلس ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ حضرت پير موسيٰ شاهہ لوءِ صاحبان گهوٽڪيءَ وارو بہ موجود هئا.[20]

هن روايت مان ظاهر آهي تہ مخدوم صاحب ننگر ٺٽي مان هلي، کهڙن جي شهر ۾ پنهنجي همعصر دوست مخدوم عبدالرحمان شهيد کهڙائيءَ وٽ علمي مجلس ۾ رهاڻ لاءِ آيو هو ۽ شهر کهڙا ۾ ان شرعي فيصلي واري مجلس ۾ مخدوم صاحب ويٺل هو.

راقم ۲۷ مارچ ۱۹۹۳ع تي ڳوٺ کهڙا ۾ مخدوم عبدالرحمان شهيد

جي زيارت ڪئي ۽ روبرو ماڳ مڪان وچي ڏٺو. درگاهه کهڙا جي موجوده گادي نشين مخدوم نيڪ محمد ٻڌايو، تہ مخدوم محمد هاشم ٺٽي مان مخدوم عبدالرحمان شهيد وٽ آيو هو ۽ مسجد ۾ اچي رهيو هو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي بہ کهڙن ۾ آيو هو ۽ اها جاءِ بہ اڃا سلامت آهي، جتي شاهه صاحب رهيو هو. گادي نشين ٻڌايو تہ مخدوم محمد هاشم، مخدوم عبدالرحمان جو دوست هو. مخدوم صاحب قلمي قرآن شريف ۽ "دلائل الخيرات" بہ مخدوم عبدالرحمان کي سوکڙي طور ڏنا هئا.

مخدوم نيڪ محمد مهرباني فرمائي مخدوم صاحب طرفان سوکڙي طور ڏنل قرآن مجيد ۽ "دلائل الخيرات" قلمي جي زيارت بہ ڪرائي ۽ پڻ "تذڪره مخاديم کهڙا" قلمي فارسي جي زيارت بہ ڪرائي. اهي سڀ قلمي ۽ ناياب شيون وٽن اڃا تائين محفوظ ۽ صحيح سلامت حالت ۾ موجود آهن. مخدوم نيڪ محمد تازو نومبر ١٩٩٣ع ۾ وفات ڪري ويو. هينئر سندس لائق ۽ عالم فرزند، مخدوم نديم احمد هاشمي (فاضل منهاج القرآن) گادي نشين آهي.

## نانگو شاهه (بدين)

مخدوم امين عرف سيد نانگو شاهه، لاڙ پٽ ۾ بدين طرف درويش ٿي گذريو آهي. درويش مستجاب الدعوات ۽ مجذوب حال فقير هو. "گلشن اولياء" ۾ سندس ڪرامتون ذڪر ڪيل آهن. سيد نانگو شاهه ڪڏهن ڪڏهن جوش ۾ اچي رقص بہ ڪندو هو. بدن جو تمام ڏٻرو، هڏن جي مُٺ هوندو هو. بدن تي هميشہ هڪ رلي ويڙهيل هوندي هئس، جا ڏاڍي ٿلهي ۽ ڳري هوندي هئي ۽ رقص وقت محبت جي غلبي ڪان ايڏا ٽپا ڏيندو هو، جو رليءَ سميت ماڻهن مٿان پيو ورندو هو. سندس وفات جو سال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. پر حالات مان ظاهر آهي تہ هو ڪلهوڙن جي زماني جو ٻارهين صدي هجريءَ جي درويشن مان آهي.[21]

نانگو شاهه اصل ۾ شاهه عنايت رضوي جي مسلڪ جو هو. پر شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جو بہ همعصر ۽ دوست هو. نانگو شاهه ڀلارو درويش هو. وٽس شاهه ڀٽائي بہ گهڻو ٽڪو رهندو هو. پاڻ نانگي شاهه کي ڏسي چيو:

جيــاســـون جوڙ تـي، نــانــگو ڏنــوســـون نــت،
جن جو چوچو هـئـڙو چِت، ڪـلـي سـو بـا غ تــيــو.

نانگو شاهہ دنيا جي مامري سان وابستہ نہ هو. سنئون سڌو الک سان لاڳاپيل هو. هُن "نفي" کي "امر" سان اثبات ڪري ڇڏيو هو. رات جو جاڳي ارتو اوتيندو هو. سندس ماڳ مڪان ديهہ ۽ ٽپو نانگاڻي، تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾، لاڪاڻ جي ڀلاري ڀونءِ ۾ واقع آهي.

جيتوڻيڪ مخدوم صاحب ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي واقفيت ۽ ملاقاتون تہ ٺٽي ۾ ٿينديون رهنديون هيون، پر مخدوم صاحب هڪ دفعي ديني تبليغ ۽ بدعتن بند ڪرڻ جي سلسلي ۾ بدين طرف لاڪاڻ لڳ ماتلي نانگي شاهہ جي اوتاري ويو هو. اتفاق سان اتي اڳ ۾ محمد امين عرف نانگي شاهہ جي اوتاري تي نانگو شاهہ ۽ شاهہ ڀٽائي ويٺا هئا. ٻنهي مخدوم صاحب جي مرحبا ڪئي. مخدوم صاحب، نانگي شاهہ ۽ ڀٽائي صاحب سان ڪي سوال جواب ۽ رهاڻ ڪري ٺٽي واپس موٽي آيو.[22]

## سيوهڻ

مخدوم صاحب جو سيوهڻ سان اباڻو تعلق رهيو آهي. سندس والد عبدالغفور پنهور اصل ۾ سيوهڻ جو رهاڪو هو، پر پوءِ زماني جي گردش ڪري لاڙ طرف بٺوري ۾ اچي رهيو، جتي مخدوم صاحب پڻ ڄائو. سيوهڻ قديمي شهر آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ سيوهڻ کي قدامت ۽ قلندر لال شهباز (المتوفي: ٦٧٣هہ) جي ڪري وڏي اهميت حاصل رهي آهي.

سن ١٩٨٩ع ۾ بي. بي. سي لنڊن جي نمائندي رضا علي عابديءَ سنڌو درياءَ جو سفر ڪيو هو. ان اهو سفر، جتان سنڌو درياءَ نڪري ٿو، شروع ڪري ويندي سنڌو درياءَ جي ڇوڙ يعني ڪيٽي بندر تائين ڪيو هو. اهو سفرنامو پوءِ "شير درياءَ" جي عنوان سان روزنامہ سنڌي اخبار "عوامي آواز" ڪراچي ۾ بہ ڇپيو آهي. ان دريائي سفر جي سلسلي ۾ رضا علي عابدي سيوهڻ ۾ بہ آيو هو ۽ سيوهڻ جي شهرين ۽ درگاهہ قلندر شهباز جي خدمتگار مجاورن کان معلومات حاصل ڪئي ۽ انٽرويو ورتو هئائين.

ان سفرنامي مان خبر پئي تہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پنهنجي والد جي اصلي شهر ۾ بہ شرعي پابندي ۽ ديني خدمت جي لاءِ ٺٽي مان هلي سيوهڻ شهر ۾ آيو هو. سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي درگاهہ تي دستوري ڌمال تہ وڄندي هئي، پر ڌمالي فقير شريعت جو خيال نہ ڪندا هئا. پيو تہ ٺهيو، پر فرض نماز پڙهڻ مهل بہ ڌمال وڄائيندا رهندا هئا. مخدوم صاحب جي

سيوهڻ ۾ اچڻ ۽ سندس چوڻ تي ڏمالي فقيرن فرض نماز پڙهڻ وقت ڏمال وڄائڻ بند ڪئي. مخدوم صاحب جي ڪوشش ۽ سعيي جي ڪري فرض نماز مهل ڏمال بند ڪرڻ جو سلسلو اڄ تائين هليو ٿو اچي. هينئر به ڏمالي فقير فرض نماز پڙهڻ وقت ڏمال وڄائڻ بند ڪري ڇڏيندا آهن.[23]

## ڏامراهه (لاڙڪاڻو)

ڏامراهه، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ قديم ڳوٺ آهي ۽ لاڙڪاڻي کان ستن ميلن جي مفاصلي تي لاڙڪاڻو- رتوديرو روڊ تي واقع آهي. ڏامراها ذات اصل ۾ پنهور آهن ۽ ڏامراها، پنهورن جو مک پاڙو آهي. مخدوم صاحب به اصل ۾ ذات جو پنهور هو، پر ديني خدمت جي ڪري "مخدوم" سڏيو ويو.

لاڙڪاڻي طرف مشهور روايت هلندڙ آهي:

"مخدوم صاحب ڏامراهن ۾ آيو هو ۽ هتي هڪ مسجد ۾ رهيو هو. هن وقت ڪوبه ماڻهو ڏامراها ڳوٺ ۾ ان بابت وڌيڪ معلومات ڏيڻ وارو ڪونهي."[24]

هن سلسلي ۾ وڌيڪ تحقيق ڪندي، محترم بدر ڏامراهه تفصيل سان لکي ٿو:

"مخدوم صاحب واقعي هن تاريخي ڳوٺ ڏامراها ۾ آيو هو. هن وقت ڳوٺ جي ڀر ۾ هڪ پراڻي مسجد زبون حالت ۾ موجود آهي. مخدوم صاحب ان مسجد ۾ اچي رهيو هو. اها مسجد هن وقت 'سيدن جي مسجد' سڏبي آهي. ڳوٺ جا جهونا ماڻهو ٻڌائيندا هئا ته هن مسجد ۾ قلمي قرآن مجيد ۽ ڪتاب گهڻا پيل هوندا هئا. ڪنهن وقت سخت برسات جي ڪري مسجد ڊهي پئي ۽ اهي قلمي ڪتاب ۽ قرآن مجيد ٻڃي شهيد ٿي ويا. اها جهوني مسجد 'مخدوم محمد هاشم ٺٽوي' جي نالي به مشهور هئي."[25]

مخدوم صاحب جي ڏامراها ڳوٺ ۾ اچڻ جا ٻه سبب ٿي سگهن ٿا:

هڪ جيئن ته مخدوم صاحب ذات جو پنهور هو ۽ ڏامراها پنهورن جو مکيه پاڙو آهي، ان ڪري مخدوم صاحب مٽي مائٽي ۽ سڱابنديءَ خاطر ڏامراهن ۾ آيو هجي.

ٻيو هيءُ ته ديني خدمت،تبليغ ۽ امرنهي جي اجراء لاءِ آيو هجي.

بهرحال، انهيءَ سلسلي ۾ وڌيڪ تحريري احوال ڪونہ ٿو ملي. هن پوئين ويجهي دور ۾ ڏامراها ڳوٺ جا ٻہ اڪابر مشهور ٿي گذريا آهن:

١. رئيس المهاجرين جان محمد جوڻيجو (المتوفي: ١٣٣٩هہ)
٢. مولوي عبدالرحمان ڏامراهو (المتوفي: ١٣٤٨هہ)

## نصرپور

مدرسہ مجدديہ عثمانيہ ننگرنئي جي مهتمم ۽ مفتي عبدالرحمان ٺٽويءَ ٻڌايو، تہ مخدوم صاحب سنڌ ۾ گهڻن ماڳن مڪانن جو سفر ڪيو هو. ان سلسلي ۾ نصرپور بہ ويو هو. روايتن مطابق نصرپور ۾ سندس شاگرد مخدوم مئيڏنو ۽ مخدوم نور محمد نصرپوري رهندا هئا.(26)

نصرپور سنڌ جو تاريخي ۽ مردم خيز شهر آهي. سلطان فيروز شاهہ سن ٧٥١هہ/ ١٣٥٠ع ۾ "نصر" نالي هڪ امير کي ساڱري جي ڪناري تي قلعي ٺاهڻ جو حڪم ڪيو هو. اهڙيءَ طرح هيءُ شهر آباد ٿي، سندس نالي پوٺتان "نصرپور" سڏجڻ لڳو. درياءَ جي هيٺان هجڻ ۽ باغات جي ڪثرت ڪان شهر تفريح گاهہ بنجي پيو. اڳتي هلي درياءَ جي رخ ڦيرائڻ ڪري، شهر جو اوج گهٽجي ويو.(27)

راقم گهڻن ڪتابن جا ورق ورايا، پر اهو حوالو لکت ۾ ملي نہ سگهيو آهي تہ مخدوم صاحب نصرپور جو سفر ڪيو هو. البت، تاريخ ۾ ايترو احوال آيل آهي، تہ مخدوم صاحب جي مدرسي هاشمي جا پڙهيل ٻہ شاگرد مخدوم مئينڏنو ۽ مخدوم نور محمد شهر نصرپور جا رهاڪو هئا. ممڪن آهي تہ مخدوم صاحب پنهنجن فاضل شاگردن وٽ نصرپور آيو هجي، يا ديني تبليغ جي ڪري نصرپور جو سفر اختيار ڪيو هجي!

## شڪارپور ۽ گهوٽڪي

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو:

"مخدوم محمد هاشم ٺٽوي تعليم ۽ تبليغ جي سلسلي ۾ اتر سنڌ ۾ بہ آيو هو."(28)

ان ڏس ۾ ايترو يقين سان چئي سگهجي ٿو، تہ اتر سنڌ ۾ مخدوم صاحب جو شاگرد شاهہ فقير الله علوي شڪارپور ۾ رهائش پذير هو. گهوٽڪيءَ ۾ مخدوم صاحب جو همعصر سيد موسيٰ شاهہ جيلاني ۽ سندس

فرزند سيد محمد صالح شاهہ گهوٽڪيءَ وارو، مخدوم صاحب جو شاگرد رهاڪو هئا.

جڏهن تہ مخدوم صاحب سيوهڻ، ڏامراها ۽ کُهڙن ۾ آيو آهي، ان ڪري اهو قرين قياس آهي تہ مخدوم صاحب شڪارپور ۽ گهوٽڪي ۾ بہ پنهنجي همعصر بزرگن ۽ شاگردن وٽ آيو هجي!

## حوالا


(١) "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ص ٣٣

(٢) "قصص الاولياء سنڌ" (قلمي سنڌي)، ص ١٢٤

(٣) شاهہ ولي الله دهلوي: "فيوض الحرمين" (مترجم)، ص ٨١-٨٤

(٤) امام ابو داؤد سجستاني: "سنن ابو داؤد" (مترجم) جلد ١، ص ٣٩٩

(٥) "تحفة الڪرام"، ص ٤٥٤

(٦) وفائي دين محمد: "لطف اللطيف"، ص ٨٦

(٧) "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (مترجم)، ص ٧٩

(٨) ڀٽي عبدالرئوف مخدوم: "مولود شريف"، ص ٩٥

(٩) مير عبدالحسين "سانگي": "لطائف لطيفي" (فارسي)، ص ١٠٠

(١٠) "لطف اللطيف"، ص ٨٤

(١١) مرزا قليچ بيگ: "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي"، ص ٨٧

(١٢) جي. ايم. سيد: "پيغام لطيف"، ص ٥٥

(١٣) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "قوت العاشقين"، مرتب: محمد صديق ميمڻ، ڏسو مقدمو ص ١

(١٤) مير اصغر حسين "اصغر": "وڻا ڀٽ پراڻ جا"، ص ١

(١٥) شيخ محمد سومار: "مخدوم محمد هاشم ۽ ڪاڇيلا" (مقالو)، مهراڻو پبليڪيشن ٿرپارڪر، ص ٩٦

(١٦) مير عبدالحسين "سانگي": "لطائف لطيفي"، مترجم: عبدالرسول قادري، ص ٥٤

(١٧) "تذڪره مشاهير سنڌ"، جلد ٢، ص ٤١-٢٣٩

(١٨) مخدوم الله بخش کهڙائي: تذڪره مخاديم کهڙا" (قلمي فارسي) ص ١-١٥ (اختصار)

(١٩) ٽماهي "مهراڻ" سوانح نمبر ٣-٤، ١٩٥٧ع ص ١-٨

(٢٠) زباني روايت مخدوم نيڪ محمد کهڙائي، گادي نشين درگاهہ کهڙا شريف

(٢١) "تذڪره مشاهير سنڌ"، جلد ٣، ص ٧٠-٢٦٧

(٢٢) شيخ محمد سومار: "لطيف سائين جا لاڙ تان پيرا"، ص ٧٢-٧٣

(٢٣) عابدي رضا علي: "شير درياءَ" (مقالو) مترجم: گل حسن ڪرمتي، روزانہ "عوامي آواز" ڪراچي، قسط ١٧، ١ ڊسمبر ١٩٩١ع

(٢٤) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لاڙڪاڻويءَ جو راقم ڏي خط، تاريخ ١٦ جون ١٩٩٢ع ۽ ١٨ آگسٽ ١٩٩٢ع

(٢٥) محترم بدر ڏاهراهي جو راقم ڏي خط، تاريخ ١٦ ڊسمبر ١٩٩٢ع

(٢٦) بروايت مفتي عبدالرحمان ٺٽوي، مهتمم مدرسه مجدديه عثمايه، ميمڻ محلہ، ٺٽو سنڌ

(٢٧) "سنڌ جا اسلامي درسگاهہ"، ص ١٩٤-١٩٣

ايضاً "تاريخ معصومي" (مترجم سنڌي)، ص ٨٧

(٢٨) "قوت العاشقين"، مرتب: ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، ڏسو مقدمو ص ٩

# باب ستون

# مخدوم صاحب بحيثيت شاعر

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو وڏو ماهر ۽ شاعر هو. سنڌس سوين ڪتاب ان جو ثبوت آهن. انهن ڪتابن مان اڪثر عربي ۽ فارسي نثر ۾ آهن. جيئن ته مخدوم صاحب وڏو نثري مصنف هو، ان ڪري هن شاعريءَ ڏانهن گهٽ توجهه ۽ گهٽ وقت ڏنو. ليڪن، پوءِ به خوش- قسمتيءَ سان سندس عربي، فارسي ۽ سنڌي شعر موجود آهي. البت، مخدوم صاحب جو سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻو شعري مواد موجود آهي.

## (الف) عربي شاعري:

مخدوم صاحب کي عربي زبان تي ڪامل عبور حاصل هو. هن نثر سان گڏ عربي نظم ۾ به قلم هلايو. شاعري دراصل دلي جذبن جو اظهار ۽ اندر جو اڌمو آهي. مخدوم صاحب عاشق رسول ﷺ هو. ان ڪري غالباً سفر حرمين دوران روضئہ رسول تي حاضريءَ وقت عربيءَ ۾ عقيدت جو اظهار ڪيو.

مخدوم صاحب جي هن وقت تائين جيڪا عربي شاعري دستياب ٿي آهي، اهو ڪو وڏو دفتر ته ڪونهي. البت، ٻنهي جهانن جي سردار نبي ﷺ جي محبت ۽ شان ۾ چند قصائد محفوظ رهيا آهن.

١. مخدوم صاحب "قوت العاشقين" نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن جي پهرئين حصي ۾ "قصيده برده" جي تتبع تي عربي قصيدو آڻي ۽ ان جو سنڌي نظم ۾ شرح به لکيو آهي. هن عربي قصيدي ۾ ٤١ شعر آهن. اهو عربي قصيدو ۽ ان جو سنڌي ترجمو ۽ شرح پڙهڻ سان دل کي سرور ملي ٿو. عشقِ رسول جو درياءُ موجزن ٿئي ٿو. هن قصيدي ۾ رسول الله ﷺ

ڪي پڪارون ڪيل آهن.

٢. مخدوم صاحب جو حضور ﷺ جن جي شان ۾ مختصر عربي قصيدن جو مجموعو "ثمانية قصائد صغار في مدح النبي ﷺ" موجود آهي، جنهن ۾ اٺن مان اسان کي ڇهه عربي قصيدا دستياب ٿي سگهيا آهن. جن جو تفصيلي ذڪر ۽ تعارف ڪتابن واري باب ۾ درج آهي. هيءَ عربي شاعري بہ عشقِ رسول جي رنگ ۾ رڱيل آهي.

مخدوم صاحب جي عربي شاعري جيتوڻيڪ ٿوري موجود آهي، پر اها عربي شاعري نهايت پڪي پختي، قافيي، رديف ۽ لفظن جي جڙاوت سان سينگاريل آهي. عربي ٻولي ميناج واري، سليس ۽ وڻندڙ استعمال ٿيل آهي، جنهن مان عربي ٻولي ۽ شاعريءَ تي سندس مهارت جو پتو پوي ٿو.

تازو مولوي معروف مٽياريويءَ جي ڪتبخاني مان مخدوم صاحب جو هڪ ڪتاب "ڪفاية القاري" دستياب ٿيو آهي. اسان جي سامهون اڳ ۾ مخدوم صاحب جي عربي شاعريءَ جا چند قصيدا موجود هئا، پر خوش قسمتيءَ سان هيءُ نئون دستياب ٿيل سڄو رسالو عربي ٻوليءَ ۽ نظم ۾ آهي. هيءُ رسالو علم تجويد بابت جُڙيل آهي. هن ۾ هڪ هزار عربي شعر موجود آهن. رسالي جي شروعات مخدوم صاحب جي نالي سان نظم ۾ هن ريت آهي:

قال اقل الخلق محمد هاشم،
دام لہ لطف من الله عاصم.

هن مان ظاهر آهي تہ مخدوم صاحب عربي ٻوليءَ جو بہ وڏو شاعر هو ۽ علم تجويد جهڙي ڏکئي فن تي بہ عربي نظم ۾ سمجهائيون ڏنيون اٿس. ممڪن آهي تہ سندس ٻيو عربي شعر جو مواد بہ اڻ لڀ ۽ گمنام ڪتبخانن ۾ محفوظ هجي!

هيٺ نموني طور مخدوم صاحب جي ڪتاب "قوت العاشقين" تان عربي شعر ترجمي سميت ڏجن ٿا، تہ جيئن مخدوم صاحب جي عربي شعر جي رواني ۽ ادبي چاشني سامهون رهي:

(١) اغثني يا رسول الله حانت ندامتي،
اغثني يا حبيب الله قامت قيامتي.

يا رسول الله! ندامت جو وقت پرجي آيو آهي. رَسُ يا حبيب الله! قيامت قائم ٿي رهي آهي.

(٢) اغثني يا شفيع المذنبين جميع هم،
تفرقت في داماء كثرت شامتي.

مون رَسُ تون اي شافع گنهگارن جا. جيڪي جيڪي سمورا ۽ صغيرن توڙي ڪبيرن گناهن سان گنهگار آهن. منهنجي رت ۾ پکڙيل ٿي آهي شامت ڪثرت سان.

(٣) اغثني مستغيثا، مذنبا متذللا،
ضعيفا نحيفا من وفور و خامتي.

مون تي پهچ، جو آئون توکي پهچڻ لاءِ پُڪاري رهيو آهيان. هڪڙو گنهگار ذليل ڪيل شخص جو بلڪل ضعيف نبل آهي، پنهنجي زياده لڙي پوڻ ڪري هوا جي هر جهُوتي اِڳيان نميو پوي.

(٤) فطال العمر قد ضيعت في طرب،
و فرط عيش و احتساء مدامة.

پوءِ عمر ڊگهاري ٿي، پر ساري خوشين ۾ ضايع ٿي ۽ نهايت حد کان زياده عيش ۾ وئي ۽ خسيس هميشگي ۾.

(٥) عناكب نسيان نسجن علىٰ قلبي،
لذالك تاسي النفس كان علامتي.

منهنجي قلب ۾ ويساري جي ڪوريئڙن ڄارا اُٽي ڇڏيا آهن. اهوئي سبب آهي جو نفس جي مايوسي ۽ نااميدي منهنجي علامت آهي.

(٦) مررت بمعوج الطريق غواية،
اطعت عدو لا يريد استقامتي.

بي عقلي ۽ ضلالت سان ڏنگي راهہ تي هليو آهيان ۽ اهڙي دشمن جي اطاعت ڪئي اٿم، جو منهنجي سنڌي بيهڻ ۽ بيهارڻ جو ڪو بہ ارادو نٿو رکي.

(٧) توطنت موماة المهالك انما،
سوي جنابك يا فياض ليست عصامتي.

مون اڃي وطن بنايو انهن جڳهن کي، جي هلاڪ ڪرڻ واريون آهن ۽ گرم اُڃ واريون جايون آهن. هاڻي تحقيق تنهنجي بارگاهہ ڌاران مون کي ڪابہ بچاءَ جي جِڳهِ ۽ پناهہ جي جاءِ ڪانہ رهي آهي. يا فياض! تون ئي بچاءِ ۽ پناهہ ڏي!

(٨) اغثني يا غياث المستغيث فانني،
لكثرت او زاري تكسر قامتي.

فرياد سڻ اي فرياد ڪندڙ جا فرياد ٻڌي اچڻ وارا! جو تحقيق تہ آئون يا رسول الله ﷺ گهڻي بار ڏوهن ۽ گناهن ڪري منهنجي بيهڪ ۽ چيلهہ ٽٽي پئي آهي.

(٩) فـخذ بـيـدي يا شـفـيع الـخلق انـني،
علىٰ شـفـا جرف هـار رايـت مـقـامـتـي.

پوءِ مون کي منهنجي هٿ ۾ پڪڙ اي سائين خلق جا شافع! ڇا لاءِ تحقيق مون ڏٺو آهي تہ منهنجو مقام ۽ جڳهہ دوزخ جي ڪناري تي پهتل آهي.

(١٠) فـانـت الذي سـمـاک ربي مـحـمـداً
و اعـطـاک غفـرانـا و دار المـقـامـة.

تون ئي اهو نبي آهين، جنهن کي رب نالو رکيو تنهنجو محمد ﷺ ڪري ۽ توکي عطا ڪيائين غفران گناهن جي معافي ۽ نيڪيون ۽ مقام محمود ۽ مقام شفاعت اسان لاءِ.

(١١) واعطيت ڪـوثراً والشـمـس والضحىٰ،
و فـتـحـاً مـبـيـناً و نـصـراً و نـور ڪـرامـة.

۽ توکي ڪوثر عطا ڪيو ويو ۽ سورة انا اعطيناک الکوثر ۽ والشمس والضحىٰ ۽ فتح انا فتحنا سورة ۾ بيان ٿيل ۽ مددگار سورة اذا جاءَ ۾ آيل ۽ نور ڪرامت جو.

(١٢) وانـت الـذي أولـيـت قـربـاً و رفـعـة،
ونـلـت مـنـالا فـوق ڪـل مـڪـانـة.

۽ تون اهو آهين جو قرب ۽ بلندي درجات ۽ بلندي مڪانات ۾ اوليٰ ٿيو آهين ۽ تون اهڙي ذات کي رسيل آهين، جا سڀ درجات ۽ مڪان جي مٿان آهي.

(١٣) اتـيـت بـبـرهـان و حـجة سـاطـع،
تـبـصـر عـمـيـا في سـحـام ظلامـة.

آئين تون دليلن سان ۽ مٿاهين حجت سان، جنهن ڪري انڌا ڏسندڙ ٿيا پنهنجي قسمت ۽ نصيب ۾ جو هو اسان مان هئا، جن کي دشمن وٽان ئي دليل مليا.

(١٤) اضـاء بـڪ الاڪـوان مـن ڪـل جانـب،
فـيـا نـورالله نـور سـحـامـتـي.

هي ڪُن ۽ ڪون جا عالم هر طرف ڪان تنهنجي نور ڪان روشن آهن.
پوءِ اي الله جا نُور! منهنجي سواد (ڪاراڻ) کي روشن ڪر!

(۱۵) فيا مصطفي الكونين و يا خير مرسل،
لعمرك لا ادري سواك زعامتي.

پوءِ اي ڪونين جا مصطفيٰ يا اي مرسلن ۾ نيڪ مرسل! تنهنجي عمر سڳوريءَ جو قسم ته آئون پنهنجو قصو توکان سواءِ ڄاڻان ئي ڪونه.

(۱٦) فلولاك ما خلقت سبع الطباق ولا،
سبع الجنان و لا ناحت حمامتي.

جيڪڏهن تون نه هجين ها، ته جيڪر نه خلقيم ست طبقا آسمانن ۽ زمين جا ۽ نه ست دوزخ ۽ بهشت ۽ نه ڪي اها ڳيري ئي منهنجي پُڪاريندڙ هجي ها!

(۱۷) بخ! لك الخير يا طيب طيبة،
تطيب من تهوي لطيب شمامة.

اي پاڪ خوشبوءِ وارا! توکي خيرمبارڪ آهي، جو جنهن شخص به تنهنجي خوشبوءِ سنگهڻ جو ارادو ڪيو، ته اهو به خوشبوءِ وارو ٿي ويو.

(۱۸) و توجت يا فخري بتيجان قربة،
تقيك هاجرة طلة غمامة.

اي منهنجا صاحبِ فخر! تو الاهي قرب جو تاج پاتو آهي ۽ تو تي سخت منجهند جي گرميءَ ۾ ڪڪرن جي ڇانوَ هميشه مٿان ٿيندي رهي ٿي.

(۱۹) جبينك مصباح كواكب زينة،
لال تلالان عند بسامة.

تنهنجي پيشاني يا سيدا! روشني ڪندڙ مصباح آهي يا ستارا جن جو چمڪو وجي ئي ڪونه. جڻ موتي آهن، جي جڙاءَ وقت چمڪو ڪري رهيا آهن.

(۲۰) محبتك يا محبوب قد شغفت قلبي،
فياليت قبري في جوار تهامة.

اي محبوب! تنهنجي محبت منهنجي قلب ۾ پوريءَ طرح جڙجي چڪي آهي. پوءِ افسوس! جيڪر قبر منهنجي تهامة جي آس پاس هجي!

(۲۱) فيا فراق رسول فارقني،
ان العيون عيون من مدامع دامة.

اي رسول الله جا فراق! پوءِ مون کان هاڻي جدا نه ٿيءُ، ڇاڪاڻ ته

اڪيون سي اهي اڪيون آهن، جي هميشہ ڳوڙهن ڳاڙڻ ڪري هڪ چشمون پاڻي جو ٿيل آهن.

(۲۲) اتيتک ارجو يا حبيب بشارة،
و يا من له البشرىٰ بفوز سلامة.

يا حبيب! تو وٽ بشارت جي اميد ۾ آيو آهيان ۽ تون اهو شخص آهين، جنهن کي بشارت فوز سلامتي جي مليل آهي، ۽ مان بہ ان مان فوز عظيم (وڏي ڪاميابي) کي پهچندس.

(۲۳) فجودک يا قمقام عم برية،
فانت الذي تشفي ضرير سقامتي.

پوءِ تنهنجي سخا عام خلق تي آهي. اي جنهن جو معاملو الله تعاليٰ جمع ڪيو آهي ۽ ان سان عصبيت پڌي آهي، پوءِ تون اهوئي آهين جنهن سان منهنجي هي انڌي بيماري شفاياب ٿي سگهي ٿي.

(۲۴) ظلمت ظلما ڪثيراً و ڪنت ظلوماً،
جهولاً ذهولاً، لا دريت امانتي.

مون گهڻا ظلم ڪمايا آهن، جو آهيان مظلوم ۽ جهول ۽ عقل ۾ ڪم. پنهنجي مليل امانت جو قدر نہ ڄاتم ۽ ان کي حاصل نہ ڪيم.

(۲۵) فيا نبي الهاشمي شفاعة،
لِهَاشِمِ و غريق في بحار غرامة.

پوءِ نبي الهاشمي! عرض ڪريان ٿو شفاعت جو، جا ٿئي مون هاشم نالي واسطي، جو ٻڏل آهي قرضن جي قرض جي بحرن عميقن ۾.

(۲٦) فوا حسرتا! فرطت فيما امرته،
و شمرت ذيلا لا قتران وثامة.

پوءِ هاءِ افسوس ۽ حسرت! جو ان ۾ جيڪي تو مون کي امر فرمايو، تنهن ۾ نهايت گهڻو گهٽ وڌ هليو آهيان ۽ ور ڪٽي هم قرين شيطانن لاءِ بيٺو آهيان گڏ ڪرڻ لاءِ.

(۲۷) عليک صلواة الله يا ڪوکب الهدىٰ،
و يا قمر العرفان شمس شمامة.

اي نيڪ ستارا هدايتن جا! توتي الله جون صلواتون، سلام ۽ رحمتون هجن شال! اي غالب ٿيڻ وارا دلين جي زڪي پردي جي سج تي ٻڪ غلبي جا حاصل ڪندڙ، تو تي الله جون صلواتون ۽ سلام هجن شال!

(٢٨) عليک من الله السلام سلامة،
مادام اهل الخير في دار السلامة.

توکي الله طرفان سلام ۽ سلامتيون هجن شال! جيستائين اهل خير جا دارسلامت يعني جنتن ۾ جڳهه وٺندڙ آهن.

(٢٩) سلام على من سار بالصدق والصفا،
خليفة حق خير اهل الا عانة.

سلام انهيءَ تي جو هليو هجرت تي صدق ۽ صفائيءَ سان، جو خليفو مددگارن نبي ﷺ جي اهل خير جو حقي واجبي هو.

(٣٠) رفيق رسول الله في الغار انما،
له الغاية القصوىٰ بنيل فخامة.

حضرت صديق رضي الله عنه، رسول الله جن سان وقت هجرت جي غار ۾ هم شريڪ هو ۽ ان ۾ سندس لاءِ نهايت وڏو بخشش جو ڀاڱو آهي.

(٣١) فلا لسان لنا نحصي فضائله،
فبالرسول له سر الباطنة.

پوءِ اسان کي زبان ڪانهي، جو ان جا فضائل ڳڻي شمار ڪري سگهون. پوءِ رسول الله ﷺ سان سندن راز هوندو هو يعني بلڪل گهرو ۽ گهاٽو.

(٣٢) و بعد على بدر هو بحر في العطا،
به عمارة عدل و اهتداء ديانة.

ان بعد اهو چوڏهينءَ جو چنڊ، جو سمنڊ وانگر عطا ۾ مشهور هو، جنهن جي ڪري عدل جي عمارت ۽ ديانت ۽ هدايت جي عمارت تيار ٿي.

(٣٣) اکرم به انه معمار مملكة،
و كان لدين الله مثل دعامة.

ان جي عزت ڪر، ڇا لاءِ جو اهو اسلام جي مملڪت جو معمار هو، ۽ پڻ اهو الله جي دين لاءِ مثل هڪ دعوت ڏيندڙ جي هو.

(٣٤) مكارم اخلاق له ليس تحصر،
فان له فضلاً و خير الخزانة.

هن جي نيڪ اخلاقن ۽ ڳڻن کي ڪوئي ڳاڻيٽو نہ آهي، ڇا لاءِ تہ هن لاءِ الاهي فضل آهي ۽ خزانا خير جا شامل حاصل آهن.

(٣٥) كذالک على عثمان ثم علي لهم،
جلالة قدر و اعتلاء مكانة.

اهڙيءَ طرح حضرت عثمان ۽ حضرت علي رضي الله عنهما آهن. انهن لاءِ ٻہ جلالت قدر ۽ مٿانهون مڪان ۽ درجو آهي.

(٣٦) بنورهما قدبان بنيان حكمة،
بقهرهما خذلان اهل الاهانة.

سندن ٻنهي جي نور سبباں بيشڪ ظاهر ٿيا اڳرين وارا سَنڌ حڪمت جا ۽ انهي ٻنهي جي غلبي ڪري اهل تحقير ۽ اهانت جا، الاهي مدد ۽ نصرت کان محروم ٿيل آهن.

(٣٧) فحسبهم شرفا اعطاه خالقهم،
جواهر نور في عقود العمامة.

پوءِ انهن جي شرف موجب انهي ڏنا سندن خالق جواهر نور جا پڳ جي عقدن ۾.

(٣٨) سلام علىٰ نورين كل منهما،
مجامع احسان و حسن و سامة.

سلام آهي ٻنهي نورن مان هر هڪڙي تي، جي جامع احسان ۽ حسن جا جلويدار آهن.

(٣٩) و بعد علىٰ باقي الصحابه كلهم،
دوام عين و غين وقاف و لامة.

۽ انهيءَ بعد باقي ڪل اصحاب تي صلواتون ۽ سلام تيستائين هميشہ هجن، جيستائين ع غ ۽ ق ۽ لام آهي، يعني جيستائين قلم لوح تي لکي رهيو آهي ۽ سڄ ڪڪرن جي اوٽ ۾ هلي رهيو آهي.

(٤٠) فمن ذا الذي مدح النبي و آله،
لكن للعشاق ميل الملامة.

پوءِ اهو ڪير آهي، جو نبي ﷺ ۽ سندس آل جي مدح ڪري سگهي ٿو؟ ليڪن عاشقن کي اصل لاڙو ئي ملامت ڏي آهي، تنهن ڪري نٿا مُڙن.

(٤١) لفضل رسول الله ليس له حصر،
لسان كل فصيح في قيود سامة.

بيشڪ، فضل رسول الله جو اهڙو آهي، جنهن جو ڳاڻيٽو ڪونهي. ڇا لاءِ تہ هر هڪ فصاحت واري جي زبان رڪيل قيمت ۾ قيد پيل آهي، يعني خاص انداز کان زياده هلي نٿي سگهي.

## (ب) فارسي شاعري:

مخدوم صاحب جي دور ۾ فارسي شاعريءَ جو زور هو. سنڌ اندر سوين فارسي گو شاعر موجود هئا. خود ٺٽي ۾ به ڪئين صاحبِ ديوان شاعر رهندا هئا. هڪ طرف ڪلهوڙا حڪمرانن جي اڳين حاڪمن وانگر درٻاري ٻولي فارسي هئي، ته ٻئي طرف نادري ۽ ابدالي اثر رسوخ به سنڌ ۾ قائم هو. سنڌ ۾ ايران جي شاعرن جي قدرشناسي ۽ آمد به گهٽي هئي، ان ڪري سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ جو چالامان گهٽو وڌيل هو. هن دور ۾ سوين ديسي توڙي پرديسي فارسي گو شاعر سنڌ ۾ عام جام ڏسجن ٿا، جيڪي اڪثر وقت بوقت حاڪمن جي ثناخواني ۽ قصيده گوئي ڪري، پنهنجي پيٽ جي دوزخ جي آگ پيا اُجهائيندا هئا.

ٻئي طرف ساڳئي دور ۾ مخدوم صاحب خود وقت جي حاڪمن کي اسلام جي دعوت جو پيغام به پهچايو، پر پاڻ پنهنجي خالق ۽ مالڪ رب العالمين جي دين اسلام ۽ الله جي رسول ﷺ جي شريعت جي ترويج ۽ خدمت، وعظ و نصيحت، درس و تدريس ۽ تصنيف و تاليف ۾ ايترو ته مشغول رهيو، جو ڪيس دنيا وارن جي مدح سرائي جو موقعو ئي ڪونه مليو ۽ رب ڪريم ڪيس اهڙي ساراهه جو محتاج نه بنايو. هو فقط شريعت جي سر بلنديءَ لاءِ رات ڏينهن مصروف رهيو. قال الله ۽ قال رسول الله ۾ مشغول.

مخدوم صاحب، صاحبِ ديوان ۽ پيشه ور شاعر ڪونه هو، پر ڪيس عربيءَ وانگر فارسي ٻوليءَ تي به دسترس هئي. فارسي نثر ۾ سندس گهڻا ڪتاب لکيل آهن. ڪيس عربي شاعريءَ وانگر فارسي شاعريءَ جي به ڄاڻ هئي. مير علي شير "قانع" ٺٽوي فارسي شاعريءَ جي سلسلي ۾ پنهنجي ڪتاب "مقالات الشعراء" فارسي ۾ مخدوم صاحب جي فقط هڪ فارسي رباعي مثال طور شامل ڪئي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم صاحب فارسي شعر به چيو آهي.

مخدوم صاحب جي همعصر علامه مخدوم محمد معين ٺٽوي امامن سڳورن جي شهادت تي روج راڙو ڪرڻ، پٽڻ ڪٽڻ ۽ مٿي ۾ مٽي وجهڻ کي جائز قرار ڏنو. ان ڏس ۾ هن هڪ فارسي رباعي هن ريت چئي:

اي واعظِ خوش ڪلام شيرين پيغام،
منبر بسواد قير گون ڪن به تمام،

با روء سيه خاک بسر فاش بگو،
در تعزيت حسين صبرست حرام.

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي شريعت جي لحاظ کان صبر ۽ تحمل، رضا تي راضي رهڻ، رسول الله ﷺ جي پيروي ڪرڻ ۽ "ان الله مع الصابرين" تي زور ڏنو. مخدوم صاحب مٿئين فارسي رباعيءَ جو جواب پنهنجي چيل وري هن فارسي رباعي ۾ ڏنو:

اي عاشق صادق محب خوش نام،
در تعزيت حسين کن حزن تمام،
با سوز دلت اشک همين ريز زچشم،
ليکن ندهي رازِ محبت به عوام.[1]

مطلب ته اي سچا عاشق ناميارا دوست! حضرت امام حسين عليه السلام جي دردناڪ واقعي تي غم پلي ڪر، دل جي سوز سان نيڻن مان نير وهاءِ، پر محبت جو راز عوام کي نه ڏي.

"مقالات الشعراء" ۾ مخدوم صاحب جي آيل رباعي ته ادبي حلقن ۾ مشهور آهي. البت وڏيڪ فارسي شاعري بابت عصري ۽ پوءِ وارا ادبي ڪتاب خاموش هئا. راقم ان ڏس ۾ جستجو جاري رکندو آيو. تازو خود مخدوم صاحب جي فارسي قلمي ناياب نثري ڪتابن ۾ فارسي شاعري جو دفتر دستاب ٿيو آهي، جيڪو ٻن فارسي ڪتابن ۾ ضمناً شامل آهي: هڪ "رشف الزلال" ۽ ٻيو "مدح نامہ سنڌ"

١. مخدوم صاحب ٻپهري نماز جي وقت تي تحقيق ڪندي سنڌ ۾ اصلي پاڇي بابت فارسي نثر ۾ "رشف الزلال في تحقيق فئي الزوال" نالي هڪ ڪتاب سن ١١٣٣هه ۾ لکيو هو. هن رسالي ۾ مخدوم صاحب جا ٻارهن فارسي شعر پاڇي جي سمجهاڻي بابت چيل آهن. مخدوم صاحب سنڌ ۾ اصلي پاڇي بابت ٻن سالن تائين تحقيق ۽ تجربو ڪيو. ان دوران جيڪو نتيجو نڪتو، ان جو نچوڙ ٻارهن فارسي شعرن ۾ سمايل آهي.

مثال:

بشنو بيان سايہ اصلي ملک سنڌ،
تاگويمت علىٰ حده در جملہ ماهها.

مطلب ته سنڌ ملڪ جي اصلي پاڇي جو بيان ٻڌ. سڀني مهينن جي پاڇي جو سمورو احوال توکي ٻڌايان ٿو.

٢. اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب جي فارسي شاعريءَ جا هڪ سئو کن نوان شعر دستياب ٿيا آهن، جيڪي سندس هڪ ٻئي فارسي ڪتاب "مدح نامہ سنڌ" ۾ موجود آهن. اها فارسي شاعري الله تعاليٰ جي حضور ۾ مناجات، رسول الله ﷺ جي شان ۾ شعر ۽ صدائن تي مشتمل آهي. مخدوم صاحبؒ "مدح نامہ سنڌ" ۾ پنهنجي نالي محمد هاشم سان گڏ تخلص طور "گنهگار" ۽ "مسڪين گدا" جا لفظ استعمال ڪيا آهن.

"مدح نامہ" ۾ فارسي شعرن جي مواد جو وچور هن ريت آهي:

| | |
|---|---|
| (الف) توحيد | ٢ شعر |
| (ب) رسالت | ١٤ بيت |
| (ج) علم | ١ بيت |
| (د) گناهن جي بخشش | ٩ بيت |
| (هہ) پاڻ سڳورن جو اخلاق | ٥ بيت |
| (و) حضور جن کي پڪارون | ٢٦ بيت |
| (ز) مناجات | ٥ بيت |
| (ح) مناجات | ٣٧ بيت |

هي جملي ٩٩ فارسي شعر آهن. ممڪن آهي ڳولا ڦولها ڪجي تہ اجا بہ زياده مخدوم صاحب جي فارسي شاعريءَ جو ذخيرو ملي وڃي. ان حوالي سان مخدوم صاحب جي سوانح جا ڪي نوان گوشا سامهون اچن ۽ ان سلسلي ۾ اسان جي رهنمائي پڻ ٿئي. هتي مخدوم صاحب جي دستياب فارسي شاعريءَ جا ڪجھ شعر ترجمي سميت درج ڪجن ٿا:

**توحيد ۽ رسالت**

خداوند زمين و آسمانها،
بود روزي رسان جملہ جهانها.

زمين ۽ آسمانن جو مالڪ، سيني جهانن وارين شين کي روزي پهچائيندڙ آهي.

خلائق را بود از لطف او کام،
همہ عالم ازو دارد سرانجام.

ساري مخلوق کي ان جي مهرباني سان مراد حاصل ٿيندي آهي. سڄو جهان ان کان ئي ڪاميابي حاصل ڪندڙ آهي.

محمد گوهر درج رسالت،
محمد اختر برج رسالت.

حضرت محمد ﷺ رسالت جي درج بند ٿيل دٻي جو گوهر آهي. حضرت محمد ﷺ جلال جي برج جو ستارو آهي.

محمد سرور سالار دين است،
محمد رحمت للعالمين است.

حضرت محمد ﷺ دين جو سردار ۽ سالار آهي. حضرت محمد ﷺ جهانن جي لاءِ رحمت آهي.

بجان و دل مطيع چار يارم،
بوصف و نام شان هريک شمارم.

دل ۽ ساهه سان چئن يارن جي تابعداري ڪندڙ آهيان. هرهڪ ڪي نالي ۽ وصف سان بيان ڪريان ٿو.

امير المومنين ابوبکر صديق،
که علم دين و دانش کرد تحقيق.

مومنن جو امير حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه، جو دين جي علم ۽ ڄاڻ جي تحقيق ڪيائين.

عمر آن بادشاه عدل و انصاف،
که از عدلش غبار ظلم شد صاف.

حضرت عمر رضي الله عنه عدل ۽ انصاف وارو بادشاهه، جو ان جي عدل سان ظلم جو غبار صاف ٿيو.

بود عثمان حياؤ حلم را کان،
نهاده حق حيا در شان عثمان.

حضرت عثمان رضي الله عنه حياء ۽ بردباريءَ جي کاڻ هو. الله تعاليٰ حياء حضرت عثمان رضي الله عنه جي شان ۾ رکيو آهي.

شه مردان که تيغ ذوالفقارش،
علي المرتضيٰ دلدل سوارش.

مردن جو بادشاهه جنهن جي تلوار ذوالفقار هئي، حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنه آهي، جيڪو دلدل تي سوار هوندو هو.

## حضور جن کي پڪارون

من درد مندم حضرتا، فرياد رس يا مصطفيٰ!
پاره شد بهر خدا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي حضرت مان درد وارو آهيان، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻڌ.
ٽڪرا ٽڪرا ٿيل آهيان، اي مصطفيٰ ﷺ خدا واسطي منهنجي دانهن ٻڌ.

بيشڪ توئي محبوب حق، فرمان برت جملہ طبق،
در حڪم تو ارض وسما، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اوهان بنا شڪ جي الله تعاليٰ جا محبوب آهيو. سڀئي طبقا اوهان جا فرمانبردار آهن. زمين ۽ آسمان اوهان جي حڪم ۾ آهن. اي مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم منهنجي دانهن ٻڌ.

هستي تو شاه دو جهان، هم شافع اين امتان،
اي دوست رب العليٰ، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اوهان ٻنهي جهانن جا بادشاهہ آهيو. هنن اُمتين جي شفاعت ڪندڙ بہ آهيو. اي مٿاهينءَ جي رب جا دوست! اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻڌ.

جملہ جهان جن و بشر، هم اين و آن زير و زبر،
از بهر تو آهو گواه، فرياد رس يا مصطفيٰ!

سڀئي جهان، انسان ۽ جن، هيءَ ۽ اهي هيٺ ۽ مٿي اوهان لاءِ هرٽيون بہ شاهد آهن، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻڌ.

از عرش تا زير زمين، هر چيز هم روح الامين،
بهر تو شد اي اصفيا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

عرش کان وٺي زمين جي هيٺئين حصي تائين سڀ شيون، روح الامين جبرئيل عليه السلام بہ اوهان جي لاءِ اي ٻلا پيدا ٿيو، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻڌ.

هم تو شفيع المذنبين، هم رحمت للعالمين،
اي مرتضيٰ اي مجتبيٰ، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اوهان گنهگارن جي شفاعت ڪندڙ، پڻ جهانن لاءِ رحمت آهيو. اي برگزيده ۽ اي ٻلا اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻڌ.

جزتو وسيلہ نيست ڪس، بهر خدا فرياد رس!
سلطان تخت اجتبا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اوهان کان سواءِ ڪو وسيلو نہ آهي، خدا جي واسطي دانهن ٻڌ. اي

ٻلائيءَ جي تخت جا بادشاه! اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي گوهردرج حيا، و اي اختر برج وفا،
برهان تخت اصطفا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي حياءَ جي صندوق جا گوهر ۽ وفاداريءَ جي برج جا ستارا، ٻلائيءَ جي تخت جا دليل، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي رهنمائي مومنان، اي حاجت روائي مسلمان،
مکرم معظم مهتديٰ، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي مومنن کي واٽ ڏيکاريندڙ، مسلمانن جي حاجت پوري ڪندڙ عزت وارا، تعظيم وارا، هدايت جا صاحب، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي بهتر از بهتران، و اي مهتر از مهتران،
اي اتقيا و مرتجيٰ، فريادرس يا مصطفيٰ!

اي ڀلن کان ڀلا، اي سُٺن کان سُٺا، اي پرهيزگارن ۾ اميدرکيل، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي دستگير افتادگان، اي چاره بيچارگان،
بدرالدجيٰ شمس الضحيٰ، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي ڪريلن جو هٿ وٺندڙ ۽ بيچارن جا سهارا، اونداهيءَ ۾ چمڪندڙ چوڏهينءَ جا چنڊ، ڪچڙي منجهند جا سج، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي ميوه باغ امان، اي طوطيءَ سبع مثان،
اي صاحب نور الهديٰ، فرياد رس يا مصطفيٰ

اي امت جي باغ جا ميوا، اي قرآن ڪريم جا طوطا، اي هدايت جي نور جا صاحب، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

نور نهال دولتي، نور بهار ملتي،
اي حرمت باغ صفا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اوهان دولت جي وجود ۽ ملت جي بهار جا نور آهيو ۽ اي صفائي جي باغ جي عزت، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

منصور ممدوح بدر، صادق خبر نيڪو سِيَر،
خورشيد حق احسن لقا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

بدر جي جنگ ۾ مدد ڪيل، ساراهيل ڳالهه جا سچا، سهڻي سيرت وارا، حق جا سج، سهڻي ديدار وارا، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي مقصد اقصيٰ همم، عالي مقام ذي الکرم،
اي دردمندان را دوا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي همتن جي نهايت جا مقصد، مٿانهين مقام وارا ڪرم جا صاحب، اي درد وارن دردن جي دوا، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي شاه اسرار قدم، وي ماه انوار حڪم،
برعاصيان لطف خدا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي قديم اسرارن جا بادشاهه ۽ اي حڪمتن جي نور جا چنڊ، گنهگارن تي الله جا لطف، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي نور صدق جان و دل، نور حديقه آب و گِل،
اي صاحب جود و سخا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي ساهه ۽ دل جي سچائيءَ جا نور، پاڻي ۽ مٽي جي باغ جا نور، ڪرم ۽ سخاوت جا صاحب، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي روشني عاصيان، نور خدا بر تو عيان،
اي نص ختم انبياء، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي گنهگارن جي لاءِ روشني، تنهنجي اڳيان الله تعاليٰ جو نور ظاهر آهي. اي دنيا تي نبين جي اچڻ جي ختم ٿيڻ جا نص، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

بهر ابوبکر تقي، بهر عمر شاهه نقي،
از بهر عثمان ذوالحيا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

حضرت ابوبکر صديق پرهيزگار جي واسطي، حضرت عمر شاهه صفائي واري، حضرت عثمان حياء واري جي واسطي، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

بهر علي المرتضيٰ، بهر حسن ذوالمجتبيٰ،
بهر حسين شه ڪربلا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

حضرت علي المرتضيٰ جي واسطي، حضرت امام حسن ڀلاين جي صاحب جي واسطي، ڪربلا جي شاهه حضرت حسين جي واسطي، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

حرمت همه اصحابها، حرمت همه احبابها،
لطفي بحال زار ما، فرياد رس يا مصطفيٰ!

سڀني اصحابن سڳورن رضي الله عنهم ۽ سڀني پيارن جي مُهابي، اسان

جي ڏکويل حالت تي ڪو لطف فرماءِ، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻڌ.

اي حضرت سيد رسل، و اي مهدي و هادي سُبل،
و اي ختم سورة اصفيا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي حضرت رسولن سڀني جا سردار ۽ اي هدايت وارا حق جي واٽن ڏي هدايت ڪندڙ ۽ اي ڀلارن جي سورة جي پڇاڙي، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

ملک و فلک از نور او، صافين شد مسرور او،
و اي آفرينش را سزا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

ملائڪ ۽ آسمان اوهان جي نور مان آهن ۽ اي پيدا ٿيڻ جا سبب، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اي نور حق پيدا ز تو، اي ديده دل بينا ز تو،
اي مالک هر دو سريٰ، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي اها ذات، حق جو نور اوهان مان ظاهر آهي ۽ دل جي نگاهه اوهان جي صدقي روشن آهي. اي ٻنهي جهانن جا مالڪ، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

باغ فصاحت را ڪلي، اي مرشد پير ولي،
بهر تو شد ارض و سما، فرياد رس يا مصطفيٰ!

اي فصاحت جي باغ جا گل، پيرن ۽ ولين جا مرشد، اوهان لاءِ زمين ۽ آسمان پيدا ٿيا. اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

اين هاشم مسڪين گدا، گفته ثنا بي انتهيٰ،
يا مرحبا يا مرحبا، فرياد رس يا مصطفيٰ!

هن هاشم مسڪين گداگر ثنا چوڻ ۾ پنهنجي طرفان انتها ڪئي آهي. مرحبا، اي مصطفيٰ ﷺ منهنجي دانهن ٻُڌ.

## (ج) سنڌي شاعري

مخدوم صاحب جي مادري ٻولي سنڌي هئي. ان ڪري سندس سنڌي شاعري عربي ۽ فارسي ڪلام کان زياده آهي. سندس سنڌيءَ ۾ لکيل سڀ جا سڀ ڪتاب سنڌي نظم ۾ آهن. مخدوم صاحب جي دور ۾ سنڌي نثر لکڻ جو رواج ٻنهه ڪونه هو ۽ جيڪڏهن هو، ته به تمام گهٽ ۽ هيڻئر اڻ لڀ آهي. تنهنڪري پاڻ جيڪي ڪتاب لکيائين، سي سڀ جهوني نموني واري

سنڌي نظم ۾ آهن. ان کان سواءِ مخدوم صاحب جي دور کان اڳ جا کي منظوميا هئا. يا خود ٺٽي جي عالمن: ميون ابوالحسن ۽ ميان ضياءُالدين ٺٽوي به سنڌي نظم ۾ رسالا جوڙيا هئا. جن ۾ ديني مسئلن کي آسان نموني ۾ سمجهايو ويو هو. تنهنڪري مخدوم صاحب به نو مسلم ۽ عام ماڻهن جي فائدي، سهنجائي، پلائي ۽ سمجهاڻيءَ خاطر سنڌي نظم ۾ ڪتاب لکيا. سندس عربي ۽ فارسي ڪتاب ته عالمن ۽ فاضلن جي اکين جو نور ۽ دل جو سرور بنيا. باقي عام ماڻهن لاءِ سندس منظوم سنڌي ڪتاب اينتري قدر ته مقبول ٿيا، جو مدرسن ۽ مڪتبن ۾ ابتدائي طور پڙهايا ويندا هئا. اجا تائين هر جاءِ تي مخدوم صاحب جي انهن منظوم سنڌي ڪتابن جو پڙاڏو ۽ اثر جاري آهي.

مخدوم صاحب جي زماني ۾ ڏگهن نظمن جو رواج پيو. جن کي "نظم معري" يا "ڪبت" واري شاعري چيو ويندو آهي، جنهن ۾ اڪثر الف اشباع وارو قافيو استعمال ٿيندو آهي. مخدوم صاحب جي شاعري ان نوعيت واري آهي، جنهن ۾ اصطلاح ۽ محاورا لاڙي سمايل آهن. مخدوم صاحب جا سنڌي نظم ۾ ڏزن کان وڌيڪ ڪتاب لکيل آهن. انهن ڪتابن تي تبصرو ۽ تعارف ڪتابن واري باب ۾ آيل آهي. هيٺ مخدوم صاحب جي نموني طور سنڌي شاعري درج ڪجي ٿي:

هئي هئي حياتي ڏينهڙا تو وساري ويا
عمر گذاري عيش ۾ هاريئي هميشا
اجل اوڏو آئيو جيئڻ جاءِ نه ڪا
ووءِ ووءِ وتين ويسرو اسّونهن اپاڳا
سنجهي صبوح سمهين اٿين اويلا
توکي تات نه تند جي ڪتڻ جي نه ڪرا
جن ڪتيو ڪالهه هي سرها سي ٿيا
جتي محشر ماڳ ۾ لکين لک مڙندا
دائما دنيا نه رهي باقي منجهه بقا
جيئڻ جال نه نبهي آدم جي ويا
ساٿي سمر ڪر تون ساري سفر لاءِ
پانئين جان پاڳ مڙان مهندا محمدا!

●

ٻـر ٻـر ٻـڏو جنـدڙو ڏوهـن ڏار مــڪـــا
گــونـدر مــتّـي هـيـنـئـڙي وڏي وڻ تـيـا
هئي هئي هنجون هاريان ڳاڙيان ڳل ڳوڙها
مـون ڪي وسـيلو ناهـ ڪو توريءَ رحـيـمـا
سـڪ نـہ سـاريـان سـپـرين طاقـت تـوارا
ٻـڌنـدي ٻـاڪـاريان دانـهـون ڪـريـان دردا
سـٽـي سـڌ سـوالي جا سـبـاجـهـا ٻـاجـهـاء
هادي ڪر "هاشم" ڏونهن نظر مـهر منجها
پـلـؤ پـڪـيـڙي پـنـٿـو مـهـندا مـحـمـدا![2]

## (د) مخدوم صاحب ۽ شاهہ لطيف جي سنڌي شاعري:

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هڪڙي دور جا چمڪندڙ چنڊ آهن. مخدوم صاحب عالمن جو اڳواڻ هو، تہ شاهہ صاحب صوفين جو سرواڻ آهي. مخدوم صاحب علم ۽ قلم جي ذريعي سنڌ واسين جي خدمت ڪئي، تہ شاهہ صاحب الاهي اسرار پنهنجي ڪلام ۾ سمائي، سنڌ وارن کي حق جو پيغام ٿي پهچايو ۽ غافلن کي بيدار پئي ڪيو.

جيئن تہ مخدوم صاحب ۽ شاهہ صاحب ٻئي شاندار شاعر ۽ قوم جا همدرد ۽ گهڻگهرا هئا. ٻنهي پنهنجي علم ۽ قلم، فڪر ۽ فهم ذريعي سنڌ کي واسيو، سُرهو ۽ سَرهو ڪيو. ٻنهي شاعرن جو تعلق اهڙي دور سان آهي، جنهن دور ۾ سنڌي ٻولي أسري نِسري رهي هئي. اڳتي هلي الف- بي جي نئين ترتيب سان سنڌي ٻولي نظم ۾ شاهوڪار بني. اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌي ويجهي وڻ ٿي. گلن ٻوٽن سان سينگارجي ثمر آور ثابت ٿي. ادبي تاريخ ۾ اهو ڪلهوڙن جو دور هو، جنهن کي سنڌي ٻوليءَ جو "سونهري دور" سڏيو ويجي ٿو. ان دور جي اڪثر سنڌي شاعرن جي ٻولي، فني سٽاءَ ۽ اصطلاحن محاورن ۾ هڪجهڙائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

ان علم پرور دور ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي نج سنڌي شاعري ۽ ادبي ٻوليءَ جو شهنشاهہ ٿي اُڀريو. اهڙيءَ ريت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي سنڌي شاعري ۽ ٻولي بہ ڏاڍي ٻاجهاري آهي. مخدوم صاحب لاڙ جي ڏن يعني علمي شهر ٺٽي ۾ ٿي رهيو، تہ وري حضرت شاهہ صاحب اُتر جي ڀيٽ ۾ لاڙ کي ويجهو هو. ڪيس لاڙ سان لنئون لڳل هئي. پاڻ هميشہ لاڙ تان ڀيرا

ڪندو رهيو هو. سندس ڏاڏي شاهه عبدالڪريم بُلڙيءَ واري جي زيارت گاهه "بُلڙي" ۾ آهي. پاڻ ملتان مان ڪاشي آڻائي سندس روضو مبارڪ ۽ ان سان گڏ مسجد به جوڙائي هئائين. شاهه صاحب جون لاڙ ۽ خاص ڪري ٺٽي جي اهل الله درويشن سان جهجهيون روح رهاڻيون رهنديون هيون. اهوئي سبب آهي جو شاهه جي ڪلام ۽ ٻوليءَ تي لاڙ جو سوايو اثر رهيو آهي. ٻئي طرف مخدوم صاحب به لاڙ ۽ ٺٽي جي عالمن جو اڳواڻ ۽ شاعرن جو سرواڻ هو. پاڻ عربي ۽ فارسيءَ جو زبردست عالم هوندي به، ان وقت سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي محسوس ڪندي، پنهنجي مادري زبان ۾ ٻارهن ڪتاب لکيائين.

شاهه عبداللطيف جي شاعريءَ جي ٻولي عوامي ۽ نج ادبي رنگ جي آهي. مخدوم صاحب ديني مسئلن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ سموهيو. پر ان سان گڏ شاهه صاحب وانگر سنڌي ٻوليءَ ۾ ادبي چاشني ۽ عوامي رنگ به رچائيندو آيو. هڪ طرف شاهه صاحب رات ڏينهن سير سفر ڪري، وطن جي واهڻن ۽ واندين، وسندين ۽ شهرن جو گهرو مطالعو ڪري مشاهدو ٿي ماڻيو. مختلف طبقن ۽ ذاتن وارن ماڻهن سان ملي ٻوليءَ جو خزانو محفوظ ٿي ڪيو ۽ ٻوليءَ کي مايدار ٿي بنايو. ٻئي طرف مخدوم صاحب جنهن جو عربي ۽ فارسي جي ڀرپور دور ۽ ٺٽي جهڙي علمي شهر سان واسطو هو. اتي عربيءَ جا وڏا عالم ۽ فارسيءَ جا صاحبِ ديوان شاعر رهندا هئا. رات ڏينهن وعظ نصيحت، درس تدريس سان گڏ فتويٰ نويسي، عام ماڻهن جا فيصلا ۽ ديني مسئلا به حل ڪندو هو. وقت جي عالمن سان علمي ۽ قلمي مقابلا به جاري رکندو آيو. مخدوم صاحب ٽن سون کان وڌيڪ عربي ۽ فارسي ۾ ڪتاب لکيا. عربي ۽ فارسي جو شاعر به هو. ايڏين مصروفيتن هوندي ۽ رات ڏينهن عربي ۽ فارسي ٻولي سان واسطو رکڻ جي باوجود ان دور جي ۽ شاهه لطيف جهڙي ٺيٺ سنڌي نموني ۾ شاعري ڪرڻ کي ادبي ڪرامت چئي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ اهو مشڪل مسئلو آهي ته نج مذهبي شاعريءَ ۾ به ادبي رنگ ڀرڻ ۽ ٻوليءَ کي رس ڀريو ۽ مِٺاج وارو بنائجي، پر مخدوم صاحب گهڻي حد تائين ان ۾ ڪامياب ويو آهي. ان فرق ۽ لاڙي جي ڪري شاهه صاحب ۽ مخدوم صاحب جي سنڌي شاعري ۽ ان ۾ ڪتب آندل ٻوليءَ جي ڀيٽ ڪري نٿي سگهجي. ان دور ۾ يا پوءِ ڪو شاعر شاهه صاحب سان برميچي نه سگهيو آهي.

پر تنهن هوندي به مخدوم صاحب نظم ۾ ڪٿي ڪٿي اهڙا لفظ جڙيا ۽

پويا آهن ۽ ڪيترين جاين تي اهڙيون سٽون سمايون آهن، جي هوبهو شاهه لطيف جي ٻوليءَ جون سڪون ٿيون لاهين ۽ ان دور جي ٻاجهاري ٻوليءَ جي عڪاسي ٿيون ڪن. لفظن ۽ معنيٰ جو مفهوم بہ جزوي ڦيرقار سان هوبهو شاهہ لطيف جي شعرن سان ملي جلي ٿو.

شاهہ لطيف:

چڱا ڪن چڱايون، مٺايون مٺن،
جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙ سيئي ڪن.

مخدوم صاحب:

ٻچڙن ڪم ٻچڙايون، چڱايون چڱن،
جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙ سيئي ڪن.

شاهہ لطيف:

ٿورا نہ ٿورا، مون تي مارُوئڙن جا،
پلائيون ۽ پيرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا.

مخدوم صاحب:

تنين مٺو ناهه ڪو، اپر اڳانجها،
ڳڻي ڳڻيان ڪيترا، ڪنڏي جنين نہ ڪا.

شاهہ لطيف:

ڪٽي نيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين.

مخدوم صاحب:

سڄڻ صورت سهڻو، سرهو سينئا،
جوت نہ ذري جيتري، چنڊ چوڏهين ماهه،
ڏسي منهن محبوب جو، تارا شرمئا،
سڄ، چنڊائي سهڻو، خاصو خير وريٰ.

شاهہ لطيف:

مهڙ مڙني مرسلين، سرس سندس شان،
اي آڳي جو احسان، جنهن هادي ميڙيم هٿڙو.

مخدوم صاحب:

مهڙ مڙني مرسلين، مشفق مجتبيٰ،
لال لاکيڻو لکڻين، نبي نور هديٰ.

شاهہ لطيف:

ستر کج ستار، آئون اگھاڙي آهيان،
ڍکج ڍکڻهار، ڏيئي پاند پناهہ جو.

مخدوم صاحب:

عيب منهنجا ڍکئين، ستر ساڻ سچا،
اوگڻ کج م پڌرا، آگا عاصين جا.

شاهہ لطيف:

جڏهانکر تيام، ساجاء سپرين سين،
تڏهانکر تر جيترو، ويل نہ وسريام،
اندر روح رهيام، سڄڻ اوطاقون کري.

مخدوم صاحب:

سڄڻ رهيام روح ۾، اندر اوتارا،
آهيم سهد سرير ۾، گھڻو اپارا.

هي چند مثال شاهہ صاحب جي رسالي (مرتب: غلام محمد شاهوائي) ۽ مخدوم صاحب جي ڪتاب "قوت العاشقين" مان ورتا ويا آهن. جيڪڏهن مخدوم صاحب جي سڀني سنڌي تصنيفات مان شاهہ صاحب جي رسالي سان تقابلي مطالعو ڪجي، تہ گھڻوئي هڪ جهڙو لفظي ۽ معنوي مواد سامهون اچي سگھي ٿو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي اهڃاڻن بابت اضافو پڻ ٿي سگھي ٿو.

## حوالا


(١) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٨۴٢
(٢) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "قوت العاشقين" (سنڌي)، مرتب: خانبهادر محمد صديق ميمڻ، ص ۴-٦
ايضاً "مدح نامه سنڌ" (فارسي) مترجم: مولانا محمد ادريس ڏاهري، شاهہ پور جهانيان
شاهوائي غلام محمد: "شاهہ جو رسالو"

## باب اٺون

# مخدوم صاحب بحيثيت تنقيدنگار

سنڌي ٻوليءَ جي شروعاتي تاريخ، قدامت، صورتخطي، خطاطي ۽ لکت جي مختلف مرحلن کي سمجهڻ، پرکڻ پروڙڻ ۽ سهيڙي سموهي گڏ ڪرڻ لاءِ وقت بوقت لسانيات جي ماهرن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي محققن پاڻ پتوڙيو آهي. تحقيق دوران مختلف نظريا قائم ڪري، نتيجا پڻ اخذ ڪيا آهن. ان ڏس ۾ تازو سنڌي ٻوليءَ جي عظيم محقق، محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي "سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي" بابت جديد تحقيق سامهون آئي آهي. ان ڪري سنڌي ٻوليءَ کي دور- وار سمجهڻ لاءِ آساني پيدا ٿي آهي. ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

> "سنڌي ٻولي ڏکڻ ايشيائي ننڍي کنڊ جي قديم ترين ٻولين مان هڪ آهي. تاريخي طور تي اها سنسڪرت کان اڳ واري دور جي ٻولي آهي، جيڪا سنڌو ماٿر جي ڪنهن مقامي پراڪرت يا پراڪرتن مان اُسري. 'مئن جي دڙي' واري قبل از تاريخي دور جي ٻوليءَ کي 'سنڌ جي ٻولي' چئي سگهجي ٿو. پر 'سنڌي ٻولي' گهڻو پوءِ اُسري. عيسوي پنجين صدي کان يارهين صدي واري عرصي ۾ يعني راءِ گهراڻي، برهمڻ گهراڻي ۽ پوءِ عرب- اسلام حڪومتن واري دور ۾ سنڌ اندر سياسي ۽ انتظامي مرڪزيت جي ڪري، سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ هلندڙ 'مقامي محاورن ۽ ٻولين' ۾ وڌيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، جيڪا هڪ عام فهم سنڌي ٻولي جي اوسر لاءِ ڪارگر ثابت ٿي. عرب- اسلامي دور ۾ سنڌي ٻولي جي تاريخي اوسر جا وڌيڪ پڪا پختا حوالا ملن ٿا.

هن دور ۾ عربيءَ سان گڏ سنڌيءَ کي اهميت حاصل ٿي، جو نئين اسلامي معاشري ۾ عربن ۽ سنڌين جي گڏيل رهڻي کهڻي سبب ٻئي هڪٻئي جي ٻولي سمجهندا رهيا ۽ ڳالهائيندا رهيا. چوٿين صدي هجري (ڏهين صدي عيسوي) ۾ جڏهن ڪي عرب عالم ۽ سياح سنڌ ۾ آيا تہ هنن سنڌي ۽ عربي ٻئي ٻوليون سنڌ ۾ عام رائج ڏٺيون... عربن جي دور کان پوءِ سومرن وارو دور (١٠٥٠ع / ١٣٥٠ع) عام فهم سنڌي ٻوليءَ جي تعمير ۽ توسيع وارو دور هو، جنهن ۾ سنڌي، سنڌ جي ڏکڻ- ايرندئين پاڳي کان اڳتي وينديءَ ڪڇ تائين رائج ٿي. هن دور ۾ سنڌيءَ ۾ وڏندڙ بياني صلاحيت سببان، ٻوليءَ جي عوامي روايت واري ادبي ذخيري ۾ وڏو واڌارو ٿيو. قصا أسريا ۽ مشهور ٿيا ۽ ڳاهن سان ڳالهيون ڳايون ويون. ان بعد سمن جي دور (١٣٥٩ع / ١٥٢٠ع) ۾ وچولي سنڌ جي سمن جي قبيلن جي نج سنڌي ٻولي، معياري سنڌي ٻوليءَ جي صورت ۾ ترقي پذير ٿي ۽ سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون وسيع ٿيون. سنڌي نثر ۾ وڌندڙ بياني قوت سببان قصہ خوانيءَ جو فن وڌيو ۽ شعر ۾ سنڌي بيت هيئت ۽ فن جي لحاظ سان قاضي قادن جي ڪلام ۾ پنهنجي تڪميلي صورت کي پهتو.

ارغونن، ترخانن ۽ مغلن وارو دور (١٥٢٠- ١٦٨٠ع) سنڌ ۾ فارسي زبان جي اوسر ۽ عروج وارو دور هو، مگر سنڌي پنهنجي تاريخي ۽ ارتقائي اعتبار سان اهڙي اعلىٰ سطح تي پهچي چڪي هئي، جو باوجود فارسيءَ جي عمل ۽ اثر جي سنڌيءَ جي انفراديت ۽ افاديت قائم رهي. هن دور (١٥٩٠- ١٦٨٠ع) جي آخر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي علمي تاريخ ۾ هڪ وڏو انقلاب آيو. جو سنڌ جي سڄاڻ عالمن ۽ استادن هڪ خاص تعليمي نظريي ۽ تعليمي تحريڪ جو بنياد وڌو، تہ ٻارڙن کي بنيادي تعليم سندن مادري زبان سنڌي ۾ ڏني وڃي، تہ جيئن هو سولائيءَ سان مڪتبي تعليم پوري ڪري سگهن. هن تحريڪ هيٺ نہ فقط مڪتبي سطح تي سنڌيءَ ۾ پڙهائيءَ جو سلسلو شروع ٿيو، پر ان لاءِ سنڌيءَ ۾ درسي مواد مهيا ڪرڻ جي شروعات ٿي.

ان بعد آخري مغلن، عباسي ڪلهوڙن ۽ ٽالپر اميرن واري دور

(١٦٨٠ - ١٨٦٠ع) ۾ سنڌي زبان ذريعي بنيادي تعليم ڏيڻ واري تحريڪ جا بنياد مضبوط ٿيا. معياري درسي ڪتاب ’ابوالحسن جي سنڌي‘ جي عام مقبوليت سان سنڌيءَ ۾ تعليم ڏيڻ واري تحريڪ ڪامياب ٿي. ’سنڌي‘ جي خاص نالي سان وڏيڪ درسي ڪتاب شايع ٿيا ۽ سولي سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکڻ جو نظريو عام ٿيو. ان سان گڏ هن دور ۾ سنڌي اَساسي (ڪلاسيڪي) شاعريءَ جي عمارت اڏجي راس ٿي ۽ سنڌي بيتن ۽ واين جا ذخيرا ’رسالي‘ جي خاص نالي سان صورت پذير ٿيا. هن دور ۾ اعليٰ فڪر وارا وڏا عارف ۽ ديده ور داناءَ ۽ شاعر ساماڻا، جن پنهنجن سنڌي بيتن ۾ اعليٰ انساني اخلاق ۽ ڪردار جا سبق سمجهايا.“[1]

سنڌي ٻولي ۽ صورتخطيءَ جي هن تاريخي پس منظر ڪان پوءِ اسان مخدوم صاحب جي همعصر ڪلهوڙا دور تي اچون ٿا. هي ٻارهين صدي هجري فارسي ادب سان گڏ سنڌي ٻولي جي آبياريءَ جو دور رهيو آهي. تاريخ ۾ ٻارهين صدي هجريءَ کي سنڌي علم ۽ ادب جو ”سونهري دور“ چيو وڃي ٿو. هڪ طرف صوفي شاهه عنايت سر ڏيئي سرهو ٿيو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي تن تسبيح، من مڻيو، دل دنبورو ڪري سنڌ جي چپي چپي، هر وسندي ۽ واهڻ، ٿر ۽ بر ۾ وحدت جي وائي ۽ روحاني رمزن سان وڻ ٽڻ واسي ڇڏيا. سچل سرمست وري الستي اسرار آلاپي، جهر جهنگ کي سرمست بنائي ڇڏيو. ٻئي طرف سنڌي علم ادب جي محسنن: ميون ابوالحسن سنڌي، مخدوم ضياءالدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله نرئي وارو ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ ديني ادب جا ڪيئي ڪتاب تحرير ڪيا.

بهرحال، سنڌي ٻوليءَ جي انهن سڀني محسن بزرگن سنڌي علم ۽ ادب جي گلشن کي سرسبز ۽ شاداب بنايو. جنهن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ ديس پرديس کي سرهو بنائي ڇڏيو. هرهڪ عالم ۽ فاضل، صوفي ۽ عارف، سخي ۽ سورهيه، اديب ۽ شاعر پنهنجي ذات ۽ ڏانءَ، وس ۽ وت آهر رَتُ سَتُ ڏيئي، نُور نچوئي، قلم هلايو ۽ سنڌي علم ادب سان ڀال ڀلايا. انهن سنڌ جي عالمن ۽ اديبن سنڌي ڪتاب لکي عام ماڻهن کي علم سان روشناس ڪرايو. ٻئي طرف سنڌي علم ادب ۾ وڏو بنيادي ڪم ڪري ويا. اهڙن برک بزرگن ۾ سنڌ جو لاثاني عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سرِفهرست

آهي، جنهن سنڌي ٻولي تي ڀرپور اصلاحي ۽ تعميري تنقيد ڪري، تحقيق جو دروازو کوليو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي آڳاٽو ديني ادب محفوظ رهيو آهي، ان جا ٻه دور رهيا آهن. مشهور نظريو هي آهي تہ يارهين صدي هجري (سترهين صدي عيسوي) ۾ سنڌ جي سڄاڻ عالمن ۽ استادن، عربي ۽ فارسيءَ بدران مادري زبان سنڌيءَ ذريعي مڪتبي تعليم ڏيڻ جو نظريو قائم ڪيو. پهرئين دور ۾ سنڌيءَ ۾ ننڍا ننڍا عام فهم ۽ آسان رسالا منظوم ڪيا ويا. ٻئي دور ۾ تفصيلي درسي ڪتاب تيار ڪيا ويا، جن جي ابتدا ٺٽي جي عالم ۽ استاد ميون ابوالحسن جي لکيل ڪتاب "مقدمة الصلواة" (نماز جي سمجهاڻي لاءِ مهاڳ) سان ٿي. جيئن تہ هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيو ويو هو، ان ڪري مصنف جي سولي نالي سان "ابوالحسن جي سنڌي" سڏيو ويو. هن ڪتاب کي سنڌي ٻوليءَ جو پهريون مشهور ريڊر چئي سگهجي ٿو.

جيتوڻيڪ ابوالحسن جي "مقدمة الصلواة" سنڌي (يارهين صدي هجري/ سترهين صدي عيسوي) کان ٻہ غالباً هڪ ٻہ صديون اڳ سنڌ جي اڳين عالمن ۽ استادن فارسيءَ بدران مادري زبان سنڌي ۾ مڪتبي تعليم ڏيڻ واري اصول ۽ نظريي تحت لکيا. ان پهرئين دور ۾ جيڪي ننڍا ننڍا رسالا سنڌي ۾ منظوم ڪيا ويا، تن مان اوڻيتاليهہ منظوم ڪتابن جو قلمي ذخيرو حسن اتفاق سان سلامت رهيو، جيڪو عزت بن سليمان نالي هڪ ڪاتب سن ١٠٢٧هہ- ١٠٤٩هہ وارن سالن ۾ اُتاريو. اهو ذخيرو ساڍن ٽن سؤ سالن کان اڳ واري سنڌي ٻولي ۽ صورتخطيءَ ۾ تصنيف ٿيل آهي، جنهن مان ان وقت جي سنڌي ٻولي جي سٽاءَ، لغات ۽ اوسر تي روشني پوي ٿي. خوش قسمتيءَ سان اهي آڳاٽا اوڻيتاليهہ سنڌي منظوميا محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ڪن جهونن ڪتبخانن مان دستياب ٿيا، جنهن محنت ڪري موجوده صورتخطيءَ ۾ آڻي مرتب ڪري، نئين سر ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايا آهن.[2]

بهرحال، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي دور ۾ سنڌيءَ ۾ خاص ڪري لاڙ پٽ ننگر ٺٽي ۾ ابوالحسن جو اهو ڪتاب "مقدمة الصلواة" مڪتبن ۽ مدرسن ۾ ابتدا طور پڙهايو ويندو هو. اهو ڪتاب ان وقت جي مروج آسان سنڌي ۾ هجڻ ڪري ايترو تہ مقبول ٿيو، جو مدرسن ۾ ابتدائي طالب علمن کي پڙهايو ويندو هو ۽ عام مطالعي لاءِ ٻہ فائدي وارو هو. خود مخدوم

محمد هاشم جهڙو عالم ۽ فاضل بہ پنهنجي مدرسي ۾ ان ڪتاب کي پاڙهيندو هو. مخدوم صاحب "مقدمة الصلواة سنڌي" جي اهميت جي پيش نظر سبب کان پهريائين ان جي تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعي ڏانهن توجهہ ڏنو.

جيئن تہ علم وسيع آهي. انسان سهو، خطا ۽ نسيان جو گهر آهي. ان ڪري ابوالحسن ٺٽويءَ کان جن مسئلن ۾ ڪي اوڻائيون رهجي ويون ۽ مسئلا تحقيق طلب هئا، انهن جي اصلاح ۽ تنقيد واسطي ۽ حق ۽ حقيقت جي اظهار خاطر مخدوم محمد هاشم ان ۾ ڪجهہ بيت وڌايا ۽ "اصلاح مقدمة الصلواة" نالي فارسي ۾ رسالو لکيو. اها سنڌي ٻولي جي مشهور ۽ مقبول منظوم ڪتاب تي پهرئين اصلاحي تنقيد ۽ تحقيقي ڪوشش هئي، جيڪا خالص اصلاحي، تعميري ۽ تحقيقي نوعيت جي هئي. مخدوم صاحب جي اها اصلاحي تنقيد فارسيءَ ۾ هئڻ ڪري ۽ عام ماڻهن کي گهٽ فائدي پوڻ سبب آساني خاطر اڳتي هلي پاڻ ان جو سنڌي ۾ ترجمو بہ ڪيائين. مخدوم صاحب ان سلسلي کي اڃا بہ وڌايو ۽ ڊزن کن سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکيائين.

مخدوم صاحب جي ان ابتدائي اصلاحي تنقيد کان بعد علمي حلقن خاص ڪري ننگر ٺٽي جي عالمن ۾ تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعي جو جذبو جاڳيو. اهڙيءَ طرح مخدوم صاحب جي ٻئي همعصر بزرگ حاجي محمد قائم ٺٽويءَ وري ابوالحسن سنڌي جي حمايت ۽ تائيد ۾، مخدوم محمد هاشم جي جواب ۾ هڪ رسالو عربي زبان ۾ "الردعلیٰ اصلاح مقدمة الصلواة" نالي لکيو. اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب جي اصلاح جي ڪري علمي ۽ تحقيقي بحث شروع ٿيو.

مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي ان علمي بحث بابت لکي ٿو:

"مخدوم محمد قائم سنڌي پنهنجي انهيءَ رسالي ۾ 'مقدمه الصلواة' جا اهي سنڌي بيت نقل ڪندي انهن جي عربيءَ ۾ تشريح ڪئي آهي ۽ ويو آهي مخدوم محمد هاشم کي جواب ڏيندو.

هن رسالي ۾ حمد ۽ صلواة کان پوءِ مصنف هن طرح ڪتاب جو تعارف ڪرائي رهيو آهي. پڇاڻان حمد ۽ صلواة جي الله القائم جي ڪلام ۽ نبي الله الدائم جي حديث جو خادم محمد قائم چئي ٿو، تہ سنڌي رسالو جيڪو 'مقدمة الصلواة' جي نالي سان مشهور آهي، جنهن کي شيخ امام سائين سڳوري مولانا شيخ ابوالحسن بن

شيخ عبدالعزيز جوڙيو آهي، تنهن جي ڪن مسئلن تي هن دور جي هڪ عالم اعتراض ڪيا ۽ اصلاح لاءِ پنهنجي طرفان ڪي بيت وڌايا. هوڏانهن انهن عبارتن تي ٻئي ڪنهن به عالم اعتراض نه ڪيو. تڏهن مون ضروري ڄاتو ته انهيءَ منظوم سنڌيءَ جو ارٿ بيان ڪريان، ته جيئن پڙهندڙن کي اهو پتو پوي ته معترض طرفان اهي وڌايل بيت سچ پچ اعتبار جوڳا آهن، يا مورڳو انهن ڏانهن اک ورائي واجهائڻ به نه گهرجي.

مخدوم محمد قائم سنڌي، مخدوم ابوالحسن جي حمايت ۾ جيڪو مٿيون رسالو عربيءَ ۾ لکيو. تنهن تي وري مخدوم محمد هاشم جواب ۾ هڪ ٻيو رسالو عربيءَ ۾ لکيو، جنهن جا ٻه نالا رکيائين: (الف) 'الشفاء الدائم عن اعتراض القائم' (ب) 'تنويرالاصباح عليٰ مسالک الاصلاح'. هن رسالي جي مقدمي ۾ حمد ۽ صلواة کان پوءِ مخدوم محمد هاشم فرمائي ٿو: مون جڏهن 'اصلاح مقدمة الصلواة' جي نالي سان هڪ رسالو لکيو، ته ان دور جي هڪ عالم (مخدوم محمد قائم) جنهن کي مون سان حسد ۽ جاهليت واري حميت هئي، تنهن اهڙا اعتراض ڪيا، جيڪي انصاف جي ليکي کان لنگهيل هئا. ڏنگي واٽ ويندڙ ماڻهوءَ کان سواءِ انهن اعتراضن کي ڪوبه قبول نه ڪندو ۽ نڪي انهن تي راضي ٿيندو. تنهن ڪري مون زمين ۽ آسمانن جي مالڪ الله سبحانه و تعاليٰ تي ڀروسو رکي، انهن اعتراضن جا جواب ڏيڻ گهريا. ١١٤٢هه جي آخر ۾ هن رسالي جي تصنيف ۾ شروع ٿيس ۽ ان جو نالو 'الشفاء الدائم عن اعتراض القائم' ۽ ٻيو 'تنوير الاصباح عليٰ مسالک الاصلاح' رکيم.

مخدوم محمد قائم سنڌي، مخدوم محمد هاشم کي جواب ڏيندي هڪ حديث بابت لکيو آهي، ته شيخ (ابوالحسن) انهيءَ حديث تي واقف ٿيو هوندو. تنهن تي وري مخدوم محمد هاشم مٿئين رسالي ۾ لکي ٿو ته اهو حسن ظن آهي، پر استدلال ۾ چڱو گمان نفعو نه ڏيندو آهي. ٻيو ته شيخ ابوالحسن سنڌي جيتوڻيڪ پرهيزگار انسان هو. الله تعاليٰ اسان کي ان کان نفعو به پهچايو، پر هُو علم حديث جو ڄاڻو نه هو، رڳو فارسي ڄاڻندو هو، جيئن

عبادات ۾ مجموعہ خاني، مجموعہ سلطاني ۽ ترغيب الصلواة فقه
ڄاڻندو هو. تنهنڪري ڪابہ حديث جيڪا ڪنهن ڪتاب ۾ نہ
ملي، تنهن جي ثابتيءَ لاءِ رڳو اهڙي ماڻهوءَ جي قول تي ڀروسو
ڪرڻ ڪوريئڙي جي ڄاريءَ کان وڌيڪ ڪمزور آهي.“(3)

مخدوم محمد قائم ٺٽوي سن ١١٥٧هہ ۾ مديني منوره ۾ پرين جي
پيرانديءَ ۾ وڃي آرامي ٿيو ۽ اهو علمي بحث، تنقيد، تحقيق ۽ سوال جواب
جي ڏي وٺ جو سلسلو ختم ٿي ويو.

سنڌ جو عظيم اسڪالر، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مخدوم محمد
هاشم ٺٽويءَ جي اصلاحي تنقيد ۽ تحقيق بابت لکي ٿو:

”بهرحال ٻلاري بزرگ مخدوم ابوالحسن سنڌيءَ جو سنڌيءَ ۾
لکيل ڪتاب ’مقدمة الصلواة‘ انهيءَ اعليٰ پائي جو ثابت ٿيو، جو
سنڌ جي چوٽيءَ جي عالمن مان ٻن بزرگن مخدوم محمد هاشم
(پهريان) ۽ مخدوم محمد قائم (بعد ۾) ان بابت قلم کنيو.
مخدوم محمد هاشم پنهنجي طرفان اصلاح ڏئي تحقيق جو
دروازو کوليو. مخدوم محمد قائم متس اعتراض ڪيا، جنهن جا
مخدوم صاحب محمد هاشم جواب ڏنا. اهڙيءَ طرح تحقيق تي
تحقيق جو سلسلو جاري ٿيو.“(4)

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي اصلاح مان معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم
صاحب پهريون تنقيد نگار عالم آهي، جنهن مخدوم ابوالحسن سنڌي جي
ڪتاب ”مقدمة الصلواة“ تي اصلاحي ۽ تعميري تنقيد ڪئي. الفضل للمتقدم
جي اصول پٽاندڙ انهيءَ ڏس ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي سبقت حاصل
آهي ۽ ٻلائي اڳين لاءِ آهي.

سنڌي ٻوليءَ کان سواءِ، مخدوم صاحب عربي ۽ فارسيءَ جي حوالي
سان بہ مخدوم محمد معين ٺٽوي، مخدوم محمد حيات سنڌي مدني جي
ڪتابن جو تنقيدي مطالعو ڪري، ڀرپور اصلاحي جواب ۽ ڪتاب عربي ۽
فارسي ۾ لکيا آهن.

# حوالا

(١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي"، ص ٨-٩
(٢) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو"
(٣) غلام مصطفيٰ قاسمي: "هاشميه لائبريري" (مقالو) ڏسو ماهوار "نئين زندگي" ڪراچي، آگسٽ ١٩٥٩ع، ص ١٩
(۴) سيد علي محمد شاهه دائري وارو: "مصلح المفتاح"، ڏسو مقدمو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص ٢٧-٢٨

# باب نائون

# مخدوم صاحب جون امتيازي خصوصيتون

مخدوم صاحب ۾ گهڻيون ئي عالمانہ ۽ مجاهدانہ خصوصيتون هيون، جن کيس تاريخ ۾ اڄ تائين تارن ۾ چنڊ مثل روشن ۽ نروار پئي ڪيو آهي.

**1. عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ تي عبور:**

مخدوم صاحب هڪ ئي وقت عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين جو ماهر نظر اچي ٿو. هُن علمي ۽ پيچيده مسئلن کي نهايت چٽائيءَ ۽ دليلن سان پيش ڪيو آهي. سندس تقرير ۽ عبارت نهايت عام فهم ۽ پُردلائل آهي. ان دور ۾ جيڪي بہ مسئلا سامهون آيا، انهن تي هن ڀرپور نموني ۾ قلم هلائي، حق جو حق ادا ڪيو. هُن ٽنهي ٻولين ۾ شاعري بہ ڪئي آهي. ٽنهي ٻولين ۾ تقريباً ساڍا ٽي سئو ڪتاب لکيائين. سندس دور ۾ ڪنهن ٻئي اهلِ قلم ۽ مصنف کي ايترين ٻولين تي هڪ جهڙو عبور ۽ ڪتابن لکڻ جو امتياز حاصل ٿي نہ سگهيو.

**2. سنڌي تصنيفات:**

مخدوم صاحب جي دور ۾ سنڌيءَ ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ڪتاب مس لکيل ۽ موجود هئا. جيئن "مقدمة الصلواة"، "مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي" وغيره. مخدوم صاحب ان وقت بہ ڏزن ڪان وڌيڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکي، عام سنڌي ماڻهن لاءِ سهوليت ڪئي. اهڙيءَ طرح ماڻهن کي بنيادي ديني مسئلا سمجهڻ ۾ آساني ٿي. هُن پنهنجي ديني ڀائرن کي سنڌي ٻولي- پنهنجي ٻولي، سنڌي ٻولي- سهنجي ٻولي جو گويا درس ڏنو.

### 3. ديني علمن جي خدمت:

**(الف) قرآن ڪريم:** جيئن ته قرآن حڪيم سڀني علمن جو سرچشمو آهي. ان ڪري مخدوم صاحب قرآني علوم، جهڙوڪ: تفسير، فضائل قرآن، قرأت ۽ تجويد تي ڪافي توجهه ڏنو ۽ گهڻا ڪتاب لکيا. اهڙيءَ طرح قرآن جي سنڌي ترجمي ۽ تفسير جو سنڌ ۾ بنياد رکيائين. جيتوڻيڪ برصغير ۾ قرآن جو پهريون فارسي ترجمو مخدوم سرور نوح هالائي (المتوفي: ٩٩٨هه) ڪيو، پر سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن جي ترجمي ۽ تفسير جي شروعات ۽ سعادت مخدوم صاحب جي قلم سان ٿي. ان ڏس ۾ مخدوم صاحب جي لکيل "تفسير هاشمي" کي وڏي اهميت حاصل آهي، جيڪو سندس مادري سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن جي آخري سيپاري جو بهترين تفسير آهي. نماز ۾ هر ماڻهو خاص ڪري ٽيهين پاري "عم" جون ننڍيون سورتون پڙهي ٿو، ان ڪري مخدوم صاحب تفسير جي شروعات به ان پاري کان ڪئي.

ان وقت قرآن جو سنڌيءَ ۾ ڪوبه تفسير لکيل ۽ موجود ڪونه هو. تنهنڪري مخدوم صاحب محسوس ڪيو ته نماز ۾ قرآن شريف پڙهڻ ته نور آهي، ان جي معنيٰ ۽ تفسير سمجهي پڙهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ نورٌ عَلٰي نور آهي. مخدوم صاحب ان پاري جو نه صرف ترجمو ڪيو، پر پنج سئو صفحن جو سنڌيءَ ۾ تفسير به لکيو. ٢٩ پاري "تبارڪ الذي" (سنڌي) ۽ سورة "الڪهف" (عربي) جو تفسير به مخدوم صاحب سان منسوب آهي.

بيشڪ مخدوم صاحب سنڌ ۾ پهريون شخص هو، جنهن سنڌي قوم کي قرآن شريف جي طرف پڪاريو ۽ اهو ذهن نشين ڪرايو ته ڪوبه اصول، طور طريقو ۽ نظام، جنهن جو بنياد قرآن تي رکيل آهي، اهوئي نظام ڪامياب ٿيندو، ڇو ته قرآن ۾ سڀ ديني ۽ دنيوي ڀلايون سمايل آهن. قرآن ئي انسانن جو رهبر اصول ۽ دستور العمل آهي.

مخدوم صاحب قرآن جو سنڌيءَ ۾ "تفسير هاشمي" لکي هڪ انقلابي قدم کنيو. اها سندس علم ۽ فڪر جي امتيازي خصوصيت آهي.

**(ب) حديثِ نبوي:** مخدوم صاحب سڄي زندگي سنتِ نبويءَ تي عامل رهيو. تفسير سان گڏ علم حديث جي تڪميل لاءِ پاڻ حجاز مقدس به ويو. اتان ڪامل محدث ٿي وطن وريو. سندس ڪتابن ۾ اڪثر حديثِ نبويءَ مان ئي دليل ورتل آهن. ان ڏس ۾ مخدوم صاحب "حيات القاري باطراف البخاري" ۽ ٻيا ڪتاب لکيا. ڇو ته قرآن مجيد کان بعد سنتِ نبوي ئي انسان

ذات لاءِ ڪامل رهنما ۽ اُسوه حسنہ آهي.

(ج) **فقه:** ديني مسائل ۽ علم فقه ۾ مخدوم صاحب وقت جو مجدد هو. ڪوبہ فقهي مسئلو اهڙو نہ آهي، جنهن ۾ هُن فقيهانہ فهم ۽ عالمانہ قلم نہ هلايو هجي. فقه تي مخدوم صاحب جا گهٽائي ننديا وڏا رسالا لکيل آهن. سندس "بياض هاشمي" ان ڏس ۾ هڪ فقهي شاهڪار موجود ۽ مشهور آهي، گويا ديني انسائيڪلوپيڊيا آهي.

(د) **تصوف:** تصوف انسان کي روحاني طرح ڪامل انسان بنائي ٿو. آخرت تي ايمان پڪو ٿئي ٿو. دل جي دنيا آباد ٿئي ٿي. ظاهري علم سان گڏ باطني علم بہ ضروري آهي. مخدوم صاحب پاڻ ان ڏس ۾ قادري سلسلي ۾ جهد عبادت ڪري، بيعت ۽ خلافت حاصل ڪئي. هن سلسلي ۾ مخدوم صاحب جي خدمت ڪڏهن بہ وساري نٿي سگهجي. جيتوڻيڪ صوفين سان نسبت غنيمت آهي، پر مخدوم صاحب جي دور ۾ ڪن صوفين تصوف جي نالي ۾ ڪيترين بدعتن، خرافات ۽ غيرشرعي ڳالهين کي تصوف ۾ ملائي، مونجهارو پيدا ڪري ڇڏيو هو. اهوئي سبب آهي، جو پاڻ ان صوفيءَ جي روش کي نندي ٿو، جو شريعت جي پابنديءَ جو لحاظ نٿو رکي. شريعت تي عمل ڪرڻ کان حيلا بهانا بنائي ۽ هٺرادو عذر ۽ اصطلاح گهڙي ٿو. مخدوم صاحب خشڪ فقيه نہ هو. بلڪ صاحبِ نسبت، بيعت ۽ خلافت جو صاحب عالم پڻ هو. هُن همالیہ وانگر مستقل مزاجيءَ سان تصوف جي اصل روح ۽ حقيقت کي کولي سمجهايو ۽ غير شرعي ڳالهين کي بند ڪرائڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ورتي. فرمان جاري ڪرائي بدعتن کي ٻنجو ڏنو. پاڻ ظاهري عالم فاضل سان گڏ صوفي باصفا، زاهد، صاحبِ فيض و ارشاد ۽ ڪامل ولي الله بہ هو.

### 4. قناعت ۽ سادگي:

اسلام اسراف، اجائي خرچ ۽ فضول ڪمن کان منع ڪئي آهي ۽ ڪين شيطاني پائر ڪري سڏيو آهي. اسراف رڳو پئسي ڏوڪڙ ۾ نہ آهي، پر وقت ۽ هر ڪم ۾ وچٽرائيءَ جو لحاظ رکڻو آهي ۽ اسراف کان بچڻو آهي. مخدوم صاحب ملڪ ۽ قوم جي خوشحاليءَ ۽ آسودگيءَ جو خواهان هو. ماڻهن ۾ اجائي خرچ، وقت وڃائڻ ۽ ٻين ڪمن ۾ اسراف ڪرڻ کي ناپسند ڪندو هو. ان ڪري پاڻ ماڻهن کي هر ڪم ۾ وچٽري نموني هلڻ لاءِ تاڪيد

ڪندو رهيو. هُن "سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ" واري اصول کي لازم ٿي ڄاتو. ان وقت درياءَ ۽ کوهن تان پاڻي گهرن ۾ آندو ويندو هو. پاڻ ماڻهن کي سانگي صرفي لاءِ اهو اصول ٻڌايائين ته پئسي پنجڙ جي خرچ بچائڻ کان اڳ ننڍين ننڍين ڳالهين تي توجهه ڏنو وڃي، ته اڳتي هلي پاڻ ۾ پابندي ۽ اصولن جو ضابطو آڻي سگهجي. هن وقت ته پاڻيءَ لاءِ نلڪا، ٽيوب ويل، واٽر سپلاءِ وغيره جهڙيون سهوليتون موجود آهن، پر مخدوم صاحب جي دور ۾ اڄ کان ٻه اڍائي سئو سال اڳ ماڻهو پاڻيءَ لاءِ پريشان رهندا هئا. ڳوٺ ۽ شهر ٻه درياءَ جي ويجهو ان ڪري اڏيندا هئا، ته جيئن پاڻيءَ جي حاصلات ۾ آساني ٿئي.

مخدوم صاحب ان ڏس ۾ پاڻيءَ جي قدرداني، بچاءَ، وقت بچائڻ لاءِ وضو ڪرڻ واسطي ٺڪر جا پوري ماپ جا ڪوُنرا ٺهرايا، ته عام ماڻهو پورو پاڻي استعمال ڪري، پاڻ کي وچٿري نموني هلڻ جو هڪ مثالي نمونو ۽ عملي تصوير پيش ڪري سگهي. گهر جو پاڻي اجايو هار ويٽ ڪري، پوءِ پريشان نه ٿئي. انهن ڪوُنرن کي عرف عام ۾ "هاشمي ڪوزا" سڏيو ويو. مخدوم صاحب طرفان اهو ٻه سندس دُوراند يشي، پاڻ تي ضابطي ۽ اسراف کان بچڻ لاءِ پهريون قدم هو. جيتوڻيڪ اهي ڳالهيون ظاهر ۾ ته ننڍيون آهن، پر هميشه پهرئين ۾ هڪ وک کڻڻ کان پوءِ معاملو وڌندو آهي. مخدوم صاحب طرفان اهو دُوراند يشي، آئنده جو اونو، ميانه روي ۽ "خيرالامور اوسطها" جو اعليٰ عملي نمونو ۽ بهترين مثال آهي ته مسڪين ۽ عام ماڻهو هر ڪم ۾ ميانه رويءَ سان هلي، بااصول ۽ خوشحالي زندگي گذاري سگهي. جي ماڻهو حق حلال ۽ محنت مزدوريءَ جي پئسي کي پاڻيءَ وانگر هاريندا آهن، انهن کي آخر حسرت جا هٿ مهٽڻا پون ٿا.

### 5. وطن سان محبت:

جنهن ڌرتيءَ تي انسان ڄمي، پرورش پائي، وڏو ٿي رهي ٿو، فطري طور انسان ان سرزمين سان محبت ڪري ٿو. مخدوم صاحب جي دور ۾ ڪنهن ٻاهرئين ماڻهوءَ سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي مخالفت ۽ گلا ۾ هڪ ڪتاب لکيو. مخدوم صاحب بروقت ان جو نوٽيس ورتو. هُن سنڌ مخالف ڪتاب جو ڀرپور جواب لکي، سنڌ جي شان ۾ "مدح نامه سنڌ" نالي هڪ بهترين ڪتاب لکيو. جنهن ۾ سنڌ جو سرس شان بيان ٿيل آهي. اها مخدوم صاحب جي امتيازي خصوصيت آهي، جو ان کان اڳ ڪنهن به عالم ائين وطن

جي محبت خاطر ۽ سنڌ جي شان ۾ ڪو نجو ڪتاب نہ لکيو هو. ان سان گڏ مخدوم صاحب جي ڪتابن جي اها خاصيت آهي، جو پاڻ هر ڪتاب جي مقدمي ۾ پنهنجي نالي سان گڏ "سنڌي" ضرور لکيو اٿائين. اڳ ۾ ڪنهن عالم ائين نہ ڪيو هو.

### 6. مسلماني آساني:

مخدوم صاحب جي وڏي معاصر ميون ابوالحسن سنڌي "مقدمة الصلواة" ۾ نماز جي مسئلن ۾ لکيو هو تہ جيڪڏهن نماز ۾ ماڻهوءَ کي گهٽا مڇر، مکيون ۽ ڪيڙيون چڪ هڻي رت ڪڍن، تہ نمازيءَ جو وضو ڀڄي پوندو.

مخدوم صاحب هن اهم مسئلي بابت عام ماڻهن جي سهنجائي خاطر، اسلام جي آساني واري اصول پٽاندڙ "اصلاح مقدمة الصلواة" ۾ مسئلي جي وضاحت ڪئي. ان جو نچوڙ ۽ مطلب هيءُ آهي:

> گهٽن مڇرن جي ڪائڻ ڪري وضو ڪونہ ڀڃندو ۽ ڪپڙا پليد ڪونہ ٿيندا. ڇو تہ سنڌ ۾ درياءَ جي ڀنهي پاسي گهاٽا ٻيلا، جهنگ ۽ وڻڪار جام آهي. اڪثر مارو ماڻهو مال ۽ ٻني ٻاري سانگي جهر جهنگ ۾ ئي رهن ٿا، جتي مڇر جام ٿين ٿا. گرميءَ جي مند ۾ اهو مسڪين ماڻهو جنهن وٽ هڪ ڪپڙو يا وڳو آهي، جيڪو پائي سمهي ٿو. پوءِ انهن ڪپڙن ۾ مڇرن جو رت گهڻو لڳي وڃي ٿو. جيڪڏهن گهٽن مڇرن طرفان انسان جي رت چوسڻ تي وضو ڀڄي پوڻ جو حڪم لڳائبو تہ اتي لازم ايندو، تہ نماز جي هر رڪعت ۾ يا تراويحن جي هر ٻن رڪعتن کان پوءِ هر ماڻهوءَ جو وضو ڀڄي پوندو. اها ماڻهن جي مٿان سختي ۽ اهنج آهي. اسلام دين آسان آهي. ان ڪري مڇرن جي ڪائڻ سان وضوءَ جي ڀڄڻ جو حڪم نہ لڳندو. وضو ۽ نماز صحيح ۽ درست رهندا.

اها مخدوم صاحب جي خصوصيت آهي، جنهن عام ماڻهن جي سهنجائي ۽ آسانيءَ خاطر هن مسئلي ۾ صحيح حقيقت لکي، ماڻهن جي ڀلائيءَ ۽ اسلام جي آسانيءَ وارو اصول بيان ڪيو آهي. اهائي عام ماڻهن لاءِ ڀلائي ۽ مسلماني آساني آهي.

**7. حق گوئي:**

مخدوم صاحب جي طبيعت خوددار ۽ باوقار هئي ۽ خوشامد، تعصب ۽ وڏائيءَ کان بنھ خالي هئي. ان ڪري سندس تحرير ۽ تقرير، قول ۽ معاملي ۾ حق ۽ سچ جو عنصر نمايان هو. وقت جي حاڪمن کي به دين متين ۽ حق سچ بابت خط لکيائين. وقت جي مصنفن سان علمي مسئلن تي حق سچ چوڻ سان اصلاح ۽ تنقيد ڪيائين، پر اها ٻي ڳالھ آهي ته حق سچ جي ڪلمي چوڻ واري کي متعصب چيو وڃي ٿو. جيئن ته مخدوم صاحب جي زندگي بااصول، باشرع، حق سچ چوڻ جي صفت سان سينگاريل هئي، ان ڪري پاڻ ڪنهن جي رعايت يا بيجا پرواھ نه ڪيائين. پنهنجي حق سچ جي اصول تي آخر تائين ڪاربند رهيو. جيتوڻيڪ ان باري ۾ مٿس ڪي من گھڙت الزام به لڳا، پر مخدوم صاحب جي حق سچ واري اها به اهم خصوصيت آهي.

## باب ڏهون

# وقت جي حڪمرانن سان لاڳاپا

جيئن تہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هڪ رباني عالم، مجاهد في سبيل الله، انقلابي فڪر ۽ شخصيت جو مالڪ هو. هو حضور ﷺ جن جي قول "افضل الجهاد كلمة الحق عند سلطان جائر" (يعني سڀني جهادن کان افضل جهاد، ظالم حڪمران کي حق سچ چوڻ آهي) تي عمل پيرا هو. مخدوم صاحب پنهنجي علم ۽ قلم، زبان ۽ جان سان وڏو جهاد ڪيو. سندس عزت ۽ دٻدٻو نہ رڳو عوام ۾ هو، پر وقت جي حاڪمن تي بہ سندس وڏو اثر هو.

مخدوم صاحب جي دور ۾ سنڌ جون سياسي حالتون ڪشمڪش واريون رهنديون پئي آيون. مرڪز ۾ مغلن جي حڪمراني، نادر شاهہ ۽ احمد شاهہ ابداليءَ جي سنڌ تي يلغار ۽ ڪلهوڙا حڪمرانن جون سياسي مصروفيتون ۽ حڪمراني پيچيدگيون، ان دور جون اهم ڳالهيون آهن. ان ڪري عوام جي اقتصادي حالتن بگڙڻ جو انديشو بہ برسر پيڪار هو. مخدوم صاحب انهن حالتن جي سنگينيءَ جو بخوبي اندازو لڳائي، عوام جي ڀلائيءَ ۽ رهنمائيءَ خاطر پاڻ پتوڙيندو رهيو. نادر شاهہ دُراني ۽ احمد شاهہ ابداليءَ کي بہ سندن ظلم ۽ استبداد خلاف خط موڪليا هئائين.(1)

نادر شاهہ جي نادري تلوار ۽ ابداليءَ جي حملي کان ماڻهو ڪؤ ڪائيندا هئا، پر مخدوم صاحب اهڙن سخت حڪمرانن کي بہ خَطَ لکي راهِ راست تي آڻڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ الله ۽ سندس رسول ﷺ جي حڪمن جي پابندي ۽ پوئواريءَ خاطر حق ۽ هدايت جو پيغام پهچايو. خود مخدوم صاحب جي دور جي مشهور مؤرخ ۽ مصنف، مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "تحفة الكرام" ۾ نادر شاهہ ۽ احمد شاهہ سان مخدوم

صاحب جي خط و ڪتابت جي تصديق ڪئي آهي.[2]

مخدوم صاحب مقامي طور سنڌ ۾ ڪلهوڙا حڪمرانن ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهہ سان خط و ڪتابت ذريعي سنئون سڌو عوام جي ڀلائيءَ ۽ شريعت جي اجراءَ لاءِ رابطو رکندو هو.

مخدوم صاحب جي زماني ۾ تاريخي لحاظ ڪان سنڌ تي مغل حڪمرانن جي مرڪزي حڪومت هئي. سندن پايئہ تخت دهلي پئي رهيو. مخدوم صاحب جي دور ۾ سراسري طور هيٺيان ڏهہ مغل حڪمران ٿي گذريا:

"اورنگزيب عالمگير، شاهہ عالم اول، جهاندار شاهہ، فرخ سير، رفيع الدرجات، رفيع الدولہ، محمد شاهہ، احمد شاهہ، عالمگير ثاني ۽ شاهہ عالم ثاني."[3]

ان دور ۾ جيتوڻيڪ مقامي طور سنڌ تي مغلن طرفان عملدار مقرر ٿي ايندا هئا، پر مجموعي طور سنڌ تي اهو دور ڪلهوڙن جي ابتدائي غلبي، پوءِ عروج ۽ آخر ۾ زوال جي زماني تائين ڦهليل آهي. مخدوم صاحب جي زماني ۾ سنڌ ۾ چار ڪلهوڙا فرمان روا ٿي گذريا. مخدوم صاحب جي زماني ۾ سنڌ ۾ ڪلهوڙا حڪمرانن ۾ ميان دين محمد ڪان وٺي، ميان يار محمد، ميان نور محمد ويندي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي تائين جو دور شامل آهي.

تاريخ مان اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي تہ مخدوم صاحب جو پهرين ٻن ڪلهوڙا حڪمرانن- ميان دين محمد ۽ ميان يار محمد سان ڪو لڳ لاڳاپو يا خط و ڪتابت جو واسطو رهيو هو. البت، ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهہ سان سندس تعلقات بابت احوال لکت ۾ ملي ٿو.

مخدوم صاحب جا وقت جي حاڪمن سان اهي لاڳاپا رڳو رعيتي راڄ ۽ رسمي طور محدود نہ هئا، پر مخدوم صاحب انهن لاڳاپن کي مدنظر رکي، عام ۽ خاص ماڻهن جي ڀلائي ۽ آخرت جي ڪاميابيءَ لاءِ شريعت جي بالادستيءَ جو سلسلو قائم ڪرايو. اِئتي هلي مخدوم صاحب جي سعبي ۽ ڀرپور علمي ڪوشش سان عملي طور ملڪ ۾ شريعت جي نفاذ واسطي خود سنڌ جي حڪمران ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي هٿان "شرعي فرمان" جاري ڪرايو، جنهن ۾ شرعي، علمي ۽ عملي دستور سمايل آهي. امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو عملي نمونو ۽ ڪردار شامل آهي. فرمان ۾ شامل شرعي نڪتن کي ڏسي، مخدوم صاحب جي علمي بصيرت ۽ عملي جدوجهد، جرئت ۽ عظمت کي سلام ڪرڻو پوي ٿو، جنهن پنهنجي ڀرپور عملي ڪاوشن سان

ڳڏ حڪمرانن هٿان بہ ايڏو عظيم شرعي ڪارنامو جاري ڪرايو. جيڪا ديني خدمت آهي. اها سندس پُرعزم جدوجهد، انقلابي فڪر و عمل، روحاني پاڪيزگي ۽ شرعي پابنديءَ سان محبت جو زنده جاويد تاريخي مثال آهي. سندس اهو هڪ ئي ڪارنامو سونهري اکرن ۾ لکڻ جي قابل آهي. هن مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب غير معمولي حيثيت جو مالڪ، ديني درد ۽ سياسي شعور رکندڙ هو. مخدوم صاحب نہ رڳو هڪ اهڙو عالم هو، جنهن کي ديني معاملن ۾ سَنَدَ طور تسليم ڪيو ٿي ويو، پر هو هڪ اعلىٰ مرتبي جو انقلابي مفڪر ۽ برک عملي سچو سياستدان بہ هو، جنهن قوم ۾ اهڙو عظيم ديني درد ۽ انقلابي شرعي شعور پيدا ڪيو، جنهن جو عوام سان گڏ عملدارن ۽ وقت جي حڪمرانن بہ اثر قبول ڪيو ۽ شرعي فرمان جي ڪري ملڪ کي قرونِ اول ۽ خلافتِ راشده وارو دور ياد ڏياري ڇڏيو.

## حوالا

(۱) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "بناء الاسلام" (سنڌي)، مرتب: فقير محمد اسماعيل ڪنڀار ٺٽوي، ڏسو مقدمو ص ۳۸

(۲) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: تحفة الڪرام (فارسي)- جلد ۳ ،ص ۲۳۰

(۳) شاهنواز خان: "ماثر الامراء" (مترجم اردو) جلد ۳، ص ۸۰۸-۸۱۰

# باب يارهون

# ڪتبخانو

سرزمين سنڌ ۾ علمي لحاظ کان ننگر ٺٽي کي وڏي اهميت حاصل رهي آهي. ٺٽو سنڌ جي گادي بہ رهيو آهي. ٺٽي خوشيون ۽ خوشحاليون بہ ڏٺيون آهن. حڪمرانن جا حيلا ۽ حملا بہ ٺٽي تي ٿيا. پر ٺٽو پنهنجي علمي لاٽ کي روشن رکندو آيو آهي. آبهوا، ميوات ۽ بوند برسات جي ڪري زمين جو بهشت آهي. خوشي ۽ عيش اتي تمام وڌيڪ آهي. الله جا اولياء، عالم، فاضل ۽ شاعر بہ اتي ڳڻڻ کان گهڻا آهن. چون ٿا تہ عيد جي (خوشين پرئي) ڏينهن هن شهر جو بنياد رکيو ويو.... جيتوڻيڪ اتي اها اڳوڻي رونق نہ رهي آهي، پوءِ بہ لٺي پٺي ٻين شهرن کان ٺٽو شانائتو شهر آهي... علم صرف، نحو، فقه ۽ شعر و شاعري جو زور هن شهر ۾ تمام گهڻو آهي. مطلب تہ ٺٽو (علمي لحاظ کان) "عراق ثاني" سمجهڻ گهرجي.[1]

اهڙيءَ ريت ٺٽو ملڪي سياست ۽ علميت جو بہ مرڪز رهيو آهي. جتي وڏا وڏا عالم ۽ شاعر، صوفي ۽ صالح ٻانها رات ڏينهن علمي مجلسون ۽ روحاني روح رهاڻيون جاري رکندا آيا. ڪنهن وقت اتي علم جو اهو اوج هو، جو ٺٽي جو شهر سياسي تعليم لاءِ مشهور هو. تحقيق جي علم ۽ فقه جي تدريس لاءِ اتي چئن سون کان بہ زياده مدرسا هئا.[2] جتي ايترا تعليمي ادارا موجود هئا، اتي مدرسن ۾ درس تدريس ۽ عام مطالعي لاءِ هزارن جي تعداد ۾ ڪتاب ۽ علم دوست ماڻهن وٽ ڪتبخانن جو هجڻ لازمي آهي.

سرِدست ٺٽي جي علمي سٽ جي سرواڻ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مدرسي "دارالعلوم هاشميہ"[3] جي ڪتابن ۽ ڪتبخاني جو تذڪرو هن ريت آهي:

ٺٽي شهر جي علمي شخصيتن ۾ مخدوم صاحب ستارن ۾ چنڊ مثل هو.

مخدوم صاحب جي لکيل ڪتابن جو تعداد ڏيڍ سئو کان مٿي آهي ۽ ساڍن پنجن سون ڪتابن تي سندس حاشيا ڏنل آهي. علمي دنيا ۾ اها هڪ عظيم الشان ۽ گران قدر خدمت آهي. مخدوم صاحب اهڙي خوشنصيب مرڪز ۾ هئا، جتان جي درسگاهن جو مقام اڄ جي يونيورسٽين کان ڪنهن به نموني گهٽ ڪونه هو. جتي راتو رات هزارين صفحن جا ڪتاب نقل ٿي ويندا هئا.[4]

مخدوم صاحب جي لائبريري دنيا جي وڏين لائبررين مان هڪ ڳڻي ويندي هئي. دنيا جو ڪو اهڙو ڪتاب ڪونه هو، جيڪو هن ڪتبخاني ۾ موجود نه هو.[5]

مخدوم صاحب نه رڳو تصنيف تاليف جون خدمتون انجام ڏيندو هو، پر "دابگير مسجد" جي پاسي ۾ سندس هڪ بي بها علمي ڪتابن جو ذخيرو پڻ هو، جنهن ۾ دنيا جا قديم ترين قلمي نسخا پڻ موجود هوندا هئا. هڪ خيال مطابق سندس عاليشان ڪتبخاني ۾ چوٿين صدي هجريءَ کان اڳ قلمي نسخن کان وٺي يارهين صدي هجريءَ تائين قلمي نسخن جو ذخيرو موجود هو. هڪ بزرگ جي تحقيق مطابق مخدوم صاحب ڪيترن ئي ڪتابن جون شرحون لکيون ۽ ڪيترن ڪتابن تي مفيد حاشيا پڻ لڳايا هئا. ان بزرگ مخدوم صاحب جي خاندان مان پراڻهين ۽ آخري فرد وٽ علامه جن جي ڪتبخانن جا ڪجهه پراڻا زبون حال قلمي نسخا ڏٺا هئا، جيڪي ٿولهه ۾ تقريباً مُني فوٽ جيترا هئا ۽ انهن کي اڌوهي ايتري قدر ته کائي ويئي هئي، جو اگر آگر متائجي ته آرپار هلي وڃي ها.[6]

هڪ برک عالم ۽ مصنف جي حيثيت ۾ مخدوم صاحب کي ڪتاب گڏ ڪرڻ جو شوق بيحد هو. جيئن ته هن وقت ڇاپخانا، مشينون، پريسون ۽ ڪمپيوٽر جون سهوليتون موجود آهن. ان وقت اڪثر ڪتاب قلمي هوندا هئا ۽ ڪتاب لکڻ ۽ ڪتاب گڏ ڪرڻ به تمام ڪٺن ڪم هو. ويتر وڏا وڏا ۽ ناياب ڪتاب لکڻ ۽ گڏ ڪرڻ اڃا به وڌيڪ مشڪل هئا. پر مخدوم صاحب جو ڪتابي عشق ۽ علمي ذوق ان مشڪل کي هن ريت حاصل ڪري ٿي سگهيو.

هڪ عرب مهمان مخدوم صاحب جي مدرسي ۾ آيو. ان عرب مهمان وٽ فقه حنفي جو جڳ مشهور ڪتاب "الدرالمختار" مصنف: علاؤالدين الحصڪفي (١٠٢٥هه- ١٠٨٨هه) هو. اهو ڪتاب مخدوم صاحب کي وٺي ويو

۽ ٿورن ڏينهن لاءِ عرب مهمان کان عاريتاً مطالعي لاءِ گهرڻ جو ارادو ڪيائين. عرب مهمان چيو تہ اڄوڪي رات اوهان کي اجازت آهي. پلي مطالعو ڪيو، نوٽ ورتو ۽ استفادو ڪيو. مخدوم صاحب اهو ڪتاب وٺي جلد کولي جزا جزا ڪري، پنهنجي مدرسي جي وڏن شاگردن کي چيو تہ هنن جزن کي اتاري وٺو ۽ ساڳئي نموني جهڙو جلد ٻڌي ڏيو. ڪتاب امانت آهي ۽ صبح جو ڪتاب واپس ڏيڻو آهي. شاگردن ڪتاب راتو واهہ لکي ۽ جلد ٻڌي ڇڏيو. صبح جو عرب مهمان ڪتاب گهريو، تہ مخدوم صاحب ان کي هڪ ڪتاب جي پاران ٻہ ڪتاب ڏيکاريا، تہ عرب مهمان (مخدوم صاحب جو علمي شوق ڏسي) حيران رهجي ويو.[7]

مخدوم صاحب پنهنجي ڪتبخاني ۾ موجود ڪتابن جي ذخيري جو وچور، روزن جي مسئلن بابت لکيل پنهنجي ڪتاب "مظهر الانوار" (عربي) سن ١١٢٥هہ ۽ ذبح ۽ شڪار جي مسئلن بابت لکيل ڪتاب "فاڪهة البستان" (عربي) سن ١١٣٢هہ ۾ مختصر طور ڏنو آهي، جيڪي انهن ٻنهي مذڪوره ڪتابن لکڻ وقت مخدوم صاحب سامهون هئا. مخدوم صاحب وضاحت ڪندي مقدمي ۾ لکي ٿو:

"جڏهن هي رسالو لکي رهيو هوس، تڏهن مون کي ڪتابن جو وڏو ذخيرو هٿ آيو. انهن سڀني ڪتابن جو هن ڪتاب لکڻ لاءِ مطالعو ڪيم ۽ انهن ڪتابن مان فوائد هٿ ڪري هن ڪتاب ۾ گڏ ڪيم. شاگردن کي شوق ڏيارڻ (دين ۽ ڪتابن) جي شائقين جي تسڪين لاءِ انهن ڪتابن جو تفصيلوار بيان ڪريان ٿو."[8]

انهن حوالي طور آيل ڪتابن جو تعداد ٻہ تقريباً ٽن سون جي لڳ ڀڳ آهي، جنهن ۾ هر فن- علم تفسير، حديث، فقه ۽ لغت وغيره جا وڏا وڏا ۽ ناياب ڪتاب شامل آهن. حوالي طور آيل ڪتابن مان اهو اندازو ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب جي ڪتبخاني ۾ ڪيترا ڪتاب هوندا. مخدوم صاحب طرفان اها معلومات ٻہ تمام قيمتي ۽ غنيمت آهي، جنهن مان سوا ٻہ سئو سال اڳ واري لائبريريءَ تي روشني پوي ٿي ۽ معلومات حاصل ٿئي ٿي.

هڪ قلمي بياض ۾ مخدوم صاحب فارسي زبان ۾ لکيو آهي:

"چار هزار ڪتاب پڙهيم. انهن مان چار ڳالهيون پسند ڪيم: هڪ هيءَ تہ اي منهنجا نفس! خدا تعاليٰ جي عبادت ڪرين تہ ڪر، نہ تہ ان جو رزق نہ کاءُ.

ٻي هيءَ تہ اي منهنجا نفس! جنهن کان خدا تعاليٰ روڪ ڪئي آهي
ان کان پاسو ڪر: نہ تہ ان جي ملڪ مان نڪري وڃ.
ٽين هيءَ تہ اي منهنجا نفس! جيڪي ازلي قسمت مان توکي پهچي
ان تي صبر ڪر: نہ تہ ٻيو ڪو خدا ڳول، جيڪو توکي روزي
وڌائي ڏي.
چوٿين ڳالهہ هيءَ تہ اي منهنجا نفس! جي گناهہ جي ڪم جو
خيال ڪرين تہ ڪا اهڙي جاءِ تلاش ڪر، جتي توکي خدا نہ
ڏسي: نہ تہ گناهہ نہ ڪر." (9)

هن حوالي مان معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب چار هزار ڪتاب پڙهي، انهن جو نچوڙ چئن جملن ۾ سمائي ڇڏيو آهي.

بهرحال، مخدوم صاحب وٽ سندس ڪتبخاني ۾ مختلف نوعيت جا ڪتاب موجود هئا. مدرسي ۾ فارسي ادب جي ابتدائي فارسي کان وٺي مثنوي مولانا رومي تائين ۽ عربي ۾ صرف ۽ نحو کان وٺي صحيح بخاري ۽ تفسير بيضاوي تائين ان وقت نصاب ۾ رائج ڪتاب موجود هئا. ان سان گڏ شرعي مسئلن، تحريرن، فتوائن ۽ فيصلن لاءِ "قاضي القضات" جي حيثيت ۾ وٽس فقه ۽ فتاويٰ جا ڪتاب بہ الڳ موجود هئا. ان کان علاوه خود مخدوم صاحب جا پنهنجا لکيل ٽن سئون کان زياده ڪتاب بہ قلمي صورت ۾ موجود هئا.

مخدوم صاحب جي لائبريريءَ ۾ سنڌي ادب بابت بہ جهجهو مواد موجود ٿو ڏسجي. ابوالحسن جو ڪتاب "مقدمة الصلواة" شايد ان کان بہ اڳ جو لکيل سنڌي ديني ادب ۽ سندس استاد مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي، مخدوم صاحب جا پنهنجا سنڌي ۾ لکيل ڊزن کن ڪتاب، سندس شاگردن مخدوم عبدالخالق ٺٽوي ("مطلوب المومنين" جو مصنف) ۽ مخدوم عبدالله نرئي واري جا لکيل سنڌي ڪتاب بہ ضرور موجود هوندا. اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب جي لائبريريءَ ۾ عربي، فارسي سان گڏ سنڌي ديني ادب جو بہ وڏو ذخيرو موجود ٿو ڏسجي.

مخدوم صاحب کان پوءِ سندس لائق فرزندن ان ذخيري جي خاطر خواه حفاظت ڪئي ۽ ان علمي ذخيري کي اڃا بہ وڌايو. پر اڳتي هلي حڪومتن جي الٽ پلٽ، امراتفري، اقتصادي بدحالي، علم ادب جي بي قدري، زماني جي ڦيرگهير کان مخدوم صاحب جو ڪتبخانو بہ بچي نہ سگهيو. جيئن مخدوم صاحب جي همعصر حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙي (المتوفي: ١١٦٧هہ)

جو ڪتبخانو سنڌ تي حملي وقت نادر شاھ ڦري لٽي ايران کڻي ويو ۽ ميان صاحب جي پٽن کي بہ يرغمال بنائي وٺي ويو.[10]

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لکي ٿو:

"مخدوم صاحب جي لائبريري دنيا جي وڏين لائبررين مان هڪ ڳڻي ويندي هئي. دنيا جو ڪوبہ اهڙو ڪتاب ڪونہ هو، جيڪو هن ڪتبخاني ۾ موجود نہ هو. اڄ اها لائبريري اغيارن جو شڪار نہ ٿئي ها ۽ سنڌ ۾ رهي ها، تہ مصر، اسپين جي قديم ڪتبخانن جون سڪون لاهي ها. پير ضياءُ الدين شاھ صاحب العلم (جهنڊي وارو) مون کي ٻڌايو، تہ اسان جي نادر روزگار لائبريريءَ ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي ڪتبخاني جو هڪ حصو آهي. حضرت پير رشد الله صاحب العلم ٺٽي مان کڻائي آيو هو ۽ گهڻا ڪتاب لاهور ۽ ٻين پاسن ڏانهن نڪري ويا."[11]

پير جهنڊي جي موجوده ٺهي درگاهن جا ڪتبخانا هن راقم ڏٺا آهن. تمام وڏو علمي ۽ قلمي ذخيرو موجود آهي. رڳو وچين درگاھ جي ڪتبخانن ۾ ٻارهن سئو قلمي ڪتاب مون پاڻ ڏٺا هئا. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ اهي قلمي ڪتاب موجوده پير صاحب ڪراچيءَ جي ڪنهن اداري کي وڪرو ڪري ڏئي ڇڏيا آهن. بهرحال، مخدوم صاحب جو ڪتبخانو پنهنجي دور ۾ مشهور ۽ بهترين ڪتبخانو هو.

## حوالا


(١) شيخ فريد الدين بکري: "ذخيرة الخوانين" (فارسي)- جلد ٢، ص ٣١
(٢) برٽن رچرڊ. ايف: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون"، (مترجم سنڌي)، ص ٣٢٧
(٣) ٽالپر محمد جمن ڊاڪٽر: "سنڌ جا اسلامي درسگاھ"، ص ٣٢
(۴) الهہ رکيو ٻٽ: "سنڌ ۾ ڪتب خانن جي مختصر تاريخ"، ص ٢٨-٢٩
(۵) غلام مصطفيٰ قاسمي: "هاشميہ لائبريري" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي"، جولاءِ ١٩٥٩ع، ص ١٧
(٦) حافظ حبيب الله: "مخدوم محمد هاشم جون علمي ادبي خدمتون" (مقالو)، ڇماهي "سنڌي ادب" سنڌالاجي، ٨٦-١٩٨٥ع، ص ١٧
(٧) مولوي محمد طفيل احمد ٺٽوي: "تحفة الزائرين" (اردو)، ص ١٦-٣١٥

مذڪوره ڪتاب ۾ ان ڪتاب جو نالو "رد المختار" لکيل آهي، جيڪو غلط آهي. ان ڪتاب جو مصنف شامي غالباً مخدوم صاحب کان پوءِ جي دور جو مصنف آهي.

(٨) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "مظهر الانوار" (قلمي عربي)، ص ١
ايضاً: "فاڪهة البستان" (قلمي عربي)، ص ١

(٩) غلام مصطفيٰ قاسمي: "منهنجي علمي دائري" (مقالو)، ٽماهي "الرحيم"، ٣-١٩٦٦ع، ص ٦٧، ٦٨

(١٠) ڪلهوڙو ميان نور محمد: "منشور الوصيت"، مترجم: عبدالرسول قادري (قلمي سنڌي)، ص ١٥

(١١) غلام مصطفيٰ قاسمي: "هاشميه لائبريري" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي"، جولاءِ ١٩٥٩ع، ص ٢٨-٢٩

# باب ٻارهون

# وفات ۽ مدفن

هيءَ دنيا فاني آهي. پر جن الله جي نيڪ ٻانهن پنهنجيون حياتيون خدا جي راهه ۾ وقف ڪري ڇڏيون آهن، سڀ ڪجهه پنهنجي مالڪ حقيقي، سندس پياري حبيب محمد ﷺ ۽ شريعت اسلام خاطر قربان ڪري ويا، اهي ديني خدمتن ۽ علمي ڪارنامن ڪري ڄڻ ته زنده جاويد آهن. ظاهر ۾ ڪٿي دنيا مان پردو ته بيشڪ ڪري ويا آهن، پر قرآن حڪيم موجب "لا خوف عليهم ولاهم يحزنون" جو وڃي مرتبو ماڻيائون ۽ نفس مطمئنه سان رب سان رهاڻيون ڪيائون. الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي ٻانها وري الله تعاليٰ کان راضي ۽ خوش آهن.

بهرحال، جو نڪر گهڙيو آهي، اهو ضرور هڪ ڏينهن اوس ڀڄندو. هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي ۽ بقا صرف الله تعاليٰ جي ذات کي آهي. اهو ساڳيو اڻ ٽر امر ربي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ تي به اچي هڪ ڏينهن لاڳو ٿيو. مخدوم صاحب جي آخري ڏينهن ۽ وفات جي باري ۾، سندس لائق فرزند مخدوم عبداللطيف ٺٽويءَ اکين ڏٺو احوال پنهنجي ڪتاب "مناقب مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" ۾ هن ريت لکيو آهي:

> "ضعيف ٻانهو فقير عبداللطيف چوي ٿو ته مخدوم صاحب جي حياتي مبارڪ ۾ ته سندس وصفون تمام گهڻيون هيون، پر وصال کان پوءِ به باصفا اهل وفا بزرگن خواب ۾ مشاهدا ڪيا آهن.
>
> جڏهن مخدوم صاحب جي ڄمار ستر سالن جي قريب ٿي، ته ڪين ١٦ ربيع الاول سن ١١٧٤هه تي تيز بخار ٿيو. ان سان گڏ ڪين پيچش جو عارضو به ٿي پيو....
>
> تاريخ ٦ رجب المرجب، خميس جي ڏينهن سن ١١٧٤هه (٩)

فيبروري ١٧٦١ع) تي مخدوم صاحب هن فاني جهان مان موڪلائي، دارالبقا ڏي رحلت ڪري ويو. اناالله و انا اليه راجعون! ان ڏينهن جڏهن صبح جي نماز جو وقت ٿيو. ته پاڻ فجر نماز تيمم ڪري اشارن سان پڙهيائون. فجر نماز کان پوءِ راقم عبداللطيف سندس خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيو. ته طبيعت ڪيئن آهي؟ پاڻ فرمايائون، ته الحمد لله! پر اڄ فجر جي نماز پڙهي ته اٿم، مگر ڪمزوريءَ جي ڪري صحيح نماز ادا ڪرڻ ۾ شڪ آهي، تنهنڪري ان نماز کي فديہ ۾ داخل ڪيو، يعني هن نماز جو منهنجي طرفان فديو ادا ڪجو.

مخدوم صاحب کي غسل سيد عبدالقادر شيرازي، ميان محمود، سعدالله، فخرالدين، ابراهيم رنگريز ۽ حافظ آدم طالب علم ڏنو. مخدوم صاحب جي جنازي نماز قاضيءَ ۽ سندس فرزندن جي اجازت سان مخدوم محمد باقر پڙهائي. ماڻهن جي گهڻائيءَ ڪري سندن جنازي نماز وڏي عيد گاهہ ۾ ادا ڪئي وئي. ڪن معتبر ماڻهن ٻڌايو تہ مخدوم صاحب جي جنازي نماز تي اندازاً ڏهہ هزار ماڻهو هئا. جنازي نماز کان پوءِ عيدگاهہ جي پوئين پاسي کين دفن ڪرڻ لاءِ آندو ويو.

مخدوم صاحب جي ڪرامتن مان هي بہ آهي، تہ جنهن حويليءَ ۾ مخدوم صاحب بيمار رهيو ۽ اتي وصال بہ ڪيو هئائين، کيس غسل بہ اتي ڏنو ويو هو ۽ ان جاءِ تان پنج ڇهہ مهينا خوشبوءِ ايندي رهندي هئي."[1]

آخر ۾ مخدوم عبداللطيف ٺٽويءَ پنهنجا ۽ ڪن صالح بزرگن جا خواب آندا آهن، جيڪي انهن مخدوم صاحب جي وفات کان پيءَ رات ۽ پوءِ ڏٺا، جن ۾ اهو ذڪر آهي تہ مخدوم صاحب جيئري تہ شريعت محمدي جو خدمتگار رهيو، پر وفات کان پوءِ بہ حضور ﷺ جن جي مجلس ۽ حضور ۾ حاضر آهي ۽ مخدوم صاحب جي حجري ۾ اصحابن سڳورن ۽ حسنين ڪريمن جي آمد ٿي آهي.[2]

رچرڊ برٽن، مخدوم صاحب جي مزار ۽ ان جي اهميت تي روشني وجهندي لکي ٿو:

"هو هينئر هڪ ولي ڪري ليکيو وڃي ٿو. هن جو مڪلي ٽڪريءَ

تي مقبرو آهي، سو پنهنجي هم وطنين لاءِ هڪ زيارتگاهہ جي جاءِ آهي.“[3]

مخدوم صاحب جو پنهنجو گهڻو خاندان بہ سندس پيرانديءَ کان مدفون آهي. مخدوم صاحب جي مزار تي هيٺيون عربي ڪتبو لڳل آهي:

”العالم والعارف بالله تعالىٰ،
قد سار الي الله بنور و حضور،
الهمت ايا درس بعام المتوفىٰ،
قد شرفه الله بلطف و وفور.

۱۱۷۴هہ

تولد ۱۰ ربيع الاول ۱۱۰۴هہ - وصال پنجشنبہ ٦ رجب ۱۱۷۴هہ

ڪتبه بقلمه محمداصغر الدرس

خادم درگاهہ شريف حاجي محمد نور جوڪيو.“

مخدوم صاحب جي مزار هيٺئر بہ زيارتگاهہ خاص ۽ عام آهي. مخدوم صاحب جي مزار تي قبو تهيل ڪونهي. البت مزار پڪين سرن سان ٺهيل آهي. مزار کي چوڌاري ننڍڙو ڪٺهڙو بہ ڏنل آهي. هن وقت مخدوم صاحب جي زيارتگاهہ جو خدمتگار حاجي محمد نور جوڪيو آهي، جيڪو ”گهاري“ جو رهاڪو آهي. مخدوم صاحب جي مزار مبارڪ ۽ درگاهہ تي حڪومت طرفان بہ ڪافي توجهہ ڏنو ويو آهي. پاڻي ۽ بجلي وغيره جو بہ تمام سٺو انتظام رکيو ويو آهي. مخدوم صاحب جي مزار مبارڪ سان لڳ اولهہ طرف ۾ واري ”هاشمي مسجد“ ۾ مولوي عبدالستار گنباٽي پيش امام مقرر آهي، جنهن جا مصارف ضلعي ڪائونسل ٺٽي طرفان پورا ڪيا وڃن ٿا. راقم جڏهن بہ مخدوم صاحب جي مزار جي زيارت ڪئي آهي، تہ دل کي اڻ ميو روحاني سڪون حاصل ٿيو آهي:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙئين ڪن سلام، اچيو آڳهہ ان جي.

مخدوم صاحب جي وفات تي گهڻن شاعرن ڏک ڀريا ۽ دلسوز شعر چيا ۽ تاريخي مادا ڪڍيا آهن. هتي صرف تاريخي مادن واريون سٽون ملاحظي لاءِ هيٺ ڏجن ٿيون:

| | |
|---|---|
| محمد پناه "رجا" ٺٽوي: | بهشتش داد ايزد منزل جاه |
| غلام علي "مداح" ٺٽوي: | کہ انه دخل الجنة ست سال وصال |
| محمد رفيع ٺٽوي: | هاتفم گفتا کہ گل شد مشعل دين رسول |
| مرزا غلام علي بيگ ٺٽوي: | طائر قدس بفردوس محمد هاشم |
| ميان محمد رحيم ٺٽوي: | در جوار مصطفيٰ ماواي يافت |
| محمد حسن خان ٺٽوي: | جعل الله جنة مثواه.[4] |
| | ١١٧۴هہ |

### سيرت، ڪردار ۽ حليو:

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ عالم باعمل، صاحبِ فڪر و دل، سنت نبويءَ جو جياريندڙ، شرڪ ۽ بدعت جو ڪپيندڙ، صاحبِ شريعت و طريقت، ڪامل معرفت ۽ حقيقت، عاشقِ رسول اڪمل، خادم دين بي بدل، علم ۽ حڪمت جو سرچشمو، محنت ۽ مطالعي جو مجسمو، متقي پرهيزگار، ڪامل ڪردار جو سنڌي بزرگ هو. پاڻ دين اسلام جي خدمت لاءِ رات ڏينهن سرگرم رهندو آيو. آخر دم تائين قلم جو ڪرهو ڪاهيندو رهيو.

مخدوم صاحب جن نهايت سهڻي سيرت جا مالڪ هئا. سندس مبارڪ خصلتون، حليم طبيعت کي ڏسي هرڪو شخص متاثر ٿيندو هو. پاڻ همه تن رحمت هئا. نهايت پرهيزگار، وڏا عابد ۽ زاهد هئا. خداوند ڪريم مخدوم صاحب جن جي هڪ اهڙي لاجواب هستي پيدا ڪئي هئي، جي ساڳئي وقت هڪ مفتي، هڪ جيد عالم، هڪ مبلغ وعظ، عابد ۽ زاهد، متقي، فنا في الرسول، خليق طبع، هادي، ڪامل ولي، بي ريا ۽ هڪ عظيم شاعر بہ هئا. مخدوم صاحب جن نهايت سادي لباس ۽ شرعي طريقي سان گذاريندا هئا.

پاڻ حليم ۽ خوش مزاج هوندا هئا. جيڪو بہ سندس ملاقات لاءِ ايندو هو، تنهن کي محبت ۽ ميٺاج ۾ اهڙو تہ قابو ڪڙيندا هئا، جو هو سدائين ملڻ لاءِ منتظر هوندو هو. سندس فيض جو پرتوو ايڏو هو، جو جنهن تي سندس نوراني نگاهہ پوندي هئي، سو پٿر مان پاڻي ٿي پوندو هو.

هو جيڪڏهن مخدوم ٿيو، تہ ڪيس سندس ديني خدمتن خادم مان مخدوم ڪيو هو. هو نهنو ۽ نياز وارو هو. سندس محبت ۽ خُلق ڏسي ماڻهو مٿس مفتون هئا.

مخدوم صاحب طبيعت جو حليم، مزاج جو خليق ۽ ازحد پرهيزگار هو.

ڇا هلندي ڇا ويهندي، ڇا مجلس ۾ ڇا ٻاهر. مطلب تہ هرهڪ ڪم، خواه ادا ۽ انداز ۾، شريعت جي حڪمن جي پوري پوري تعميل ڪندو هو ۽ سموري حياتي سيرت پاڪ جي نموني تي بسر ڪيائين.

مخدوم ٺٽويءَ جي شڪل صورت يا حُليي بابت ڪابہ تحريري شاهدي نہ ملي سگهي آهي. موجوده دور ۾ ٺٽي جي ٻن وڏن عالمن راقم کي تحقيق دوران زباني روايتون ٻڌايون، جن مخدوم صاحب جي خواب ۾ زيارت ڪئي آهي. ٻنهي راوي بزرگن جي خواب ۾ ڏٺل زباني روايتن موجب تقريباً مخدوم صاحب جو ساڳيو حليو بيان ٿيل آهي:

"قد درميانو، گول چهرو، ڪٽڪ رنگو، باشرع ۽ سفيد سونهاري ۽ پڳ."

[براويت: مفتي عبدالرحمان ٺٽوي، مهتمم مدرسه عثمانيہ مجدديه، ميمڻ محلو، ٺٽو.]

"وچولو قد، سهڻو ڪٽڪ رنگو، منهن ڪشادو گول، اڇي ڏاڙهي ۽ اڇي پڳ ۽ پڳ جي مٿان سفيد چادر ويڙهيل."

[براويت: مولوي ابوالسراج محمد طفيل احمد نقشبندي، خطيب درگاه عبدالله شاهہ اصحابي، مڪلي، ٺٽو.]

## حوالا

(١) مخدوم عبداللطيف ٺٽوي: "مناقب مخدوم محمد هاشم" (قلمي فارسي)، ص ١-۴
(٢) ايضاً ص ۴-٩
(٣) برٽن رچرڊ. ايف: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون". (مترجم سنڌي)، ص ٧٩
(۴) وفائي دين محمد: "تذکره مشاهير سنڌ"، جلد ٢، ص ٦۴-٢٦١

# باب تيرهون

# اولاد

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي الله تعاليٰ ٻه فرزند ۽ هڪ نياڻي عطا ڪئي هئي. سندس هڪ فرزند جو سهڻو نالو عبدالرحمان آهي ۽ ٻئي پٽ جو ننڍو نالو عبداللطيف هو: ”جهڙو ڀنهون پاڻ، تهڙي سڻا سات جي“ موجب ٻئي ڀائر ڀلاري بزرگ جو اولاد، نيڪ صالح، عالم ۽ مصنف هئا. مخدوم صاحب جي ٻنهي لائق فرزندن جو تفصيلي احوال هيٺ لکجي ٿو:

### مخدوم عبدالرحمان

هيءُ ڀلارو صالح عالم فاضل، والد جو صالح فرزند، قرآن جو حافظ، وڏو عالم ۽ صوفي هو. سندس ولادت ١٦ شوال المکرم ١١٣١هه تي ٿي. پنهنجي والد کان پوءِ سجاده نشينيءَ جو ڪيس ئي شرف حاصل ٿيو. سندس والد جا مريد سنڌ کان ٻاهر ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ ۾ به پکڙيل هئا، جنهن ڪري هيءُ بزرگ سنڌ کان ٻاهر مريدن جي هدايت ۽ تلقين لاءِ به ويندو هو.

هڪ دفعي ڪاٺياواڙ جي علائقي جي ڳوٺ ”ڪوتياڻي“ ۾ پنهنجي مريدن وٽ رهيل هو، ته اتي ئي ٥١ سالن جي ڄمار ۾ اجل جو قاصد اچي پهتو. تاريخ ٥ ربيع الاول ١١٨١هه ۾ هن فاني جهان مان رحلت فرمائي ويو.[1]

حاجي عبدالرحمان جي اولاد مان پڻ ميان محمد نالي هڪ توفيق وارو نوجوان، علم ۽ صلاحيت جو ڏٺي، وڏن جي پيرويءَ تي هلندڙ هو.[2]

مخدوم عبدالرحمان جي تصنيفات مان حج جي مسئلن تي منظوم سنڌي ڪتاب ”حيات العاشقين“ پڻ يادگار آهي. اصل ۾ مخدوم عبدالرحمان، پنهنجي والد مخدوم صاحب جي حج، عمره ۽ حرمين جي پاڪ

سرزمين جي فضائل ۽ مسئلن بابت فارسي ۾ لکيل ڪتاب "حيات القلوب الیٰ زيارت المحبوب" جو نچوڙ سنڌي نظم ۾ "حيات العاشقين" جي نالي ترجمو ڪيو، جيڪو حج جي سنڌي خوانده حاجين ۽ پانڌيئڙن لاءِ نهايت ڪارائتو ثابت ٿيو. "حيات العاشقين" جي مواد جو وچور هن ريت آهي:

| | |
|---|---|
| مقدمو | ١ صفحو |
| باب پهريون- منجهه بيان حج جي | ٣٩ صفحو |
| باب ٻيو- منجهه بيان عمري جي | ١۴۴ صفحو |
| باب ٽيون- منجهه بيان مسئلن متفرقن | ١۵٠ صفحو |
| باب چوٿون- منجهه بيان زيارت رسول الله جي | ١٧٩ صفحو |
| باب پنجون- منجهه بيان مسئلن متفرقن | ١٩۵ صفحو |
| خاتمو | ٢٣۵ صفحو |

"حيات العاشقين" جي نظم جو نمونو هيءُ آهي:

جهـر هي رسـالو تمام ٿـئـو اڃي هن مـاڳا
تـهـر اڪـاره سـو ۽ اٺـهـٺ هـو وره هـجرتـا
سائينم سو قبول ڪري پنهنجي مهر منجها
جيڪو پسي هن رسالي ۾ سهو ڪ خطا ڪا
سو ور تنهن کي صحيح ڪري پنهنجي ڀلايا
تـنـهن کـي آگـو اجر ڏيـنـدو پانـهـنـجي پارا.[3]

مخدوم عبدالرحمان جو هٿ سان لکيل مخدوم محمد هاشم جو ڪتاب "حيات القاري باطراف البخاري" جو قلمي نسخو، پير جهنڊي جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

## مخدوم عبداللطيف

هيءُ ڀلارو مخدوم صاحب جو ٻيو نمبر فرزند هو. سندس ولادت ١۴ شعبان المعظم ١١۴۴هه تي ٿي. پنهنجي والد بزرگوار جي آغوشِ شفقت ۾ پرورش حاصل ڪيائين. قرآن جو حافظ، حديث جو وڏو عالم هو. فقه ۾ يڪتاءِ روزگار هو.[4]

مير علي شير "قانع" ٺٽوي لکي ٿو:

"هاڻي عبداللطيف، پيءُ جو جاءِ نشين آهي. هو پيءُ جي دستور موجب هر جمعي ڏينهن صبح جو جامع خسرو (دابگران واري

مسجد) ۾ چڱي وعظ جي محفل منعقد ڪندو آهي. هر روز ٽيهريءَ وقت پنهنجي مسجد ۾ حديث پاڙهڻ جو شغل جاري رکندو هو ۽ پنهنجي مدرسي کي مچائيندو ايندو هو. هن سال (١١٨٧هه) ۾ جڏهن ميان محمد سرفراز خان جي لشڪر ۾ قضا جي عهدي تي مقرر ٿيو آهي، تڏهن سندس فرزند ارجمند ميان ابراهيم عرف موليڏنو پيءُ ۽ ڏاڏي وارا ڪم سنڀالي رهيو آهي."(5)

سندس شهرت جي هي حالت هئي، جو وقت جا حاڪم مشڪل سوالن جو ڪانئس حل ڪرائيندا هئا. مخدوم عبداللطيف بدعات جي رد ۽ حنفي فقه ۾ ڏاڍو متشدد هو. هن علامہ محمد معين ٺٽويءَ جي ڪتاب "دارسات اللبيب" جي رد ۾ هڪ وڏو عالمانہ ڪتاب "ذب الذبابات" عربيءَ ۾ لکي، پنهنجي علمي فضيلت جو ڏاڪو ويهاريو آهي. ان ڪان سواءِ سندس ٻيا رسالا بہ تصنيف ٿيل آهن، جن مان هيٺين جا نالا معلوم ٿي سگهيا آهن:

الحجة البيضاء، غايت المرام، الشهاب الثاقب لرجم الڪاذب، فرائض الاسلام (پنهنجي والد جي عربي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿس) ۽ مناقب مخدو محمد هاشم ٺٽوي.

مخدوم عبداللطيف ۴۵ سالن جي ڄمار ۾ ١٧ ذوالقعد ١١٨٩هه تي ٺٽي ۾ وفات ڪري ويو.(6) مڪلي ٽڪريءَ تي پنهنجي والد مخدوم صاحب جي پيرانديءَ ڪان دفن ٿيو.

مخدوم عبداللطيف جو عظيم علمي ڪارنامو سندس ڪتاب "ذب الذبابات الدراسات عن المذاهب الاربعة المتناسبات" عربيءَ ۾ لکيل آهي. هيءُ بهترين عربي ڪتاب مخدوم محمد معين ٺٽوي جي ڪتاب "دراسات اللبيب" جي جواب ۽ رد ۾ لکيل آهي. مخدوم محمد معين رنگين طبيعت ۽ عجيب آدمي هو. هڪ طرف اهل بيت جي محبت جو دعويدار، امامن سڳورن لاءِ ماتم ڪرڻ جو قائل هو. خلفاءِ راشدين جي ترتيب جو مخالف هو. ٻئي طرف وحدة الوجود جو عارف هو. راڳ ۽ سرود جو اهڙو تہ عاشق هو، جو وفات بہ محفل سماع ۾ ڪيائين. ان ڪان وڌيڪ هي تہ عمل بالحديث جو زور شور سان داعي هو ۽ چئني مذهبن جي پيروي جو مخالف هو. مخدوم محمد معين جو ڪتاب "دراسات اللبيب" بہ ترڪ تقليد ۽ عمل بالحديث بابت تحرير ٿيل آهي.

مخدوم محمد معين جي هن پُردلائل ڪتاب جو رد ۽ جواب لکڻ هر

ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. گويا قدرت هن ڪان اول مخدوم محمد هاشم جي علمي خاندان کي منتخب ڪري ڇڏيو هو. جيئن تہ مخدوم جي فرزند مخدوم عبداللطيف "دراسات اللبيب" جو ضخيم ٻن جلدن ۾ رد لکيو. ان اهو رد اهڙي علمي انداز ۾ لکيو، جو ڪوبہ عالم مخدوم عبداللطيف جو جواب اڃا تائين ڪونہ لکي سگهيو آهي. مخدوم عبداللطيف جي تحرير متين، پيرايہ بيان نهايت سنجيدو ۽ دلائل جو طريقو محققانہ آهي. اڳتي هلي مخدوم عبداللطيف جي پُٽ مخدوم ابراهيم بہ مخدوم محمد معين جي ڪتاب "دراسات اللبيب" ۽ ٻين رسالن جو جامع رد ۽ جواب "القسطاس المستقيم" نالي ڪتاب ۾ لکيو. "القسطاس المستقيم" جو قلمي نسخو، سيد محب الله شاهہ راشدي پير جهنڊي جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي ۽ سنڌ جي ٻين ڪتبخانن ۾ بہ محفوظ آهي.

مخدوم محمد معين جو ڪتاب "دراسات اللبيب" ۽ مخدوم عبداللطيف جو "ذب الذبابات" ٻئي ترتيبوار سن ١٩٥٧ع ۽ سن ١٩٥٩ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپيا آهن.

## مخدوم ابراهيم (مڏئي مرقد)

مخدوم عبداللطيف کي هڪ فرزند مخدوم ابراهيم نالي هو، جيڪو "مڏئي مرقد" جي نالي سان مشهور آهي ۽ "هڪ ئي رانجهو لکان دا مٿ" ثابت ٿيو. هو وڏو عالم ۽ صوفي هو. سندس ولادت سن ١١٦٢هہ ۾ ٺٽي ۾ ٿي. تڏهن سندس ڏاڏو حال حيات هو. سندس سموري تعليم ۽ تربيت پنهنجي علمي گهراڻي ۾ ٿي.

مخدوم ابراهيم جي سوانح حيات تي فارسي رسالو لکيل آهي. اهو رسالو مخدوم ابراهيم جي مريد امين بن شيخ هارون ڇتڙائي، جيڪو آخري وقت ۾ ساڻس سفر ۾ گڏ هو، خليفي احمد خان نظاماڻيءَ جي چوڻ تي پنهنجي مرشد مخدوم ابراهيم جي زندگيءَ ۽ ڪرامتن بابت فارسي زبان ۾ "مناقب مخدومين معظمين" نالي سن ١٢٤٣هہ ۾ لکيو هو. ان ۾ مخدوم ابراهيم جي مرشد خواجہ صفي الله نقشبندي ۽ خود مخدوم ابراهيم ۽ سندس اولاد جو قدري تفصيل سان احوال آيل آهي. هيءُ رسالو اڻ ڇپيل ۽ قلمي صورت ۾ آهي. مخدوم صاحب جو وڌيڪ احوال ان ڪتاب تان اختصار ڪري، ان جو سنڌي ترجمو هيٺ درج ڪجي ٿو، تہ جيئن اڪيئن ڏٺي مصنف

جو لکيل ۽ هڪ صادق مريد جي قلم مان نڪتل نئين معلومات سامهون اچي:

مشهور آهي تہ مخدوم ابراهيم ٺٽي ۾ ڄائو. پاڻ هاشمي نسب حارث بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدمناف جي اولاد مان آهي. سندس والد جو نالو مبارڪ مخدوم مرحوم عبداللطيف آهي. مخدوم ابراهيم جي والده سڳوري جو نالو بيبي عائشہ آهي. بيبي عائشہ جي پيءُ جو نالو ابراهيم آهي. هيءُ ابراهيم، حضرت ابوالقاسم نقشبندي جو فرزند آهي.

مخدوم ابراهيم جي ڏاڏي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سن ١١٧۴هہ ۾ لاڏاڻو ڪيو ۽ مخدوم ابراهيم جي تعليم جو سلسلو جاري هو. ہہ سال پوءِ سن ١١٧٦هہ ۾ حاجي صفي الله حج جي ارادي سان حرمين شريفين ويندي، ٺٽي تشريف فرما ٿيو. ان وقت مخدوم ابراهيم جي عمر ١۴ سال ۽ صفي الله جي عمر اندازاً ويهہ ورهيہ هئي.

مخدوم ابراهيم ان کان پوءِ پنهنجي والد مخدوم عبداللطيف وٽ وڏيڪ تعليم پرائڻ لڳو. ڳچ مدت ۾ مروج درسي ڪتاب پڙهي پچايائين. علم تفسير، حديث، اصول فقه فروع، تصوف، معقول ۽ منقول ۾ ڪامل مهارت حاصل ڪيائين. فارغ ٿي پنهنجي پيءُ جي اجازت سان طالبن کي درس پڙهائڻ لڳو. گهڻائي مسلمان جهالت کي ترڪ ڪري، سندس علم جي نور کان روشناس ٿيا. سندس سهڻي صحبت ۽ علمي روشنيءَ جي ڪري سندس اهي متقي ۽ پرهيزگار مثالي شاگرد بنيا.

مخدوم ابراهيم جا ديني علم ۾ گهڻائي ڪتاب ۽ قصيدا لکيل آهن. نند پڻ ۽ ڦوهہ جواني کان سير سلوڪ پنهنجي ڏاڏي ۽ پيءُ کان حاصل ڪيائين. اهڙيءَ ريت ڏاڏي ۽ پيءُ وٽان ڪيس تلقين جي طريقي جي اجازت هئي. هن سلسلي ۾ سندس ڏاڏي جو لکيل ڪتاب "اتحاف الاڪابر" آگاهي ڏئي ٿو.

جيتوڻيڪ فيض پنهنجي پيءُ ڏاڏي کان مليو هوس، پر اڳتي هلي جوانيءَ واري شروعاتي دور ۾ ٺٽي کان وٺي ملتان تائين جيڪو بہ صاحبِ ڪمال بزرگ ٻڌائين ٿي، تہ اوڏانهن سندس صحبت لاءِ ڊوڙيو ٿي. آخرڪار سندس والد مخدوم عبداللطيف سن ١١٨٩هہ ۾ وفات ڪئي.

جيئن تہ قاضي القضات وارو عهدو هن علمي خاندان ۾ هلندو ٿي آيو. اهو قضا جو عهدو سندس والد مخدوم عبداللطيف جي وفات کان پوءِ مخدوم ابراهيم کي سنڀالڻو پيو. پاڻ اهو عهدو ڳچ وقت ميان سرفراز خان عباسي

جي وقت کان ميان عبدالنبي جي آخري عهد تائين سنڀاليائين ۽ ديني حدون ۽ شرعي مسئلا نبيريندو آيو.

غالباً اڳتي هلي ميان عبدالنبي عباسي ۽ مير فتح علي خان ٽالپر جي پاڻ ۾ اڻ بڻت ٿي، ان ڪري ميان عبدالنبي دارالخلافت ڪابل تيمور شاهه کي مدد لاءِ سعيو ڪيو. مخدوم ابراهيم ميان سان وفاداري، همدردي ۽ احسان مجڻ طور شڪارپور تائين ويو. قدرت کي ٻي ڳالهه منظور هئي. اتي شڪارپور ۾ مخدوم ابراهيم کي حاجي صفي الله جي موجودگي جي پروڙ پئي. جيئن ته مخدوم ابراهيم جي سندس نندي هوندي ٺٽي ۾ واقفيت هئي، ان ڪري سلوڪ ۾ ويتر ساڻن تعلق مضبوط ٿيو. ٿن مهينن جي مدت ۾ سلوڪ ۽ طريقت جا مرحلا طئي ڪري، سندس مريد ٿي خلافت حاصل ڪيائين. حاجي صفي الله نقشبندي، مخدوم ابراهيم کي جيڪا خلافت جي سند ۽ اجازت لکي ڏني هئي، اها هن ريت آهي:

> فضيلت و ڪمالات دستگاهه، حقائق و معارف آگاهه، مظهر انوار رباني، مولد اسرار سبحاني، اخوي ميان محمد ابراهيم- الله تعالیٰ کيس سلامت رکي- کي سلوڪ طريقت جي پوري ڪرڻ تي کيس ولايت صغريٰ ۽ ڪبريٰ ۽ نقشبندي ۽ قادري حضرات جي تعليم جي طريقي جي اجازت ڏجي ٿي.

موڪلائڻ مهل صفي الله نقشبنديءَ پنهنجي مريد ۽ خليفي مخدوم ابراهيم کي چيو:

> اي مخدوم! پاڻ وصال ماڻيئي ۽ اسان کي فراق ڏيو ٿو وڃين!

آخرڪار مخدوم ابراهيم شڪارپور مان مرشد کان اجازت وٺي، پنهنجي شهر ٺٽي پهتو، اڳ ۾ ظاهري تعليم ڏيندو هو. هينئر الله تعالیٰ جي مخلوق کي روحاني تعليم سان مالا مال ڪرڻ لڳو. ماڻهو ڪائنس فيضياب ٿيڻ لڳا. سندس ڪرامتون ڳڻڻ ۽ ليکي کان گهڻيون آهن.

مخدوم دين اسلام جي واڌاري لاءِ ڀرپور ڪوششون ورتيون. امر ونهي جي اجراءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ لڳو. ڪيترا ڪافر سندس هٿ تي اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي مسلمان ٿيا.

اڳتي هلي، دين اسلام ۽ شريعت جي نفاذ خاطر وقت جي حاڪمن سان سندس ٽڪر ٿيو ۽ شريعت جي نفاذ کان حاڪمن منهن موڙيو. شريعت جي حڪمن ۾ رڪاوٽون پوڻ لڳيون. پاڻ اول سنتِ نبوي جيان ڪجهه وقت

صبر کان ڪم ورتائين. نيٺ ٺٽي مان هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿيو. ان ڪري پهريائين ٺٽي مان ڪراچي بندر لڏي ويو. ڪراچيءَ مان پيهر مسقط بندرڏ لڏڻو پيو. ان لڏ پلاڻ دوران جيڪي تڪليفون پيش آيون، انهن جو اکين ڏٺو شاهد (هن ڪتاب جو مصنف امين بن هارون چنڙائي) ۽ حاضر هو.[7]

انهن حاڪمن (ميرن) جي ظلمن ڪري حضرت مخدوم ابراهيم چوندو هو ته، ”الله تعاليٰ هنن تڪليفن جي عيوض امداد ڪندو رهي ٿو.“ مطلب ته ڪراچي بندر کان ڪوچ ڪري ”اربق“ جاءِ، جيڪا مسقط بندر جي مضافات ۾ آهي، پهتا. اتان پنهنجي مرشد حضرت صفي الله سان گڏ حرمين شريفين جي زيارت ڪيائون. ان دوران ”اربق“ ۾ سنڌ وارن مريدن ۽ جماعتين ڪيس واپس سنڌ هلڻ لاءِ زور پريو.

حاصل ڪلام، سن ۱۲۲۴هه ۾ ضلع ساڪره جي مضافات ۾ ”دها“ جاءِ تي وينا هئا ۽ پنهنجي عمر جو حساب پئي ڪيائون ۽ چيائون پئي ته منهنجي عمر ٦٣ سال آهي. پوءِ مون (امين بن هارون) کي فرمايائون ته، ”تون حساب ۾ خبردار آهين، اچ منهنجي عمر جو حساب ڪر. منهنجي ڄمڻ جي تاريخ حضرت ابراهيم عليه السلام جي هن ڪلام موافق جملي مان نڪري ٿي: ربي خلقتني فهو يهدين (پارو ۱۹، سورة شعراء، رکوع ۴) مطلب ته منهنجي پالڻهار مون کي پيدا ڪيو آهي، اهو ئي مون کي سڌو رستو ڏيکاريندو آهي.“ هن مان ۱۱٦۲ سال نڪري ٿو. پوءِ حساب ڪيم ته سندن عمر ٦٢ سال ٿي. ان تي ڪلي مزاح طور فرمايائون ته، ”هڪ سال جي اسان کي رعايت ڏني ائي.“ آخرڪار ان سال آهستي آهستي ”ننده“ شهر ۾ سيد نور محمد حسيني، جيڪو سندن وڏن خليفن مان ۽ عالم هو، وٽ پهتا. اتي عارضي نفث الدم (وات مان رت اچڻ) ۾ بيمار ٿي پيا. چند ڏينهن اتي هئا. اتان مهيني صفر ۾ سن ۱۲۲۵هه ۾ ڪڇ ملڪ جي پاسي ”مڏئي“ شهر جي ارادي سان آيا ۽ مڏئي جي آس پاس ”سرايه“ جاءِ وٽ اچي رسيا.

ڪن فقيرن کان نقل بڌل آهي، ته جڏهن مخدوم صاحب سرايه وٽ اچي لٿا، ته روز روز ان سرزمين تان گذرندي زمين کي ڏسندا رهندا هئا ۽ چوندا هئا، ته شايد هڪ ولي بزرگ الله تعاليٰ جي اوليائن مان هن زمين ۾ دفن ٿيندو. نيٺ مخدوم ابراهيم ان ئي زمين ۾ دفن ٿيو.

اصل ڳالهه تي اچون ٿا، ته جڏهن مخدوم ابراهيم مڏئي وٽ سنڌ جي سيني خليفن کي واپس سنڌ وڃڻ جي اجازت ڏني. پاڻ وٽ خليفو محمد

فاضل، ساڪن لکپت ملڪ ڪڇ ۽ ميان عبدالرحمان ولد مخدوم عبدالله (غالباً منذرو) ساڪن زيه (نريه) ملڪ ڪڇ ۽ چند ٻيا فقير، حضرت جي خدمت خاطر مڏئي شهر ۾ آيا ۽ رهيا. هنن ڏينهن ۾ سندن بيماري وڌي وئي. ان سخت بيماري هوندي بہ پاڻ مسجد ۾ پنج وقت نماز ادا ڪندا هئا ۽ تهجد نماز بہ پابندي سان پڙهندا هئا.

آخر امر تہ جمعي جي ڏينهن، پهرئين ماه ربيع الاول ١٢٢٥هہ جمعي نماز جماعت سان ادا ڪرڻ کان پوءِ چند فقيرن سان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سير ڪيائون. ٽيهري نماز مهل نزع جي حالت ۾ ٽيهري نماز اشارن سان ادا ڪيائون. سج لٿي مهل ساهہ الله تعاليٰ جي حوالي ڪيائون.

ماٺهن خليفي محمد فاضل ۽ عبدالرحمان کي وچي ٻڌايو. جيڪي اجا شهر ۾ هئا. سندن جسم کي ٻيڙيءَ مان لاهي سرايه جي جاءِ تي آندائون. ميان عبدالرحمان حضرت جن کي تڙ ڏياريو. جنازي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ سڀني جي اتفاق راءِ سان ان زمين ۾ کين دفن ڪيو ويو، جتي آخر ۾ پاڻ اها زمين ڏسي ٻڌايو هئائون، تہ هڪ اولياء الله هن زمين ۾ دفن ٿيندو.

حضرت جي وفات جي خبر انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ پهچي وئي ۽ هر ٻڍي ۽ جوان کي صدمو پهتو. سندس ولادت جي تاريخ سن ١١٦٢هہ "ربي خلقتني فهو يهدين" مان نڪري ٿي ۽ سندس وفات جي تاريخ هنن لفظن مان نڪري ٿي: "ان ابراهيم احي الدين بجهاده فمات هاجرا" = ١٢٢٥هہ. مطلب تہ بيشڪ ابراهيم پنهنجي ڪوشش سان دين کي جياريو، پوءِ هجرت ۾ وفات ڪري ويو.

هن مان ظاهر ٿيو تہ سندس چيل لفظن موجب عمر مبارڪ ٦٣ سال ٿي. والله اعلم. هي الفاظ ان تي شاهد آهن. سيد غلام علي "مائل" سادات شڪر الاهي سندس وفات جي تاريخ نثر ۾ هن ريت چئي آهي:

"ذهب العلم من حدود ملك السند" مطلب تہ سنڌ ملڪ جي حدن مان علم ڪڇي ويو.[8]

"تڪملہ مقالات الشعراء" جي مصنف، مخدوم ابراهيم مڏئي مرقد جو تفصيلي احوال هن ريت لکيو آهي:

"مخدوم محمد ابراهيم (مڏئي مرقد) علم ۾ يگانہ روزگار هو. ارشاد ۾ پڻ وقت جو ڀلارو بزرگ هو. سندس زماني ۾ ڪوبہ ان جهڙو سنڌ ۾ نہ ٿيو. ڪشف ڪرامت جو صاحب هو. سندس

حالات ۾ ميان محمد امين چترائي جو رسالو لکيل آهي. سندس خليفا به گهڻا آهن، پر سندس مريدن جو تعداد به لک آهي. مريدن جي دعوت تي نڪرندو هو. هر شهر يا هر ديهه ۾ جتي به ايندو هو، ته اتي مريد گڏ ٿيندا هئا ۽ جيڪي ڪاڻس تلقين وٺندا هئا، انهن جا نالا لکيا ويندا هئا. هن فقير (تڪلمه جي مصنف) انهن ڪاغذن مان ڪن لسٽن کي ڏٺو ۽ پڙهيو به آهي.

هڪ شخص مخدوم محمد هاشم جي مزار جي زيارت تي آيو ۽ ان جو اهو ارادو به ڪونه هو ته ڪو مخدوم صاحب جي اولاد جي به زيارت ڪندو، مگر جڏهن مخدوم صاحب جي زيارت ڪيائين ته دل ۾ چيائين، رڳو وڏن بزرگن جي زيارت ڪرڻ ۽ سندن اولاد کان ڪنارو ڪرڻ ادب جي خلاف آهي. ان ڪري اهو خيال ڪري ٺٽي شهر روانو ٿيو. خدا جي قدرت! گهڻي مدت کان ان شخص کي سلوڪ جي معاملي ۾ مونجهارو رهندو هو ۽ سندس عقده حل نه ٿي ٿيا. اهو شخص جڏهن مسجد جي دروازي وٽ آيو، اجا هڪ پير مسجد ۾ اندر داخل ڪيائين ۽ ٻيو پير دروازي کان ٻاهر هوس، ته (مخدوم محمد ابراهيم) جي نظر فيض اثر ان شخص تي پئي. قدرتي طور ان شخص جو سالڻ جو مونجهارو ۽ سلوڪ جو مشڪل، صالح بزرگ جي هڪ ئي نگاهه سان حل ٿي ويو:

اي لقائي تو جواب هر سوال،
مشڪل از تو حل شود بي قيل و قال.

مطلب ته تنهنجو ديدار ئي هر سوال جو جواب آهي ۽ چوڻ کان سواءِ توکان مشڪل آسان ۽ حل ٿي وڃي ٿو. اهو شخص ڪمال عقيدت سان مريد ٿيو ۽ رفته رفته خلافت به حاصل ڪيائين. ان خليفي جو لقب خليفه پلاس پوش آهي.

هڪ ڀيري مخدوم محمد ابراهيم جمعي جي ڏينهن درياءَ تي غسل ڪرڻ ويو. اتي غسل ڪري چادر وڇائي ان تي ويهي رهيو ۽ فقير به غسل کان فارغ ٿيندا، هڪ هڪ ٿي اچي مجلس ۾ ويٺا. مخدوم ابراهيم اهڙي ته جذب جي حالت ۾ هو، جو سندس فيض اهلِ مجلس کي سيراب ڪري رهيو هو. جيڪو مسجد کان نماز لاءِ سڏڻ ٿي آيو، ته اهو به هن روحاني شڪار جي

ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسي ٿي پيو. هوڏانهن نماز جو وقت وڃي رهيو هو. ايتري ۾ خليفو احمد خان نظاماڻي هوش ۾ اچي ويو ۽ هي بيت پڙهڻ لڳو:

آج تيري نين ني مسجد مين،
هوش لوٽا هي هر نمازي کا.

ان وقت پاڻ مخدوم ابراهيم به هوش ۾ آيو ۽ ٻين بيخودن کي به هوشيار ڪيائين ۽ فرمايائين ته نماز جو وقت مڪروه نه ٿئي، ان ڪري چڱو آهي ته هتي ئي نماز پڙهون.

آسمان سجده ڪند بهر زميني ڪه درو
يک دوڪس، يک دو نفس بهر خدا نشيند.

مطلب ته آسمان، زمين واسطي سجدو ڪري، جو ان ۾ هڪ به شخص هڪ به نفس خدا جي واسطي وينا."(9)

مخدوم ابراهيم پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي وانگر وڏو مؤلف ۽ مصنف به آهي. سندس عربي عبارت ۾ به وڏي رواني آهي. ڇو ته هڪ پاسي سندس تربيت علمي گهراڻي ۾ ٿي، ته ٻئي پاسي عرب ملڪن ۾ به گهڻو گهمندو رهيو. ان ڪري سندس عربيت کي اصليت جو رنگ اچي ويو. مخدوم ابراهيم کي سندس ڏاڏي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جهڙو سڪون ۽ اطمينان هجي ها، ته جيڪر اجا به تاليفي ذخيرو گهڻو ڇڏي وڃي ها، پر افسوس جو ڪين سڪون نه مليو. ان دور ۾ ٺٽو علمي لحاظ کان اجڙي چڪو هو. ملڪ جي حڪومت به ڪمزور ٿي وئي هئي، ان ڪري مخدوم محمد ابراهيم جي ڪا به قدرداني نه ٿي سگهي. ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي ڪشالا ڪيندو رهيو. وري نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿي، ورد وظيفا پڙهي ۽ ٻيون رياضتون ڪري پنهنجي صحت به وڃائي وينو هو. اها ڳالهه به سندس آڏو حائل ٿي، تڏهن به سندس تصنيف سندس همعصرن مان مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ کي ڇڏي، باقي ٻين سڀني کان گهڻي آهي.(10) مخدوم صاحب جا هي ڪتاب يادگار آهن:

- اعناء الواصل
- اماطة اذي العبيد
- تحرير في بيان آخرالظهر
- تطبيب افواه الاخوان في المنع شرب الدخان

- توثيق الاسباق في مسئلة الصداق
- تهذيب البيان
- الحبل المتين في اوصاف خلفاء الراشدين
- رسالہ في بيان السلسلة
- سحق الاغبياء
- سير التقرير في تحقيق مقاصد مسئلة استعمال الحرير
- طريدة الحياک مماطرده الخصم بقطع التنباک
- غسل العباک عن تصويب قطع التنباک
- القسطاس المستقيم
- القول الرضي بتصحيح حديث الترمذي
- مفتاح الكلام
- نثر حلاوي المعارف والعلوم
- نشيج الضحيٰ في قص اللحيٰ
- وصول الغنا في تحريم الدفوف مع الجلاجل والغناء
- وعظ الانوار في مسئلة روية القمر يوم الشک في النهار
- هدايت الناس في البقاء الشعر علي الراس
- دماج المغم

مخدوم محمد ابراهيم جا اڪثر ڪتاب مدرسہ "مظهر العلوم" کڏه ڪراچي ۾ قلمي صورت ۾ محفوظ آهن، جن جو تفصيلي مطالعو ڪري، مولانا عبدالرشيد نعماني هڪ تحقيقي مقالو بهاولپور جي رسالي "الزبير" جي "ڪتبخانہ نمبر" ١٩٦٧ع ۾ شايع ڪرايو آهي.

مخدوم ابراهيم ڪامل ولين ۽ راسخ عالمن مان هو. طريقت ۾ خواجہ صفي الله نقشبندي ڪابلي (المتوفي: ١٢١٢هہ) جو مريد هو. بلند مقامات تي پهتل هو. حضرت خواجہ صاحب ڪيس پوري خلافت عطا ڪئي هئي. سندس وفات سن ١٢٢٥هہ ۾ ڪڇ ۾ مڏئي بندر ۾ ٿي. سندس مزار تي قبو نهيل آهي. جتي سندس مقبرو آهي، اتي جي مائٽهن ۾ مشهور آهي تہ ادب جي لحاظ کان ڪوبہ پکي ٿبي جي مٿان لنگهندو آهي، تہ ان وقت اهو پکي زمين تي ڪريو پڙي ۽ مريو وڃي.[11]

درگاہ خياري شريف تعلقي سڪرنڊ جي موجوده گادي نشين، حضرت پير رفيع الدين خياروي (عمر ٧٠ سال) ٻڌايو، تہ اسان جا مرشد "وسين

شريف" لاڙ وارا آهن ۽ اهي وري مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي پوٽي مخدوم محمد ابراهيم مڏئي مرقد جا مريد هئا. ٻارهين مهيني مخدوم ابراهيم جي مزار جي زيارت لاءِ، اڄا تائين وسين شريف وارن بزرگن جا پويان مڏئي بندر ويندا آهن.(12)

مخدوم ابراهيم مڏئي مرقد سنڌي، فارسي ۽ عربي ٻولين جو ماهر مصنف ۽ شاعر هو. سنڌيءَ ۾ سندس هيءَ ڪافي دستياب ٿي آهي، جيڪا مولود جي سر ۾ ڳائبي آهي:

چئيج سنيهڙو سڄڻا! ساٿي سيد کي ساري.

١. پانڌي چئيج پرينءَ کي، ميان الله نياپو هي نيئي يار،
گهايل گوندر ڏينهن گذاري.

٢. قيدن ڪئي آهيان، پڄاڻان پرين يار،
وئيو هنجون نت هيءَ هاري.

٣. توکي ساريو سپرين، پل پل پور پون يار،
محب وڇوڙو مون ماري.

۴. عاصي مان 'ابراهيم' چئي، ٻاجهہ ٻاجهائي ڪن ڪا يار،
ايندم شال اوتاري.(13)

## مناجات و استغاثہ

مخدوم محمد ابراهيم مڏئي مرقد، مديني منوره ۾ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد رسول الله ﷺ جي سامهون زيارت ڪندي هيءَ مناجات وڏي سڪ ۽ سوز سان پڙهي هئي. هن مناجات ۾ حضور جن کي سڪ ۽ سوز مان سڏڙا ۽ پرت مان پڪارون ڪيل آهن. تبرڪ طور هن عربي تضمين سان سندس چيل فارسي مناجات جو هڪ شعر شامل ڪجي ٿو:

اي تو مقبول درگہ صمدي، وي تو محبوبْ حضرت احدي،
مجتبائي جناب حق ابدي، بهر عصاة شافع و سندي،
من کہ غرقم بہ بحر جرم و بدي، يا حبيب الله خذ بيدي،
مالعجزي سواک مستندي.(14)

**مخدوم ابراهيم جو اولاد:** مخدوم ابراهيم کي ٻہ نياڻيون ۽ هڪ پٽ عبداللطيف نالي هو.

١. سندس وڏي نياڻيءَ جو نالو بيبي عائشہ هو. هيءَ بيبي سگوري

ولايت جي صاحبہ ۽ والد طرفان ڪيس نقشبندي سلسلي ۾ اجازت مليل هئي. سن ١٢٤٣هہ ۾ ڪتاب "مناقب مخدومين معظمين" لکڻ وقت يعني مخدوم ابراهيم جي وفات کان ١٨ سال پوءِ، ٻيبي سڳوري حال حيات هئي.

٢. سندس ٻي نياڻي مخدوم ابراهيم جي وفات کان پوءِ گذاري وئي هئي.

٣. **مخدوم عبداللطيف:** هيءُ پلارو مخدوم ابراهيم جو فرزند ۽ مخدوم محمد هاشم جو پڙ پوٽو آهي. پيءُ جي وفات سن ١٢٢٥هہ کان پوءِ رشد و هدايت جي مسند تي ويٺو. خلق کي ظاهري ۽ باطني رهنمائي ڪرڻ لڳو. عبداللطيف پنهنجي پيءُ مخدوم ابراهيم جي مڏئي شهر ۾ وفات کان پوءِ "اربق" مان لڏي، پنهنجي اباڻي شهر ٺٽي ۾ آيو، سن ١٢٣٠هہ ۾ ٺٽي شهر جي اتر طرف قديم مسجد ۾ امامت ڪرڻ لڳو. اها مسجد اصل ۾ سندس والد ۽ پڙ ڏاڏي مخدوم محمد هاشم جي ڏينهن جي آهي. ان کي نئين سر تعمير ڪرايائين. مخدوم وڏي محمد هاشم کان وٺي هن وقت تائين ان "هاشمي مسجد" ۾ امامت ڪندا ٿا اچن. عبداللطيف ٺٽي ۾ دين متين جي خدمت ڪندو رهيو. ڪيترن ڪافرن کي اسلام سان مشرف ڪري، ڪين ڪفر جي اونداهيءَ کان ٻاهر ڪڍيائين.

مخدوم عبداللطيف پيءُ جي وفات ١٢٢٥هہ کان چوڏهن سال پوءِ زنده رهيو. ٣ جمادي الاول بروز سومر ١٢٣٩هہ تي ٺٽي ۾ وفات ڪيائين. محمد امين بن هارون ڄتڙائي سندس وفات تي هي شعر چيو آهي:

روز دوشنبہ بتاريخ سيوم قبل الزوال،
جمادي الاولیٰ از عالم گزيده استقار.
سال وصلش چون زهوش خويش پرسيدم بگفت،
کرده مهان عبداللطيف پير با رحمان جوار.(15)

مخدوم عبداللطيف فن تحرير ۾ يگانو هو. "تڪملہ مقالات الشعراء" جي مصنف مخدوم محمد ابراهيم "خليل" جو هيءُ بزرگ نانو هو. مخدوم "خليل" پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو:

"مخدوم عبداللطيف ثاني ۽ سندس فرزند عبدالغفور فقهي تحريرون لکندا هئا. هڪڙو بزرگ مسجد جي حجري ۾ تہ ٻيو مسجد جي صحن ۾ ويهندو هو. هڪ تحرير لکندو هو، تہ ٻيو ان جو جواب ڏيندو هو ۽ آئون جو ننڍيءَ عمر وارو هوس، انهن

تحريرن کي ڪٽي ڀنهي کي پهچائيندو هوس."[16]

مخدوم عبداللطيف (ثاني)، قيوم جهان (خواجہ صفي الله) کان سلوڪ ۾ تلقين ورتي ۽ خلافت پنهنجي والد مخدوم محمد ابراهيم کان حاصل ڪئي. مخدوم صاحب مڏئي وارن آخر عمر ۾ ڪيس فرمايو، تہ جي تون گهرين ٿو تہ آئون ۽ خدا هڪ هجان ۽ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هجي، تہ خليفي نظاماڻيءَ سان صحبت ڪر ۽ جي پاڻ ڏانهن خلق جي رجوعات گهرين ٿو، تہ وسين واري خليفي سان سات سنگت ڪر ۽ جي اگهاڙي ترار ٿيڻ گهرين ٿو جو جيڪا بہ بد دعا يا پٽ پاراتو ڏين سو پورو ٿي وڃي، تہ ڪٺي اوڙهيندڙ خليفي وٽ وڃي ويهہ.[17]

مخدوم "خليل" ٺٽويءَ هيءُ قصو بہ لکيو آهي:

"ٺٽي جو هڪ وڏو ماڻهو، جيڪو مخدوم عبداللطيف ثاني جي پيءُ جو مريد بہ هو. ان هوندي بہ مخدوم عبداللطيف تي شريعت جي خلاف هڪ ڪوڙي تهمت رکي، ان ڪري ڪيس ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ ان جي حق ۾ بد دعا ڪيائين. خدا جي قدرت! ان شخص کي اچي رت جا اسهال ٿيا. ڪيس سڌ پئجي وئي تہ مخدوم عبداللطيف جي پاراتي جو اثر آهي. سو ڪين گهڻوئي عرض ڪيائين، پر پاڻ راضي نہ ٿيا. نيٺ حضرت معفہ وارن سرهندي ڏانهن سفارش جو سائل ٿيو. ان بزرگ مخدوم عبداللطيف کي سفارش ڪئي تہ هن کي شفا جو پيالو لکي ڏيو. پاڻ فرمايائين تہ اوهان جي چوڻ تي پيالو لکان ٿو، پر جيڪي منهنجيءَ دل ۾ ايندو اهو لکندس. بزرگ معفہ وارن قبول فرمايو. مخدوم عبداللطيف هي لکيو تہ، اي پالڻهار! تون منتقم (بدلو وٺندڙ) آهين. تنهنجو هڪ نالو منتقم بہ آهي. هن ماڻهوءَ مون کي ڏاڍي تڪليف ڏني آهي. تون ان کان منهنجو انتقام وٺ. جڏهن اهو پيالو حضرت معفہ وارن ڏٺو ۽ فرمايو تہ مخدوم عبداللطيف ڪڏهن بہ راضي نہ ٿيندو ۽ پاڻ بہ مخدوم جي ڪري ماٺ ڪري ويا. نيٺ ان ماڻهوءَ جي حالت خراب ٿي وئي. پاڻ کي کٽ تي کڻائي اچي مخدوم جي دروازي تي رکايائين ۽ مخدوم کي گهرايو ويو. پاڻ ان کي ڏسي هيئن فرمائڻ لڳا:

"هنئين جا حبيبن، سا ميخ مدامي نہ لهي!"

اهو ڇٽي موٽي ويا ۽ کين ايڏو ڏک هو. جو اتي پل به نه ويٺا.
نيٺ مريض جا مائٽ نااميد ٿي، ان کي موٽائي کڻي ويا ۽ اهو ان
مرض ۾ مري ويو."[18]

مخدوم عبداللطيف کي چار فرزند هئا: عبدالغفور، عبدالرحمان، عبدالحئي ۽ عبدالله "اميد". اهي فرزند مخدوم ابراهيم مڏئي مرقد جي حال حياتيءَ ۾ ڄاوا هئا ۽ ڇئني جي ڄمڻ جي جاءِ بقعہ اربق آهي. اهي چارئي پنهنجي ڏاڏي مخدوم ابراهيم جي وفات کان پوءِ پنهنجي پيءُ مخدوم عبداللطيف سان گڏجي ٺٽي شهر ۾ آيا. انهن ڇئني جو احوال هن ريت آهي:

1. **مخدوم عبدالغفور:** انهن ڇئني مان وڏو مخدوم عبدالغفور هو، جنهن جي ولادت سن ١٢١٦هه ۾ ٿي. هي اجا بالغ نه ٿيو هو، ته سڀني علمن ۽ فنن جي تحصيل ڪري چڪو هو. وڏي علم وارو، ظاهر باطن ارشاد ۽ هدايت، طريقت جي تلقين ۽ شريعت جي تدريس ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن جي مسند سنڀاليائين. هن تعليم پنهنجي والد کان ورتي هئي. هو عربيءَ جو وڏو نازڪ خيال شاعر هو. مخدوم "خليل" ٺٽوي لکي ٿو:

> "فارسيءَ جو مشهور شاعر گل محمد 'دلخوش' ناطق مڪراني هڪ دفعي ڪو مٽيارين ۾ ناراض ٿي پيو. (دلخوش مڪراني، مخدوم عبدالغفور جو همعصر هو ۽ مٽيارين ۾ مخدوم محمد هاشم جي شاگردن جي شاگرد مخدوم عبدالڪريم وٽ پڙهندو هو.) دلخوش ناراضگيءَ ۾ فارسي شعر چيو:
>
> آبرو گر طلبي آب مٽياري م طلب،
> لقمہ چرب بجز نان جواري م طلب.
>
> مطلب ته جيڪڏهن عزت آبرو طلبين، ته مٽياريءَ جو پاڻي به نه طلب، اتي سنو ۽ مٺو طعام به رڳو جوار جي ماني آهي، ان ڪري اهو به نه طلب.
>
> اهو بيت جڏهن مخدوم عبدالغفور ٻڌو، ته پاڻ فرمايائين:
>
> آبرو گر طلبي آب مٽياري بطلب،
> لقمہ چرب مجونان جواري بطلب.
>
> مطلب ته جيڪڏهن عزت آبرو طلبين ته مٽياريءَ جو پاڻي طلب. سنو ۽ مٺو طعام نه ڳول، جوار جي ماني طلب ڪر.
>
> مخدوم عبدالغفور، مٽياري شهر جي ان ڪري قدرداني ڪئي. جو

اتي مخدوم عبدالڪريم ميناروي جهڙو فياض موجود هو. مخدوم عبدالڪريم، جو اهو ميناريءَ جي گلا وارو بيت ٻڌو، تہ ان ڪان خوش نہ ٿيا. دلخوش مڪرانيءَ ان ڪري هڪ ٻيو سنئو غزل چيو، جنهن جو مطلع هي هو:

طرفہ شهريست مناري کہ بسامان گردد،
خالي از شور و شر فتنئہ دوران گردد.

جيئن تہ هن شعر ۾ ميناريءَ جي تعريف آهي، ان ڪري مخدوم عبدالڪريم ميناروي اهو شعر ٻڌي خوش ٿيا."[19]

مخدوم عبدالغفور جو هڪ ڪتاب "حجم ذيغ العيون في رد مبيح الفسق الفتون" يادگار آهي.

**2. مخدوم عبدالرحمان:** مخدوم عبداللطيف جو ٻيو فرزند ميان عبدالرحمان هو. ان جي ولادت سن ١٢١٨هہ ۾ ٿي. ظاهري علم جو واقف هو. پر ننڍي هوندي کيس هيانچي جي تڪليف هئي، ان ڪري سنهي هائيءَ وارو ۽ ڪمزور رهندو هو. اهوئي سبب آهي، جو هو علم حاصل ڪرڻ جي گهڻي محنت ۽ تڪليف برداشت نہ ڪري سگهيو. عبدالرحمان جمعي جي ڏينهن ٢٢ شعبان المعظم ١٢٣٩هہ تي پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ ٽئين مهيني ۾ وفات ڪري ويو.

**3. عبدالحئي:** مخدوم عبداللطيف جو ٽيون فرزند مخدوم ميان عبدالحئي آهي.[20]

**4. مخدوم عبدالله "امين" ٺٽوي:** مخدوم عبداللطيف جو چوٿون فرزند، ٺٽي جي مشهور خاندان هاشميہ جو چشم و چراغ هو. تعليم پنهنجي والد کان پرايائين. اهڙيءَ طرح باطني فيض ۾ بہ ڪامل هو. هو وڏو متقي ۽ پرهيزگار هو. تقرير جي فن ۾ وڏي مهارت وارو هو. مخدوم "خليل" ٺٽوي لکي ٿو:

"مخدوم عبدالله جي تقرير وڏي متانت سان لبريز هوندي هئي. قاضي ميان عبدالرحيم ٺٽويءَ روبرو ٻڌايو تہ ٺٽي شهر وارن جي تقرير جي بلاغت ۽ متانت هاڻي رڳو مخدوم عبدالله جي وجود سان وابستہ آهي."[21]

مخدوم عبدالله، "تڪلمہ مقالات الشعراء" جي مصنف مخدوم محمدابراهيم "خليل" ٺٽويءَ جو مامو پڻ هو:

کس کس کو ياد کيجئي، کس کس کو روئيي
کيا کيا نہ هوا، آسمان کي انقلاب سي!

مخدوم عبدالله نثر سان گڏ نظم ۾ بہ وڏي مهارت رکندو هو. سندس تخلص "اميد" هو. هي فارسي شعر ان جو آهي:

جان بي قالب درين عالم رسيدن مشکل است،
طائر روح سبک روحان پريدن مشکل است.(22)

مخدوم عبدالله جي تاريخ وفات معلوم نہ آهي. اندازاً تيرهين صدي هجريءَ جي آخر ڌاري سندس وفات ٿي هوندي!

پير محمد هاشم جان سرهندي لکي ٿو:

"مخفي نہ رهي تہ هينئر مخدوم محمد هاشم جي اولاد مان کو بہ نہ رهيو آهي. اسان جي زماني ۾ سندس اولاد مان مخدوم غلام احمد نالي شخص لاولد گذاري ويو آهي. اهڙيءَ طرح مخدوم محمد هاشم جي نسل مان کوبہ نہ رهيو آهي."(23)

تازو راقم کي محترم دوست غلام رسول ڏاهري، شاهپور جهانيان واري کان مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا هينيان ٽي ڪتاب مطالعي لاءِ مليا:

١. شد النطاق فيما يلحق من الطلاق (عربي)
٢. تمام العناية في الفرق بين الصريح والکناية (عربي)
٣. فرائض السلام (عربي)

انهن ٽنهين ڪتابن مان پهرين ٻن ڪتابن تي ڇپائيءَ جو سن ١٣٠٠ هجري ۽ آخري ڪتاب تي سن ١٣١٢ هجري لکيل آهي. انهن ٽنهي ڪتابن جي آخر ۾، عربي، فارسي ۽ اردوءَ ۾ هيٺيون نوٽ لڳل آهي:

"هي ڪتاب عالمن ۽ فاضلن جي اڳواڻ، علم معقول ۽ منقول جي جامع ۽ علم جي سمونڊ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا لکيل آهن... انهن ڪتابن جا مصنف جي هٿ لکيل نسخا، سندس پوٽير مان مخدوم غلام محمد کان ڇپائي واسطي، مولوي سيد رفيع الدين حسيني قادري جي وساطت سان اسان کي مليا. پوءِ انهن تي زرڪثير خرچ ڪري، حاشيا لڳائي ڇاپيا ويا آهن، تہ جيئن انهن جو فائدو عالمن ۽ عام ماڻهن کي ٿئي، ۽ دعا خير سان ياد ڪن."

هوڏانهن "مونس المخلصين" ۾ مخدوم صاحب جي پوٽير مان آخري

شخص جو نالو "غلام احمد" لکيل آهي. راقم جي خيال ۾ اهو ساڳيو ئي هڪڙو "غلام محمد" نالي وارو بزرگ آهي، پر ڏار ڏار لکت يا ڪتابت جي سهو ۾ "محمد" ۽ "احمد، جو فرق رهجي ويو آهي. بهرحال اهو بزرگ مخدوم غلام محمد، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي اولاد مان آخري نشاني هو ۽ سندس وفات مخدوم محمد هاشم جي وفات سن ۱۱۷۴ھ کان اٽڪل ۱۳۸ ورهيه بعد ۾ سن ۱۳۱۲ھ کان پوءِ ٿي آهي. جيئن مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب جي ڇپجڻ وقت سن ۱۳۱۲ھ ۾ زنده هو ۽ پاڻ ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ڏنا هئائين.

ٺٽي جو رهاڪو ۽ صالح شخص، فقير محمد اسماعيل ڪنڀار، جيڪو ويجهر ۾ گذاري ويو آهي، لکي ٿو:

> "مخدوم صاحب جي خاندان مان آخر ۾ فقط هڪ نياڻي رهي هئي، جا ٺٽي جي عقيلي خاندان جي هڪ فرد عبدالرحيم عقيلي جي گهر ۾ هئي. ميان عبدالرحيم عقيلي جي وفات کان پوءِ اها مائي صاحبه به وفات ڪري ويئي. کيس ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو. مخدوم صاحب جو خاندان اتي اچي ختم ٿيو."(24)

راقم پاڻ مخدوم صاحب تي تحقيق جي سلسلي ۾ ڪيترا دفعا ٺٽي ويو آهي، ته جيئن روبرو ماڳ مڪان پيٽي ڏسجن ۽ اتان جي اصل باشندن ۽ اهل علم کان مخدوم صاحب بابت زباني روايتون ۽ اتي عام ۽ مشهور هلندڙ حڪايتون ۽ حقيقتون معلوم ڪجن. ان ڏس ۾ "شاهجهاني مسجد" جي خطيب مفتي عبداللطيف سان ملاقات ٿي. "مدرسه مجدديه عثمانيه" جي مهتمم علامه مخدوم عبدالرحمان ميمڻ سان به علمي رهاڻيون ٿيون. سندن ڪتبخاني ۾ مخدوم صاحب جي چند ناياب ڪتابن ڏسڻ جو به موقعو مليو. پاڻ مخدوم صاحب جي اولاد ۽ پونير جي باري ۾، ساڳي فقير محمد اسماعيل ڪنڀار واري ڳالهه جي تصديق ڪيائون. بهرحال ٺٽو ته موجود آهي، پر ٺٽي ۾ مخدوم صاحب جو اولاد هينئر باقي نه رهيو آهي ۽ ٺٽي جي اها اڳوڻي علمي عظمت ۽ روشني به نه رهي آهي:

> هر اک مکان کو هي، مکين سي شرف "اسد"!
> مجنون جو مر گيا، اب جنگل اداس هي.

اڄ نــــہ اوطــاقــن ۾ طــالــب تــنــواريــن،
آديــسـي اٿــي ويا، مــڙهـيــون مــون مــاريــن،
جي جيءُ کي جيـارين، سي لاهوتـي لڏي ويا.

خدا رحمت کند، اين عاشقانِ پاک طينت را.

## حوالا

(١) مولوي دين محمد وفائي: "تذڪره مشاهير سنڌ" – جلد ٣، ص ٢٢٨-٢٢٩
(٢) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ص ٥٦٦
(٣) مخدوم عبدالرحمان: "حيات العاشقين" (سنڌي)، ص ٢٣٥
(۴) "تذڪره مشاهير سنڌ" – جلد ٣، ص ٣٢٩
(۵) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ص ٥٦٦
(٦) "تذڪره مشاهير سنڌ" – جلد ٣، ص ٣٢٩
(٧) راقم جي خيال ۽ تحقيق موجب مخدوم ابراهيم جهڙي خانداني عالم ۽ ڪامل ولي جو پنهنجو ديس ڇڏي هجرت ڪري وڃڻ ۾ بہ ڪو سياسي عنصر جو عمل دخل ٿي سگهي ٿو. ان جو مثال هي آهي تہ هن رسالي ۾ مٿي اهو مختصر احوال اشارتاً گذري آيو آهي، تہ سنڌ جي والي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي ۽ مير فتح علي خان ٽالپر جي وچ ۾ پوئين دور ۾ اٿبٹت ٿي هئي. ڪلهوڙن هارايو ۽ ميرن ڪلهوڙن کي شڪست ڏني، سنڌ جي حڪومت جون واڳون سنڀاليون هيون. جيئن تہ مخدوم ابراهيم وقت جي ڪلهوڙا حڪمرانن جي رعيت، قاضي القضات جي عهدي تي فائز هو. ڪلهوڙن سان خانداني تعلق ۽ ڪلهوڙن جي اسلامي احڪامن جي اجراء لاءِ ڪوشش ۽ اهڙين ٻين ڪن ڳالهين جي ڪري مخدوم ابراهيم کي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جو طرفدار رهڻو پيو. جڏهن ٽالپر، ڪلهوڙن کي مار ڏاڙ ڪان پوءِ شڪست ڏيئي حڪمران ٿيا، تہ هڪ حڪومت جي ختم ٿيڻ ۽ نئين حڪومت ۽ حڪمرانن جي اچڻ سان سندس تعلقات مٿين سببن ڪري ضرور ڪشيده ٿيڻ لازمي امر هو. ان ڪري مخدوم ابراهيم سياسي ويڙهہ کان ڪناره ڪشي ڪري عافيت انهيءَ ۾ سمجهي، تہ پنهنجو ماڳ مڪان ڇڏي ڪنهن ٻئي هنڌ آزاديءَ سان وڃي دين جو ڪم ڪري.
(٨) امين بن هارون ڇتڙائي: "مناقب مخدومين معظمين"، (قلمي فارسي) ص ١-١٢
(٩) مخدوم محمد ابراهيم "خليل" ٺٽوي: "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ۴٧-۴٩.
(١٠) غلام مصطفيٰ قاسمي: ٽماهي "الرحيم" – مشاهير سنڌ نمبر ٣-۴، ١٩٦٧ع، ص ١٨
(١١) پير محمد هاشم جان سرهندي: "مونس المخلصين" (فارسي)، ص ١١٣

(١٢) پير صاحب خياروي سان تاريخ ١ مارچ ١٩٨٧ع تي درگاهہ خياري شريف (تعلقہ سڪرنڊ) ۾ ملاقات ٿي. هن ملاقات ۾ راقم سان گڏ محترم استاد مولانا ڪريم بخش مگسي، مدرسه دارالقرآن ميهڙ ۽ الحاج رحيم بخش "قمر" نوابشاهي مرحوم بہ موجود هئا. پير صاحب خياروي؛ تازو ١٧ اپريل ١٩٩٩ع تي وفات ڪئي آهي.

(١٣) محمد سومار شيخ: "ڪڇ جا شاعر ۽ سنڌي اديب" (مقالو) روزانہ "مهراڻ" ڪراچي، سالگرهہ نمبر ١٥ جنوري ١٩٦١ع، ص ٦٥

(١٤) ماهوار "الرحيم" سنڌي ٢-١٩٦٥ع ص ١١٧

(١٥) "مناقب مخدومين معظمين" (قلمي فارسي)، ص ١-٩

(١٦) "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٤٩

(١٧) ايضاً، ص ٥٠

(١٨) ايضاً، ص ٥١

(١٩) ايضاً، ص ٢٦٤

(٢٠) "مناقب مخدومين معظمين" (قلمي فارسي)، ص ١١

(٢١) "تڪملہ مقالات الشعراء"، ص ٥١

(٢٢) ايضاً، ص ٥١

(٢٣) "مونس المخلصين" (فارسي)، ص ١١٣

(٢٤) "بناء الاسلام" (سنڌي)، ڏسو مرتب جو مقدمو، ص ٤١

# باب چوڏهون

## همعصر

ٻارهين صدي هجريءَ جي سنڌ- علمي ۽ ادبي لحاظ کان سرسبز، شاداب ۽ ساوڪ واري رهي آهي ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو اهو زمانو، سنڌ ۾ علم و ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ جي آبياريءَ جو دور هو. سنڌ جي چپي چپي تي مدرسا ۽ مڪتب، درسگاهون ۽ درگاهون آباد هيون. سنڌ جي هر وسنديءَ ۽ واهڻ ۾ عالم ۽ فاضل، اديب ۽ شاعر، سگهڙ ۽ ڏاها پنهنجي علمي خدمتن ۽ روحاني رهائين ذريعي مشهور هئا، ۽ سنڌ واسين جي هر لحاظ سان علمي ۽ عملي خدمت ۾ رُڌل ۽ ڪوشان هئا. ان سلسلي ۾ خاص ڪري ننگر ٺٽو علمي لحاظ کان ويتر اوج ۽ موج تي رسيل هو.

ٺٽو، سنڌ جو اهو خوش نصيب شهر آهي، جيڪو علمي ۽ سياسي لحاظ سان بغداد، قرطبہ ۽ مصر جون سڪون لاهيندو رهيو آهي. هئملٽن نالي هڪ انگريز سياح ٺٽي جي علمي عظمت جو اعتراف هن طرح ڪيو آهي:

"ٺٽي جو شهر سياسي تعليم لاءِ مشهور هو. تحقيق جي علم ۽ فقه جي تدريس لاءِ اتي چئن سون کان بہ زياده مدرسا هئا."(۱)

تاريخ ۾ بہ ٺٽي جو علمي شان شانائتو ۽ نروار آهي. ٺٽي ۾ هڪ ئي وقت سوين مدرسا علم آموزيءَ لاءِ آباد هئا. هرهڪ گهرائو ۽ هرهڪ فرد علم جو مرڪز ۽ منبع هو. هر علم دوست جي اوطاق ۽ بيٺڪ "اڪيڊمي" جو ڪم ڏيندي هئي. هرهڪ عالم، اديب ۽ شاعر وٽ جدا جدا ڪتبخانا هئا. گهرن ۽ اوطاقن ۾، رستن تي، دوڪانن ۽ بازارن جي چوراهن تي علم پرورن جون ملاقاتون، صحبتون، مجلسون ۽ مشاعرا صبح شام ۽ رات ڏينهن ٿيندا رهندا هئا. هڪ ئي وقت مخدوم محمد هاشم، مخدوم محمد معين، مخدوم ضياءُ الدين، ميان نعمت الله، ميان محمد صادق، آخوند محمد شفيع

۽ آخوند ابوالحسن جهڙا يگانہ روزگار عالم ۽ مير محسن، غلام علي "مداح"، پالچند "آزاد"، شيوڪرام "عطارد"، شيخ محمد محفوظ "سرخوش"، غلام علي "مومن"، محمد پناه "رجا"، مير ابوالبقا، بهرور علي ۽ مير ابوتراب "ڪامل" جهڙا نغزگو شاعر ٺٽي شهر ۾ موجود هئا. جن مان هر هڪ پنهنجي دور جو غزالي ۽ دواني، سعدي ۽ انوري هو. اهي سڀ بزرگ پاڻ صاحبِ تصانيف ۽ صاحبِ دواوين هئا. انهن مان هرهڪ کي جدا جدا ڪتبخانو هوندو هو. بلڪہ دوست احباب بہ وقت بوقت استفادو ڪندا رهندا هئا.[2]

مخدوم محمد هاشم بہ انهيءَ علمي دور ۽ شهر جو ڪثير التصانيف بزرگ هو. سندس همعصر بزرگ بہ قلم ۽ قرطاس جا صاحب، مدرسن جا وڏا عالم، استاد ۽ فيض جا سرچشما هئا. سيئي بزرگ اهلِ دل ۽ علم جا روشن ستارا هئا، جن مخدوم صاحب سان گڏ سنڌ جي علمي فضا کي روشن ڪري چمڪائي ڇڏيو هو. مخدوم صاحب جي دور ۾ سنڌ اندر ڪئين اهلِ دل ۽ اهلِ علم موجود هئا، پر هتي انهن مشاهيرن جو تذڪرو شامل ڪيو ويو آهي، جن جو مخدوم صاحب سان سنئون سڌو تعلق رهيو، ۽ انهن جو مخدوم صاحب سان همعصرانہ واسطو لکت ۾ ثابت ۽ موجود آهي:

### 1. ميون ابوالحسن سنڌي ٺٽوي

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو واسطو ٻارهين صدي هجريءَ سان آهي. ان دور ۾ سنڌ اندر چار "ابوالحسن" جي ڪنيت سان مشهور سنڌي عالم ٿي گذريا آهن. اهو بہ حسن اتفاق آهي تہ انهن مان ٽي ابوالحسن، ٺٽي شهر جا رهاڪو هئا ۽ چوٿين ابوالحسن جو تعلق نواب شاهہ ضلعي سان آهي. انهن چئني بزرگن مان هڪ ابوالحسن صغير سنڌي مدني، مخدوم صاحب جو شاگرد هو. باقي ٽي بزرگ مخدوم صاحب جا ويجها همعصر هئا.

ميون ابوالحسن سنڌي ٺٽوي، چئني بزرگن مان عمر ۽ بزرگيءَ جي لحاظ کان سرِفهرست آهي. پاڻ سنڌي صورتخطيءَ جو موجد چيو وڃي ٿو. هن بزرگ جو سنڌي ادب تي وڏو احسان آهي، جو اڄ سنڌي صورتخطيءَ جي ترقي يافتہ شڪل جي ڪري، سنڌي علم ۽ ادب جو ٻنڌار نظر اچي ٿو. ميون ابوالحسن ٺٽي ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو عبدالعزيز هو. هو ٻارهين صدي هجري ۾ سن ۱۰۲۵هہ کان اڳ ڄائو ۽ ٻارهين صدي هجريءَ جي اوائلي سالن

۾ وفات ڪيائين. سن ١٠٨٠هـ - ١١٠٠هـ وارن سالن ۾ هيءُ جيئرو هو. سندس ڪتاب "مقدمة الصلواة" سنڌ ۾ مشهور آهي. هن اهو ڪتاب ٻارهين صدي هجريءَ جي آخري سالن ۾ لکيو. جيئن تہ ميون ابوالحسن هيءُ ڪتاب عربيءَ يا فارسيءَ جي بدران "سنڌيءَ" ۾ لکيو. ان ڪري اهو "ابوالحسن جي سنڌي" جي نالي سان مشهور ٿي ويو.

ميون ابوالحسن فقهي مسئلن جو چڱو ڄاڻو هو ۽ قديم سنڌيءَ جو شاعر بہ هو. سندس ڪتاب "مقدمة الصلواة" سنڌي نظم ۾ اوائلي ڪتاب ۽ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿو. هن ڪتاب ۾ نماز جا مسئلا بيان ڪيل آهن. اهوئي ننڍڙو ڪتاب سنڌي نظم جو آهي، جنهن تي ان دور جي وڏن عالمن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ مخدوم محمد قائم فارسي ۽ عربي ۾ رسالا لکيا.[3]

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي زباني روايت آهي، تہ ميون ابوالحسن ٺٽويءَ جي وفات اندازاً سن ١١٢٥هـ ڌاري ٿي آهي.

## 2. ابوالحسن ڪبير ٺٽوي مدني

هن بزرگ جو نالو محمد بن عبدالهادي، لقب نورالدين ۽ ڪنيت ابوالحسن آهي. ابوالحسن ڪبير ٺٽي ۾ ڄائو ۽ اتي ئي علم پرايائين. علم ۾ ڪمال حاصل هوس. مخدوم محمد هاشم هن کي ٺٽي جي عالمن جو اڳواڻ ڪري سڏيو آهي. ٺٽي کان پوءِ مديني منوره هجرت ڪري ويو. اتي بہ شيخ محمد بن عبدالرسول برزنجي، شيخ ابراهيم بن حسن الڪوراني ۽ عبدالله بصري کان علم حديث ۾ سند ورتائين.

مديني منوره ۾ "مدرسة الشفاء" نالي مدرسو قائم ڪيائين، جنهن ۾ پاڻ درس ڏيندو رهيو. عرب عجم جي سوين عالمن ڪانئس علم حديث پڙهيو. ابوالحسن ڪبير جي مدرسي تي "الشفاء" نالي پوڻ بابت بہ روايتون آهن:

(الف) هن مدرسي ۾ ابوالحسن ڪبير طرفان سندس مدرسي ۾ قاضي عياض اندلسي جو مشهور ڪتاب "الشفاء في تعريف حقوق المصطفيٰ" جو درس لازمي طور ڏنو ويندو هو.

(ب) هڪ فوجي سالار بيمار ٿيو. هو زندگيءَ جي آخري ڪشمڪش ۾ مبتلا هو ۽ مخدوم ابوالحسن ڪبير ڏانهن دعا لاءِ رجوع ٿيو، جيڪو ان

وقت مسجد نبويءَ ۾ درس ۾ مشغول هو. مخدوم ابوالحسن ڪبير ان بيمار فوجي سالار جي صحت لاءِ دعا گهري، جيڪا الله تعاليٰ وٽ مستجاب ٿي ۽ سالار کي تندرستي عطا ٿي. ان سالار وري مخدوم ابوالحسن ڪبير لاءِ هڪ مدرسو تعمير ڪرايو، جنهن جو نالو "مدرسة الشفاء" مشهور ٿي ويو.

سندس هيٺيان ڪتاب يادگار آهن: حاشيہ صحيح بخاري، حاشيہ صحيح مسلم، حاشيہ ابن ماجہ، حاشيہ نسائي، حاشيہ ابودائود، حاشيہ ترمذي، حاشيہ مسند احمدبن حنبل، حاشيہ بيضاوي، حاشيہ فتح القدير، حاشيہ ڪتاب الاذڪار، حاشيہ الزهراوين، حاشيہ جلالين، حاشيہ شرح الجوامع، تفسير لطيف، الفيوضات النبويہ ۽ منهل الهداة شرح معدن الصلواة.[4]

مخدوم ابوالحسن ڪبير جي وفات مديني منوره ۾ ١٢شوال المڪرم ١١٣٩هه تي ٿي. جڏهن ابوالحسن ڪبير فوت ٿيو، تہ پوري مديني شهر جو ڪاروبار معطل ٿي ويو. سندس جنازي نماز ۾ عام و خاص جو وڏو اجتماع ٿيو ۽ کيس جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو.[5]

### 3. مخدوم عبدالرحمان ڪهڙائي

سنڌ جي رياست خيرپور ميرس ۾ "ڪهڙن" جي عباسي خاندان جو وڏو اثر رهيو آهي. خاص ڪري علمي لحاظ کان سندس نالو روشن آهي. هن خاندان جو وڏو ڏاڏو محمد ابراهيم، خليفي معتصم بالله عباسي جي دور ۾ دين جي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ آيو. اڳتي هلي، سندس پونير ڪهڙن ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ڪلهوڙن جي دور ۾ هن خاندان جي هڪ بزرگ مخدوم عبدالرحمان ڪهڙائي شهيد جي هاڪ هر طرف هلڻ لڳي. مخدوم عبدالرحمان، مخدوم محمد جو فرزند ۽ مخدوم محمد عاقل جو پوٽو هو. هن ظاهري خواه باطني تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي ۽ پنهنجي والد مخدوم محمد جي وفات کان پوءِ سندس مسند تي ويهي اسلام جي تبليغ، شرڪ ۽ بدعت جي پاڙ پٽڻ ۾ مشهور رهيو.[6]

مخدوم عبدالرحمان شهيد، حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو گهاٽو دوست هو. مخدوم شهيد فطرتاً حق گو ۽ مجاهد مرد هو. اگرچہ سندن طبيعت ۾ عجز تمام گهڻو هو، تاهم جابرڪان جابر ۽ ظالم کان ظالم امير کي بہ حديث شريف "افضل الجهاد ڪلمة الحق عند امير جائر" جي فرمان موجب حق چئي ڏيندا هئا.

مخدوم صاحب سن ١١٤٥هـ ۾ ٢٢٢ چڙهن سان ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لشڪر هٿان شهيد ٿيو. سندس وفات جو سن هيٺين جملن مان نڪري ٿو:

- هي هي ستون سند فتاد.
- در مسجد قتل شد.
- شمع هديٰ ڪشتہ شد.
- يد خلهم بجنات.
- بل احياء عند ربهم يرزقون فرحين.
- ڪانوا غازين.

مخدوم غلام محمد ٻگائي سندس شهادت جو احوال سنڌي نظم ۾ جوڙيو هو. مخدوم شهيد جا ٻہ فرزند هئا: قاضي احمدي ۽ قاضي محمدي.[7]

### 4. مخدوم محمد قائم سنڌي مدني

هيءُ ڀلارو بزرگ وڏو عالم ڪامل، بهترين فاضل، عقلي خواه نقلي علمن جو جامع هو. ڪسبي توڙي وهبي فيض جو مرڪز هو. مخدوم رحمت الله جو شاگرد هو ۽ مخدوم محمد هاشم جي مد مقابل هو. علمي بحثن ۾ عالمن سان سندس ڪيئي صحبتون ٿيون، جن ۾ ذهن ۽ ذڪاء جي بدولت ڪيترن ڪان گوءِ ڪٽي ويو. هر روز ٽيهريءَ جي وقت حديث نبوي عليه الصلواة والسلام جو بيان ڪندو هو ۽ ڪيترن توفيق جي صاحبن کي سلوڪ جي واٽ جي هدايت ڏيندو هو. سن ١١٤٥هـ ۾ هڪڙو دفعو حج تي وڃي خير سان واپس آيو. وري ٻيو دفعو اهليہ سميت وڃي اتي رهي پيو ۽ انهيءَ برڪت ڀريي هنڌ حديث جي درس ۾ سڀني عالمن ۾ مشهور ٿيو. هو سن ١١٥٧هـ ۾ گذاري ويو. سندس وفات جي تاريخ "في جنات تجري" مان نڪري ٿي.[8]

### 5. مخدوم محمد معين ٺٽوي

هن بزرگ کي مخدوم ٺارو ڪري سڏيندا هئا. سندس پيءُ مخدوم محمد امين بن مخدوم طالب الله دل لاڪا قوم جو فرزند هو. مخدوم معين معقول خواه منقول ۾ وقت جو علامہ ۽ زماني ۾ لاجواب هو. هو سلوڪ جي رستي جو واقف، ميان ابوالقاسم نقشبندي سان ڏاڍو عقيدو هوس. پوين

ڏينهن ۾ جناب ڪرامت نصاب سيد عبداللطيف "تارڪ" (ڀٽائي) سان ڏاڍو ياراڻو ۽ عقيدت منداڻو رستو رکيائين. سندس ۽ مخدوم محمد هاشم جي وچ ۾ هميشہ بحث مباحثو جاري رهندو هو. محققانہ شعر چوندو هو. فارسيءَ ۾ "تسليم" ۽ هنديءَ ۾ "بيراڳي" تخلص هوس. سندس وفات سن ١١٦١هہ ۾ ٿي. سندس بلند مقامي لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي جو وقت جو صاحب سيد عبداللطيف "تارڪ" (ڀٽائي) پنهنجي ڳوٺ (ڀٽ شاهہ) خادمن کي چيو، تہ هلو تہ پنهنجي يار جو آخري ديدار ڪرڻ هلون. ائين چئي ٺٽي آيو ۽ راڳ جي محفل برپا ڪيائين. محفل جي عين گرمي ۽ ذوق واري وقت مخدوم (معين) اٿي اندر ويو ۽ جهٽ ۾ ساهہ ڏنائين. سيد (ڀٽائي) جنازي سان شموليت ڪري ڳوٺ ڏانهن موٽندي چيو، تہ ٺٽي جو ڏسڻ سندن ڪري ٿيندو هو. بس اڄ کان (اچڻ) بند آهي.[9]

مخدوم محمد معين محدث هوندي ۽ شاهہ ولي الله دهلويءَ سان علمي نسبت رکندي بہ تقليد نہ ڪندو هو ۽ مختلف خيالن ۽ نظرين جو صاحب هو. سندس مختلف نظرين جي پيش نظر مخدوم محمد هاشم، سندس فرزند مخدوم عبداللطيف ۽ پوٽي مخدوم ابراهيم، مخدوم محمد معين جو علمي ميدان ۾ قوي دليلن سان رد ڪيو ۽ مخدوم محمد حيات سنڌي مدني بہ سندس رد ۾ قلم هلايو.

مخدوم محمد معين جي مزار مڪلي ٽڪريءَ تي حضرت ابوالقاسم نقشبنديءَ جي پيرانديءَ کان آهي. سندس هيٺيان ڪتاب لکيل آهن:

- دراسات اللبيب في الاسوة الحسنة بالحبيب
- رسالہ اويسيہ
- شرح رموز عقائد الصوفيه
- رسالہ اثبات رفع اليدين (عربي ۽ فارسي)
- ايقاظ الوسنان
- غاية الفسخ لمسئلة النسخ
- رسالہ في تحقيق اهل البيت
- غاية الايضاح في المحاكمه بين النووي و ابن الصلاح
- رسالہ في بحث حديث المصراة
- ابراز الضمير للمصنف الخبير
- انوار الوجد من منح المجد

- رسالہ في انتقاد الموضعين من فتح القدير
- رسالہ في تحقيق معني الحديث لا نورث ما ترڪنا صدقة
- مواهب سيد البشر في حديث الائمة الاثنيٰ عشر
- الحجة الجلية في نقض الحكم الافضيلة
- رسالہ في اثبات اسلام ابي طالب[10]

مخدوم محمد معين ۽ مخدوم محمد هاشم جي درميان جيڪي علمي ۽ قلمي معرڪا ٿيا، انهن جو ذڪر تصنيفات واري آخري باب ۾ آيل آهي.

## 6. مخدوم محمد حيات سنڌي مدني

هيءُ بزرگ ذات جو چاچڙ، سندس پيءُ جو نالو ابراهيم عرف ڦلاريو، عادلپور لڳ گهوٽڪي اتر سنڌ ۾ ڄائو. ڪجهہ وقت سنڌ ۾ علم حاصل ڪري، ان ڪان پوءِ قسمت سانگي علم جي طلب ۾ مديني شريف وڃي نڪتو. اتي سنڌ جي ٺٽوي محدث ابوالحِسن ڪبير جي خدمت ۾ حديث جي تڪميل ڪيائين. اڳتي هلي عرب و عجم جي استادي ۽ اڳواڻ هجڻ جو شرف حاصل ڪيائين.

پنهنجي محدث استاد ابوالحسن ڪبير جي وفات ڪان پوءِ سندس جاءِ تي مسجد نبويءَ ۾ درس ۽ وعظ جي مسند تي ويٺو، جنهن ۾ هزارين ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا. سندس مدرسي مان عرب، هندستان، مراڪش، شام ۽ مصر جي سوين بزرگن ڪانئس حديث جو فيض حاصل ڪيو. جن مان ڪن جا نالا هي آهن: شيخ احمد بن عبدالرحمان شامي، شيخ محمد سعيد صغير، شيخ عبدالقادر خليل، شيخ غلام علي آزاد بلگرامي، شيخ محمد فاخر الهہ آبادي، محدث خيرالدين سورتي ۽ شيخ غلام حسين عرف ابوالحسن صغير ٺٽوي.

مخدوم محمد حيات مدنيءَ جا مخدوم محمد هاشم سان ڪن علمي مسائل تي مناظرا بہ رهيا آهن. هڪ ٻئي تي انهن ٻلارن بزرگن تمام سنجيدگيءَ سان رد ڪد ڪيا آهن. علامہ محمد معين ٺٽويءَ جي ڪن ڪتابن جو رد بہ پاڻ لکيو اٿس. سندس تصنيفات ۾ هيٺيان ڪتاب مشهور آهن:

- تحفة المبين في شرح اربعين
- شرح الحكم العطائيه
- العون في كشف حال فرعون
- رسالہ في رد بدعة التعزيه

- تحفة الانام في العمل بحديث خيرالانام
- رسالہ في النهي عن العشق المرادن والنسوان
- الجُنة في عقيدة اهل السنة
- الايقاف عليٰ سبب الاختلاف
- رسالہ رد قرة العين في البكاء علي الحسين
- رسالہ رد الحجة الجليه
- رسالہ تحريم الدخان
- شرح الترغيب والترهيب منذري

مخدوم محمد حيات سنڌي اربع جي ڏينهن، ٢٦ صفر المظفر ١١٦٣ھ تي مديني منوره ۾ وفات ڪئي ۽ جنت البقيع ۾ دفن ٿيو. آزاد بلگراميءَ پنهنجي استاد محمد حيات جو سال وفات "رحلة شيخي" مان ڪڍيو آهي.[11]

### 7. شاھ عبداللطيف ڀٽائي

حضرت شاھ صاحب، سنڌ جي مٿياري سيدن جي "ڪريم پوٽا" خاندان مان آهي. سندس سنڌ ۾ خاندان جو سلسلو سيد مير علي هراتيءَ کان شروع ٿيو. اهو نسب نامو هن ريت آهي: سيد عبداللطيف ڀٽائي بن شاھ حبيب بن عبدالقدوس بن جمال شاھ (جلال شاھ) بن لعل محمد عرف الله شاھ بن عبدالمنعم بن هاشم بن حاجي بن جلال عرف جراڙ بن شرف الدين بن مير علي سنڌي هراتي. شاھ صاحب جو اهو سلسلو مٿي امام موسيٰ ڪاظم رضہ سان ملي،حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجه تائين پهچي ٿو.

شاھ صاحب جي ولادت سن ١١٠٢ھ ۾ ٿي. نئين تحقيق موجب شاھ صاحب جتي ڄائو، اهو گهر ۽ ڳوٺ "سُئي قندر" واري تاريخي مقام جي لڳ اولھہ طرف هو. اها گهر واري جاءِ روينيو رڪارڊ موجب سروي نمبر ١٣٤، ديھہ "سُئي قندر جاگير" تعلقي شهدادپور ۾ آهي.[12]

شاھ صاحب قرآن شريف ۽ مڪتبي تعليم استاد ميان نور محمد ڀٽي کان ورتي، جيڪو "وائِين" ڳوٺ جو وينل هو ۽ شاھ حبيب جو محبتي ۽ معتقد هو. ان سان گڏ ننڍپڻ کان جوانيءَ جي دور تائين، شاھ لطيف جي تربيت پنهنجي والد شاھ حبيب جي شفقت ۽ هدايت هيٺ ٿيندي رهي. شاھ صاحب سير سفر مان بہ گهڻو ڪي پرايو. مطلب تہ شاھ صاحب پڙهڻ سان گڏ پروڙڻ ۽ پُرجهڻ ۾ ڪمال حاصل ڪيو. ٻاڻ چوويهن ورهين جو ٿيو تہ

شادي ڪيائين. قرآن شريف، شاهه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" ۽ مثنوي مولانا رومي سان سندس روح رهاڻ هئي. اهي ٽئي ڪتاب پاڻ سان گڏ رکندو هو.

شاهه صاحب طريقت ۾ پنهنجي والد شاهه حبيب وانگر "قادري" سلسلي جو پوئلڳ هو. ان سان گڏ پاڻ "اويسي" سلسلي ۾ پنهنجو روحاني رشتو، حضرت نبي ڪريم ﷺ سان ڳنڍيائين ۽ مرشدي طريقي کي جاري رکيائين.

شاهه صاحب پرجهي پروڙي، گهمي ڦري، ڏسي وائسي، ڪشالا ڪڍي، هاڻي پڇي لال ۽ رچي راس ٿيو هو. پاڻ جوانيءَ کان پوءِ اچي ڀٽ وسايائين. اتي پنهنجي صحبتي فقيرن سان سندن اخلاقي سڌاري لاءِ راڳ رنگ ذريعي اصلاح ڪرڻ لڳو. ڀٽ وسائڻ سان گڏ پنهنجي وڏن جي درگاهن جي سار سنڀال لاءِ پاڻ شاهه ڪريم جو روضو ۽ مسجد جوڙايائين. پنهنجي ڏاڏي عبدالقدوس شاهه تي قبو اڏايائين. ڀٽ تي پنهنجي والد شاهه حبيب جي مقبري سان گڏ مسجد به تعمير ڪرايائين.

شاهه صاحب هڪ جهانديده درويش، حال ۽ قال جو صاحب هو. پاڻ چاليهن سالن جي دور کان پوءِ ۽ شاهه حبيب جي وفات بعد، ڀٽ تي گوڏو کوڙي اچي وينو. راڳ سان روحاني رهاڻ ڪرڻ لڳو. هن دور ۾ شاهه صاحب پنهنجن پيارن مريدن ۽ معتقدن جي اصلاح ۽ پوئواري ڪرڻ، حال لهڻ خاطر وڻن وڃڻ، حال وارن فقيرن ۽ درويشن سان ملڻ ۽ عالمن عارفن سان صحبتون به ڪرڻ لڳو. پنهنجي رس ڀرئي ڪلام ذريعي الاهي عشق جا اڏما ۽ آتلون ڏئي، عام خاص کي سيراب ڪرڻ لڳو، جنهنڪري ڀٽائيءَ جي ڀٽ تي خدائي نُور وسڻ لڳو.

هن سمي ڀٽ تي هر جمعي رات لطيفي راڳ جو سلسلو جاري ٿيو ۽ محبتين جا ڀٽ تي ميڙا لڳي ويا. شاهه، عشق ۽ عرفان جي منزلن تي پهچي چڪو هو ۽ آخري وقت ۾ سر "سهڻي" جي هيءَ وائي اُچارڻ لڳو هو:

"کهڙي منجهه حساب، هئڻ منهنجو هوت ري."

حضرت شاهه صاحب جو وصال ۱۴ صفر المظفر ۱۱۶۵هه/ ۲ جنوري ۱۷۵۱ع تي ڀٽ شاهه ۾ ٿيو ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي مٿس عاليشان روضو تعمير ڪرايو. سندس وفات جو سال قاضي ابراهيم هالائيءَ "رضوان حق" مان ڪڍيو آهي. محمد پناهه "رجا" ٺٽويءَ هينئن سٽن مان وفات جو سال ڪڍيو آهي:

شد محو در مراقبه جسمِ لطيف پاک.

١١٦٥هه

گرديد محو عشق وجودِ لطيف مير.[13]

١١٦٥هه

حضرت شاهه صاحب جي عظمت ۽ شاعريءَ جو اعتراف نه رڳو هتان جي اديبن ۽ نقادن ڪيو آهي، پر غير ملڪي ۽ مغربي اديبن به مڃيو آهي.

ايڇ. ٽي. سورلي لکي ٿو:

"شاهه عبداللطيف جنهن قسم جي شاعري ڪئي آهي، اهڙي شاعريءَ جو سنڌ ۾ ٻيهر لکجڻ ممڪن ئي نه آهي..... ان جي شاعريءَ ۾ هڪ قسم جي هدايت آهي."[14]

رچرڊ برٽن لکيو آهي:

"سيد عبداللطيف جي شاعراڻي شهرت سندس مشهور ڪلام 'شاهه جو رسالو' تي ٻڌل آهي. هن جا هم وطني ڪيس 'سنڌ جو حافظ' ڪري ليکيندا آهن. انهن ۾ ڪي اهڙا ٿورا هوندا، پڙهيل خواه اڻ پڙهيل، جن سندس درد ڀريو داستان پڙهيو يا ٻڌو نه هوندو."[15]

ڊاڪٽر اينيمري شمل لکي ٿي:

"شاهه صاحب جو تخيل تمام وسيع آهي... شاهه صاحب جي شاعرانه جوڙجڪ به ايتري ڳوڙهي آهي، جو آسانيءَ سان ان جو ترجمو ڪري نٿو سگهجي."[16]

سنڌ جو اديب ۽ شاهه جو شارح، ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو:

"شاهه عبداللطيف جهڙو هر وجه ڪامل ۽ هر دلعزيز شاعر سنڌ ۾ اڃا ڪونه پيدا ٿيو... سندس شاعراڻي خستوريءَ جي خوشبوءِ سڀ ولات واسي ڇڏي. شاهه ئي آهي، جنهن ۾ هڪ وڏي شاعر جون ڪُلي لياقتون موجود آهن."[17]

شاهه جي عاشق ۽ پارکو، علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ غير ملڪي دانشورن جي مقرر ڪيل تنقيدي معيار موجب، شاهه صاحب کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر ثابت ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ پهرئين ڪسوٽي مشهور انگريز اديب ڪارلائل جي ڏني اٿس. جنهن موجب شعر اهو آهي، جو ڳائي سگهجي. ٻي ڪسوٽيءَ موجب جيڪڏهن شاعر جي شعر مان ڪو مصرع يا لفظ بدلائجي،

تہ شعر جو روح ختم ٿي وڃي. ٽين ڪسوٽي آهي زبان جو استعمال، جنهن جي ذريعي شاعر پنهنجا خيالات ظاهر ڪري ٿو.

اهي ٽيئي خوبيون هڪ ئي وقت شاهہ صاحب جي شعر ۾ موجود آهن، جيڪي ڪنهن بہ دنيا جي وڏي شاعر ۾ موجود ڪونهن. شاهہ صاحب جي شعر ۾ فڪر جي گهرائي ۽ وسعت آهي. ڳائي سگهجي ٿو. وڏو توڙي ننڍو، پڙهيل توڙي جاهل ان مان حظ حاصل ڪري سگهي ٿو. سنڌي زبان جي لفظن جي استعمال جي لحاظ کان سَند جي حيثيت رکي ٿو. سنڌي ثقافت ۽ تهذيب و تمدن جو ترجمان آهي.[18]

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي همعصرآهن. ٻنهي جي چڱي ڏيٹ ويٹ ۽ هڪ ٻئي لاءِ وڏن عزت هئي. مخدوم صاحب ٻلڙيءَ جي پرسان بهرام پور ۾ رهندڙ هو، جو شاهہ صاحب جي ساٿس ڏيٺي هئي. مخدوم صاحب سان شاهہ صاحب جي ڄاڻ سڃاڻ ۽ ملاقاتن جو سلسلو ويندي سن ۵۴-۱۱۵۳هہ وارن سالن تائين قائم رهيو. انهن سالن ۾ شاهہ صاحب ارادو ڪيو تہ ٻلڙيءَ ۾ مبين شاهہ ڪريم جي مزار تي قبو جوڙائي. مخدوم صاحب کي جڏهن خبر پئي، تڏهن شاهہ صاحب کي چيائين تہ قبو نہ ٺهرائي. جنهن تي شاهہ عذر پيش ڪيو تہ مبين شاهہ ڪريم سان سندس بي انتها محبت آهي، انهيءَ ڪري ٿو قبو جوڙائي؛ پر ان سان گڏ مسجد بہ تعمير ٿيندي. ان بعد ملاقاتن ۾ ڪا ويجهائي ڪانہ رهي، پر باوجود ان جي شاهہ صاحب کي مخدوم صاحب لاءِ آخر تائين وڏي عزت هئي.[19]

### 8. مخدوم عبدالرئوف ڀٽي

هيءُ بزرگ مشهور مولودگو شاعر ۽ عاشقِ رسول ﷺ ٿي گذريو آهي. سندس شجرو هن ريت آهي: مخدوم عبدالرئوف بن عمر بن عبدالحميد بن فتح الله بن احمد بن اسحاق ڀٽي هالہ ڪندي. سندس ولادت سن ۱۰۹۴هہ ۾ ٿي. سموري زندگي عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريائين.

ميان نور محمد ڪلهوڙو، سنڌ جو حاڪم بہ سندس معتقد هو. پاڻ عاشقِ رسول ﷺ هو. سندس چيل مولود سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهن. پاڻ ٻہ دفعا حج بہ ڪيائين. سندس وفات سن ۱۱۶۶هہ ۾ ٿي. سندس وفات جي تاريخ "ڪان ولياً رؤف الخلق" مان نڪري ٿي.[20]

مولودن ۾ پنهنجي نالي سان گڏ عموماً "عاصي" لفظ استعمال ڪيو

اٿس. جيئن تہ: "عاصي عبدالرئوف چئي، نيئي مديني مار". نموني طور سندس هڪ مولود هيٺ ڏجي ٿو:

دوست منو دلبر، آءُ نہ وساريان پرين پيغمبر!
تو لئي وار وڇايان، پنهل چام پٽر.
سرهو مشڪ عنبر کان، پريم آن جو پگهر.
حسن تنهنجي تان حضرتا، ٿيو قربان قمر.
"عاصي" عبدالرئوف چئي، سولو ڪرين سفر.[21]

### 9. مخدوم عبدالله واعظ ٺٽوي

مخدوم عبدالله، جنهن کي "ميان موريو" بہ سڏيندا هئا، ميون ابوالحسن سنڌي (مقدمة الصلواة واري) جو عزيز شاگرد هو. وڏو صالح، پرهيزگار، صاحبِ علم ۽ عمل ۽ خدائي توفيق ۽ ذات جو مالڪ هو. هن جي وعظ وارين مجلسن مان هزارين عام ۽ خاص ماڻهو فائدو پرائيندا هئا. هن جو ڪلام ڏاڍو اثرائتو ۽ دلين ۾ گهر ڪندڙ هو. هُو جيڪي فرمائيندو هو، ان تي اڳ پاڻ بہ عمل ڪندو هو. هن جو وجود برڪت ئي برڪت هو. هو شعر و شاعريءَ جي ڪُوچي مان نہ لنگهيو هو، مگر ان هوندي بہ ٺٽي جي مشهور بزرگ قاضي محمد يحيٰ جعفريءَ جي تاريخ وفات آيت "ذالڪ الفوز الڪبير" (١١٣٧هہ) مان ڪڍي هئائين.

ميان عبدالله عرف ميان موريو واعظ تمام وڏيءَ ڄمار ڪري رسي ١١٦٧هہ ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري هليو ويو.[22]

### 10. مخدوم محمدي کهڙائي

مخدوم امير احمد، مخدوم صاحب جي چوڏهن همعصرن ۾ مخدوم محمدي کُهڙائيءَ کي بہ شامل ڪيو آهي. مخدوم محمدي، حضرت مخدوم عبدالرحمان شهيد کهڙائيءَ جو فرزند آهي. هن جي ولادت، سندس والدصاحب جي شهادت کان ٻہ سال اڳ ۾ سن ١١٤٣هہ ۾ ٿي. مخدوم محمدي مادر زاد عالم ۽ ولي هو. ستن سالن جي عمر ۾ قرآن شريف ياد ڪيائين. سندس وڌيڪ تعليم لاءِ مخدوم ابوالمعالي نوشهرائيءَ کي مقرر ڪيو ويو. پر ان جيڪو بہ ڪتاب ڪيس کولي سمجهايو ٿي، تہ مخدوم محمدي گويا اهو اڳ ۾ ئي پڙهيل هو ۽ ان ڪتاب بابت ڪافي ۽ شافي تقرير ڪندو پئي ويو.

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي ٻه ڀيرا ڪهڙن ۾ مخدوم محمديءَ جو مهمان ٿي رهيو هو. مخدوم محمدي نهايت بارعب، شريعت جو جانثار ۽ صاحبِ استغنا بزرگ هو. سندس وفات سن ١١٧١هه ۾ ٿي.[23]

## 11. سيد موسيٰ شاهه جيلاني گهوٽڪيءَ وارو

قطبِ زمان، شيخ المشائخ حضرت سيد موسيٰ حسني جيلانيءَ جي والد جو نالو سيد مبارڪ شاهه هو. سيد موسيٰ شاهه جي ڪنيت ابو صالح ۽ لقب محي الدين ثاني هو. پاڻ خاندان قادريه جي وڏن مشائخن ۽ وڏن بزرگن مان ٿي گذريا آهن. شريعت جا وڏا ڄاڻو، طريقت جي رازن ۽ رمزن کان واقف، نيڪيءَ جي حڪم ڪرڻ ۽ برائيءَ کان روڪڻ ۾ پنهنجي وقت جا منفرد ۽ يگانه هئا. ماڻهن جا ديني اڳواڻ هئا. لوءِ شريف (گهوٽڪي) جي سيد خاندان جو هن بزرگ جي وجود ۽ برڪتن سان هڪ نئين دور جو آغاز ٿيو. هي بزرگ پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ پنهنجي پائرن سان گڏجي جمشيره جي پرڳڻي مان لڏي درياءَ جي هن پر آيا ۽ گهوٽڪيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. ڪيترو زمانو عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيا. پوک ڪري حلال جي ماني هٿ ڪندا هئا.

حضرت موسيٰ شاهه اڃا ننڍا ئي هئا، جو سندن والد گذاري ويو هو. گهوٽڪيءَ جو هڪ ڪنبر فقير هو، جيڪو سلطان باهو جو مريد ۽ خليفو هو. حضرت موسيٰ شاهه جي والده ان ڪنبر فقير سان پنهنجي پٽ کي گڏائي موڪليو ته هيءُ ننڍڙو سيد حضرت سلطان باهوءَ جو مريد ٿئي ۽ فيض حاصل ڪري. سلطان باهوءَ، سيد موسيٰ شاهه کي فرمايو ته، ”ابا! تون ننڍو آهين. اڳ ۾ وڃي ظاهري علم پڙهه، پوءِ باطني علم کي وٺ. تون اسان جو مريد آهين.“ حضرت موسيٰ واپس اچي ظاهري علم پڙهڻ کي لڳي ويو. ان مان فراغت کان پوءِ ڪنبر فقير کي ساڻ ڪري اُسريو مرشد ڏانهن. اتي کيس معلوم ٿيو ته حضرت سلطان باهو وفات ڪري ويو آهي. حضرت موسيٰ شاهه کي ڏاڍو صدمو پهتو. پر حضرت سلطان باهو، موسيٰ شاهه لاءِ الله جو اسم زمين تي لکي ڇڏي ويو هو. الله جي اسم سان سندس سڀ لطيفا حل ٿي ويا ۽ هر هنڌ فيض جاري ٿيڻ لڳو. وٽانئس الله جا طالب فيض وٺڻ لڳا. سندس درگاهه تي لنگر هر وقت حاضر ملندو هو.

حضرت موسيٰ شاهه ڇنڇر جي ڏينهن، ٨ ذوالحج ١١٧٣هه تي وفات

ڪئي. سندس مزار جامع مسجد لڳ ماڻهن لاءِ زيارتگاهه آهي. سندس وفات جو سال "غلام محمدي" جي سهڻي جملي مان نڪري ٿو. هينيان بزرگ سندس همعصر هئا: مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، عبدالرحمان شهيد کهڙائي، مخدوم اسماعيل پريالوي، شاهه ڀٽائي ۽ خواجه محڪم الدين سيراني.[24]

## 12. مخدوم محمد اسماعيل پريان لوءِ وارو

هيءُ ڀلارو ولي ڪامل، تصوف عرفان سان گڏ ظاهري علم جو به وڏو عالم هو. (سندس لقب عبدالرسول هو) طريقت ۾ شيخ جمال الدين کان بيعت ورتي هئائين. سندس اڪر تمام سهڻا هئا. قرآن مجيد، معقول ۽ منقول جا سمورا ڪتاب پنهنجي قلم سان لکي، پنهنجي ڪتبخاني ۾ گڏ ڪيا هئائين. مريدن کي فيض ڏيڻ سان گڏ درس ۽ تدريس ۽ درسي ڪتابن کي نقل ڪرڻ ۾ مشغول رهندو هو. پنهنجي زماني ۾ ڪمالات ۽ ڪشف جي لحاظ سان يڪتاءِ زمانه هو. گهڻن الله جي ٻانهن کي حقيقي "پريان جي لوءِ" جو ڏس ڏنائين ۽ ڏيکاريائين به. مخدوم پريان لوءِ واري جو صوفياڻو مقولو آهي ته: "نقشبندي ۽ قادري طريقا ٻئي هڪ ٻئي جي ويجها آهن. قادري طريقو نُورذاتي آهي ۽ نقشبندي نُور صفاتي آهي. قادري بادشاهه آهي ۽ نقشبندي وزير آهي." سندس وفات مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان چند مهينا اڳ ۾ ۸ ربيع الاول سومر جي ڏينهن سن ۱۱۷۴هه تي ٿي. سندس تاريخ وفات هن جملي مان نڪري ٿي.

روح پاڪش جاءِ لاهوت = ۱۱۷۴هه

سندس درگاهه ۽ مقبرو پريان لوءِ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ آهي.[25] هن بزرگ فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ شعر به چيو آهي. نموني طور سندس مولود هيٺ ڏجي ٿو:

مدد ڪريجاهه، قبر حشر ۾ منهنجي خبر لهيجاهه.
ڏوهه ڏنگايون ڪيم ڪچايون،
پنهنجي فضل سان ميٺ مدايون.
روهه رليءَ ڪي رڻ ۾ رسيجاهه،
موت مرڻ ويل وهلو وريجاهه!
سام سچي جي لام لڳاسون،
ڀلا تنهنجي ڀُنيءَ پياسون،
آگا! اسماعيل جو عرض سڻيجاهه،
ڪلمي قوت سين پساهه پڄائيجاهه![26]

### 13. مخدوم ابوالحسن ڏاهري

مخدوم ابوالحسن ڏاهري، نواب شاهه ضلعي جو ناميارو عالم هو. سندس والد جو نالو بادل بن عبدالرشيد هو. سندس ولادت سن ١١١٦هه ۾ ٿي. پاڻ علمي تحصيل ابوبڪر هالائيءَ واري، نورالدين محمد ۽ مرزا محمد خليل بدخشانيءَ کان حاصل ڪيائين. طريقت ۾ عبدالرسول صديقيءَ کان نقشبندي سلسلي ۾ بيعت ڪري خلافت حاصل ڪيائين. مخدوم ابوالحسن ظاهري ۽ باطني علمن ۾ وڏو ماهر هو. ان سان گڏ عربي ۽ فارسيءَ جو به سٺو شاعر هو. سندس هيٺيان ڪتاب يادگار آهن:

- ينابيع الحياة الابدية لطلاب الطريقة النقشبندية
- اساس المصلي
- رفع الفرية والمرية
- ڪچڪول نامه

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي "ينابيع" ڪتاب بابت لکي ٿو:

"مخدوم ابوالحسن ڏاهريءَ جو ڪتاب 'ينابيع الحياة الابدية' امام غزالي جي ڪتاب 'ڪيميائي سعادت' جي پايي جو ڪتاب آهي."[27]

مخدوم ابوالحسن ڏاهريءَ جي وفات ١٢ ربيع الاول ١١٨١هه تي ٿي. سندس مزار "دوڙ" شهر جي ويجهو ابوالحسن نالي مقام ۾ زيارتگاهه آهي. سندس مقبري ۾ سندس فرزند عبدالرسول ۽ پوٽو محمد پريل به دفن ٿيل آهن. هن وقت سندس پونير مان شاهه محمد ڏاهري وڏيءَ ڄمار جو سندس درگاهه جي ڏيئي کي روشن ڪيو ويٺو آهي، پر اها اڱوٺي علمي روشني نه رهي آهي.

راقم سن ١٩٨٠ع ۾ مخدوم ابوالحسن تي تحقيق جي سلسلي ۾ ميان شاهه محمد ڏاهريءَ سان روبرو ملاقات ڪئي، پر وٽانئس ڪو به تفصيلي احوال ملي نه سگهيو. ايتري قدر جو وٽس ابوالحسن جو ڪو قلمي ڪتاب يادگار وڌن جي نشاني طور موجود ڪونهي.

### 14. محمد احسن خان ٺٽوي

محمد احسن خان وڏي انسانيت ۽ فضيلت جو صاحب هو. شاهي عهديدار هو. ٺٽي جي جواهر خانن جي خدمت سندس حوالي هوندي هئي. سن ١١٨٥هه ۾ اولاد يادگار ڇڏي گذاري ويو. سندس نسب جو سلسلو هن

ريت آهي: محمد احسن بن محمد عاقل بن محمد مراد بن شيخ محمد امين بن مخدوم عثمان بن مخدوم بهاؤالدين بن ميان سچڻ صديقي اصل ساڪن اُچ.[28]

محمّد احسن ٺٽويءَ جي باري ۾ مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ جو قول آهي:
محمد احسن ڪلام الله جو حافظ، عربيءَ ۾ تحصيل ڪيل، تقويٰ پرهيزگاريءَ ۾ ڪامل ۽ سلامت روي ان تي ختم آهي. درس تدريس ۾ مشغول رهندڙ ۽ حسن اخلاق وارو آهي ٺٽي شهر ۾ هر ماڻهو سندس حسن اخلاق جو قائل آهي. اڳين بزرگن جي طريقي تي هلندڙ، سڀني ماڻهن سان سلوڪ، تواضع، اخلاص، باطن جي صفائي ۽ دل جي سچائيءَ سان هلندڙ آهي. جيتوڻيڪ سندس طبيعت شعر چوڻ ڏانهن مائل ڪانهي، پر ڪڏهن ڪڏهن غزل وغيره چوندو آهي.[29]

### 15. مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو

هيءُ پلارو ڪامل بزرگ هو. سندس والد جو نالو عبداللطيف هو. محمد زمان ٢١ رمضان المبارڪ ١١٢٥هه تي ڄائو. ننڍپڻ ۾ قرآن مجيد پنهنجي پيءُ وٽ پڙهيو. فارسي ۽ عربي مولوي محمد صادق نقشبنديءَ وٽ ٺٽي ۾ پڙهيو. طريقت جي سلسلي ۾ خواجہ ابوالمساڪين محمد نقشبنديءَ کان خلافت جو خرقو حاصل ڪيائين.

مخدوم محمد زمان جو فيض سنڌ، هند ۽ عرب تائين پهتو. سنڌ جو عظيم صوفي سرتاج شاعر، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بہ وٽس زيارت واسطي ويو هو. شاهہ صاحب سندس خادم کي چيو تہ خواجہ صاحب کي اطلاع ڪري، تہ سيد جي ساڻس ملاقات ٿئي. خواجہ صاحب فرمايو تہ شاهہ صاحب کي چئو، تہ ٿورو ترسي تہ آءٌ پاڻ سندس استقبال لاءِ اچان ٿو. شاهہ صاحب خادم کان پڇيو، تہ ڪهڙو ڪم ٿي ڪيائون. خادم چيو، تہ خاموش ويٺا هئا. شاهہ صاحب فرمايو، تہ انهيءَ شغل مان واندو ٿي ڪٿي ٿو اسان ڏانهن اچي، اُتْ تہ پاڻ هلي ملونس. شاهہ صاحب، خواجہ صاحب جي سامهون اچي فرمايو تہ:

سامي سفر هليا، ڪو پروڙي پنڌ،
جني هيئانهان ڪنڌ، آءٌ نہ جيئندي ان ريءَ!

خواجہ صاحب جواب ۾ فرمايو تہ:

ڪين آهي ڪين ٿي، وجي ڪين ڪماءِ،
لاڳاپا لوڪ جا. لا سين سڀ لهراءِ،
سامي پوءِ سلنداءِ، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي!

شاهہ صاحب ورندي ڏني:

قلم وهي ويو ڪانهن، سرتيون ڪنهن سهاڳ لئي،
انگ اڳي ئي لکبو، اُت نہ پهچي پانهن،
ڪنهن کي ڏيان دانهن، پرين مون سين هيئن ڪيو!

خواجہ صاحب وراڻو ڏنو:

ويهہ وجي وٽ تن، قلم جنين جي هٿ ۾،
ميٽي انگ اڳيون، واري پيو لکن،
پنو سو پاڙهن، جنهن مان پسڻ پرين ڪي!

ان ڪان پوءِ شاهہ صاحب پڇيو، تہ فنا ڪان پوءِ ڇا آهي؟ ان بابت ڪو پتو آهي. پاڻ فرمايائون، تہ ان فنا ڪان اڳ ۾ ڇا آهي؟ شاهہ صاحب اهو جواب ٻڌي خاموش رهجي ارادو ڏيکاريائين تہ بيعت ڪري. مگر خواجہ صاحب فرمايو، تہ اسان نقشبندي طريقي وارن وٽ راڳ ٻڌڻ حرام آهي، سواءِ ڪن خاص حالتن جي. شاهہ صاحب فرمايو، تہ مون سڄي ڄمار سرود سماع ۾ صرف ڪئي آهي، هينئر ان جو ڇڏڻ محال آهي. پوءِ هڪ ٻئي سان ڪجهہ وقت رهاڻ ڪري، شاهہ صاحب روانو ٿيو. خواجہ صاحب موڪلائڻ وقت هڪ اجرڪ پاڪر شاهہ صاحب کي ڏني.

مخدوم محمد زمان چنچر جي ڏينهن ۴ ذوالحج سن ۱۱۸۸هہ تي مخدوم محمد هاشم ڪان ۱۴ سال پوءِ وفات ڪئي. سندس وفات جو سال قرآني آيت "رضي له قولاً" مان نڪري ٿو. سندس جاءِ نشين لائق فرزند گل محمد مسند نشين ٿيو.(30)

مخدوم محمد زمان شاعر بہ هو. سندس شعر جو نمونو هيءُ آهي:

صاحب سيد خلقيو، جڏهن جاءِ نہ ماءِ،
'ليس ڪمثله شيءٌ'، حسن حد نہ ڪاءِ،
نڪو وصل وچ ۾، نہ ڪو وچ وڇا،
ظاهر ذاتائين ذات ۾، صورت سنديس شاهہ،
سرور ڪئو سجدو، آڻي ايمانا،

'المومن مراة المومن'، لوڪا ڳال لڪاءِ،
ڪنجون قرف ٿيا، همہ هٿ حبيب جي.

## 16. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي

حضرت گرهوڙي صاحب ظاهري خواه باطني علوم جو جامع هو. مجاهد ۽ مناظر اسلام هو. ڪيس مطالعي جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. ڊاڪٽر دائودپوٽي جو خيال آهي، تہ گرهوڙي صاحب جو جنم سن ١١٥٢هہ ۾ خيرپور رياست جي شهر "راڻي پور" ۾ ٿيو.[31]

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق موجب گرهوڙي صاحب ڪپري تعلقي جي ڳوٺ "واڙ" ۾ ڄائو هو ۽ مگرين جي "موسيجا" پاڙي مان هو.[32]

گرهوڙي صاحب جي والد جو نالو سعدالله هو. ديني علم مخدوم محمد هاشم جي همعصر ۽ چوٽيارين جي بزرگ ميين محمد مبين کان حاصل ڪيائين. تصوف جي نقشبندي سلسلي ۾، لنواري واري بزرگ سلطان الاولياء مخدوم محمد زمان کان بيعت ڪئي هئائين. پاڻ هميشہ دين اسلام جي خدمت ۾ مصروف رهندو هو. آخري وقت ۾ هڪ هندو جوڳيءَ سان جهاد ڪندي شهيد ٿيو. اهو واقعو سن ١١٩٢هہ ۾ ٿيو. سندس وفات جو سال "بحق خلوت گزيده" مان نڪري ٿو. گرهوڙي صاحب مصنف ۽ شاعر بہ هو. سندس هيٺيان ڪتاب يادگار آهن:

- فتح الفضل
- شرح ابيات سنڌي
- گل نما (فارسي)
- مڪتوبات (فارسي)
- مجموعہ رسائل (سنڌي). هن مجموعي ۾ ڪُل ٻارنهن رسالا آهن، جي فقه، تصوف ۽ اخلاقيات جي موضوع تي آهن.

گرهوڙي صاحب جي ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪنين ماضي من ۾، ڪنين استقبال،
حاصل جنين حال، آءٌ نہ جيئندي ان ري.

●

لوڪ لهوارو لڏيو، اوڀر آديسين،
سڄڻ سَيُون ڪن، لوڪ ليکي ونگويون.

●

لنءُ تهين سين لاءِ، جنهن لنءُ لڳي لعل ٿئين،
پي سين لنءُ م لاءِ، متان ڪس لڳي ڪارو ٿئين.

### 17. ميون محمد مبين چوٽياروي

هيءُ پلارو بزرگ، وڏو عالم ۽ مخدوم صاحب جو همعصر هو ۽ ٺٽي ۾ پڙهيو به هيو. ميون محمد مبين ڪيريو ساند پوره ٿرائي چوٽياروي (درسگاهه چوٽياري جو باني) هو. سندس شجرو هن ريت آهي: ميون محمد مبين بن مجاهد بن اوپايو عرف جاهد بن زفر بن خيرالدين بن صاحب.

محمد مبين جي ولادت اندازاً سن ١١٠٠-١١١٠هه ڌاري چوٽيارين جي ماڳ تي ٿي. ميون ٺٽي ۾ پڙهيو. ان وقت چوٽيارين ڪان ٺٽي ڏانهن واٽ نصرپور وٽان هئي. ميون نصرپور وٽان لنگهندو هو ۽ مبين شاهه عنات رضويءَ وٽ به ويندو هو. ميون اندازاً ٤٠-١١٣٥هه واري عرصي ۾ ٺٽي مان تعليم پوري ڪري، موٽي اچي پنهنجي ماڳ چوٽياري ۾ رهيو. درسگاهه چوٽياريءَ جو بنياد رکيائين ۽ شادي ڪيائين ۽ اولاد وارو به ٿيو. ميون مبين چوٽيارين ۾ لڳ ڀڳ پنجاهه پنجونجاهه سال درسگاهه ۾ ديني تعليم ڏيندو رهيو. سندس وفات ٥ محرم سن ١١٩٦هه ۾ ٿي، يعني مخدوم صاحب جي وفات کان ٢٢ سال کن بعد ۾. کيس موجوده ڳوٺ چوٽياري جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو، جتي سندس مزار زيارت گاهه آهي. سندس وفات جي سال جو تاريخي مادو هيٺين عبارتن مان نڪري ٿو:

عامل مخلص امين محمد مبين... ١١٩٦هه
استقامه محمد مبين... ..... ..... ١١٩٦هه

ميون مبين علم سان گڏ حلم جي گڻ سان به سينگاريل هو. نهايت نوڙت ۽ تواضع وارو بزرگ هو. پنهنجو نالو هميشه "مسڪين محمد مبين" ڪري لکندو هو. کيس عربي توڙي فارسيءَ تي دسترس هئي. فقه ۾ سندس مطالعو وسيع هو. فقه حنفيءَ کان سواءِ ٻين فقهن کان به باخبر هو. عربي گرامر تي به عبور حاصل هوس. سندس شاگرد ته گهڻا هئا، پر انهن مان مشهور مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي آهي، جيڪو هڪ ئي رانجهو لکن جو مَٽ هو. چوٽيارين جي ڪتبخاني ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو بياض، گرهوڙي صاحب جي هٿن جو لکيل اجا تائين موجود آهي.

ميون محمد مبين ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي همعصر هئا. غالباً ساڳين استادن وٽ پڙهيا ۽ ساڳئي وقت دستاربندي بہ ڪيائون. ٻنهي جي هڪ ٻئي سان خط و ڪتابت هئي. ميون محمد مبين، مخدوم صاحب ڏانهن فقهي مسئلن ۽ ڪتابن گهرائڻ بابت خط لکندو رهندو هو. ميين مبين پنهنجي پائٽيي عزت الله کي هڪ خط ڏنو، جنهن ۾ مخدوم صاحب کان ڪن فقهي مسئلن جا جواب ۽ ڪتاب "برهان" جي طلب ڪيل آهي. مخدوم صاحب ان خط جو جواب، عزت ۽ احترام جي لقبن سان ڏنو آهي. ميين مبين ڏانهن مخدوم صاحب جي لکيل خط جو نچوڙ هن ريت آهي:

"سائين منهنجا! اوهان وڏي عنايت فرمائي جيڪي مسئلا مون ڏي لکيا، مون انهن جا جواب ائين لکيا جيئن منهنجي ناقص ذهن ۾ آيا... اسان وٽ ڪتاب "البُرهان" جو فقط ٻيو جلد موجود آهي، مگر قلمي لکيل نسخو ايترو تہ ضعيف آهي، جو اوهان تائين آڏاري طور اماڻڻ ممڪن ناهي. البت جيڪڏهن هت ان کي لکايو، تہ اهو اسان لاءِ ڏٽيءَ جي فضل سان سولو ٿيندو."(33)

## 18. سيد محمد بقا شاه شهيد

سيد محمد بقا، سنڌ ۾ راشدي خاندان جو باني، سيد علي مڪيءَ جي اولاد مان ٻارهين صدي هجريءَ جو مشهور بزرگ آهي. هيءُ سيد سڳورو وڏو ڪامل ولي هو.(34) سندس ولادت جو شرف رسول پور عرف نندي سائدي کي مليو، جتي ١ شعبان المعظم ١١٣٥هہ تي تولد ٿيو. سندس روحاني نسبت سيد عبدالقادر حسني جيلاني ثاني ۽ حضرت مخدوم محمد اسماعيل پريان لوءِ واري بزرگ سان هئي. هيءُ سيد سڳورو سموري زندگي حق ۽ هدايت جو پيغام پهچائيندو رهيو.(35)

٦٣ ورهين جي ڄمار ۾، واٽ ويندي ڪن چورن ڪيس مٽي تي ڪتابن جي پيري ڏسي، ملڪيت سمجهي، ٻَل کان شهيد ڪري وڌو. سندس شهادت سن ١١٩٨هہ ۾ ٿي ۽ کيس شيخ طيب جي ڳوٺ ۾ دفن ڪيائون. سندس وفات جي قطعہ تاريخ هن ريت آهي:

چو سيد محمد بقا شد شهيد،
حلاوت ز رحمت الاهي چشيد.
بسي بود نافع بهرخاص و عام،

کزو زود طالب خدا شد رسید.
خرد سال تاریخ او در دلم،
بگفتا بدرجه شهادت رسید.
۱۱۹۸هه

پاڻ سنڌي شعر به چيو اٿائين. سندس شعر جو نمونو هتي ڏجي ٿو:

سڄڻ ڪه سارئين، آءٌ ساريان صحي،
اديون آريجن جا، پڇان روز پهي،
ويندي ڪيچ ڪهي، جيئنديس ڪين جتن ري.

●

جي ڪهان ته ڪوڪ نه نڪري، صبراءٌ نه سهان،
اڪيون لايو پر ڪي، ويٺي سُور سهان،
ڪنهن کي ڪين چوان، ته ڪنهن پر اُڪنڊي آهيان.(36)

وفات کان پوءِ سندس وڏو فرزند سيد محمد راشد هدايت ۽ رشد جي مسند تي ويٺو ۽ فيض عام ڪرڻ لڳو. هن وقت تائين سندس نالي ”راشدي“ سيد مشهور آهن. موجوده پير صاحب پاڳارو شاهه مردان شاهه راشدي خاندان ۽ گاديءَ جو چشم و چراغ آهي.

## 19. مير علي شير ”قانع“ ٺٽوي

هن باب ۾ هڪ اهڙي بزرگ جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. جنهن جو واسطو خود مخدوم صاحب جي دور ۽ شهر سان آهي. اهو آهي مير علي شير ”قانع“ ٺٽوي. هن شخصيت جي ڪري اڄ اسين ڪلهوڙن جي دور جي سنڌ جي تمدني، سياسي ۽ ادبي تاريخ معلوم ڪرڻ جا اهل ٿيا آهيون. مير علي شير جو تعلق ٺٽي جي شڪر الاهي سادات سان آهي. سن ۱۱۴۰هه/ ۱۷۲۷ع ۾ ڄائو ۽ سن ۱۲۰۳هه/ ۱۷۸۸ع ۾ ٺٽي ۾ وفات ڪيائين. مير ”قانع“ ڪجهه وقت ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دربار ۾ سرڪاري مؤرخ پڻ ٿي رهيو، ليڪن هيءُ عهدو سندس طبيعت جي خلاف هو. ان ڪري نوڪري ڇڏي اچي ٺٽي ۾ تصنيف ۽ تاليف ۾ مشغول ٿيو. هڪ دفعو سير سفر لاءِ سنڌ کان ٻاهر سورت ويو ٿو ڏسجي. باقي سڄي زندگي سنڌ ۾ گذاريائين. اڪثر بيشتر ڪلهوڙن جي سرڪاري مرڪزن، جهڙوڪ: خدا آباد، محمد آباد، مراد آباد ۾ پڻ نظر اچي ٿو.

مير صاحب جملي ٤٢ ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪيا. جن مان اڪثر ڪتاب سنڌ جي تاريخ ۽ تذڪري سان تعلق رکڻ ڪري پوء جي عالمن لاءِ تحقيق جو بنيادي ذريعو بنيا. "قانع" جي لکيل ڪتابن جي لسٽ هيءَ آهي:

١. ديوان علي شير
٢. مثنوي شمۀ از قدر حق
٣. مثنوي قضا و قدر
۴. نو آئين خيالات
۵. مثنوي قصۀ ڪامروپ
٦. ديوان فال غم
٧. ساقي نامہ
٨. واقعات حضرت شاهہ
٩. چهار منزله
١٠. تزويج نامۀ حسن و عشق
١١. اشعار متفرقہ
١٢. صنايع و تاريخ
١٣. بوستان بهار
١۴. مقالات الشعراء
١۵. تاريخ عباسيہ
١٦. تحفة الڪرام
١٧. اعلانِ غم
١٨. زبدة المناقب
١٩. مختارنامہ
٢٠. نصاب البلغاء
٢١. مثنوي ختم السلوڪ
٢٢. طومار سلاسل گزيده
٢٣. شجره اطهر اهلبيت
٢۴. معيار سالڪانِ طريقت
٢۵. روضة الانبياء
٢٦. زينت الاخلاق
٢٧. غوثيہ

۲۸. نصاب نامہ
۲۹. ميزان الافکار
۳۰. تهذيب طباع
۳۱. سرفراز نامہ
۳۲. حديقة البلغاء
۳۳. مثنوي ڪان جواهر
۳۴. ميزان فارسي
۳۵. رسالہ معما مع شرح
۳٦. بياض محڪ الشعراء
۳۷. ديوان اشعار
۳۸. قصائد و منقبت
۳۹. انشاي قانع
۴۰ ۽ ۴۱.....(نامعلوم)
۴۲. لب تاريخ ڪلهوڙه[37]

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ متعلق سڀ کان پهريون ڪتابي احوال پڻ مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "مقالات الشعراء" ۾ آندو آهي. ياد رهي تہ مير "قانع"، مخدوم صاحب جي وفات کان چند ڏينهن اڳ هيءُ لاثاني تذڪرو "مقالات الشعراء" لکي پورو ڪيو هو. مخدوم صاحب جي وفات کان ست سال پوءِ، هن "تحفة الڪرام" لکي پورو ڪيو، جنهن ۾ پڻ مخدوم صاحب بابت قدري تفصيلي احوال آيل آهي. بهرحال، مير علي شير "قانع" ٺٽوي، مخدوم صاحب جي دور ۽ شهر جو اکين ڏٺو شاهد هو.

### 20. مخدوم روح الله بکري

هيءُ ڀلارو جامع علوم منقول و معقول، حاوي معالم فروع و اصول، پنهنجي زماني ۾ صلاحيت ۽ تقويٰ سان مشهور و معروف هو. سنڌ جو حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙو سندس بيحد معتقد هو. ڪانئس دعا گهرائڻ جو هميشہ احتياج ڏيکاريندو هو.

مير "قانع" ٺٽوي لکي ٿو:

"مون کي مخدوم روح الله سان سن ۱۱٦٦هہ ۾ محمد آباد ۾ ملاقات ٿي، جو اتي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دعا ڪرڻ لاءِ

تشريف فرما ٿيا هئا". [38]

مخدوم روح الله جي صوفي شاهہ عنايت الله (شهادت ١١٣٠هہ) سان پس غائبانہ محبت هئي. شاهہ عنايت الله جو هڪ فارسي خط مخدوم روح الله جي نالي لکيل محفوظ آهي، جنهن ۾ سندن محبت ۽ عقيدت ظاهر ٿئي ٿي. مخدوم روح الله جي وفات ٻارهين صدي هجريءَ جي پوئين اڌ ۾ ٿي. [39]

## 21. مولوي محمد حسين

مولوي محمد حسين، مخدوم صاحب جو همعصر هو. سن ١١٧٧هہ/ ١٧٦٣ع ۾ فارسي ڪتاب "قصص الانبياء" جو "سيرِ بُستان" جي نالي سان سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيائين. [40]

## 22. مخدوم محمد مقيم ٻيلائي

مخدوم محمد مقيم، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو همعصر ٻارهين صدي هجريءَ جي عارفن مان آهي. محمد مقيم ولد مخدوم ميان سعد الله قادري (سنڌي لاڙي) اصل ديهہ "لڪڙيءَ" جو وينل آهي، جا ٻنوري پرڳڻي ۾ هئي. محمد مقيم ٺٽي ۾ علوم حاصل ڪري، ان ڪان پوءِ ٺٽي جي مشهور عارف ڪامل، خواجہ ابوالقاسم نقشبنديءَ ڪان بيعت وٺي، تصوف جي منزل طي ڪري، ڪماليت جو صاحب ٿيو. ٺٽي مان علم پرائي، فيض حاصل ڪري اچي ڳوٺ ٻيلہ سيد يعقوب شاهہ ۾ مقيم ٿيو. سندس والد وڏو پرهيزگار ۽ تقويٰ جو صاحب هو.

محمد مقيم وڏو عالم، واعظ ۽ صاحب ڪرامت حضوري بزرگ هو. ڪيس غيب مان روزينو ملندو هو. جوانيءَ جي زماني ۾ هميشہ جمعي جي ڏينهن حديث جو ڪتاب کولي عام ماڻهن کي وعظ ڪندو هو، پر پوئين دور ۾ ماڻهن جي بي توجهيءَ ڪري وعظ ڪرڻ بنهہ بند ڪري ڇڏيائين. سندس وفات جي تاريخ معلوم ڪانهي، پر مولانا دين محمد وفائيءَ ڪيس ٻارهين صدي هجريءَ جي مشاهيرن ۾ شمار ڪيو آهي.

مولانا دين محمد وفائيءَ لکي ٿو:

"ٺٽي جي شهر ۾ ڪنهن هندوءَ، پيغمبرِ خدا ﷺ جي صحابين سڳورن کي گاريون ڏنيون، جنهن تي ڏاڍو شور مچي ويو. مخدوم محمد هاشم جو زمانو هو. هن صاحب هندوءَ کي قتل

ڪرائڻ جي فتويٰ ڏني ۽ هوڏانهن مخدوم صاحب جو همعصر وڏو عالم مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي ۽ ٺٽي جا ٻيا علماءَ، هندوءَ کي تعزير ڏيڻ جي راءِ ڏنائون.
ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حڪومت هئي. مخدوم محمد هاشم جيڪا قتل جي فتويٰ ڏني هئي، حاڪم ان موجب حڪم جاري ڪيو ۽ ٻئي ڪنهن به عالم کان ڪجهه پڇيائين به ڪونه.
مخدوم ضياءُ الدين جو هڪ وڏو نامور عالم هو. تنهن کي انهيءَ واقعي جو ڏاڍو افسوس ٿيو ته وقت جي حاڪم اسان کان ڇو نه پڇيو؟ انهيءَ تشويش دور ڪرڻ جي ارادي سان لڪڙي جي ڳوٺ مخدوم محمد مقيم وٽ لنگهي آيو. ڪيس سموري ماجرا ٻڌائيندي چيو ته حاڪم اسان کان ڇو نه پڇيو؟ فقط مخدوم محمد هاشم جي چوڻ تي هندوءَ کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. هوڏانهن شريعت موجب ان کي فقط تعزير ڏيڻو هو. هاڻي اوهان هن مسئلي جي حق يا ناحق جو فرق حضور رسول ﷺ جن کان سمجهي، پوءِ اسان کي ٻڌايو ته سچ ڇا آهي؟
مخدوم مقيم چيو ته حاضر، انشاءالله سڀاڻي اوهان کي جواب ڏيندس. جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو ته مخدوم ضياءُ الدين کي چيائين ته حضور رسول الله ﷺ جن فرمايو ته، ”ڏيءَ کي مارجي، ته ٺهن اڪ رکي.“ ازانسواءِ، حضور رسول الله ﷺ جن اوهان تي گناهه جي چٽي رکي آهي. جنهن تي گناهه لاهڻ لاءِ مخدوم ضياءُالدين فقيرن کي ڪاڌو کارايو، مگر گناهه معاف نه ٿيو. ان کان پوءِ ٻئي دفعي ڪفارو ڏنو يعني ڪاڌو کارايو، پر اڃا به ٽئين دفعي جو حڪم ٿيو، جنهن کان پوءِ مخدوم محمد مقيم فرمايو، ته هاڻي گناهه معاف ٿي ويو.“[41]

**23. مولانا عبدالرزاق**

مولانا عبدالرزاق ۽ علي اڪبر (مصنف: حصن الاموال)، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا همعصر هئا.[42] مولانا عبدالرزاق جو قديم سنڌيءَ ۾ ”ميت جو وقت وارڻ“ بابت هڪ رسالو مشهور آهي.
”ميت جو وقت وارڻ“ هڪ اصطلاح آهي، جو ڪن سنڌي فقيهن، فقهي

اصطلاح "اسقاط" جي مطلب کي سنڌيءَ ۾ ظاهر ڪرڻ لاءِ واضح ڪيو آهي. اسقاط جو مطلب آهي، ڪن شرعي ذميدارين جي ادائگيءَ ۾ رهجي ويل ڪوتاهين جو ڪنهن حيلي سان پورائو ڪرڻ. هن رسالي ۾ هن قسم جي حيلي ڪرڻ جو طريقو سيڪاريو ويو آهي. مؤلف، ميت جي نمازن ۽ روزن وغيره جو فديو ڪڍڻ وقت پنهنجو نالو ۽ ڪتاب جي مڪمل ٿيڻ جي تاريخ هنن لفظن ۾ ڄاڻايا آهن:

عاصي عبدالرزاق ڪي ايءَ آئي منجهه پروجا
ڪيم تحقيق تنهن جو توري ٽڪن ساڻ
ويهين ماه ذي القعد جي ستهنين سالا
اڪارهين سئن مٿي ٿيا ڪنا هجرت حبيبا.

مصنف هيءُ رسالو ٢٠ ذوالقعد ١١٦٧هه تي لکي پورو ڪيو. پر عبدالرزاق ڪير هو، اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. البت، وقت وارڻ جي فديي معين ڪرڻ لاءِ جا تحقيق ڪئي ويئي آهي، ان ۾ شهدادپوري، روپاهي ۽ ساندڪن جي ماڻهن جا نالا ورتا ويا آهن. جنهن مان گمان پيدا ٿئي ٿو تہ مؤلف شهدادپور ڪان روپاهہ تائين وچئين لاڙ جو رهندڙ هو.

سنڌ جا اڪثر فقيہ، هن راءِ (اسقاط) جي تائيد ڪندڙ آهن ۽ سنڌي ڪتابن ۾ ڪيترن ئي اهڙن حيلن جو ذڪر ڪيل آهي. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ بہ ميت جي وقت وارڻ لاءِ حيلي متعلق هڪ فارسي رسالو لکيو آهي، جنهن ۾ اهڙي حيلي ڪرڻ کي درست قرار ڏنو اٿس. ان رسالي جو نالو "فتح الڪلام في ڪيفية اسقاط الصلواة والصيام" آهي.[43]

مولانا عبدالرزاق جي باري ۾ مير علي شير "قانع" ٺٽوي صرف ايترو لکي ٿو:

"عبدالرزاق، محمد قيوم جو فرزند آهي، جيڪو مشهور معروف ماڻهو هو. عبدالرزاق ۽ سندس ڀہ پٽ ميان محمد ۽ محمد حفيظ، سورت بندر ۾ گذاري ويا."[44]

### 24. علي اڪبر

علي اڪبر، مخدوم صاحب جو همعصر غالباً ٺٽي جي آسپاس لاڙ پٽ جو رهاڪو هو. سندس سنڌي زبان ۾ "حصن الاموال" نالي هڪ ننڍڙو رسالو لکيل ۽ مشهور آهي. هن رسالي ۾ زڪواة، خراج، عشر ۽ صدقة الفطر

وغيره جا مسئلا بيان ٿيل آهن. هيءُ رسالو ذوالحج ١١٦٢هه جو لکيل آهي. فطري ۽ زڪواة جا احڪام بيان ڪندي، مصنف ٺٽي جي مروج ماڻن جو ذڪر ڪيو آهي. ان مان ظاهر آهي ته مصنف ٺٽي جي انتظامي حدن جو رهندڙ هو.[45]

علي اڪبر جي باري ۾ "تحفة الڪرام" وارو صاحب لکي ٿو:

"علي اڪبر بن ميان محمد حافظ بن مخدوم بايزيد. ميان علي اڪبر پيءُ جي جاءِ تي ويهي نالو ڪڍيو ۽ حياتيءَ جو عرصو پورو ڪري گذاري ويو. اولاد ڪونه ڇڏيائين."[46]

## 25. مخدوم محمد ابراهيم پٽي

مخدوم محمد ابراهيم، هالن پراڻن جي پٽي خاندان جي بزرگن مان هو ۽ مخدوم عبدالرئوف جو سڳو ڀاءُ هو. هيءُ شريعت جو صاحب هو. ان وقت مذهبي مسئلا، جي عربي ۽ فارسيءَ ۾ ئي هوندا هئا، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪرڻ جو چاهه ۽ ذوق سنڌ جي علمائن ۾ گهٽ قدر هو. مخدوم ابراهيم به پراڻي سنڌي نظم ۾ هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن جو نالو آهي: "مخدوم ابراهيم جي سنڌي"

مخدوم صاحب پنهنجي سنڌيءَ ۾ اهي ٣٥٠ ضروري مسئلا لکيا آهن، جن جي ڄاڻ هر مسلمان لاءِ ضروري آهي. مخدوم ابراهيم جي سنڌيءَ ۾ سندس همعصر علمائن جي تصنيفات وارو ڏوهيڙو ڪم آيل آهي. هن ڏوهيڙن جي ترتيب اها ساڳي رکي آهي، جهڙي مخدوم محمد هاشم جي ڪتاب "زادالفقير" جي ترتيب آهي.[47]

مخدوم ابراهيم، سنڌي ٻوليءَ ۾ موزون شاعريءَ جي ابتدا ڪندڙ ۽ نعت گو شاعر، مخدوم عبدالرئوف پٽيءَ جو ننڍو ڀاءُ هو. سندس ولادت سن ١١٠٢هه/ ١٦٩٠ع ۾ ٿي. ان حساب سان هو مخدوم محمد هاشم جو همعصر ۽ عمر ۾ ان کان ٻه سال وڏو هو.[48]

مخدوم ابراهيم غالباً ڪتاب "مقدمة الصلواة" کان متاثر ٿي، پنهنجي علائقي وچولي سنڌ هالا طرف ديني مسئلن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ تبليغ خاطر منظوم ڪيو.

## 26. محمد پناهه "رجا" ٺٽوي

هيٺئر مخدوم صاحب جي انهن همعصر ۽ واقفيت وارن شاعرن جو ذڪر

آهي، جن مخدوم صاحب جي وفات تي فارسي زبان ۾ قطعه تاريخ چيا، جن مان مخدوم صاحب جي وفات جو سن ١١٧۴هه نڪري ٿو. انهن ۾ پهريون ٺٽي جو مشهور شاعر محمد پناهه "رجا" ٺٽوي آهي.

محمد پناهه جو تخلص "رجا" آهي. شعر ۾ ابوتراب ڪامل جو شاگرد هو. طبيعت جي لطف ۽ فڪر جي جدت جي ڪري شعر ۾ سهڻا نڪتا ڳولي ڪڍندڙ، تاريخ ڪڍڻ ۾ عجيب فڪر جو ڏٽي، نمڪين ماڻهو ۽ مجلس جو مور آهي. فقيرن ۽ الله وارن سان عقيدت رکندڙ آهي. ٺٽي جي اندر شاعرن ۾ غنيمت آهي. سنڌ جي وزير مير لطف الله عرف مير متاري وٽ عزت جي زندگي گذاريائين. شاهه عبداللطيف جو بيحد معتقد هو. هن جو فارسي ڪلام "مقالات الشعراء" ۾ گهڻو آيل آهي.(49)

### 27. غلام علي "مداح" ٺٽوي

غلام علي "مداح" ٺٽوي، ٺٽي جي مشهور شاعر محمد محسن جو پٽ هو. سندس ولادت سن ١١۴۵هه ۾ ٿي. سندس پيءُ "محسن" ٺٽويءَ هڪ سجع تيار ڪئي، جنهن مان سندس پٽ جو نالو ۽ تاريخ ولادت حاصل ٿئي ٿي:

غلام علي بي بدل يافتم= ١١۴۵هه

"مداح" خوش فڪر، رنگين طبع ۽ سخن جي مشق سان گڏ عربي علم ۾ به ڀرپور ڪوشش ڪئي. شعر و شاعريءَ ۾ مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ سان صحبتون رهيس. پيءُ جي وفات ڪان پوءِ، پنهنجي پيءُ جي نالي ڪي شاعريءَ جي ذريعي زنده رکيو اچي.(50)

"مداح" گهڻو ڪري ميان سرفراز خان ڪلهوڙي وٽ سندس صاحبزادگيءَ جي زماني ۾ رهندو هو ۽ سندس شاعريءَ ۽ ٻين علمن ۾ استاد هو. سندس ڪماليت جو اندازو هيٺئين تاريخي قطعي مان ڪري سگهجي ٿو، جيڪو سيد نجم الدين محي الدين ثاني ڪشميريءَ جي فرزند نصير الدين ابوبڪر جي ولادت تي لکيو اٿس. "مداح" پنهنجي شاعرانه طبع آزمائي ۽ قابليت جو جوهر ڏيکاريندي، هيٺين چئن خانن جي دائري ۾ به بيت لکيا آهن، جن کي جتان به هيٺان مٿان، اُبتو سبتو پڙهيو وڃي، ته وزن ۽ شعر به پورو بيهندو ۽ ماده تاريخ به هر پهلو کان حاصل ٿيندو. اهو ٻن شعرن وارو دائرو هيءُ آهي:

| پــر دل دانــا | عــاقل اڪـمـل | اوثــق عـــادل | اقـدم و اعـلم |
|---|---|---|---|
| ازهـــمـــه والا | مدرڪ واطيب | واصـل اقــدس | فــائق نــامـي |
| مــوقن اعـطـي | ســيــد وارجع | نــافع ڪــامـل | نـيڪ بـهــادر |
| منعم و مـولـي | اصـــدق اوفــي | حــاڪم اڪـبـر | اعـبـد اطهـر |

"مداح" جون نظمون، نعتون، قصيدا ۽ غزليات بي شمار آهن. سندس وفات جي تاريخ معلوم ڪانهي. پر مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ جي تصنيف "تحفة الڪرام" جي لکجڻ تائين (١١٨٢هه) به زنده هو.[51]

### 28. محمد رفيع ٺٽوي

محمد رفيع پنهنجي حياتي جهان آباد ۾ گذاري، خانيءَ جي خطاب جو شرف حاصل ڪيو. احمد شاهه جي گڙٻڙ ڪان پوءِ راجپوتانہ ۾ رهڻ لڳو. وري وڪيل جي حيثيت ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ آيو ۽ ٿورو عرصو ٺٽي ۾ رهيو ۽ واپس موٽيو. نيٺ ٻيهر ٺٽي ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين. هيءُ تقويٰ ۽ فضيلت جي زيور سان سينگاريل، مفتيءَ واري عهدي تي پاءُ جو جانشين آهي.[52]

### 29. مرزا غلام علي بيگ ٺٽوي

مرزا غلام علي "مومن"، الله وردي بيگ گاذرونيءَ جو پوٽو، هڪ لياقت ۽ انسانيت ڀريو نوجوان ۽ تازو شاعر آهي. شيخ قمرالدين جي خدمت ۾ بادشاهي لشڪر ۾ رهندو هو. هاڻي سنڌ جي والي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي حاضريءَ جو خاص خدمتگار آهي.[53]

### 30. محمد رحيم ٺٽوي

محمد رحيم ٺٽوي شاعر آهي. سندس اڪثر شاعري هجو ۽ هزل جي طرز واري آهي. شايد ان ڪان سواءِ ٻي شاعري به چيل اٿس.[54]

# حوالا

(١) برٽن رچرڊ. ايف: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (مترجم سنڌي)، ص ٣٢٧
(٢) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ڏسو سوانح حيات، ص ۴٣
(٣) بلوچ خديجه پروفيسر: "مقدمة الصلواة عرف ابوالحسن جي سنڌي"، ڏسو مقدمو، ص د-هـ
(۴) ٽالپر محمد جمن ڊاڪٽر: "سنڌ جا اسلامي درسگاهه"، ص ٢١٧
(۵) سيد فياض محمود: "تاريخ ادبيات مسلمانان پاڪ و هند"- جلد ٢، ص ٣٢٧
(٦) مخدوم الله بخش کھڙائي: "تذڪره مخاديم کھڙا" (قلمي فارسي)، ص ١٠-١٧ (تلخيص)
(٧) مخدوم امير احمد: "مخدوم عبدالرحمان الشهيد کھڙوي" (مقالو)، ٽماهي مهراڻ، سوانح حيات نمبر، ص ١٠
(٨) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ص ٥٦٦
(٩) ايضاً، ص ٥٦٣
(١٠) مخدوم محمد معين: "دراسات اللبيب" (عربي)، مرتب: عبدالرشيد نعماني، ڏسو مقدمو، ص ۵۴
(١١) بلگرامي غلام علي آزاد: "ماثر الڪرام" (مترجم اردو)، ص ٢٣۴
ايضاً، "تذڪره مشاهير سنڌ"- جلد ٣، ص ٧٠
(١٢) بلوچ نبي بخش خان، ڊاڪٽر: "شاهه جو رسالو"- جلد پهريون، ڏسو مقدمو ص ١٠
(١٣) ايضاً، ص ١-٦٣ تلخيص
(١۴) سورلي، ايچ. ٽي: "شاهه عبداللطيف آف ڀٽ" (مترجم اردو)، ص ٩٥-١٩٣
(١۵) برٽن رچرڊ. ايف: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (مترجم سنڌي)، ص ٧٩
(١٦) شمل اينيميري ڊاڪٽر: "سنڌي ادب جي ارتقا" (مترجم سنڌي)، ص ۵٦
(١٧) گربخشاڻي هوتچند مولچند ڊاڪٽر: "مقدمه لطيفي"، ص ١٠۵
(١٨) قاضي آءِ. آءِ. علامه: "شاهه جو عالمي شاعرن ۾ مقام" (مقالو)، ڏسو "تحفه لطيف"، ص ١-٧
(١٩) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "شاهه جو رسالو"- جلد پهريون، ڏسو مقدمو ص ٦٠
(٢٠) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (مترجم سنڌي)، ص ٨٠-٣٧٧
(٢١) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "مولود"، ص ٦
(٢٢) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ"- جلد ٢، ص ٢٢٧
(٢٣) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "بذل القوة" (عربي)، ڏسو مقدمو، ص ٧٦
(٢۴) قاسمي غلام مصطفيٰ: "جيلاني سيد سنڌ ۾"(مقالو)، ڏسو رسالو ٽماهي "الرحيم" سنڌي، جلد ٢ نمبر ١٠، ص ٩-١٩ تلخيص
(٢۵) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ"- جلد ٣، ص ٦
(٢٦) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "مولود"، ص ۵
(٢٧) قاسمي غلام مصطفيٰ: "چار ابوالحسن سنڌي" (مقالو)، ماهوار "الرحيم" سنڌي، ١٠-١٩٧٧ع، ٣٨-۴٠
(٢٨) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام" (سنڌي)، ص ۵۴١

(٢٩) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٥٠
(٣٠) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ" - جلد ٣، ص ١٥-١١٠
(٣١) دائود پوٽو عمر بن محمد، ڊاڪٽر: "ڪلام گرهوڙي"، ڏسو مقدمو- ص ٨
(٣٢) جتوئي علي نواز پروفيسر: "شهيد گرهوڙي صاحب جو ڪلام"، ڏسو مقدمو، ص ٧
(٣٣) بلوچ نبي خان ڊاڪٽر: "درسگاهه چوٽياري" (مقالو)، ماهوار "پيغام" آگسٽ- سيپٽمبر، ١٩٨٠ع ص ٥-٣٠ (تلخيص)
(٣٤) منشي عطا محمد شڪارپوري: "تاريخ تازه نوائي معارڪ" (فارسي)، ص ٨٧٤
(٣٥) چوڙري تبسم: "تذڪره پيران پاڳاره" (اردو)، ص ٩٤
(٣٦) بدوي لطف الله: "تذڪره لطفي" - جلد ١، ص ٧٤-٦٧٢
(٣٧) مير علي شير "قانع": "تحفة الڪرام" ڏسو سوانح حيات، ص ١١-٧٣ (تلخيص)
(٣٨) ايضاً، ص ٣٢٤
(٣٩) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ" - جلد ١، ص ٨٧-٩٠
(٤٠) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو"، ص ٧٩
(٤١) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ" - جلد ٣، ص ٨٠-٢٧٦
(٤٢) قاضي يار محمد ڊاڪٽر: "سنڌ ۾ فقهي تحقيق جو ارتقا"، ص ٨٠
(٤٣) ايضاً، ص ٨٩-٩١
(٤٤) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ص ٥٤٥
(٤٥) قاضي يار محمد ڊاڪٽر: "سنڌ ۾ فقهي تحقيق جو ارتقا"، ص ٨٠
(٤٦) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ص ٥٦٣
(٤٧) ميمڻ محمد صديق: "سنڌ جي ادبي تاريخ" - جلد ١، ص ٧٤-١٧٣
(٤٨) قاضي يار محمد ڊاڪٽر: "سنڌ ۾ فقهي تحقيق جو ارتقا"، ص ٥٦-٥٧
(٤٩) "تحفة الڪرام" (سنڌي)، ص ٥٩٩
ايضاً "مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٢٢٤
(٥٠) ايضاً ٥٩٩
ايضاً ٧٤٥
(٥١) وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ" - جلد ٣، ص ٨٤-١٨٢
(٥٢) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "تحفة الڪرام"، ص ٥٤٤
(٥٣) ايضاً، ص ٦٠١
(٥٤) مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٢٤٤

# علمي خدمتون

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي برک عالم ۽ وڏو مصنف هو. مخدوم صاحب ان دور جي نصابي تعليم ۽ درس تدريس سان گڏ درسِ حديث، جمعي جي وعظ ۽ تبليغ، عام ماڻهن کي درپيش ايندڙ مسئلن جا شرعي جواب ۽ فتوي لکڻ، شرعي احڪام جي پابندي ۽ عمل جاري ڪرائڻ، وقت جي عالمن ۽ فاضلن جي ڪتابن جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس ڪرڻ ۽ انهن جي تعميري ۽ اصلاحي تنقيد ڪرڻ ۾ ڀرپور حصو ورتو. پاڻ علمي ۽ ديني ڪتابن جي تصنيف ۽ تاليف ۾ آخر وقت تائين ڪوشش جاري رکيائين ۽ قلم جي ڪاروان کي آخر دم تائين ڪاهيندو، علم ۽ حڪمت جا ماڻڪ موتي ۽ هيرا جواهر ورهائيندو رهيو.

مخدوم صاحب جي سموري زندگي بااصول ۽ ٺائيم ٽيبل مطابق گذري. مخدوم صاحب جا چوويهہ ڪلاڪ هر ڪم واسطي ورهايل هئا. درس تدريس کان سواءِ، ڪتابن جي تاليف لاءِ خاص وقت مقرر هو. عبادت ۽ ياد الاهيءَ لاءِ جدا وقت هو.

مخدوم صاحب ابتدا کان وٺي آخر تائين قلم هلايو. سوين ڪتاب- سنڌي، عربي ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيائين، جن مان اڪثر مذهبي ۽ شرعي مسئلن تي آهن. تاريخ ۽ سيرت تي بہ ڪجھ ڪتاب آهن. مخدوم صاحب جي عربي ڪتابن جي باري ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو:

> ”مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا عربي ڪتاب جامعة الازهر- مصر ۾ پڙهيا ويندا هئا ۽ پڙهايا وڃن ٿا.“[1]

مخدوم صاحب جي وفات کي سوا ٻن سؤ سالن کان مٿي عرصو گذري چڪو آهي. ان سموري عرصي ۾، سنڌ، برصغير ۽ باقي دنيا ۾ ڪيئي تبديليون ۽ ذهني ٽوڙي فڪري دنيا ۾ عجيب و غريب انقلاب برپا ٿي چڪا آهن. سنڌ ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ رائج درسي ڪتابن کي انگريزن

آئي ڪاپاري ڌڪ لڳو. اڳ ۾ فارسي ۽ عربيءَ تي زور هوندو هو. هاڻي تہ انگريزي ٻولي گوءِ کڻي ويئي آهي.

دراصل، ان سڄي تبديلي، ذهني ڦيرڦار، فڪري وهڪري ۽ علمي ادبي ردوبدل ۾ سنڌ واسين جو تمام گهڻو نقصان ٿيو آهي. هڪ طرف ٻارهين صدي هجريءَ جو علمي ورثو، جيڪو اڪثر عربي ۽ فارسيءَ ۾ آهي، زماني جي انقلابن جي ور چڙهي ضايع ٿي ويو. ٻئي طرف انگريزن جي فتح پڻ سنڌ کي علمي طور ڪاپاري ڌڪ هنيو. اڄ ڪيئي عربي ۽ فارسيءَ جا ديني مدرسا برباد ٿي چڪا آهن. سنڌ جا قلمي نسخا- برٽش ميوزيم ۽ انڊيا آفيس لائبريري جي زينت بنيل آهن ۽ هينئر عام اهلِ سنڌ انهن ناياب قلمي نسخن جي ڏسڻ لاءِ سِڪي رهيا آهن ۽ فائدي وٺڻ کان قاصر آهن. ان کان علاوه سنڌ جا سوين مخطوطا ناعاقبت انديشيءَ، پنهنجن جي بي قدريءَ ۽ ٻين سببن ڪري پٽنہ لائبريري، آصفيہ ڪتبخانہ دڪن، پنجاب يونيورسٽي لاهور ۽ لکنو وغيره ۾ وڃي پهتا آهن.

انهيءَ وضاحت جو مقصد هيءُ آهي تہ سنڌ جي لاثاني عالم ۽ عظيم ليکڪ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ڪتابن جو صحيح تعداد، انگ اکر ۽ انهن ڪتابن جا نالا معلوم ڪرڻ، اڄ اسان لاءِ مذڪوره حالتن ۽ سببن ڪري انتهائي مشڪل آهن.

مخدوم صاحب سڄي زندگي قلم هلايو ۽ سوين ڪتاب تحرير ڪيا. ليڪن، ان ڏس ۾ سرِدست ڪا حتمي راءِ قائم ڪرڻ مشڪل آهي. حقيقت ۾ مخدوم صاحب سنڌ جي بسيار نويس عالمن مان هڪ هو. هتي اسان مخدوم صاحب جي تحرير ڪيل ڪتابن جي تعداد ۽ نالن بابت بحث ڪري، ڪنهن نتيجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.

سنڌ جي ناماياري محقق ۽ عظيم اسڪالر، محترم استاد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجو وڙ ڪري، مخدوم صاحب جي هڪ قلمي عربي ڪتاب مان ضروري مواد جو عڪس، راقم ڏانهن اسلام آباد مان موڪليو هو، جنهن ۾ مخدوم صاحب جي ١٠٥ عربي، فارسي ۽ سنڌي ڪتابن جي فهرست ڏنل آهي. انهن ۾ ٧٤ عربي ڪتاب، ٢١ فارسي ۽ ١٠ سنڌي ڪتابن جا نالا شامل آهن.[(2)]

مخدوم صاحب پنهنجي ڪتاب "اتحاف الاڪابر" ۾ لکي ٿو:

"منهنجون تصنيفون عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ آهن، ۽ اهي هن

وقت تائين هڪ سو پندرهن کان وڌيڪ آهن."[3]

اسان جي تحقيق موجب تہ، "اتحاف الاڪابر" (١١٣٦هہ) ۾ آيل مخدوم ٺٽويءَ جي ڪتابن جي فهرست، مخدوم صاحب جي ڪنهن شاگرد يا ڪاتب ان مذڪور ڪتاب ۾ سن ١١٣٦ هہ کان پوءِ درج ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ فهرست ۾ مخدوم ٺٽويءَ جي سن ١١٣٦هہ کان پوءِ جي لکيل ڪتابن جا نالا بہ شامل آهن، مثلاً: "الشفاء" (١١۴٧هہ)، "ڪشف الرين" (١١۴٩هہ) ۽ "حياة القاري" (١١٦٦هہ.)

بهرحال، مخدوم صاحب "اتحاف الاڪابر" نالي اهو مٿيون ڪتاب حرمين شريفين جي سفر دوران مڪي شريف ۾ سن ١١٣٦هہ ۾ لکيو هو. مخدوم صاحب ان ڪتاب لکڻ کان پوءِ برابر ٣٨ سال زنده رهيو ۽ لاڳيتو قلم هلائيندو رهيو. خبر ناهي تہ مخدوم صاحب انهيءَ پوئين دور ۾، قلم ذريعي علم جا ڪيترا واهڙ وهايا هوندا ۽ ڪتاب لکيا هوندا!

مخدوم محمد ابراهيم "خليل" ٺٽوي پنهنجي ڪتاب "تڪملہ مقالات الشعراء" ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن جو تعداد، هڪ سئو چوڏهن لکيو آهي ۽ ان بعد تمام حيرت سان لکي ٿو:

> "سبحان الله! هنن بزرگن جي همت ڪيڏي نہ بلند هئي. هينئر تہ ايڏي تصنيف ڪرڻ ئي محال ڪم آهي. انهن جي هٿ ۽ قلم ۾ ڪهڙي نہ طاقت هئي، جو پاڻ ايترو ڪم ڪري ويا آهن. مگر حق تہ هيءُ آهي جو اهو سڀ ڪجهہ ازلي فيض ۽ الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ ڪرامت سان ٿيو آهي."[4]

"تڪملہ مقالات الشعراء" جي حاشيي تي سيد حسام الدين راشديءَ مخدوم صاحب جي پونيرن مان ميان غلام محمد جي حوالي سان آندو آهي، تہ مخدوم صاحب جا ڏيڍ سؤ ڪتاب لکيل آهن. راشدي صاحب خود حاشيي تي مخدوم صاحب جي ڪتابن جي الف- بي وار فهرست ڏني آهي، جنهن ۾ ١٢٥ ڪتابن جا نالا ڏنل آهن.[5] اها ساڳي فهرست ٢٢ سالن کان پوءِ، ١٥ ڪتابن جي اضافي سان، ٿماهي "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ، نمبر ١ ۽ ٢ سال ١٩٨٠ع ۾ ٻيهر آندي ويئي آهي.

مخدوم صاحب جي ڪتابن جي باري ۾ سنڌ جو مشهور عالم ۽ مترجم، مخدوم امير احمد لکي ٿو:

> "مخدوم صاحب جي تصنيفات جو تعداد ٽن سون کان بہ وڌيڪ

آهي ۽ مختلف مسائل ۾ هزارن کان وڌيڪ تحريرون ان کان سواءِ آهن."(6)

مخدوم امير احمد وڏي جستجو ڪري، ١٢٥ ڪتابن جي فهرست ڏني آهي. انهن ڪتابن جي موضوع ۽ فن توڙي موجودگيءَ جو تذڪرو به ڪيو آهي، ته اهي ڪتاب ڪهڙي ٻوليءَ، فن ۽ ڪهڙي ڪتبخاني ۾ موجود آهن.

دراصل، مخدوم ٺٽويءَ جي ڪتابن جي فهرست ٺاهڻ جي سڀ کان اول ۽ وڌيڪ ذميداري سندس اهلِ علم فرزندن ۽ شاگردن تي هئي، پر افسوس جو مخدوم صاحب جي فرزند عبداللطيف به ان ڏس ۾ فقط ايترو لکيو آهي:

"مخدوم صاحب جون تصنيفات هڪ سؤ کان وڌيڪ آهن."(7)

مولانا غلام رسول مهر پنهنجي ڪتاب "تاريخ ڪلهوڙا" ۾، مخدوم صاحب جي ڪتابن جو تعداد ساڍا ٽي سؤ لکيو آهي.(8)

بهرحال، مخدوم صاحب جي ڪتابن جي تعداد بابت حتمي طور چئي نه ٿو سگهجي. البت، مخدوم صاحب جي ١٦٢ ڪتابن جا نالا دستياب ٿي سگهيا آهن، تنهنڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته مخدوم صاحب جي ڪتابن جو انگ هڪ سؤ کان ساڍن ٽن سون جي وچ تي آهي. راقم جي ڪتبخاني ۾ ٨٢ ڪتاب محفوظ آهن، جيڪي ڇپيل، فوٽو اسٽيٽ ۽ قلمي صورت ۾ آهن.

مخدوم صاحب جا ڪيئي ڪتاب ضايع ٿي ويل آهن، يا اسان جي اکين کان اوجهل آهن. جيڪي ڪتاب زماني جي انقلابن کان بچيا، تن مان ڪجهه بمبئي، لاهور، ڪراچي ۽ حيدرآباد مان ڇپجي پئي ڇپيا آهن، يا وري سنڌ جي قومي ۽ ذاتي لائبررين جي زينت بنيل آهن. علامه عبدالعزيز ميمني، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، سرهندي، همايوني، ڳڙهي ياسيني بزرگ، راشدي ۽ جهنڊي وارا پير صاحب ۽ سنڌ جا ٻيا اهلِ علم ڪتبخانن وارا صاحب- اهي خوش نصيب بزرگ آهن، جن جي ذاتي ڪتبخانن ۾ مخدوم صاحب جون ناياب تصنيفات اڄ به موجود آهن. تازو مخدوم صاحب جا ڪي عربي ڪتاب ڪوئٽه، افغانستان، حلب بيروت مان به شايع ٿيا آهن.

راقم جو مخدوم صاحب تي تحقيق جي سلسلي ۾ گهٽائي پيرا ٺٽي وڃڻ ٿيو. هڪ دفعي منهنجي معلوم ڪرڻ تي ٺٽي جي مفتي ۽ مدرسه عثمانيه مجدديه جي مهتمم مفتي عبدالرحمان ٺٽويءَ مخدوم صاحب جي ڪتبخاني جي باري ۾ ٻڌايو:

”ابتدائي حالات جي تہ خبر ناهي. گهڻا سال اڳ ٺٽي ۾ زبردست مينهن پيو هو. سڀ ڪو پنهنجيءَ ۾ پورو هو. مخدوم صاحب جي پونير مان عورتن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪو نہ هو. ان ڪري عورتون اهي هزارين ڪتاب اتان ڪڍائي محفوظ ڪري سنڀالي نہ سگهيون. اهڙيءَ حالت ۾ جهنڊي وارن پيرن مان ڪو پير صاحب اهي ڪتاب ان جاءِ مان ڪڍرائي، پاڻ سان اُٺ ڀرائي ڪڻي ويو. اهڙيءَ طرح مخدوم صاحب جا ڪتاب ٺٽي ۾ محفوظ رهي نہ سگهيا.“(9)

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب بہ ان روايت جي تصديق ڪندي، پنهنجي هڪ مقالي ۾ اهڙي قسم جي وضاحت ڪئي آهي.(10)

بهرحال، ٺٽي يا سنڌ ۾ مخدوم صاحب جي نالي هڪ اهڙو ادارو يا اڪيڊمي هجي، جنهن ۾ ڪوشش ڪري سنڌ، هند، حرمين شريفين، برٽش ميوزيم لنڊن ۽ ٻين هنڌن تان مخدوم صاحب جي ڪتابن جا عڪس وٺي محفوظ ڪجن، تہ جيئن محقق ۽ علم جا پياسا اتي ڪَهِي وڃي اهي ڪتاب ڏسن، پڙهن، پُرجهن ۽ تحقيق ڪن ۽ مخدوم صاحب جي علمي پالوٽ مان سيراب ٿين. مخدوم صاحب جا عربي ۽ فارسي ڪتاب ترجمو ڪري شايع ڪجن ۽ سنڌس سنڌي ڪتاب وري جديد نموني ۾ مرتب ڪري، سليس سنڌيءَ ۾ آڻي عام ڪجن، تہ جيئن مخدوم صاحب جي علمي ۽ تحقيقي دور جي ديني ۽ شرعي نڪتن کان واقفيت ملي ۽ فائدو عام ٿئي.

هن وقت مخدوم صاحب جي جملي تصنيفات جو احاطو ڪرڻ تہ ممڪن ڪونهي، ڇو تہ سندس سڀني تصنيفات جو احوال گمناميءَ جي گوشي ۾ ۽ اسان جي اکين کان اوجهل آهي. البت، تحقيق دوران مخدوم صاحب جا جيڪي ڪتاب دستياب ٿي سگهيا آهن، يا انهن ڪتابن جا نالا ڪن تاريخي ڪتابن ۾ محفوظ رهجي ويا آهن، انهن جو اسان اڳتي هلي تفصيلي احوال بيان ڪنداسون.

# حوالا

(١) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر: "سنڌيون"، ص ٦١
(٢) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو راقم ڏانهن خط، مؤرخ ٣ آڪٽوبر ١٩٨٥ع، اسلام آباد
(٣) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي سوانح حيات ۽ علميت بابت ويچار" (مقالو)- ٽماهي "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ، ٤-١٩٨٥ع، ص ١٣٣.
(٤) "تڪملہ مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٤٣
(٥) ايضاً، ص ٥٢ کان ٥٩
(٦) "بذل القوة" (عربي)، ڏسو مقدمو، ص ١١
(٧) "مناقب مخدوم محمد هاشم" (فارسي قلمي)، ص ٢
(٨) "تاريخ ڪلهوڙا" (اردو)- جلد ٢، ص ٩٩٣
(٩) بروايت مفتي عبدالرحمان ٺٽوي، تاريخ ٥ مئي ١٩٨٤ع
(١٠) قاسمي غلام مصطفيٰ: "هاشميه لائبرري" (مقالو)- ماهوار "نئين زندگي" ڪراچي سنڌ، جولاء ١٩٥٩ع، ص ١٦

# (الف) سنڌي ڪتابن جو جائزو

## زادُالفقير

**تصنيف جو سال:** ماه رمضان ۱۱۲۵هـ

**ڪاتب جو نالو:** شيخ عبدالرحمان بن شيخ عبدالله

**ڇپائيءَ جو هنڌ:** مجتبائي پريس لاهور، يڪم رجب المرجب ۱۳۱۲هجري

**صفحن جو تعداد:** ۵۳ صفحا، صفحي جي ڊيگهه ۹ انچ، ويڪر ٦ انچ، هر صفحي ۾ ۱۷ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري ۱۲ لفظ آهن.

**موضوع:** فقه

**متن جي شروعات:** بسم الله الرحمان الرحيم

ڪرهو حمد حڪيم کي ساراهيو سلطان،
رحمت سين رحيم جنهن اُپايو جهان.

**خاتمو:** مڃڻ وسارا وِهو اپيو منجهه اسلام
کهو ڪلمو صدق سين مٿي محمد چام.

**خاتمه الطبع:** تمام شد نسخ زادُالفقير، من تصانيف سلطان العلماء مخدوم مرحوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه

**صورتخطي:** ڪتاب جي صورتخطي عربي رسم الخط ۾ آهي. ڪاتب جي تحرير صاف، سهڻي ۽ دلپذير آهي ۽ لفظن کي اعرابون ڏنل آهي.

**مجموعي خصوصيات:** هيءُ رسالو ٻين ٻن ڪتابن "راحة المومنين" (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي) ۽ "مطلوب المومنين" (مخدوم عبدالخالق) سان گڏ ڇپيل آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ ۱۳ ڪتابن جا حوالا آندا آهن. "زادُالفقير" جو

چپيل نسخو راقم جي لائبريريءَ ۾ محفوظ آهي ۽ سنڌ جي اڪثر ڪتبخانن ۾ پڻ موجود آهي.

**مواد جو وچور:** مخدوم صاحب سنڌي زبان ۾ ڏهن کان وڌيڪ سنڌي ڪتاب لکيا آهن. اهي سڀ ڪتاب نظم ۾ جوڙيل آهن. جيتوڻيڪ پاڻ عربي ۽ فارسي ٻولين جو وڏو ڄاڻو هو، پر پاڻ پنهنجي مادري سنڌي ٻوليءَ جي اهميت ۽ خدمت سان گڏ عام سنڌ جي ماڻهن لاءِ ديني مسئلن کي سليس ۽ سهنجي نموني ۾ پيش ڪرڻ جي خيال کان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکڻ ضروري ڄاتائين.

مخدوم صاحب جي پهرئين تصنيف جي حوالي سان ٻه ڪتاب اسان جي سامهون آهن: هڪ "زادالفقير" (سنڌي) ۽ ٻيو "مظهرالانوار" (عربي). هنن ٻنهي ڪتابن تي تصنيف جو ساڳيو سال ١١٢٥هه لکيل آهي. اهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي تہ انهن ٻنهي مان اول ڪهڙو ڪتاب تصنيف ٿيو. البت، "زادالفقير" سندس سنڌيءَ ۾ پهريون رسالو آهي، جيڪو رمضان المبارڪ ١١٢٥هه ۾ لکيو ويو. ان وقت مخدوم صاحب جي ڄمار ٢١ ورهيہ هئي. ڪتاب ۾ ڪافي نج قديم سنڌي لفظ ڪتب آندل آهن، جيڪي ان وقت عام مروج هئا. هن وقت اهي اڪثر لفظ لاڙ ۾ تہ مروج آهن، پر لاڙ کان سواءِ ٻئي پاسي گهٽ استعمال ۾ آهن ۽ گهٽو ڪري متروڪ ٿي چڪا آهن، جيئن تہ: مهت= مسجد، ٿوڪ= شيءِ، ڏهلي= ڏکي، ٻيور= ننڍو ٻار، گيهون= ڪٽڪ، مهدا= اڳيان، هڏه= اصلي، مچڻ= متان وغيره.

اهڙيءَ طرح مخدوم صاحب سنڌي الف- بي جي مخصوص حرفن جي هيٺين صورتخطي قائم ڪئي آهي:

| قديم | جديد |
|---|---|
| ٿري | ٿي |
| ڊرج | ڊج |
| ڪرهو | ڪريو |
| ٻاج | ٻاجهه |
| جه | جنهين |
| ڪه | ڪنهين |
| آجان | آڄاڻ |

| | |
|---|---|
| ڏني | دنيا |
| ڏونه | ڏانهن |
| رحمت | رحمتون |
| ڏينه | ڏينهن |
| دلجي | دل جون |
| جيڪ | جيڪي |
| ميغ | مينگهه |
| نات | نہ تہ |
| سُئي | پڌي |
| ڪنا | ڪان |
| ڪيڻ | ڪائڻ |
| دغاءِ | دغائون |
| ڪريندس | ڪندس |
| سُهجي | سهنجي |
| چنڊر | چنڊ |
| مِرَن | مڙن |
| مرس | مڙس |
| هٿا | هٿان |
| ماڙو | ماٺهو |
| گٽو | گهٽو |
| سڄندو | سڄهندو |
| هي | هينئون |
| ماگ | ماڳ |
| ڳالي | ڳالهيون |
| منجهہ | ۾ |
| مُن | مون |
| هٿان | هن ڪان |
| گن | گهٽي |
| نگئو | نڪتو |

مخدوم صاحب جو هيءُ ڪتاب "زادالفقير" (درويش جو ثمر) سنڌي نظم ۾ جوڙيل آهي، جنهن ۾ اسلام جي ٿنڀن ۽ اهم رُڪن روزي بابت شرعي سمجهاڻيون ڏنل آهن. جيئن ته روزو درويش جي باب ۾ صبر ۽ توفيق جو سچو پچو ثمر آهي، تنهن ڪري ڪتاب جو نالو ئي مخدوم صاحب رکيو آهي "زادالفقير". هيءُ ڪتاب مخدوم صاحب جي ڪلام ۾ تارن منجهه چنڊ مثل آهي. مخدوم صاحب هن رسالي ۾ رمضان المبارڪ جي چنڊ ڏسڻ کان وٺي روزن بابت سڀ مسئلا مختصر ۽ جامع نموني ۾ لکيا آهن. هر هڪ مسئلي کي سهڻي پيرايي ۾ سمجهايو ويو آهي. نموني طور ڪتاب ۾ آيل مواد جا مختصر عنوان لکجن ٿا:

چنڊ ڏسڻ جو حڪم، رمضان جي چنڊ ڏسڻ جي شهادت، عادل جي تعريف، عيد جي چنڊ جي شهادت، مطلع جي اختلاف جو مسئلو، رمضان شريف ۾ سحري کائڻ ۽ نيت ڪرڻ، شڪ جو روزو، سرمي ۽ تيل وجهڻ جو روزي تي اثر نه پوڻ، روزي جي فديي جو مقدار، پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻڻ جو روزي تي اثر ۽ ڪفاري جي ادائگي وغيره.

**نظم جو نمونو:**

مخدوم صاحب ڪتاب جو نالو، پنهنجو نالو ۽ تصنيف جو سال نظم ۾ هن ريت آندو آهي:

**ڪتاب**

لکئم رسالو روزن جو ڪري محنتا،
ميڙيم مسئلا تن جا ڪري وس وڏا،
"زادالفقير" سنڌي رکيم تنهنجو ناءُ.

**نالو**

عربي آڇائن کي گهٽي ڏهلي هوءِ،
سنڌي کيم سهڪي جان سکي سيو ڪوءِ.
ته ماڻ مومن تن کي پڙهي ياد ڪن،
جيڪي آهين ان ۾ سي مسئلا سڪن،
ڪٽي هٿ "هاشم" کي ماڻ ڪڏهن دعا ڪن.

**سال**

وره جا هجرة کان تنهن ڏينهن ليکيام

تان اڪاره سو پنجيهہ هوا ۽ رمضان جا ايام.
(۱۱۲۵هہ)

"سنڌ جي ادبي تاريخ" واري صاحب جو قول آهي تہ "زادالفقير" جو نظم پختو، ميٺاج ۽ نزاڪت ڀريو آهي... "زادالفقير" جي ساري نظم ۾ قافيا بلڪل باقاعدي ۽ پختا رکيل آهن. جتي جتي پنجن مصرعن کان زياده مصرعون ڏوهيڙن ۾ رکيل آهن، اتي قافيو عمدي طرح ڪم آيل آهي، مثال طور:

بقا ناه بلاد کي دنيا ناه دوام
اجل ٿو اوتون ڪري ٿي قريب قيام
سمر سندي ساٿيا ڪرهو تات تمام
ڏجو ڏاءَ ڏٺي جي آگي پر علام
ڪريو ياد ڪريم کي سنجهي صبح شام
مڃڻ وسارا وهو اپيو منجهہ اسلام
ڪهو ڪلمو صدق سين مٿي محمد چام.

مٿين مثال مان آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ "زادالفقير" جي نظم جي عبارت نزاڪت ۽ ميٺاج جي ڪري شاهہ ڀٽائيءَ جي ڪلام جون سڪون پئي لاهي.[1]

**"زادالفقير" جي فقهي اهميت:**

"زادالفقير" اسلام جي ٽئين رُڪن روزي بابت شرعي مسئلن جو هڪ مختصر جامع ۽ مفيد ڪتاب آهي. ان ڪري سنڌ ۾ هن ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت زياده آهي. مصنف ڪتاب ۾ رمضان جي روزن بابت نہ رڳو سيئي مسئلا ۽ فقهي احڪام گڏ ڪيا آهن، پر هر ڪنهن حڪم ۽ مسئلي جي مختلف رخن سميت هر هڪ ڳالهہ پوري وضاحت سان سمجهائي آهي. جيتوڻيڪ مخدوم صاحب جو روزن جي باري ۾ عربي زبان ۾ هڪ ضخيم ڪتاب "مظهرالانوار" جي نالي سان لکيل آهي، پر سنڌيءَ ۾ هيءُ ننڍڙو ڪتاب "زادُالفقير" جڻ تہ انهيءَ عربي ڪتاب جو خلاصو ۽ تَتُ آهي.

# قوت العاشقين

مخدوم صاحب ھيءُ ڪتاب سنہ ١١٢٧ هجري ۾ لکيو. سيرت النبي ﷺ جي معجزن واري حوالي سان ھيءُ سندس پهريون مشهور ڪتاب آهي، جنهن ۾ متن ٣٥٠ صفحا، مرتب جو مقدمو ۽ سوانح ١٠ صفحا، جملي ٣٦٠ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ ٧ انچ ۽ ويڪر ۴ انچ آهي ۽ هر صفحي ۾ سراسري طور ١٧ کان ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ ٧ لفظ آهن.

مخدوم صاحب جو ھيءُ دلپذير ڪتاب گهڻو اڳ ۾، بمبئيءَ مان ليٿو ۾ ڇپيو هو. زيرِ نظر نسخو ميان عبدالله لغاريءَ جي ڪوشش سان "سنڌ مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد" مان ٽائيپ ۾ ڇپجي ظاهر ٿيو، جو اصل تصنيف ١١٢٧هہ کان ٢۴٢ سال پوءِ سن ١٣٦٩هہ/ ١٩٥٠ع ۾ شايع ٿيو. انهيءَ ٽائيپ ۾ ڇپيل نسخي کي بہ چاليهن سالن کان مٿي عرصو گذري چڪو آهي. ھيءُ ڪتاب نهايت شاندار ۽ عشقِ رسول ﷺ سان ٽمٽار آهي. هن ڪتاب جا قلمي توڙي ڇپيل نسخا، سنڌ جي اڪثر ڪتبخانن ۾ موجود آهن. راقم جي سامهون جيڪو نسخو آهي، اهو محترم ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جي لائبرريءَ ۾ موجود آهي. مخدوم صاحب جو اصل هٿ جو لکيل قلمي نسخو "رحيميه لائبريري- بدين" ۾ محفوظ آهي. تازو مفتي عبدالرحمان نٿويءَ هن ڪتاب کي موجوده سليس نظم ۾ ۽ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ موجوده نثر ۾ آڻي شايع ڪرايو آهي.

**مواد جو وچور:**

"قوت العاشقين" ۾ رسول الله ﷺ جن جا فضائل ۽ معجزا ذڪر آهن. ھيءُ ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب جي شروعات ۾ حضور پاڪ ﷺ جي فضائل ۽ شان ۾ پنهنجو چيل هڪ عربي قصيدو "قصيده برده" جي نموني آندو آهي ۽ ان جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ۽ تشريح بہ

ڪندو ويو آهي. ٻئي حصي ۾ مخدوم صاحب حضور جن ﷺ جا هڪ سئو سٺ معجزا نظم ۾ بيان ڪيا آهن. معجزن جي ترتيب اهڙي نرالي آهي، جو هڪ معجزي ۾ ٻه ٽي ٻيا معجزا به سمايل آهن. اهڙيءَ ريت جملي ١٨٦ معجزا شامل ڪيا ويا آهن.

مخدوم صاحب جي سنڌي ڪتابن مان "قوت العاشقين" اسان جي نبي سڳوري ﷺ جي فضائل جي باب ۾ لکيل آهي. ڪتاب جو شعر عربيءَ ۾ آهي ۽ ان جو سنڌي ترجمو ۽ تشريح عاشقن کي تڙپائيندڙ ۽ دل ۾ ولولو پيدا ڪندڙ آهي. مخدوم صاحب، هن ڪتاب ۾ نهايت وڻندڙ ٻولي استعمال ڪئي آهي. ڏاڍي سڪ ۽ سوز مان آهون ۽ دانهون ڪيون آهن ۽ پرت مان پياري پيغمبر ﷺ کي پڪاريو آهي. "قوت العاشقين" مان پهريون ۽ آخري عربي شعر ترجمي سان نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

پهريون شعر

"اغثني يا رسول الله حانت ندامتي،
اغثني يا حبيب الله قامت قيامتي."
رسهم يا رسول الله رب جا اجها عاصين
سڀاجها سڀين پرين مرڪڻ مرسلن
سونهارا سڀين پرين سدا سونهن سين
سڳورا سڀ خلق جا منجهه ٻنهي جهانن
اي سائين سهڻا سپرين ٻلا ڪان ٻلن
ٻلارا ٻلين ٻتين ضامن ضعيفن
ڪوڏايل ڪريم جا نرمل نور اکين
ريٻارا رحيم جا ڏوا ڏيه ڏڻين
ٻاجهائيندڙ ٻهون پرين اتي عاصين.

آخري شعر

"لفضل رسول الله ليس له حصر،
لسان كل فصيح في قيود سامة."
فضل سنڌي رسول جي نانهن نهايت ڪا
نه ڪو ڇيه نه پاند ڪو نه تنهن جو آهي اپارا
وسئو واسئو مينهن جيان اتلي عالم تان

گجي سو گوڙيون ڪري دائم جيئن دريا
سدا تنهن سموند جي ڪنڌي ناهه ڪرا
هاتڪ سڀ حيران ٿيا تنهن ورهن جي وصفا
ڪهيون زبانون تن جون جي وڏا شاعر ۽ علما
منجهه مدح محبوب جي عاجز ٿي اُو بيٺا
تان طاقت ناهه تمام جي قدرت ڪنهين ڪان
ڪير سگهندو تنهن جون ڪري سائين ري ثنا.

هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ ١٨٦ معجزن جو بيان آهي:

سهسين سچي رسول جا سٽجن معجزا
ڳاڻيٽو نہ ليي تن جو نہ ڪو شمارا
ليڪو ناه لکن ۾ اپر آڳانجها
ڪمين ڪروڙين ناه ڪا پري پدمنئا
جيڪي معجزا سنڌي ۾ ميڙي مون لکئا
تہ ٽين سؤ ڇهاسي معجزين ليکي شمارا.

مخدوم ٺٽوي لکي ٿو تہ حضور جن ﷺ جن جا معجزا چئن قسمن جا آهن:

ڪي آڳاتا ڄمڻ ڪنا، ڪي ڄاپڻ پڇاڻا،
ڪي هئا بعد رسالت جي، ڪي بعد وفاتا.

معجزن جو تفصيل هن ريت درج آهي:

قسم پهريون: ڇهہ معجزا

قسم ٻيو: ارڙهن معجزا

قسم ٽيون: هڪ سئو چويهہ معجزا

قسم چوٿون: ڏهہ معجزا

اهي ڪل ١٦٠ معجزا ٿيا. انهن معجزن ۾ ضمناً ٻيا معجزا بہ آيل آهن، جيڪي جملي ١٨٦ معجزا ٿين ٿا. انهن معجزن جو احوال جن ڪتابن تان ورتل آهي، تن ۾ مشڪواة، مواهب اللدنيه، سيرت گاذروني، الشفاء قاضي عياض، سيرت شامي، روضة الصفا ۽ سيرت حلبي وغيره جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

مخدوم صاحب، هن ڪتاب ۾ ڏاڍي ٻاجهاري ۽ پياري ٻولي استعمال ڪئي آهي. لفظن جي جڙاوت، سرحرفي ۽ سهڻائيءَ ۾، هڪ سٽ ٻيءَ سٽ

ڪان خوبصورت ۽ پُرڪشش آهي. جڻ تہ لفظ مخدوم صاحب جي آڏو ٻانهون ٻڌيو بيٺا آهن ۽ پاڻ انهن کي چُونڊي چونڊي، سوڌي سنواري ۽ سهيڙي سينگاري شعر ۾ جڙيندو ويو آهي. مثال طور:

مهڙ مڙني مرسلين مشفق مجتبيٰ
لال لاڪيٽون لڪٽين، نبي نور هديٰ
سڄڻ صورت سوهڻو، سرهو سينئا
ماڻڪ موتين هار جيئن مُنهن ۾ محمدا
پاپوهيندي پڌرا جوهر ڪن جلوا
ڪڙن ڪتڻهار تا ڪر مرڪندي مهندا
شرم ٿئي شمس کي پسئو پرينءَ پڙاءَ
جوت نہ ذري جيتري ڪي چند چوڏهينءَ ماه
ڏسي منهن محبوب جو تارا شرمئا
سج چنڊائي سهڻو خاصو خير وري.

هن ڪتاب جي باري ۾ خانهادر محمد صديق ميمڻ پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو:

”حضرت مخدوم صاحب جي سنڌي ڪتابن مان قوت العاشقين اسان جي نبي ڪريم ﷺ جي فضائل جي باب ۾ لکيل آهي. ڪتاب جو شعر رسول الله ﷺ جي عاشق کي تڙپائيندڙ ۽ ولولو پيدا ڪندڙ آهي. هي ڪتاب ڪيترا دفعا ليٿو ۾ ڇپجي چڪو آهي، پر هن وقت ليٿو ڇاپو پڙهڻ ۾ آسان نہ آهي. تنهن ڪري هاڻوڪي صورتخطيءَ ۾ ٽائيپ ۾ ڇپايو ويو آهي تہ جيئن اسڪولن ۽ ڪاليجن جا شاگرد ۽ ٻيا رسول الله ﷺ جا عاشق ان مان فيض پرائي، نبي ڪريم ﷺ جا متوالا ٿي پون. ڪتاب جو صحيح نسخو هٿ ڪري، تحقيقات سان ڇپايو ويو آهي.“[2]

# راحة الـمؤمنين

مخدوم صاحب، "قوت العاشقين" کان پوءِ سن ١١٣٠ھ ۾ هيءُ ڪتاب سنڌي ۾ لکيو، جيڪو ١٨٢ سال پوءِ سن ١٣١٢ھ ۾ مولوي محمد عثمان پراڻي سنڌيءَ ۾ مجتبائي پريس لاهور مان شايع ڪيو.

هن ڪتاب ۾ ٥٦ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه نو انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٢ لفظ آهن. هيءُ رسالو "زادُالفقير" سان گڏ هڪ ئي جلد ۾ ڇپيل آهي.

هيءُ ڪتاب سنڌي نظم ۾ "ذبح ۽ شڪار" جي مسئلن بابت لکيل آهي. جانور کي حلال ۽ ذبح ڪرڻ ۽ شڪار ڪرڻ جي باري ۾ ڪوبه اهم ۽ ضروري مسئلو ڪونهي، جو هن ننڍڙي رسالي ۾ آيل نه هجي. گويا مخدوم صاحب درياءَ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو آهي. جيتوڻيڪ مخدوم صاحب عربيءَ ۾ "فاڪهة البُستان" نالي ذبح ۽ شڪار بابت جامع ڪتاب جوڙيو آهي، پر هيءُ سنڌي ٻوليءَ ۾ ان ڪتاب جو نچوڙ سمجهڻ گهرجي. هن ڪتاب ۾ مخدوم صاحب ٢٥ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. هن ڪتاب جا مطبوع نسخا سنڌ جي اڪثر ڪتبخانن ۾ موجود آهن.

### مواد جو وچور:

مخدوم صاحب، هيءُ رسالو انهيءَ ڪري لکيو ته جيئن مسلمان حلال ۽ حرام شين جو باهمي فرق پروڙين ۽ حلال شين جو صحيح استعمال ڪن، شرع جي مقرر ڪيل طور طريقي تي حلال ڪيل شين کي ڪم آڻين ۽ حرام کان بچن. مخدوم صاحب پنهنجي هن ڪتاب جي "تمهيد" ۾ لکي ٿو:

هينئڙي منجهه حقير جي اچي وهم پيو
ماڻهو مسئلا ذبح ۽ شڪار جا پڇڻ گهڻيرو
کي لکجي تن منجهان گهڻو جي ٿورو

مخدوم صاحب اهو ڄاڻتو ٿي تہ: "عربي آهي اهڪي اپوجهن اپار." انهيءَ ڳالهہ جو کيس بخوبيءَ احساس هو، تنهنڪري هيءُ ضروري مسئلا سنڌيءَ ۾ آندائين.

"راحت المؤمنين" ۾ جانور کي ذبح ڪرڻ جا سڀ مسئلا، حلال ۽ حرام جانور ۽ پکي ۽ مڇيءَ جي بيان سان گڏ، شڪار متعلق حلال جانورن ۽ پکين جو بيان تمام تحقيقي پيرائي ۾ آندو ويو آهي. ڪتاب ۾ ٻہ باب آهن، پهريون ذبح جي باري ۾ ۽ ٻيو شڪار جي باري ۾.

**پهريون باب:** ذبح جي شروعات ۾ آهي تہ حلال جانور کي ڪُهڻ ۽ حلال ڪرڻ جي باري ۾ جانور ڪُهندڙ ڪان قيامت ۾ عذاب يا پڇاڻو نہ ٿيندو. مخدوم صاحب ان باري ۾ قرآن پاڪ ۽ حديث مان دليل ڏيندي لکي ٿو:

> "ڄاڻڻ گهرجي تہ شريعت محمدي مطابق حلال جانور کي ڪُهڻ جائز آهي. جيئن خود الله تعاليٰ جو ارشاد آهي: خلق لکم مافي الارض جميعا (سورة البقره، رکوع ٣) يعني- جو ڪجهہ زمين ۾ آهي، سو سڀ اوهان لاءِ پيدا ڪيو. حضور پاڪ ﷺ جن پاڻ حج جي موقعي يا عيد قربان جي ڏينهن ۾ جانورن جي قرباني ڪئي آهي. البت ضرورت ڪان سواءِ يا رونشي خاطر جانور کي نہ ڪُهڻ گهرجي ۽ ائين ڪرڻ مڪروه آهي."

"ذبح" ڇا کي چئجي؟ جانور ڪُهڻ جي طريقہ ڪار جي وضاحت هن ريت آيل آهي. ذبح جا ٻہ قسم آهن: هڪ ذبح اختياري ۽ ٻيو ذبح ضرورت.

"ذبح اختياري" جي معنيٰ آهي حلال جانور کي پنهنجي وس يا پنهنجي مرضي مطابق ڪُهڻ يا ذبح ڪرڻ. اهو تڏهن جائز آهي جڏهن حلال جانور کي ذبح ڪرڻ وارو شخص الله پاڪ جو نالو وٺي ذبح ڪري، يعني "بسم الله الله اڪبر" چئي ذبح ڪري. جانور جو منهن قبلي طرف رکڻ گهرجي. ذبح ڪرڻ وقت ڪاتي يا ڇُري تمام تيز ڪري، پوءِ ذبح ڪري. جانور جي نڙيءَ جون چارئي رڳون ڪپجي وڃن. اهي چار رڳون هيءُ آهن:

١. نڙگهٽ، جنهن مان جانور ساهہ کڻي ٿو.
٢. ڦوڪٽي، جنهن مان جانورگاهہ ۽ پاڻي کائي ۽ پئي ٿو.
٣. ٻہ اهي رڳون، جيڪي نڙگهٽ جي ٻنهي پاسن کان ڪنن جي هيٺان آهن، جن ۾ رت جو دورو هلندو رهي ٿو.

مخدوم صاحب ذبح يا ڪُھڻ جي ان سمجھاڻيءَ کان پوءِ ذبح يا ڪُھڻ جا چوڏھن شرط تمام تفصيل سان بيان ڪيا آھن.

"ذبح اختياريءَ" کان پوءِ "ذبح ضرورت" جو بيان آهي. "ذبح ضرورت" اھڙي قسم جي ذبح جو نالو آھي، جو جيڪڏھن ڪُھندڙ شخص جانور تي قادر ٿي نہ ٿو سگھي، تہ پوءِ بسم الله چئي، ڪنھن تکي اوزار سان جانور کي اھڙو زخم ڪرڻ گھرجي، جنھن سان جانور مان رت وھي نڪري. "ذبح ضرورت" جا ڇھہ قسم آھن.

"ذبح ضرورت" کان پوءِ حلال ۽ حرام جانورن جو بيان آھي. زمين تي جانور ٽن قسمن جا پيدا ٿيل آھن: (الف) چوپايا جانور (ب) پکي (ج) زمين تي سُرندڙ جيت.

ان بعد مخدوم صاحب اھو بحث ڪيو آھي، تہ ڪھڙا جانور يا پکي حلال يا حرام يا مڪروہ آھن. اھڙيءَ ريت مڇي يا پاڻيءَ ۾ رھندڙ ٻين جانورن ۽ مڪڙن جو بيان بہ آندو ويو آھي. آخر ۾ انھن ڏھن جانورن جو ذڪر آھي، جن جو گوشت حضور ﷺ جن کاڌو آھي. اھي جانور ھي آھن:

ڏھہ وھٽ لکيائون اھڙا صحي سي سڄڻ
اٺ، ٻڪري ۽ ڍڳي چوٿون سھو چون،
پنجين ڪڪڙ، ڇھون تغدري چو منجھان پکيئڙن
ستون گوشت گورخر جو، اٺون سندو مڇين
کن ڪتابن ۾ پچار ھي آھي
تہ کاڌو گوشت سرخاب جو پڻ سيد سونھاري
مڪڙن جي ماھہ ۾ پڻ روايت آھي
پورا ڏھہ حيوان ٿيا ان روايت ڪري.

**باب ٻيو:** شڪار جي باري ۾ آھي. شڪار مسلمان مومن جي لاءِ شرعاً روا ۽ جائز آھي. مخدوم صاحب وضاحت ڪندي لکي ٿو:

لکن ڪتابن ۾ نرتي ئي پچار
تہ آھي درست مؤمن کي ڪرڻ سندو شڪار
"واذا حللتم فاصطادوا" فرمايو جبار
موکل ڏني تنھن جي پڻ محمد مختار
پر ڪيو شڪار پاڻ نہ ڪڏھن سرور سڀ ڄمار
مگر اِذنَ ڏنائون انجو کي صحي صحابن

تيلاه مباح تيو منجهه مڙن مذهبن
پر قصد قوت حلال جو ور شڪاري ڪن
ڪ ڪري نيت ڪنهن نفعي جي وجي شڪار وٺن
جي نيت ڪيائين راند جي تہ ڪراهت ڪهن.

شڪار جا بہ قسم آهن: هڪ شڪاري جانورن سان ۽ ٻيو تيز تکن اوزارن سان. ذبح وانگر شڪار جا بہ چوڏهن شرط بيان ڪيا ويا آهن.

**نظم جو نمونو:**

"راحة المومنين" وارو نظم بناوت، ميناج ۽ نزاڪت ۾ هوبهو (مخدوم صاحب جي ڪتاب) "زادالفقير" جهڙو آهي. هن ۾ بہ ڪي ڏوهيڙا ٻن مصرعن وارا ۽ ڪي ٽن مصرعن وارا آهن ۽ ڪي وڏيڪ مصرعن وارا آهن ۽ قافيہ جي پختگي ۽ صنعتن جو سينگار بہ اهڙو ئي رکيل آهي.[3]

هن رسالي جو نظم سهڻو، پختو ۽ وڻندڙ آهي. مخدوم محمد هاشم جو هيءُ ادبي ڪارنامو ڪلهوڙن جي دور ۾ لکيل "سنڌين" ۾ خاص اهميت وارو آهي.[4]

**"راحة المؤمنين" جي فقهي اهميت:**

مخدوم صاحب جي دور ۾ اڪثر آبادي زراعت پيشہ هئي، پر تڏهن بہ سنڌ ۾ ڪيترن ڳوٺن ۾ "شڪار" عام ماڻهن جي کاڌ خوراڪ جو هڪ اهم ذريعو هو، بلڪ گهڻن ماڻهن جو ڌنڌو پڻ هو. ان سان گڏ حلال رزق جهڙي اهم مقصد ڪي سمجهائڻ بہ ضروري هو، تہ جيئن ماڻهو حرام کان بچن ۽ حلال روزي ڪمائي ڪائن. جانورن جي ذبح ۽ شڪار جي مسئلن بابت عام ماڻهوءَ کي معلومات جي گهڻي ضرورت پوي ٿي. ان ڪري مخدوم صاحب عام ماڻهن جي ڀلائيءَ خاطر سنڌن روزمره جي زندگيءَ جي هن ضروري پهلوءَ متعلق محنت ڪري مسئلا گڏ ڪيا، تہ جيئن هڪ مسلمان ناجائز خوراڪ کان بچي سگهي.

# سايه نامه

هيءُ ٻه- ورقي سنڌي رسالو، سنڌ ۾ منجهند جو اصلي پاڇي پروڙڻ بابت مخدوم صاحب غالباً سن ١١٣٣ه ڌاري لکيو. هيءُ رسالو گويا سندس ساڳئي موضوع تي فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب "رشف الزلال في تحقيق فيءَ الزوال" ١١٣٣ه/ ١٧٢١ع جو نچوڙ آهي.

مخدوم صاحب جو هيءُ مختصر رسالو پراڻي سنڌيءَ ۾ نماز بابت لکيل مشهور ڪتاب "مفتاح الصلواة" جي آخر ۾ ضميمي طور صفحي ٣٦۴ کان شامل آهي. "مفتاح الصلواة" مطبع هري بالنگو- بمبئيءَ ۾ سن ١٢٨٩ه ۾ ڇپيو. انهيءَ لحاظ کان "سايه نامه" کي شايع ٿئي سوا سؤ سال کن گذري چُڪا آهن.

تحقيق دوران عزيز دوست بشير احمد هيسباڻيءَ جي معرفت "سايه نامه" جو هڪ قلمي نسخو "قاسميه لائبريري" ڪنڊياري مان دستياب ٿيو، جيڪو ڇئن صفحن تي مشتمل آهي. هن رسالي جا اکر وچولي قلم سان تمام سهڻا عربي طرز جا آهن. البت، ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جو سن وغيره ندارد. ڇپيل خواه قلمي مواد هوبهو ساڳيو آهي. اهڙيءَ طرح، جيتوڻيڪ فارسي رسالي "رشف الزلال" جي آخر ۾ اهي بيت پڻ آيل آهن، پر "سايه نامه" جا ڇپيل ۽ قلمي نسخا ٻه موجود آهن، ان ڪري هن رسالي جي اهميت نرالي ۽ هڪ علحده سڃاڻپ آهي.

ڇپيل رسالي جي شروعات هن عنوان ۽ لفظن سان ڪيل آهي:

"بيان سايي اصلي جو، سنڌي زبان ۾، تصنيف سيد العلماء جناب مخدوم محمد هاشم جي، رحمت ڪريس خدا."[5]

سنڌ جو عظيم محقق، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب "سايه نامه" جي سنڌي بيتن جي اهميت جي باري ۾ لکي ٿو:

"مخدوم صاحب جيتوڻيڪ پنهنجي ڪيل تجربي جي نتيجن کي

ڦهرياڻين فارسيءَ ۾ لکيو. مگر ساڳئي وقت انهن کي سنڌيءَ ۾ (سايه نامه) نالي پڻ منظلوم ڪيائين. سنڌس مٿيون منظوميو سن ١١٣٣هه/ ١٧٢١ع جو جوڙيل آهي، جڏهن شاهه عبداللطيف جي عمر ايڪيهه سال کن هئي. انهيءَ ڪري هيءُ منظوميو به سنڌي لغت ۽ بيان جي لحاظ سان خاص اهميت رکي ٿو." (6)

اصلي ڀاڃي بابت هيءُ سڄو مواد چاليهه منظوم سنڌي سٽن ۾ سمايل آهي. هتي "سايه نامه" جو مڪمل متن ملاحظي لاءِ ڏجي ٿو:

سايو اصلي ملڪ سنڌ جو سٹهو مومنا
لکي ڪريان پڌرو ڪارڻ رب رضا
ڪيم محنت تنه تي چوئيه ماه سڄا
اڌ اڌ مهيني جا سڀ ڪهين لکان پير جدا
وره وهي وهاءِ ڪنا، ڪريان شروع تئا
ڦهرئين اڌ ۾ وهاء جي ادائي پير ٽين
ٻوئين اڌ ۾ ٻه ٽئا، سٽي ياد ڪجن.
ڦهرئين اڌ کي چيٹ جي ڏيڍ پير ڏٻو
ٻويين اڌ کي تنه جي قدم هيڪڙو
اڌ ۾ ڦهرئين آراڙ جي اڌ پير پسجي
تها ٻوءِ اچي سڄ برابر ٽيي پاڇو ڪين رهي
نڪي ٻويين اڌ ۾ آراڙ جي، نه ساوڻ سڀ سُجي
جو ساوڻ لنگهي هليو تو وري سو وڌي
اڌ پسجي پير جو پنره ڏينه بڌري
ٻويان پنره تنه جا سڄو پير تئي
آسو ڦهري اڌ ڏيڍ تئي، ٻويين ٻه ٻورا
ڪتي پنره ڦهرا پيرتري، ٻويان چار هئا
پنج ڦهري اڌ نهاري جي، سادا پنج ٻُئا
ڇه پير ڦهري اڌ ٻوه جي، ٻوئين ڇه سادا
ڦهري اڌ ۾ ماه جي ٻورا ست تئا
مُور نه وڌي سنڌ ۾ سايو ستنئا
وري موتي واڌ ڪنا اچي ان ماڳا
ڦري سادا ڇه تئا ٻويين اڌ ماها

ڇـہ پير پهري اڌ ڦِگڻ جي، پوءِ ساڍا پنج ٽئي
ساڍا چار پهري پنرهين چيٽ جي، پوئين ساڍا ٽي
پــاڇا بــارهــن مـــاهــن جا اچي پُنـــا اي
پر پون مڙئي اتر پار ڏانـه، ڏکڻ کونـہ پوي
سـکي سي ياد کرهو تـہ آن کي رب ٽُسي
پر آن توکي چانَ ڳال جا، سٽـيج سا سـاري
تـہ جني ساڍا اٺ پير لکئا پوه کين ماه مي
او کم نـہ ايندي ڳالـڙي موران سنڌيـن کي
سـنـڌ ۾ سٺ پيــرنـئـون پاڇو کين وڏي
مگر کهين پئي ملک سين جيکر هوند جڙي
سـايـو سـيـني مـلـکن ۾ تـفـاوت کـري
پڻ جني ڏنـو ســاوڻ کي ڏيڍ پـيـر سـچو
او نـہ جڙنـدو سـنـڌ سين چو کــاري ڏســو
سنڌ منجهہ ساوڻ ماه ۾ پاڇو مـور نـہ پوءِ
مگر قدر ٻن ٽن آڱرين جي، جنه اعتبار نـہ کوءِ
سـٺي ديـن شـريعت کي سکي ياد کرهو
وينـدا سي ايمـان سين کـلـمـو جن چيـو.

# بناء الاسلام

"بناء الاسلام" صحيح عقائد جي سلسلي ۾، مخدوم صاحب جو مشهور ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب ٥ ذوالحج ١١٤٣هجري تي تصنيف ٿيو ۽ ان جا مختلف ڇاپا بمبئيءَ ۽ سنڌ مان شايع ٿيل آهن.

"بناء الاسلام" جو متن ٢٦٤ صفحا، ديباچو ۽ فهرست ١٦ صفحا، جملي ٢٨٠ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ست انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٩ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ڇهه- ست لفظ آهن.

"بناء الاسلام" هڪ اهڙو جامع ڪتاب آهي، جنهن ۾ عقائد متعلق سڀ ديني مسئلا درج ٿيل آهن. گويا هيءُ سنڌي ڪتاب، مخدوم صاحب جي عربي ڪتاب "فرائض الاسلام" جو نچوڙ آهي ۽ ديني معلومات جو خزانو آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ اعتقاد بابت ڪوبه مسئلو ۽ پهلو تشنهٔ طلب نه ڇڏيو آهي.

راقم جي لائبريريءَ ۾ "بناء الاسلام" جا ٽي نسخا موجود آهن:

١. سن ١٣١٢هه جو ڇاپو، ڪاتب شيخ عبدالرحمان، ڇپائيندڙ قاضي عبدالڪريم. هن نسخي جا پهريان ٦ صفحا ڦاٽل آهن. سئو سال پراڻو ڇاپو آهي. راقم کي محترم دوست مولوي تاج محمد گاڏهي، ساڪن وارهه ضلعي لاڙڪاڻي کان مليو.

٢. فقير محمد اسماعيل ڪنيار جو مرتب ڪيل. ڇپائيندڙ حاجي عبدالحسين وينجهر ٺٽويءَ ڪراچيءَ مان سن ١٩٧٥ع ۾ ڇپائي مفت ۾ ورهايو.

٣. ماستر محمد يوسف "شاڪر" ابڙي نصرپوريءَ جو عام مروج صورتخطيءَ ۾ مرتب ڪيل، مقدمي سان گڏ ڇپايل، ٽيون ڇاپو- ١٩٧١ع.

"بناء الاسلام" جا قلمي ۽ ڇاپي نسخا هر هنڌ موجود آهن.

**مواد جو وچور:**

"بناء الاسلام" ۾ مقدمو، ٻه باب ۽ خاتمو آهي. مخدوم صاحب مقدمي ۾ ڪتاب لکڻ جو مقصد ۽ ضرورت بيان ڪندي لکي ٿو:

هاڻي سڻو مؤمنو هنئين جي ڪنن
سکڻ مسئلا دين جا لازم مٿي تن
عاقل بالغ جي ٿيا ڪلمو جي ڪهن
فرض سکڻ فرض جو واجب واجبن
سنت سکڻ سنتن جو چيو عالمن
تات مؤمن تن کي ساري ور سکن
پر وڏو امر چيائون پهريون منجهه مڙني امورن
جيئن سکجن عقائد اسلام جا سي سکي ياد ڪجن
جن سان درست ٿئي ايمان مؤمن.

"بناء الاسلام" جو مواد ٻن ڏگهن بابن ۽ خاتمي تي مشتمل آهي.

پهرئين بابت ۾ ايمان مفصل، ست صفتون ايمان جون تفصيل سان بيان ٿيل آهن ۽ ان سان متعلق مسئلا درج آهن.

ٻئي باب ۾ ايمان جي ستن صفتن کان سواءِ ٻيا مسئلا بيان ٿيل آهن، جن مسئلن جو به عقائد سان تعلق آهي.

خاتمي ۾ ايمان مجمل جا مختصر مسئلا سمجهايل آهن.

**نظم جو نمونو:**

مخدوم صاحب جي سڀ کان مشهور تصنيف (سنڌيءَ ۾) "بناء الاسلام" آهي، جنهن ۾ اسلامي عقيدن کي تفصيل سان لکيو ويو آهي... هيءُ ڪتاب اهڙيءَ ريت نظم ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جنهن مان مخدوم صاحب جي موزون طبيعت جو سچو زور اسلامي تبليغ ۾ صرف ڪيو آهي، جنهن ۾ کيس ڪافي لياقتون موجود آهن. مذهبي مسئلن کي نهايت ساديءَ ۽ عام فهم زبان ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس... اسان هن چوڻ لاءِ مجبور ٿيون ٿا ته سنڌي شاعريءَ جي هن صنف ۾ سندس ڪلام بلند مقام رکي ٿو.[7]

مخدوم صاحب "بناء الاسلام" ۾ هوبهو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جهڙي ٻولي ڪم آندي آهي، مثال طور:

شاهه ڀٽائي:

چڱا ڪن چڱائيون، مٺايون مٺن،
جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙ سوئي ڪن.

مخدوم صاحب:

ڪچا ڪن ڪچايون ۽ ڀلايون ڀلا،
جو وڙ جڙي جن کي، سو وڙ سي ڪندا.

شاهه صاحب لاڪي ۽ اوڏن جو ذڪر سُر ڌهر ۾ ڪيو آهي:

لاڪي لڄ ڪنئي، اسان اوڏڙين جي،
يا
لاڪا لڄ سنڌياءِ، اوڏ اگلي آهيان.

مخدوم صاحب به باوجود هن خالص ديني تصنيف ۾ به حضرت شاهه صاحب وانگر لاڪي ۽ اوڏن جو ذڪر تشبيه طور استعمال ڪيو آهي.

مخدوم صاحب ڪتاب جي پڇاڙي ڪندي عرض گذار ٿيو آهي، ته هن ڪتاب ۾ جيڪڏهن ڪا غلطي يا خطا ٿي هجي، ته جيئن لاڪو، اوڏن جون اگلايون ڍڪيندو هو، تيئن توهان به لاڪي جهڙو اعليٰ اخلاقي ثبوت ڏئي، سهو خطا معاف ڪجو:

پڻ صحيح ٿو سوال ڪريان، مؤمنن مهندا
ته جيڪو پسي منجهه هن نسخي غلط سهو خطا
ته ور ساري صحيح ڪري پنهنجي ڀلائيا
ناقص جي نقصان ڏانهن ڪري نهار نه ڪا
’لاڪو‘ نه ليکي مورهين ابوجهه ’اوڏن‘ جا

لاڪي ۽ اوڏن جي مثال ڏيڻ سان مخدوم صاحب جو هيءُ خالص ديني ڪتاب به گويا ادبي ڪتاب جون سِڪون ٿو لاهي.

مخدوم صاحب ”ڪتاب جو نالو“ هن ريت آندو آهي:

هاٿي رسالو عقائد جو اڃي تمام ٿيو
”بناء الاسلام“ سنڌي مون نالو تنهن رکيو
تصنيف جو سال
جڏهن اڃي تمام ٿئو ناقص جو نسخو
تڏهن مهينو ذوالحج جو پنجين تاريخو
اڪاره سوء ٽريتاليهه وره هوءِ سو (۱۱۴۳هه)

ڪنا هجرت نبي ڪريم جي، جو اڇهو عالَم جو.

مصنف

”هاشم“ پٽ عبدالغفور جو منگي تو ملا

تہ مون جهڙي ڏوهاري سين ڪرم ڪر پنهنجا

بهرحال، عقائد جي سلسلي ۾ ”بناء الاسلام“ هڪ جامع ڪتاب آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب وڏن وڏن ڪتابن جي حوالي سان تمام تحقيقي ۽ جهجهي معلومات ڏني آهي، ۽ ان جو اندازو اصل ڪتاب پڙهڻ مان ئي لڳائي سگهجي ٿو.

# تفسير هاشمي

علم تفسير جي حوالي سان، مخدوم صاحب سنڌ جو پهريون مفسر آهي، جنهن فقهي مسائل سان گڏ قرآن شريف جو ترجمو ۽ مفهوم سمجهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ، ان وقت جي مروج سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽيهين پاري "عَمَّ" جو تفسير لکيو ۽ عام ماڻهن ۾ قرآن فهميءَ جو شعور پيدا ڪيو. ان ڏس ۾ "تفسير هاشمي" (سنڌي) سندس هڪ عظيم ڪارنامو آهي. هن ڪتاب ۾ تفسير جو متن ۵۰۴ صفحا. فهرست، مقدمو، لفظن جي معنيٰ ۽ ٻلنامو ۵۰ صفحا. جملي ۵۵۴ صفحا آهن ۽ ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل آهي.

هيءُ ڪتاب مخدوم صاحب پنهنجي وفات کان ۱۲ سال اڳ ۾، ۱۷ شعبان المعظم سن ۱۱۶۲ھ ۾ لکيو، ۽ ۱۶۹ سالن کان پوءِ سن ۱۳۳۰ھ ۾ پهريون ڀيرو ميان محمد يعقوب جي ڪتابت سان، مطبع ڪريمي- بمبئيءَ مان ڇپيو. سنڌي ادبي بورڊ وارو موجوده نئون ڇاپو، انهيءَ بمبئيءَ واري ڇاپي کان ۷۸ سال پوءِ سن ۱۹۸۷ع ۾ شايع ٿيو آهي، جو پڻ بمبئي واري ڇاپي جو عڪس آهي. سنڌي ادبي بورڊ وارو اهو ڇاپو، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي مرتب ڪري شايع ڪرايو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن تفسير جي ابتدا حمد سان ڪئي آهي:

سڀ ساراهون رب ڪي جو خاوند خلقـٿهار

سڀاجهو سيين پرين ڏڏن جو ڏاتار

"تفسير هاشمي" سنڌيءَ ۾ لکڻ جو سبب بيان ڪندي، مخدوم صاحب اهو واضح ڪندي لکي ٿو ته مون قرآن مجيد جي آخري سيپاري جو ترجمو ۽ تفسير اڳ ۾ ڇو ڪيو آهي:

پر پوئين سيپاري ڏانهن تنهنجي گهڻو احتياج آهہ
سڀ کو پڙهيس نماز ۾ سهڪائي سببا
سُورون تنهنجون ۽ آيتون آهن مختصر پينئا
ننڍو وڏو تنهن کي پڙهي کوڏ منجها
پر معنيٰ پروڙڻ تنهنجي اهکي آبوجهن لاءِ
تڏهن سنڌي کيم سهکي کڍي عربيا
تہ مانَ پروڙين معنيٰ تنهنجي مؤمن مرهاتا
رسن تنهنجي فهم کي مهر سين مولیٰ
مانَ کرين کڏهن هن عاجز کاڻ دعا
ڪ پڙهن تنهنجي حق ۾ کڏهن فاتحا.

هن تفسير جو اهو نالو، مخدوم صاحب پنهنجي نالي جي نسبت سان هن ريت بيان ڪيو آهي:

نالو تفسير "هاشميه" رکئم تہ کا.
سائينم ستر ڪري تن فضل پنهنجي سان.

هن تفسير ۾ هر سورة جو پهريائين شان نزول ۽ ان سورة سان تعلق رکندڙ سيئي علمي نڪتا ذاتي تحقيقي ۽ علمي انداز سان بيان ڪيا ويا آهن. تفسير ڪندي مخدوم صاحب هيءُ تحقيقي اصول سامهون رکيو آهي تہ قرآن جو تفسير قرآن سان، ان کان پوءِ رسول الله ﷺ جي صحيح حديثن سان ۽ ان سان گڏ علم ڪلام ۽ فقه جي مشهور ڪتابن مان جاءِ بجا حوالا آندا ويا آهن، تنهن ڪري هيءُ تفسير علمي معيار ۽ تحقيق جو پنڊار بنجي پيو آهي.

جيئن تہ اڄ کان اڍائي ٽي سؤ سال اڳ ۾ ڇاپي جي سهولت نہ هئڻ ڪري نُور نچوئي، وڏي محنت ڪري، هٿ سان قلمي ڪتاب لکيا ويندا هئا. پر تنهن هوندي بہ اهو مخدوم صاحب جي علمي عظمت جو ڪمال آهي، جو قرآن حڪيم جي هڪڙي سيپاري جو تفسير ڪندي بہ تفسير، حديث، ڪلام، فقه، سيرت ۽ تصوف جي ۴۸ ڪتابن جا حوالا آندا اٿائين.

مخدوم صاحب رڳو ڪتابي حوالا نہ ڏنا آهن، پر هن تحقيقي دعويٰ لاءِ تحقيقي انداز سان تفسيرن ۽ حديثن جو حوالو ڏيندي چوي ٿو، تہ پلي هنن ڪتابن مان اهو حوالو يا حديث ڪڍي، پيٽي ڏسو. پاڻ لکي ٿو:

پڻ آهي سونهاري حديث ۾ اهڙي پچارا
تفسير "معالم" ۽ "شرح صدور" ۾ سا کڍي نهارجا

سي مون لکي تفسير عربي ۾ ڪئا هيڪاندا
جيڪو ڪڏي نهاري ان کي تہ ٿين سڀ پڌرا

مخدوم صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ آندل ماخذن جا حوالا هن انداز سان نظم ۾ آندا آهن:

پڻ آهي تفسير "بحر المعاني" ۾ اهڙي پچارا
"بخاري" ۽ مسلم" ۽ "مشڪواة" ۾ ئي حديث آئي ٿو
پڻ حضرت شيخ جيلاني فرمايو منجهہ "غُنيي" ڪتابا

مخدوم صاحب تفسير ڪندي حديثن جي اسناد ۽ صحيح هجڻ لاءِ بہ زبردست تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. مثال طور: هُو پاڻ ئي سوال ٿو ڪري تہ نماز جي پلائيءَ ۾ ماڻهن ۾ هيءَ حديث مشهور آهي تہ، "نماز وڻ آهي، ان جا ٿي ڦر يا فائدا آهن" - ان حديث بابت مخدوم صاحب مفسرانہ ۽ محدثانہ انداز ۾ بحث ڪندي لکي ٿو. تہ هيءَ صحاح سته، توڙي ٻين حديث ۽ فقه جي ڪتابن ۾ صحيح يا ضعيف سَند سان بہ آيل ڪانهي. ان ڪري هي حديث تفسير ۾ درج ڪانہ ڪئي اٿم.

اهو ڏسي نهايت عجب ٿئي ٿو، تہ هڪڙي سيپاري جو تفسير پنج سئو صفحن کان زياده آهي، پر پوءِ بہ مخدوم صاحب لکي ٿو تہ مون هيءُ تفسير عام فهم ۽ مختصر ڪري لکيو آهي. لفظ "عصر" (زمانو) جي باري ۾ بيان ڪري ٿو:

ٻئا پڻ تفسير "عصر" جا گهڻئي لکي ٿو
پر سبب اختصار جي مون تن کي ڇڏئو.

لفظ "ڪوثر" جي باري ۾ چوي ٿو تہ ان جون ٢٤ معنائون آهن، پر مون اختصار ڪري ٽي لکيون آهن:

آهين چوويهہ تنهن ۾ مفسرن لکئا
پر ڇڏيم ذڪر تن جو اختصار جي سببا
ڪيم بس تن قولن اتي جي لکيم تن ڪان

ان کان علاوه مخدوم صاحب عربي صرف ونحو جي اپٽار بہ ڪئي آهي، جا سندس تفسير جي تحقيقي خوبي آهي، مثال طور:

ڪنان مفعول فَذِڪره جي ئي استثنا
آهي عطف افتحم اتي ئي لفظ لکن ٿا.

"تفسير هاشمي" جي پڄاڻي هيٺين لفظن تي ٿئي ٿي:

بخشي بوجھ بچائيون ۽ عصيان اپارا
ساڻ لذائين ڪلمي دنيا دارا.

بهرحال، "تفسير هاشمي" قرآن فهميءَ لاءِ هڪ بيش بها خزانو آهي.
تازو ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لاڙڪاڻي واري انهيءَ منظوم "تفسير هاشميءَ" کي سنڌي نثر ۾ آڻي، مهراڻ اڪيڊميءَ طرفان شايع ڪرايو آهي.
ڊاڪٽر صاحب اڪثر جاين تي پنهنجي طرفان حاشيا هڻي، تفسير هاشمي جي اصليت کي مجروح ڪيو آهي.

# تحفة التائبين

هيءُ رسالو جهونن دفترن مان علمي دنيا ۾ پهريون دفعو دستياب ٿيو آهي. هن نسخي ۾ ۱۱ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ۱۳ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور اٺ لفظ آهن. تصنيف جو سال ۽ ڪاتب نامعلوم آهي. البت، هيءُ نهايت آڳاٽو نسخو معلوم ٿئي ٿو. هيءُ رسالو قلمي صورت ۾، سنڌي الف اشباع جي قافيي سان منظوم آهي. غالباً مخدوم صاحب جي ابتدائي سنڌي تصنيفات مان آهي. هن قلمي نسخي جو عڪس راقم کي محترم بشير احمد هيسباڻيءَ کان مليو. سنڌ ۾ "تحفة التائبين" جو هيءُ واحد دستياب قلمي نسخو آهي. مخدوم صاحب هن ننڍڙي رسالي ۾ قرآن مجيد، امام غزالي (۴۵۰ھ - ۵۰۵ھ) ۽ امام جزري شافعي (۷۵۱ھ - ۸۳۳ھ) جي ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هيءُ رسالو "سچي توبهه ڪرڻ" جي باري ۾ لکيو آهي، جنهن ۾ توبهه ڪرڻ جو طريقو نهايت سليس ۽ سادن لفظن ۾ سمجهايل آهي. انسان کي هن دنيا ۾ ڪيترن ئي مرحلن مان گذرڻو پوي ٿو. وک وک تي آزمائشون ۽ امتحان، ڪنڊا ۽ ڏکيا پيچرا سامهون اچن ٿا. نفس ۽ شيطان به اشرف المخلوقات انسان کي گمراهه ڪرڻ ۽ صحيح واٽ کان ٿيڙڻ لاءِ ڪئين چار اڳيان پويان پکيڙي ڇڏيا آهن، جنهن ڪري هن دار دنيا ۾ سنڀالي قدم کڻڻو پوي ٿو. گناهن جا ڪنڊا گس تان هٽائي، وک وڌائڻي پوي ٿي. تنهن هوندي به انسان ويسر ۽ گيسر جو پتلو آهي. نيٺ ڪانئس گناهه جهڙو ڪڏو ڪم ٿي پوي ٿو. گناهه کان پوءِ پڇتاءُ به ٿئي ٿو ۽ ندامت جا ڳوڙها ڳڙن ٿا. ان پڇتاءَ ۽ ندامت کي ٻين لفظن ۾ "توبهه" چئبو آهي. مخدوم صاحب توبهه ڪرڻ جا ٽي شرط لکيا آهن:

١. گذريل گناهن تي دل ۾ پشيماني ڪرڻ.
٢. هلندڙ زماني ۾ گناهہ ڪرڻ ڇڏي ڏئي.
٣. اهو پڪو پهہ ڪري تہ ايندڙ وقت ۾ بہ گناهہ جو ڪم مور نہ ڪندس.

اهڙي ريت، توبهہ ڪرڻ جي باري ۾ پيون بہ نصيحتون ۽ هنئين سان هنڊائڻ جهڙيون هدايتون شامل آهن.

# اصلاح مقدمة الصلواة

مخدوم صاحب جي هن رسالي جو محرڪ ميين ابوالحسن ٺٽويءَ جو ڪتاب "مقدمة الصلواة" سنڌي آهي، جيڪو غالباً ١١ صدي هجري جي آخر يا ١٢ صدي هجريءَ جي اوائل ۾ لکيو ويو هو. "مقدمة الصلواة" - قرآن مجيد پوري ڪرڻ کان پوءِ، ٻارن کي مڪتب ۾ ابتدائي درسي طور پڙهايو ويندو هو ۽ "ابوالحسن جي سنڌي" جي نالي سان مشهور هو. ان رسالي ۾ نماز بابت ڪي مسئلا تحقيق طلب هئا، جنهن ڪري مخدوم صاحب انهن تحقيق طلب مسئلن ۽ جاين تي سنڌيءَ ۾ پنهنجا اصلاحي بيت شامل ڪيا، جيڪي اڳتي هلي قلمي توڙي ڇاپي نسخن ۾ اڄ تائين ڇپيل ۽ موجود آهن. اهڙيءَ ريت "مقدمة الصلواة" جي تحقيق طلب مسئلن کي اتي جو اتي سمجهڻ ۾ گهڻي آساني ٿي پئي. مخدوم صاحب وارا اهي وڌايل بيت، "مقدمة الصلواة" جي موجوده ڇپيل نسخن ۾ ٢١ جاين تي شامل آهن، ۽ انهن بيتن جو مجموعي تعداد ٨٩ آهي.

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جو چوڻ آهي، ته مخدوم صاحب وارو منظوم "اصلاح مقدمة الصلواة سنڌي" هڪ الڳ قلمي نسخي جي صورت ۾، سندس ڪتب خاني ۾ موجود آهي. گهڻيءَ ڪوشش جي باوجود اسان کي ڪنهن ٻئي هنڌان اهو الڳ رسالو دستياب ٿي نه سگهيو آهي ۽ نه وري علامه قاسمي واري نسخي تائين رسائي حاصل ٿي سگهي آهي. بهرحال، ڇپيل "مقدمة الصلواة" ۾ مخدوم صاحب وارا سنڌي بيت محفوظ آهن ۽ انهن تي الڳ حاشئي ۾ وضاحت به آيل آهي.

# تنبيه نامون

مخدوم ٺٽويءَ جي ڇپيل خواه قلمي ڪتابن جي ڪنهن بہ فهرست ۾ هن رسالي جو نالو آيل ڪونهي، پر مطبع مصطفائي- لاهور جو ڇپيل هيءُ رسالو ڊاڪٽر محمد ادريس السنديءَ جي مهربانيءَ سان مڪتبه قاسميه ڪنڊياري مان دستياب ٿيو آهي. ”تنبيه نامي“ کي شايع ٿئي، سؤ سالن کان مٿي عرصو گذري چڪو آهي.

هن مجموعي ۾ ٽي سنڌي منظوم رسالا شامل آهن. پهريون رسالو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو لکيل آهي. باقي ٻہ رسالا، مخدوم غلام محمد ٻگائي ۽ مخدوم عبدالهاديءَ جا لکيل آهن. انهن ٽنهي رسالن ۾ بي نمازين جاهلن ۽ عاشورن ۾ بي دينن کي پٽڻ ڪٽڻ ۽ تابوت ٺاهڻ کان منع ڪرڻ بابت تنبيه آيل آهي.

مخدوم ٺٽويءَ جي ”تنبيه نامي“ ۾ ۷ صفحا آهن. هر صفحي جي ڊيگهہ اٺ انچ، ويڪر ساڍا پنج انچ ۽ هر صفحي ۾ ۱۷ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ڇهہ لفظ آهن.

هن مجموعي جون ۳۵۰ ڪاپيون شايع ٿيون ۽ ان جي قيمت ٦ آنا هئي. مجموعي جي آخر ۾ سال محرم الحرام ۱۳۱۲هہ مطابق جولاءِ ۱۸۹۴ع درج ٿيل آهي، جيڪو اشاعت جو سال آهي. سر ورق تي ناشر قاضي نور محمد جو هيءُ نوٽ لکيل آهي:

> ”قاضي نور محمد قريشي تاجر ڪتب لاڙڪاڻہ پٽ مرحوم مغفور مخدوم ميان محمد حسن صاحب (۱۳۰۴هہ) قريشي هالائي نقشبندي جي گهڻي تلاش بعد هٿ ڪري منجهہ مطبع مصطفائي لاهور ڇپئو.“

مخدوم ٺٽويءَ جي هن رسالي ۾ ٻن مسئلن بابت تنبيه آيل آهي. هڪ بي نمازين کي نماز پڙهڻ لاءِ تاڪيد ۽ نماز نہ پڙهندڙ بي نمازين واسطي عذاب ۽ تنبيه آيل آهي. ٻيو محرم ۽ عاشورن ۾ پٽڻ ڪٽڻ ۽ تابوت ٺاهڻ کان منع بابت تنبيه آيل آهي.

# حوالا


١. ميمڻ محمد صديق خانبهادر: "سنڌي جي ادبي تاريخ" - جلد پهريون، ص ٧٨ کان ٨٠
٢. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "قوت العاشقين"، مرتب: محمد صديق ميمڻ، ڏسو مهاڳ، ص ١ ۽ ٢
٣. "سنڌ جي ادبي تاريخ"، جلد پهريون، ص ٨٩
۴. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر: "سنڌيون"، ص ٦۴، ٦٥
٥. نورنگزاده عبدالصمد: "مفتاح الصلواة سنڌي"، مطبع بمبئي، ص ٣٦۴
٦. بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ"، ص ۴٦٥
٧. بدوي لطف الله: "تذکره لطفي" - جلد پهريون، ص ٥٠-٦۴٨

# (ب) عربي ڪتابن جو جائزو

## مظهر الانوار

**تصنيف جو سال:** ١١٢٥هـ
**ڪاتب جو نالو:** نامعلوم
**ڪتابت جي تاريخ:** ٩ ذوالحج ١٢٤٣هـ
**صفحن جو تعداد:** ٢١٠ صفحا. صفحي جي ڊيگهه ڏهه انچ، ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٢٠ لفظ آهن.
**موضوع:** فقه
**متن جي شروعات:** بسم الله الرحمٰن الرحيم. رب يسر و تمم بالخير. الحمد لحقيقه و حريه اكثر من ان يحصيٰ، عليٰ ما ابلغ علينا من نعمة و اوليٰ، و الصلواة عليٰ حبيبه كما يحب و يرضيٰ، الذي اسريٰ به ليلا الي المسجد الاقصا. و عليٰ اهل بيته المصطفين المقيمين علي الهديٰ، الذي اذهب عنهم الرجس و طهروا تطهيرا، و صحبه الذين... بكلمة الله العليا. و جعلو لكمة الذين كفروا السفليٰ.
**خاتمو:** ما ذكره الشيخ محي الدين قدس سره في غنية و ختمت به الكلام لابترك به في الاختتام و لله الحمد علي التمام والصلواة والسلام عليٰ سيد الانام و آله و صحبه الكرام اليٰ قيام الساعة وساعة القيام.
**ڪاتب جي صورتخطي:** ڪاتب جي صورتخطي عربي طرز جي آهي. اکر گهاٽا. سهڻا موتين جي داڻن جهڙا آهن.

هيءُ ڪتاب مخدوم صاحب جي اوائلي ڪتابن مان هڪ ضخيم ڪتاب آهي. هن وقت تائين مخدوم صاحب جا جيڪي به ڪتاب دستياب ٿي سگهيا آهن، تن مان هيءُ عربيءَ ۾ پهريون ڪتاب آهي. جيتوڻيڪ هيءُ نسخو اصل تحرير کان ١١٨ سال پوءِ جو لکيل آهي، پر نهايت صاف ۽ صحيح نسخو چاپيءَ جهڙو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪتابت جون غلطيون بنهه گهٽ آهن. هن ڪتاب جو اصل نسخو درسگاهه چوٽيارين جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. سنڌ ۾ "مظهر الانوار" جا باقي به قلمي نسخا- ڪتبخانه درگاهه خياري شريف تعلقي سڪرنڊ ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جي ڪتبخاني ۾ موجود آهن. راقم کي مذڪور ڪتاب جو عڪس محترم دوست بشير احمد هيسباڻيءَ جي معرفت مولوي محمد قاسم سومري ڪنڊياري واري کان مليو. جيڪو پڻ اصل ۾ چوٽيارين واري قلمي نسخي جو عڪس آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڪاتب جو هيءُ نوٽ لڳل آهي: "قد وقع الفراغ من النسخة الشريفة المسمي بمظهر الانوار قبيل الزوال... و نهم ماه ذوالحج سن ١٢٤٣هجري."

**مواد جو وچور:**

"مظهر الانوار" روزن جي مسئلن بابت هڪ مستقل، جامع ۽ ضخيم ڪتاب آهي. مخدوم صاحب جي اوائلي زندگيءَ جو هڪ بهترين يادگار آهي. مخدوم صاحب جڏهن ٢١ ورهين جو هو، ته پاڻ دين اسلام جي ٽئين رڪن "روزي" جي مسئلن بابت اهڙو تحقيقي ڪتاب لکي، علمي دنيا ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيائين. روزن جي مڪمل مسئلن بابت سنڌ ۾ اڄ تائين عربي ٻوليءَ ۾ اهڙو جامع ڪتاب نه لکيو ويو آهي.

جيئن ته هيءُ ڪتاب اهلِ علم ۽ عربي دانن لاءِ نهايت ڪارائتو هو، تنهن ڪري اڳتي هلي مخدوم صاحب پاڻ هن ڪتاب "مظهر الانوار" عربيءَ جو عام فارسي دانن لاءِ "حيات الصائمين" نالي فارسيءَ ۾ ترجمو به ڪيو، جنهن جو احوال الڳ پنهنجيءَ جاءِ تي ايندو.

مخدوم صاحب هن ڪتاب جي مهاڳ ۾، ان جي لکڻ جو سبب بيان ڪندي لکي ٿو:

> "ڪمزور ٻانهو- پنهنجو عجز ۽ قصور مڃيندڙ، الله تعاليٰ جي رحمت ۾ اميدوار- محمد هاشم پٽ عبدالغفور چوي ٿو، ته ڪُجھ ڏينهن کان ڪن دوستن چيو پئي ته آئون اهڙو ڪتاب لکان،

جنهن ۾ روزن جي مسئلن جو جامع بيان هجي. هن ڪتاب جو متن مون سن ١١٢٥هجريءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ پوءِ ان جو شرح ۽ تفصيل لکيم، ته جيئن روزي سان تعلق رکندڙ احڪام کولي بيان ڪجن. هيءُ ڪتاب دوستن لاءِ سوکڙي آهي. الله تعاليٰ ۾ آس آهي، ته هن ڪتاب مان ماڻهن کي فائدو ٿيندو. هر مسئلي ۾ مون ڪتابن جو حوالو ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ چار باب آهن ۽ هر باب ۾ ڪجھ فصل به آهن. مون کان جيڪا سهو يا خطا ٿي هجي، ته جو به قرب ڪري انهن غلطين جي نشاندهي ۽ اصلاح ڪندو، ته الله تعاليٰ اصلاح ڪندڙ محسن جو اجر ضايع نه ٿو ڪري.“

هيءُ ڪتاب روزن جي ماهيت ۽ تفسير کان شروع ٿي، ليلة القدر جي بيان تي پڄاڻيءَ کي پهچي ٿو.

جيتوڻيڪ اڄ کان به اڍائي سئو سال اڳ ۾ موجوده دور وانگر ڪتبخانن، پريسن ۽ ڪمپيوٽر ڇپائيءَ جون سهولتون ڪونه هيون. اڪثر ڪتاب قلمي ۽ ناياب هوندا هئا. تاهم مخدوم صاحب هن عربي ڪتاب ۾ حوالي طور ٽن سؤ ڪتابن جي فهرست پنهنجي مقدمي ۾ ڏني آهي. اهڙيءَ ريت ان دور ۾ به علمي معيار قائم ۽ برقرار رکيو ويو آهي.

مخدوم صاحب ان باري ۾، هن ڪتاب جي ”مقدمي“ ۾ لکي ٿو:

”جڏهن هيءُ رسالو لکي رهيو هوس، تڏهن مون کي ڪتابن جو وڏو ذخيرو هٿ آيو، جن سيني ڪتابن جو هن ڪتاب لکڻ لاءِ مطالعو ڪيم ۽ انهن ڪتابن مان فوائد هٿ ڪري، هن ڪتاب ۾ گڏ ڪيم. شاگردن کي ترغيب ڏيارڻ ۽ (دين ۽ ڪتابن) جي شائقين جي تسڪين لاءِ انهن ڪتابن جو تفصيل وار بيان ڪريان ٿو.“

انهيءَ مٿئين عبارت کان پوءِ، مخدوم صاحب انهن ڪتابن جو فن وار وچور ڏنو آهي.

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جو چوڻ آهي ته رمضان المبارڪ جي روزن بابت هيءُ هڪ مستقل عربي ڪتاب آهي، جو اسلامي دنيا ۾ اڃا تائين اهڙو ڪتاب نه لکيو ويو آهي.[1]

# فاكهة البستان

مخدوم صاحب جي دستياب عربي ڪتابن ۾، تاريخ ٧ شعبان المعظم ١١٢٨هه جو تصنيف ٿيل هيءُ ٻيو ضخيم ڪتاب آهي. هن قلمي نسخي جو ڪاتب ميان عبدالرحمان بن محمد يعقوب آهي. ڪتابت تمام سهڻي ۽ وڻندڙ آهي، جڻ تہ موتين جا داڻا ورقن تي وکريل آهن.

ڪتاب جي صفحن جو تعداد ٣١٢، صفحي جي ڊيگهہ ڏهہ انچ، ويڪر ساڍا ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٨ لفظ آهن.

"فاڪهة البُستان" - ذبح ۽ شڪار جي مسئلن تي هڪ جامع ڪتاب آهي. مخدوم صاحب جڏهن هي ڪتاب لکيو تہ ان وقت سندس عمر ٢٤ سال هئي. هن ڪتاب ۾ حوالي طور ٽن سؤ ڪتابن جا نالا منڍ ۾ ڏنا ويا آهن، جي مخدوم صاحب جي ڪتبخاني ۾ موجود هئا. هن ڪتاب جو اصل قلمي نسخو خياري شريف تعلقي سڪرنڊ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. سنڌ ۾ هن ڪتاب جا قلمي نسخا هيٺين ڪتبخانن ۾ موجود آهن: ڪبتخانو ڳڙهي ياسين، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري حيدرآباد، پير سيد محب الله شاهہ راشدي لائبريري- پير ڪوٽ نزد نيو سعيد آباد، ڪتبخانہ سرهندي مٽياري، سنڌالاجي لائبريري ڄام شورو، سينٽرل لائبريري سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو، ڪتبخانو درسگاهہ چوٽياري، سيد محمد حسين شاهہ سجاولي لائبريري. راقم کي هن ڪتاب جو عڪس، مولوي محمد قاسم سومري ڪنڊياري واري کان مليو.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب پنهنجي وقت ۾ اڪثر ضروري مسئلن ۽ پيچيل سوالن بابت ڪتاب ۽ رسالا لکيا ۽ وقت سر انهن اهم ضرورتن تي ڌيان ڏئي قلم

ڪنيو. سرِدست ذبح ۽ شڪار جي مسئلن تي به ان وقت گهڻو رجحان هو. ان وقت سنڌ ۾ شڪاري جانورن ۽ پکين جي گهڻائي هئي. درياءَ جي پاڻي ۽ ڍنڍن ڍورن جي ڪري مڇي به جام هئي. ڪلهوڙن جي دور ۾ شڪار بابت احوال تاريخن ۾ موجود آهي. باغ علي سنڌي ۽ "محسن" ٺٽويءَ ان جو احوال آندو آهي. خود ميان دائود بن يار محمد ڪلهوڙي "صيد المراد في قوانين الصياد" نالي ڪتاب لکيو، جنهن ۾ شڪار بابت گهڻو مواد آهي.[2] ان ڪري عام ماڻهوءَ کي شڪار جي مسئلن، مڇيءَ جي قسمن، حلال ۽ حرام جانورن جو فرق، ذبح ۽ شڪار بابت تمام گهڻي ضرورت هئي. اهوئي سبب آهي جو مخدوم صاحب انهن سڀني ڳالهين کي سامهون رکي، ذبح ۽ شڪار جي مسئلن تي جامع ڪتاب "فاڪهة البستان" عربيءَ ۾ لکيو.

جيتوڻيڪ عربيءَ ۾ اڳين عالمن به ذبح ۽ شڪار جي مسئلن بابت ڪتاب لکيا هئا، جن جو ذڪر تفصيل وار "الفهرست" ابن نديم وراق ۾ آيل آهي، جيئن ته قاضي ابو يوسف، امام محمد بن حسن شيباني، امام محمد بن ادريس شافعي، امام دائود بن علي ظاهري.[3] ٻين ڪتابن ۾ به ڪي باب ذبح ۽ شڪار بابت شامل آهن. جيئن ته صحاح سته، فقهي متن، مشارق الانوار، ڪنزالعمال، فتاويٰ سراجيه، فتاويٰ حماديه ۽ فتاويٰ عالمگيري وغيره. انهيءَ موضوع تي مخدوم صاحب ڀرپائين عربي زبان ۾ اعليٰ پايي جو هيءُ ڪتاب "فاڪهة البستان" نالي لکيو، جو اهلِ علم جي معيار مطابق لکيل آهي. دراصل، جيئن ته مخدوم صاحب کي عام ماڻهن جي آساني، ضرورت ۽ ڄاڻ لاءِ ذبح ۽ شڪار جا مسئلا بيان ڪرڻا هئا، تنهنڪري اڳتي هلي پاڻ خود انهيءَ عربي ڪتاب جو نچوڙ سنڌي ٻوليءَ ۾ منظوم ڪري "راحة المومنين" نالي سان عام ماڻهن جي آڏو پيش ڪيائين، ته جيئن اهلِ سنڌ ڀراڙيءَ جي رهاڪن، جهنگ جهر جي باشندن خواه درياءَ، ڍنڍن ۽ ڍورن جي آسپاس رهندڙ ماڻهن کي ذبح ۽ شڪار بابت پوري ڄاڻ ملي ۽ سنڌيءَ ۾ سليس مسئلا سمجهي سگهن.

مخدوم صاحب "فاڪهة البستان" جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

> "مون هيءُ ڪتاب- ذبح ۽ شڪار بابت، معتبر ڪتابن تان اخذ ڪري، خاص الله تعاليٰ جي رضامندي ۽ ماڻهن جي نفعي خاطر لکيو آهي. گهربل مواد، ڪنز ۽ وقايه جي متن کي بنياد بنائي، پوءِ ان جي مسئلن جو جامع شرح ۽ ضروري دليل پيش ڪيا ويا آهن... هيءُ ڪتاب تاريخ ۷ شعبان ۱۱۲۸هجري تي لکيو ويو ۽ ان جو نالو 'فاڪهة البستان' رکيو ويو."

هن ڪتاب کان ٽي سال اڳ ۾، مخدوم صاحب روزن جي مسئلن تي عربيءَ ۾ "مظهر الانوار" نالي ضخيم ڪتاب لکيو هو. ان وقت ڪيس ناياب ڪتابن جو ذخيرو هٿ آيو هو. تنهنڪري پاڻ انهن ڪتابن کي پڙهي ۽ پروڙي اهو مذڪور ڪتاب لکيو هئائين ۽ انهن ٽن سون ڪتابن جي فهرست بہ منڍ ۾ ڏئي ڇڏي هئائين. اهڙيءَ ريت "فاڪهة البستان" لکڻ وقت بہ مخدوم صاحب جي سامهون اهي ڪتاب رهيا. تنهن ڪري انهن ڪتابن جي فهرست ٻيهر هن ڪتاب ۾ ماخذ طور شامل ڪيل آهي.

"فاڪهة البستان" ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي: (١) ڪتاب الذبائح ۽ (٢) ڪتاب الصيد. هر هڪ ڀاڱي جي عنوان جو نالو "ڪتاب" آهي. هر ڪتاب مقدمي ۽ مختلف فصلن ۾ ورڇيل آهي. "فاڪهة البستان" ۾ آيل مواد جي فهرست هن طرح آهي:

**مقدمو:**

حمد ۽ صلواة

ڪتاب جو موضوع ۽ مقصد

ڪتاب لکجڻ جي تاريخ

ڪتاب ۾ حوالي طور آيل ڪتاب ۽ ماخذ

الذبائح جي وضاحت

جانور ذبح ڪرڻ جو شرعي ۽ عقلي جواز

نبي ﷺ طرفان پاڻ جانور ڪهڻ جو احوال

نبي ﷺ طرفان پاڻ شڪار نہ ڪرڻ جو تفصيل

اباحة الذبح جا شرط

ڪائڻ کان سواءِ جانور ذبح ڪرڻ جي ڪراهت

لفظ الذڪاة جو لغوي ۽ شرعي تفسير

**ڪتاب الذبائح:** اٺن فصلن ۾ ورهايل آهي:

**ڪتاب الصيد:** اٺن فصلن تي مشتمل آهي، جن ۾ شڪار ڪرڻ بابت مڪمل معلومات آيل آهي ۽ خاتمي ۾ زمين ۽ درياهي حلال جانورن ۽ پکين جي الف- بي وار فهرست شامل آهي.

اهڙيءَ ريت، سنڌ جي عالمن ۽ مصنفن مان اڄ ڏينهن تائين ذبح ۽ شڪار جي مسئلن بابت اهڙو جامع ۽ پُر دلائل ڪتاب عربيءَ ۾ نہ لکيو ويو آهي. مخدوم صاحب جو عربي دان اهلِ سنڌ تي هيءُ عظيم علمي احسان آهي.

# شد النطاق فيما يلحق من الطلاق

فقه ۽ معاملات ۾ نڪاح ۽ طلاق جي وڏي اهميت آهي. مخدوم صاحب انهيءَ ڏس ۾ بہ چند رسالا لکيا آهن. "شد النطاق" طلاق جي باري ۾ تاريخ ٦ جمادي الاخريٰ ١١٣٣ھ جو لکيل مختصر رسالو آهي. هن رسالي ۾ صفحن جو تعداد ١٦، ضميمو ۽ خاتمو ٨ صفحا، ڪل ٢٤ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ ساڍا نو انچ، ويڪر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٣ لفظ آهن. ميان محمد عمر نالي ڪاتب، ڇپيل رسالي جي آخر ۾ ٻن صفحن جو عربي ۽ فارسي ۾ نوٽ هنيو آهي، جنهن جو مطلب اهو آهي تہ مخدوم صاحب جو هيءُ رسالو "شد النطاق فيما يلحق من الطلاق" هڪ عجيب ۽ اڻ لڀ نسخو آهي. هن ڪتاب جو مخدوم صاحب جي هٿ جو لکيل نسخو، مخدوم صاحب جي اولاد مان مولوي غلام محمد جي ڪتبخاني مان سيد رفيع الدين حسيني قادريءَ جي واسطي سان مليو. مائٽهن جي عام فائدي خاطر محمد عبدالواحد پٽ مرحوم محمد مصطفيٰ خان مطبع مصطفائيءَ مان ذوالقعد ١٣٠٠ھ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. حرره احقرالبشر محمد عمر غفرله خالق البشر.

هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي وفات کان ١٢٦ سال پوءِ جو ڇپيل نسخو آهي. ڪاتب جي تحرير موجب هيءُ نسخو خود مصنف جي قلمي نسخي تان ڪتابت ڪري ڇپايو ويو آهي. ان ڪري هن ڇاپي نسخي جي صحيح هجڻ جي خاص خوبي آهي. مخدوم صاحب هن رسالي ۾ سنڌ ۾ طلاق جي باري ۾ تحقيقي انداز سان روشني وڌي آهي. هن ننڍي رسالي ۾ مخدوم صاحب ٢٨ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. هن رسالي جو ڇاپي نسخو راقم جي لائبرريءَ ۾ موجود آهي ۽ سنڌ جي اڪثر ڪتبخانن ۾ پڻ موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن ڪتاب جي مقدمي ۾ حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکي ٿو:

"هن مختصر رسالي ۾ مون طلاق جي حڪم واقع ٿيڻ جو ذڪر ڪيو آهي. پوءِ اها طلاق مطلق هجي يا طلاق بائن ۽ رجعي، ۽ ان سان جيڪي حڪم لڳن ٿا يا نه ٿا لڳن، ان جو احوال آهي. مون 'ڪنز الدقائق' جي (طلاق بابت) عبارت ڪي متن جي طريقي سان آڻي، ان جو تفصيل سان شرح ڪيو آهي ۽ ان شرح جو نالو آهي 'شد النطاق فيما يلحق من الطلاق'. هن رسالي جي شروعات الله تعاليٰ تي ڀروسو رکي ٦ جمادي الآخر سن ١١٣٣هه ۾ ڪيم ۽ ٻن ڏينهن ۾ لکي پورو ڪيم."

لفظ "طلاق" جي معنيٰ آهي قيد کان آزاد ڪرڻ. شرعي اصطلاح ۾ ڪن مخصوص لفظن سان زال کي نڪاح جي قيد کان آزاد ڪرڻ کي "طلاق" چئبو آهي. طلاق جا ٽي قسم آهن: (١) طلاق رجعي (٢) طلاق بائن ۽ (٣) طلاق مغلظه.

**1. طلاق رجعي**: هڪ ڀيرو طلاق ڏيڻ سان رجعي طلاق پوندي ۽ انهيءَ طلاق ۾ زال ۽ مڙس هڪ گهر ۾ رهي سگهن ٿا. جيڪڏهن مرد رجعي طلاق واري عورت کي عدت اندر موٽائيندو ته موٽائي سگهي ٿو، ۽ نئين نڪاح ڪرڻ جي ضرورت نه آهي.

**2. طلاق بائن**: بائن طلاق اها آهي، جو مرد عورت کي ٻه دفعا طلاق چوي. ان ۾ نئون نڪاح ڪرڻ گهرجي.

**3. طلاق مغلظه**: مرد طلاق جا لفظ اهڙا چوي، جن کان ٽي طلاقون واقع ٿين ته اها طلاق مغلظه آهي. ان ۾ عورت، مرد تي حرام ٿي ويندي، جا ان لاءِ حلاله کان سواءِ حلال نه ٿيندي.[4]

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ فقه جي مشهور ڪتاب "ڪنزالدقائق" جي باب الڪنايات مان هيٺين عبارت آڻي، پوءِ ان جو عربيءَ ۾ شرح ڪيو آهي:

"والصريح يلحق الصريح والبائن والبائن يلحق الصريح لا البائن الا اذا كان معلقا."[5] يعني ۽ صريح طلاق، طلاق صريح ۽ بائن ٻنهي سان ملي ٿي ۽ بائن رڳو صريح سان ملي ٿي نه بائن سان. مگر

جنهن صورت ۾ بائن ڪنهن شرط تي موقوف هجي.

مخدوم صاحب "ڪنزالدقائق" جي عبارت آڻي، پوءِ ويو آهي لفظن جي شرح ڪندو ۽ ڪتابن جا حوالا ڏيندو. هن مختصر رسالي ۾ ٻه مخدوم صاحب ٢٨ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. مخدوم صاحب هيءُ رسالو سن ١١٣٣هه ۾ لکيو. ان کان ٢٣ سال پوءِ سن ١١٥٦هه ۾ طلاق صريح ۽ ڪنايه جي فرق سمجهائڻ لاءِ هڪ ٻيو رسالو "تمام العناية في الفرق بين صريح الطلاق والكناية" نالي عربيءَ ۾ لکيو، جنهن جو احوال پنهنجيءَ جاءِ تي ايندو. بهرحال، طلاق هڪ اهم سماجي مسئلو آهي، ان ڪري احتياط ضروري آهي. هيءُ رسالو ان ڏس ۾ هڪ بهترين ڪاوش آهي.

## جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم

قرآن مجيد هڪ ڪامل ڪتاب، هدايت ۽ حڪمت جو سرچشمو آهي. مخدوم صاحب جو علم القرآن بابت ڪافي ڪم ٿيل آهي. تفسير، قرأت ۽ تجويد ۽ فضائل قرآن بابت سندس ڪجھ ڪتاب لکيل آهن. سرِدست "جنة النعيم" قرآن مجيد جي فضائل جي باري ۾ هڪ جامع ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب ربيع الآخر ١١٣٤هه ۾ تحرير ٿيو. جنهن ۾ ١٨٤ صفحا آهن. هر صفحي جي ڊيگهه ڏهه انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. صفحي ۾ ٢٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٢ لفظ آهن. ڪاتب فقير محمد نالي آهي، البت ڪتابت جو سن ناپيد آهي. هيءُ قلمي نسخو اهڙو تہ صاف ۽ چٽو لکيل آهي، جڻ تہ ڇاپي نسخو آهي. هيءُ بهترين ۽ ناياب ڪتاب اڃا تائين قلمي صورت ۾، سنڌ جي مختلف ڪتبخانن ۾ محفوظ آهي. ڪتاب ۾ قرآن شريف جي سورتن جا نالا ڳاڙهيءَ مس سان ۽ ٻيو سڄو ڪتاب ڪاريءَ مس سان لکيل آهي. راقم کي هن ڪتاب جو عڪس "مدرسه مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچيءَ" مان مفتي محمد جان نعيمي وٽان مليو. جو پڻ اصل ۾ پير جهنڊي جي ڪتبخاني جو عڪس آهي. هن ڪتاب جا قلمي نسخا هيٺين ڪتبخانن ۾ موجود آهن: ڪتبخانو ڳڙهي ياسين، پير محب الله شاهہ ۽ پير بديع الدين شاهہ جهنڊي وارن جا ڪتبخانا، درگاه ملاڪاتيار، درسگاه چوٽياريون، مولوي معروف جو ڪتبخانو- مٽياري، مفتي عبداللطيف جو ڪتبخانو- ٺٽو. هن ڪتاب کي محترم علي اڪبر قادري، مدير "منهاج القرآن" لاهور، پنجاب يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ. ڊيءَ لاءِ ايڊٽ ڪري رهيو آهي.[6]

### مواد جو وچور:

جيتوڻيڪ مخدوم صاحب پنهنجي وقت جو هڪ زبردست فقيه ۽ مفتي مڃيو وڃي ٿو، پر پاڻ اهو پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن اسلامي احڪام

جي پهرئين سرچشمي قرآن حڪيم جي فضائل، تفسير، قرأت ۽ تجويد بابت قلم کنيو. مخدوم صاحب اڄ کان ٻه ادائي سؤ سال اڳ پنهنجي دور ۾ قرآن ڪريم جي فضائل جي باري ۾ "جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم" جهڙو بهترين ۽ جامع ڪتاب عربيءَ ۾ لکيو. مخدوم صاحب اڳتي هلي قرآن ڪريم جو سنڌي ٻوليءَ ۾ "تفسير هاشمي" به لکيو، جو قرآن پاڪ جي ٽيهين پاري تي مشتمل آهي ۽ پنج سؤ صفحن تي ڦهليل آهي. البت، ۲۹ پارو اڻ ڇپيل آهي، جنهن جو قلمي نسخو "ندوة العلماء"- لکنو، هندستان ۾ موجود آهي.[7]

مخدوم صاحب هن ڪتاب جي "مقدمي" ۾ ان جو تعارف بيان ڪندي لکي ٿو:

"مون هن رسالي ۾ قرآن مبين جا فضائل گڏ ڪيا آهن. قرآن جا اهي فضائل جيڪي نبي امين ﷺ جن جي حديثن مبارڪن ۾ وارد ٿيل آهن، يا نبي ﷺ جي ڀلارن اصحابن ۽ تابعين سڳورن جي آثار ۾ آيل آهن. اختصار جي پيش نظر انهن حديثن ۽ آثار جون سندون حذف ڪري، باقي اصل متن آندو اٿم. البت ايترو لحاظ ضرور ڪيو اٿم، ته فضائلِ قرآن ۾ آيل هر حديث ۽ هر اثر جي روايت ۾ اصحابي ۽ تابعي جو نالو آندو اٿم، ته جيئن ترتيب سهڻي رهي.

هيءُ رسالو مهيني صفر سن ۱۱۳۴ھ ۾ لکڻ شروع ڪيم، جو ربيع الآخر ۱۱۳۴ھ ۾ لکجي پورو ٿيو. رسالي جو نالو 'جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم' رکيو اٿم. هن ۾ هڪ مقدمو ۽ ٻه فصل آهن. پهرئين فصل ۾ قرآن ڪريم جي سورتن ۽ خاص آيتن جي فضائل ۽ برڪت بابت فائدا آهن. انهن جي ڀلائيءَ بابت جيڪي حديثون ۽ آثار وارد ٿيل آهن، تن جو بيان آهي. ٻئي فصل ۾ انهن حديثن جو ذڪر آهي، جن کي 'ثعلبي' ۽ 'واحدي' نقل ڪيو آهي ۽ 'زمخشري' ۽ 'بيضاوي' پنهنجن تفسيرن ۾ آندو آهي. البت مقدمي ۾ ڪن اعتراضن جا جواب پڻ ڏنل آهن."

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ سورة "فاتحه" کان وٺي سورة "الناس" تائين قرآن پاڪ جي ۱۱۴ سورتن جي نمبروار فهرست ڏني آهي، جن مان اڪثر سورتن جا مڪمل ۽ تفصيلي فضائل درج ڪيل آهن ۽ باقي ٻين سورتن

جو وري ضمناً ذڪر ڪيو ويو آهي. سورتن جي فضائل سان گڏ. مخدوم صاحب قرآن ڪريم جي چونڊ ۽ چند مشهور آيتن سڳورين جا فضائل به لکيا آهن، ته انهن آيتن جي پڙهڻ مان ڪهڙا فائدا آهن. جيئن ته:

- انا لله و انا اليه راجعون.
- آيت الڪرسي.
- سورة "بقرة" جون آخري آيتون ۽
- لو انزلنا هذالقرآن.

اهڙيءَ ريت هيءُ رسالو پڄاڻيءَ تي پهچي ٿو.

تازو هن ڪتاب جو خلاصو- "هبة الرحمٰن الرحيم" نالي أردن مان شايع ٿيو آهي.

# السيف الجلي علىٰ ساب النبي

هن رسالي جو سڄي ملڪ ۾ واحد قلمي نسخو "مدرسه مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچي" جي ڪتب خاني ۾ آهي، جيڪو ڪين لاڙ پٽ مان دستياب ٿيو. هيءُ نسخو نهايت بوسيده صورت ۾ آهي ۽ ان جي نهايت سهڻي ڪتابت ٿيل آهي. ڪتابت خود مخدوم صاحب جي ٿيل آهي يا وري سندس ڪنهن همعصر ۽ شاگرد جا هٿ اکر معلوم ٿين ٿا. راقم وٽ ان جهوني قلمي نسخي جو عڪس موجود آهي. هن ناياب نسخي جي تصنيف ٿيڻ جي تاريخ ١٢ شعبان المعظم ١١٣۴هه آهي. هن نسخي جي دستياب ٿيل ٢٥ صفحن مان ان جو پهريون صفحو ناقص آهي، جنهن ۾ مهڙ واريون ٦ سٽون موجود آهن ۽ اڌ صفحو ڦاٽل آهي. پهرين ١٥ صفحن ۾ سراسري طور هر صفحي ۾ ١٥ سٽون ۽ باقي ٻين صفحن ۾ ١١، ١٢ سٽون آهن. هر سٽ ۾ لڳ ڀڳ ١١ لفظ آهن.

**مواد جو وچور:**

اصل ۾ مسئلي جي نوعيت هيءَ آهي تہ جيڪڏهن ڪو غير مسلم، الله جي رسول حضرت محمد ﷺ کي گارگند ڏئي، يا ڪو ڪنور دل مسلمان بہ ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جي شان ۾ نقص ۽ عيب ڪڍي، گستاخي ڪري، تہ ان جي شرعي طور ڪهڙي سزا ۽ حڪم هئڻ گهرجي؟

مخدوم صاحب هن ڪتاب جي "مقدمي" ۾ لکي ٿو:

> "مون هيءُ رسالو لکيو آهي، ان ۾ هن اهم ۽ نازڪ مسئلي بابت ڪافي شافي روايتون ۽ عبارتون آنديون اٿم. جيڪو مسلمان ٿي ڪري، الله جي پاڪ نبي ﷺ کي گارگند ڏئي، يا ان مان نقص ۽ عيب ڪڍي ۽ گستاخي ڪري، تہ اهو مسلمان واجب القتل آهي. ان مسئلي ۽ حڪم تي هينئن امامن ۽ امت جو اجماع آهي: شيخ

تقي الدين السبڪي، الخطابي، قاضي عياض، ابوبڪر بن منذر، امام مالڪ، الليث، امام شافعي، امام ابوحنيفہ، امام ابو يوسف، امام محمد، امام ثوري، امام اوزاعي ۽ اهل ڪوفہ."

اهڙيءَ ريت رسالي جي ٻئي فصل ۾، غير مسلم بابت حڪم ۽ سزا ڄاڻايل آهي. مخدوم صاحب وضاحت ڪندي لکي ٿو:

"هن مسئلي بابت ايترا تہ گهڻا دلائل آهن، جو انهن جو ڳاڻو ڪونهي. اجماع امت ڪان پوءِ تہ انهن دليلن جي ضرورت بہ نہ آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جو فرمان ۽ فيصلو ڪافي شافي آهي تہ: "من سبّ نبياً فاقتلوه و من سبّ اصحابي فاضربوه." مطلب تہ جيڪو الله جي نبيءَ کي گار ڏئي، ان کي قتل ڪريو ۽ جيڪو منهنجي اصحابيءَ کي گار ڏئي، تہ پوءِ ان کي ڏڪ هڻو. حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ان ڏس ۾ ابن الاشرف، ابي رافع يهودي ۽ ابن حظل کي قتل ڪرڻ جو امر فرمايو هو."

هن اهم نازڪ مسئلي بابت مخدوم صاحب ٻيا بہ گهڻائي نڪتا بيان ڪيا آهن ۽ دين جي وڏن وڏن ڪتابن جا حوالا پيش ڪيا آهن، تہ جيئن آئنده ڪو غير مسلم يا بي ادب گستاخ مسلمان گستاخي ڪرڻ جي جرئت نہ ڪري سگهي، ۽ ناموسِ رسالت جي مسئلي کي کولي بيان ڪري هر هڪ کي باخبر ڪيو آهي.

جيتوڻيڪ هن ڪتاب لکڻ جو مقصد ۽ مسئلي جي حقيقت رسالي جي دستياب ٢٥ صفحن مان ظاهر ۽ معلوم ٿي سگهي ٿي، پر افسوس جو رسالو آخر ۾ ناقص آهي ۽ ٽئين فصل جي باقي مواد بابت پروڙ پئجي نہ سگهي آهي تہ انهن ڪٽل صفحن ۾ ڪهڙيءَ نوعيت جو مواد شامل هوندو!

# رد رسالہ قرة العين في البكاء علي الحسين

هيءُ قلمي نسخو ١٦ صفحن تي مشتمل آهي. صفحي جي ڊيگهہ چار انچ ۽ ويڪر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٤ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٠ لفظ آهن.

هيءُ رسالو مخدوم صاحب جو دستخط آهي. جنهن تي سنڌس تصنيف واري سال ۽ نالي جي هيءَ مهر لڳل آهي:

"محمد هاشم عفي عنه ١١٣۴هہ"

مخدوم صاحب پاڻ رسالي جي مٿان لکيو آهي تہ:

"هذه رسالة للشيخ محمد معين التتوي في تجويز الماتم والنياحة والحداد ولبس السواد والتعزية بعد الثلث في يوم عاشور. و هذه الرسالة سماها مؤلفها قرة العين في البكاء علي الحسين رضي الله عنه."

مخدوم صاحب جي نالي ۽ مهر جي مٿان مخدوم محمد حيات سنڌي مدني جي صحيح بہ آهي، جنهن ۾ هي تحرير ٿيل آهي: "الفقير محمد حيات السندي." انهيءَ مان اهو ظاهر آهي تہ هيءُ رسالو مخدوم محمد حيات سنڌيءَ جي نظر مان بہ گذريل آهي، جنهن تصديق طور رسالي تي پنهنجي صحيح بہ ڪئي آهي. اهو بہ مشهور آهي تہ مخدوم محمد حيات سنڌيءَ، مخدوم محمد معين جي رد ۾ بہ رسالا لکيا آهن. خاص ڪري امامن سڳورن جي لاءِ روئڻ، پٽڻ، ڪُٽڻ جي منع بابت. "ذريعة الوصول" فارسي کان پوءِ مخدوم صاحب جو هٿ اکرين لکيل هيءُ ٻيو رسالو آهي، جو سنڌس مهر سان سينگاريل دستياب ٿيو آهي. هيءُ رسالو علمي دنيا ۾ هڪ وڏو انڪشاف آهي. هن رسالي جي مهر مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ رسالو ٢٨٢ سال گذرڻ کان پوءِ دستياب ٿيو ۽ محفوظ رهيو آهي. مصنف جو هيءُ واحد قلمي نسخو، "مدرسہ نعيميہ مجدديه- ملير، ڪراچي" ۾ موجود آهي. راقم

جي ڪتبخاني ۾ ان نسخي جو عڪس موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب، مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي چند رسالن جو رد لکيو آهي، جن مان هيءُ رسالو بہ هڪ آهي. مخدوم محمد معين ٺٽي جو وڏو عالم، صوفي ۽ شاعر هو. مذهب جي لحاظ سان رنگين طبيعت جو مالڪ هو. هڪ طرف سندس نسبت شاهہ ولي الله محدث دهلويءَ سان آهي، تہ ٻئي طرف اهلِ سنت جي خلاف محرم شريف ۾ امامن سڳورن خاص ڪري حضرت امام حسين رضي الله عنه جي لاءِ پٽڻ ڪٽڻ، ماتم ڪرڻ، ڪارا ڪپڙا پائڻ ۽ اهڙين ٻين ڳالهين کي جائز قرار ڏيندو هو. اهڙي عالم ۽ وڏي پايي جي مصنف طرفان اهڙيون ڳالهيون لکڻ، خاص ڪري جاهل عوام لاءِ وڏي هٿي هئي ۽ اهلِ سنت جي مٿان وڏو وار هو. ان ڪري مخدوم صاحب بروقت ان ڳالهہ جو نوٽيس ورتو ۽ مخدوم محمد معين جو باوجود ادب احترام رکندي بہ مسلڪ اهلِ سنت جي لحاظ سان سندس اهڙين ڳالهين ۽ ڪتابن جو رد لکي، عام ماڻهن کي خبردار ڪيو ۽ اها ڳالهہ وقت جي عالمن جي ڌيان تي بہ آندي. اهو ئي سبب آهي، جو مخدوم محمد حيات سنڌيءَ، مخدوم صاحب جي پٽ عبداللطيف ۽ پوٽي مخدوم ابراهيم بہ مخدوم محمد معين جي ڪتابن جو ڀرپور رد ۽ جواب لکيا آهن.

بهرحال، هيءُ رسالو امام حسين رضي الله عنه جي لاءِ روئڻ، پٽڻ، ڪٽڻ، ڪارن ڪپڙن پائڻ ۽ تعزيہ ڪڍڻ وغيره جي رد ۾ مخدوم معين جي رسالي "قرة العين" جي جواب ۾ دليلن سان ڀرپور ۽ مختصر طور تحرير ٿيل آهي ۽ مخدوم صاحب جي جرئت، همت ۽ علمي عظمت جو اهڃاڻ آهي.

# اتحاف الاڪابر بمرويات الشيخ عبدالقادر

مخدوم ٺٽويءَ سن ١١٣٥هجري ۾ حرمين شريفين جي سفر تي ٻلي پار ويو هو. اتي پاڻ مڪي شريف ۽ مديني پاڪ جي استادن ڪان علم پرايائين. مڪي شريف ۾ پنهنجي استاد عبدالقادر بن ابو بڪر بن عبدالقادر صديقي حنفي ڪان علم حديث ۽ ٻيا علم حاصل ڪيائين ۽ اسنادون گڏ ڪيائين. ان سلسلي ۾ هيءُ ڪتاب مخدوم ٺٽويءَ جي تصنيفات مان هڪ عظيم شاهڪار آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب "اتحاف الاڪابر" ۾ علم تفسير، حديث، اصول حديث، فقه، اصول فقه، تصوف، تاريخ، رجال، سيرت ۽ ٻين علمن ۾ لکيل عربي ڪتابن جون اهي اسناد يا سَندون گڏ ڪيون آهن؛ جيڪي ڪيس پنهنجي عظيم استاد عبدالقادر مڪي جي واسطي سان حاصل ٿيون.

هر هڪ ڪتاب جي مصنف تائين پنهنجي سلسلي کي پهچائڻ بابت لکيل هيءُ بهترين ڪتاب هڪ مقدمي، چئن بابن ۽ خاتمي تي ٻڌل آهي ۽ عربي ٻولي ۾ لکيل آهي.

**باب پهريون:** انهن اجازتن ۽ سَندن بابت جيڪي ڪنهن خاص ڪتاب لاءِ ڪيس حاصل ٿيون. مخدوم صاحب انهن سَندن کي الف- بي وار ابجدي حساب سان پيش ڪيو آهي.

**باب ٻيو:** عمومي اجازت ذَيل اسناد جو ذڪر.

**باب ٽيون:** مسلسل احاديث جي اجازت ۽ سَندن بابت.

**باب چوٿون:** تصوف جي سمورن سلسلن جي اجازتن ۽ خرقه شريف بابت.

**خاتمو:** اوراد، اذڪار، دعائن ۽ عالي سَندن جي بيان ۾.

ڪتاب جي شروعات "حديث الرحمة المسلسل بالاولية" سان ٿئي ٿي ۽ ڪتاب جي آخر ۾ مخدوم صاحب جي لکيل ١١٥ ڪتابن جي لسٽ بہ آيل آهي، جيڪا بعد ۾ غالباً سندس ڪنهن شاگرد يا ڪاتب طرفان شامل ڪيل آهي.

راقم جي ڪتب خاني ۾ "اتحاف الاڪابر" جا ٻہ قلمي عڪسي نسخا

آهن: هڪ حافظ حبيب سنڌي چوهڙ جمالي وارو قلمي عڪسي نسخو ۽ ٻيو پروفيسر امين الله علوي شڪارپور واري جو قلمي عڪسي نسخو.

حافظ حبيب واري نسخي ۾ ٣٥٤ صفحا آهن. ڪاتب عبدالحق مٺياروي ۽ تاريخ ڪتابت ۴ شعبان المعظم ١٣١٩هه آهي. ڪتابت بنهه سادي ۽ اکر ڪچا آهن. پروفيسر علوي واري نسخي ۾ ٦٢٠ صفحا آهن. خوبصورت ڪتابت سان مزين آهي. البت، ڪاتب جو نالو ۽ تاريخ ڪتابت نامعلوم آهن.

"اتحاف الاڪابر" جا قلمي نسخا هيٺين ڪتبخانن ۾ پڻ موجود آهن:

مڪتبه عربيه جده شريف، مڪتبه الحرم المڪي، ڪتب خانه پير ڳوٺ، ڪتب خانه مجدديه نعيميه ملير ڪراچي، ڪتب خانه پير سرهندي ۽ مڪتبه قاسميه ڪنڊياري ۾ ڇهن نسخن جا عڪس موجود آهن. ڊاڪٽر محمد ادريس السندي انهن سڀني نسخن کي سامهون رکي، هن ڪتاب کي ايڊٽ ڪري رهيو آهي.

مخدوم ٺٽويءَ "اتحاف الاڪابر" ۾ پنهنجي ولادت جي تاريخ هن طرح ڏني آهي:

"خميس جي رات، ١٠ ربيع الاول ١١٠۴ هجري."

- ڪتاب جي شروعات جمعي جي ڏينهن، تاريخ ۴ ذوالقعد ١١٣٥ هجري ۾ مڪي شريف ۾ ٿي.

- سندس استاد، سَندُن جا جيڪي سلسلا بيان پئي ڪيا، انهن جا هوند ٻه ٽي جلد جڙي پون ها، پر مخدوم صاحب اختصار ڪري اهو مواد هڪ جلد ۾ مرتب ڪيو آهي.

- مخدوم صاحب سفر حرمين شريفين جي واپسيءَ بعد ٺٽي ۾ اچي هن ڪتاب ۾ اضافا ڪيا. انهن اضافن جا ٻه ٻه رسالا جڙي پيا: هڪ "نظم الجواهر" ۽ ٻيو "نور البصائر".[8]

# نظم الجواهر بذيل اتحاف الاڪابر

مخدوم ٺٽويءَ اسناد جي حوالي سان مڪي شريف ۾ "اتحاف الاڪابر" نالي هڪ ڪتاب تصنيف ڪيو. ٻئي ڀار جي سفر تان واپسيءَ بعد ٺٽي ۾ اچي پاڻ "اتحاف الاڪابر" ۾ اضافا ڪيائين. هيءُ ڪتاب "نظم الجواهر" ان سلسلي جي ڪڙي آهي ۽ عربي ٻولي ۾ لکيل آهي.

هن رسالي ۾ ٢٣ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ٻارهن انچ، ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٣٥ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٣ لفظ آهن. هن رسالي جو ڪاتب- مير سيد احمد سادات الحسيني، ساڪن ڪابل ملڪ افغانستان آهي. جنهن هن نسخي جي ڪتابت وقت ظهر بروز سومر رمضان المبارڪ ١٣٥٤ هجري تي مڪمل ڪئي. هن رسالي جي نهايت خوبصورت ڪتابت ٿيل آهي.

جيئن تہ مخدوم صاحب پنهنجي ڪتاب "اتحاف الاڪابر" ۾ التزام ڪيو هو، تہ أن ۾ اهي اسناد ۽ اجازات گڏ ڪندو، جيڪي ڪيس پنهنجي استاد عبدالقادر حنفي مڪي جي واسطي سان حاصل ٿيون آهن. تنهنڪري ڪيس هن اضافي ۽ ذيل جي ضرورت محسوس ٿي، جنهن ۾ هن استاد عبدالقادر حنفيءَ کان سواءِ ٻين مشائخن ۽ استادن، جهڙوڪ: محمد بن عبدالله المغربي الفاسي، شيخ عيد بن علي النمرسي المصري ۽ شيخ طاهر بن ابراهيم بن الحسن الڪوراني المدني جون سندون گڏ ڪيون آهن. "نظم الجواهر" جو مواد ڇئن فصلن ۾ ورهايل آهي.

# نور البصائر تڪمله ذيل اتحاف الاڪابر

هيءُ رسالو عربي زبان ۾، "نظم الجواهر" جو تڪملو آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب پنهنجي مرشد سعدالله بن غلام محمد سورتي جون اجازات ۽ اسانيد گڏ ڪيون آهن.

"نورالبصائر" پنجن صفحن جو مختصر رسالو آهي. صفحن جي سائيز، ڪاتب ۽ ڪتابت جو سال به ساڳيو "نظم الجواهر" وارو آهي.

# درهم الصرة في وضع اليدين تحت السرة

مخدوم صاحب هيءُ رسالو حنفي مذهب جي تائيد ۾ اندازاً ۱۱۳۷ هجري ۾ لکيو. هيءُ رسالو ۲۴ صفحن تي مشتمل آهي. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي، هر صفحي ۾ ۱۸ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ۱۵ لفظ آهن. ڪاتب ۽ ڪتابت جوسال نامعلوم آهي ۽ وچولي ڪتابت آهي.

هيءُ رسالو سنڌ جي وڏي محدث، محمد حيات سنڌي مدنيءَ جي رد ۾ لکيل آهي. مخدوم صاحب هن کان اڳ ۾ به محمد حيات سنڌيءَ جي رد ۾ رسالا لکيا آهن. انهن مان "معيار النقاد" رسالي جي آخر ۾ سن ۱۱۳۷هه ڄاڻايل آهي. هيءُ رسالو به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. لڳ ڀڳ ان ئي دور ۾، يا ان کان ڪجهه اڳ يا پوءِ لکيو ويو آهي. هيءُ رسالو پير جهنڊي جي ڪتبخاني- نيو سعيد آباد، درسگاهه چوٽياريون ۽ سرهندي ڪتبخاني- ٽنڊي سائينداد ۾ موجود آهي. راقم وٽ پير جهنڊي واري قلمي نسخي جو عڪس موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب پنهنجي وقت جي گهڻن عالمن ۽ مصنفن سان علمي ميدان ۾ چوٽون کاڌيون، جن ۾ مخدوم ابوالحسن ٺٽوي، مخدوم محمد قائم ٺٽوي، مخدوم محمد معين ٺٽوي ۽ مخدوم محمد حيات سنڌي مدنيءَ جا نالا سرِفهرست آهن.

هيءُ رسالو مخدوم محمد حيات سنڌي مدنيءَ جي رد ۾ لکيل آهي، جنهن فقه حنفيءَ جي خلاف، امام شافعي جي دليل تي، نماز ۾ مردن کي به عورتن وانگر مٿي سيني تي هٿ ٻڌي نماز پڙهڻ جي جواز ۾ فتويٰ ڏني هئي ۽ اها تحرير "فتح القدير" جي حاشيي تي لکي هئي.

جيئن تہ مخدوم صاحب فقه حنفيءَ جو زبردست عالم ۽ مقلد هو. جنهن پهريان تہ اها ڳالھ پڙهي، بعد ۾ تصديق ڪرڻ خاطر "فتح القدير" جو حاشيو بہ پڙهيو، ۽ اهو بہ پڌو تہ ڪي ماڻهو امام ابو حنيفه جي پيروي ڪندڙ "حنفي" سڏائڻ وارا بہ شڪ جي بناء تي امام شافعي جي مسلڪ وانگر سيني تي هٿ ٻڌي نماز پڙهن ٿا. ان تي مخدوم صاحب کي ڪن دوستن چيو تہ نماز جي هن اهم مسئلي تي تحقيقي رسالو لکو، تہ جيئن حق ظاهر ٿئي ۽ شڪ دور ٿئي.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ آيل مواد کي مقدمي، پنجن فصلن ۽ خاتمي ۾ ورهائي، قلم هلايو آهي. نماز ۾ مردن لاءِ دن کان هيٺ هٿ ٻڌڻ بابت حنفي مذهب جي تائيد ۾ ڀرپور علمي بحث ڪري، مسئلي کي ثابت ڪيو آهي ۽ هن مسئلي بابت چئني امامن جو مذهب بيان ڪري، نقلي ۽ عقلي دليل پيش ڪري، سوالن جا جواب بہ ڏنا آهن ۽ حنفي مذهب جي تائيد ۾ رسالي کي پورو ڪيو آهي.

مخدوم صاحب دُن جي هيٺان هٿ ٻڌڻ بابت "درهم الصرة" کان سواءِ بہ رسالا ٻيا بہ لکيا آهن:

١. معيار النقاد في تميز المغشوش عن الجياد

٢. ترصيع الدرة علىٰ درهم الصرة

انهن ٽنهي رسالن جي مواد جو نچوڙ ۽ تحقيق هيءَ آهي، تہ مردن کي نماز ۾ هٿ، دن جي هيٺان ٻڌڻ گهرجن. اهوئي حنفي مذهب جو اصول ۽ عمل آهي.

# معيار النقاد في تميز المغشوش عن الجياد

هن رسالي جي شروعات هن ريت ٿيل آهي: "الفه الفقير محمد هاشم السندي في الرد عليٰ محمد حيات المذكور وشيخه ابي الحسن المسطور."

هن رسالي ۾ ٢٩ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٢ لفظ آهن.

مخدوم صاحب نماز ۾ دن جي هيٺان هٿ ٻڌڻ بابت ٽي رسالا لکيا آهن. انهن ٽنهي رسالن جو ڪاتب هڪ ئي ميان رحمت الله نالي معلوم ٿئي ٿو. اکر گهاٽا ۽ وچٿرا آهن.

هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي دور جو ڪتابت ٿيل آهي. هن رسالي جي آخر ۾ جيئن ڪاتب جي نوٽ مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ نسخو مصنف مخدوم محمد هاشم جي اصل نسخي تان نقل ڪيو ويو آهي. سن ١١٣٧هه ماه جمادي الاول، اڱاري ڏينهن تي لکجي پورو ٿيو. هيءُ رسالو پير جهنڊي جي ڪتبخاني- نيو سعيد آباد ۾ موجود آهي. راقم وٽ ان نسخي جو عڪس موجود آهي. هيءُ رسالو قلمي صورت ۾ آهي ۽ ان جو ٻيو ڪو ٻه قلمي نسخو دستياب ٿي نه سگهيو آهي.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ ٻه حنفي مذهب جي تائيد ۾ مردن لاءِ نماز ۾ ڌن جي هيٺان هٿ ٻڌڻ بابت بحث ڪيل آهي. اصل ۾ هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي دور جي وڏي محدث ۽ همعصر، مخدوم محمد حيات سنڌي مدني جي حنفي مسلڪ جي خلاف لکيل رسالي "الدرة في اظهار غش نقد الصرة" جو رد ۽ جواب آهي. اهو رسالو وري مخدوم صاحب جي رسالي "درهم الصرة" جي تنقيد ۾ تحرير ٿيل آهي. مخدوم صاحب بر وقت "معيار النقاد" لکيو ۽ مخدوم محمد حيات سنڌي مدنيءَ جي اعتراضن جا جواب ڏنا ۽ پنهنجي

نڪتہ نظر کي واضح ڪري، حنفي مسلڪ کي ثابت ۽ واضح ڪيو.

هن مسئلي ۾ مخدوم صاحب جو پيو وڏو همعصر ۽ عالم، مخدوم ابوالحسن ڪبير ٺٽوي سنڌي مدني، جيڪو محمد حيات سنڌيءَ جو استاد هو، شايد هن مسئلي ۾ بہ پنهنجي شاگرد محمد حيات سنڌي سان شامل راءِ هو. ان ڪري مخدوم صاحب، محمد حيات سنڌيءَ سان گڏ سندس استاد ابوالحسن ڪبير سنڌي مدني جو بہ اشارتاً پنهنجي رسالي ۾ نالو ڪنيو ۽ ذڪر ڪيو آهي.

بهرحال، مخدوم صاحب حنفي مسلڪ تي هن مسئلي ۾ وارد ٿيندڙ اعتراضن جا ڀرپور جواب ڏنا آهن ۽ مسئلي کي کولي بيان ڪيو آهي. مردن لاءِ نماز ۾ سيني جي مٿان عورتن وانگر هٿ ٻڌڻ جي بجاءِ دُن جي لڳ هيٺان هٿ ٻڌي نماز پڙهڻ کي جائز ۽ صحيح ثابت ڪيو آهي.

# ترصيع الدرة علىٰ درهم الصرة

هي رسالو بہ مخدوم صاحب جي دور جو تحرير ٿيل آهي، جو حنفي مسلڪ موجب نماز ۾ دُن جي هيٺان هٿ ٻڌڻ جي سلسلي جي ٽين ڪڙي آهي. هن رسالي جو ڪاتب ساڳيو ئي ميان رحمت الله آهي. هيءُ نسخو ٢٢ صفحن تي ڦهليل آهي. صفحي جي ڊيگهہ اٺ انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ڏهہ لفظ آهن.

هيءُ رسالو قلمي صورت ۾ آهي ۽ پير جهنڊي جي ڪتبخاني- نيو سعيد آباد ۾ موجود آهي. هن رسالي جو ٻيو ڪو بہ قلمي نسخو دستياب ٿي نہ سگهيو آهي. راقم وٽ ان رسالي جو عڪس موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

هيءُ رسالو بہ حنفي مسلڪ جي تائيد ۾، دُن ڪان هيٺ هٿ ٻڌي نماز پڙهڻ بابت آهي. اندازاً سن ١١٣٧هہ يا ان ڪان ڪجهہ وقت اڳ ۾ يا پوءِ جو لکيل آهي. هيءُ رسالو بہ اصل ۾ مخدوم محمد حيات سنڌي مدنيءَ جي رد ۾ لکيو ويو آهي ۽ دليلن سان ڀرپور آهي. محمد حيات سنڌي تقليد جو مخالف ۽ نماز ۾ سيني تي هٿ ٻڌڻ جو قائل هو. مخدوم صاحب حنفي مسلڪ جو مقلد ۽ نماز ۾ دن ڪان هيٺ هٿ ٻڌڻ جو قائل هو. ان ڪري سنڌ جي ٻنهي وڏن محدثن هن مسئلي تي علمي ڏي وٺ ڪئي ۽ هڪ ٻئي جي جواب ۾ رسالا لکيا.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ ٻين رسالن وانگر حنفي مسلڪ جي تائيد ۾ مخدوم محمد حيات سنڌي مدني کي علمي جواب ڏئي، ڪيس قائل ڪرڻ جي ڀرپور علمي ڪوشش ڪئي آهي. بحث دوران ڪن قلمي نسخن جي اختلاف ۽ عبارت جي گهٽ وڌائيءَ جي بہ مختلف نسخن جا نالا ڏئي نشاندهي ڪئي وئي آهي. چند جاين تي سنڌ جي مشهور عالم، محمد اڪرم

نصرپور واري جا حوالا بہ آندا ويا آهن. بهرحال، هيءُ رسالو ۽ ان موضوع "دن کان هيٺ هٿ ٻڌي نماز پڙهڻ" بابت ٻيا رسالا بہ پڙهڻ جي قابل آهن ۽ علمي بحث جو بهترين نمونو آهن.

هن مسئلي "وضع اليدين تحت السرة" ۾ تہ ٻنهي محدثن جو اختلاف آهي، پر هوڏانهن مخدوم محمد معين ٺٽوي، جنهن جو ڪن مسئلن ۾ اهلِ سنت جي برخلاف رافضيت ۽ شيعت ڏانهن لاڙو هو، تنهن جي خلاف ٻنهي محدثن ڀرپور علمي نموني ۾ جواب ڏنا آهن ۽ پنهنجي علمي اختلاف کي وچ ۾ نہ آندو آهي، ۽ ٻنهي رباني عالم هئڻ جو بهترين ثبوت ڏنو آهي.

مخدوم صاحب جا "ڌُن جي هيٺان نماز ۾ هٿ ٻڌڻ" بابت اِهي ٽئي عربي رسالا: "درهم الصرة"، "معيار النقاد" ۽ "ترصيع الدرة" ۽ محمد حيات سنڌي جو "درة" هڪ گڏيل مجموعي جي صورت ۾ "ادارة القرآن والعلوم الاسلاميه، ڪراچي" طرفان سن ١٤١٤ هجري ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

"درهم الصرة" الڳ ڪتابي شڪل ۾ افغانستان مان بہ شايع ٿيو آهي.

# نورالعينين في اثباة الاشارة في التشهدين

هن ڪتاب ۾ ١١٨ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ يارهن انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٧ لفظ آهن. ڪتابت وچولي، باب ۽ فصل ڳاڙهي مس سان لکيل آهن. ڪاتب، رسالي پوري ٿيڻ جي آخر ۾، سنهي قلم سان هن ريت لکيو آهي: مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو هيءُ ڪتاب "نورالعينين" ڪاتب عبدالڪريم خيرپوريءَ جي هٿان تاريخ ١١ صفر المظفر سن ١٣٣١هہ ۾ لکجي پورو ٿيو.

مخدوم صاحب هيءُ ڪتاب ١١ مهينن ۾ لکي پورو ڪيو. هن ڪتاب جي لکجڻ جي شروعات ٦ ذوالحج ١١٣٨هہ تي ٿي ۽ برابر يارهن مهينا ان سلسلي ۾ مختلف ڪتابن تان مواد جي ميڙا چونڊي پئي ڪئي. تاريخ ١٢ شوال ١١٣٩هہ تي ڪتاب لکجي پورو ٿيو. هن ڪتاب ۾ مخدوم صاحب علم حديث ۽ اصول حديث جا واهڙ وهايا آهن، ۽ نماز ۾ "التحيات" پڙهڻ مهل اشهد آگر کڻڻ بابت تفصيلي بحث ڪيو آهي. هن ڪتاب جا قلمي نسخا الڪبير اڪيڊمي- ڪوٽڙي ڪبير، ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين، اوريئنٽل ڪاليج حيدرآباد، درسگاهہ چوٽياري ۾ موجود آهن. راقم کي ان جو عڪس- قاسميه لائبريري ڪندياري مان مليو. هن ڪتاب کي محترم مولا بخش شر سڪندري شاهپور چاڪر وارو پي ايڇ. ڊي لاءِ ايڊٽ ڪري رهيو آهي.

**مواد جو وچور:**

"التحيات" ۾ آگر جي اشاري ڪرڻ بابت اختلاف آهي. "خلاصه ڪيداني" نالي عربيءَ ۾ هڪ ننڍڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾ نماز جي مسئلن ۾ لکيو ويو آهي تہ "التحيات" ۾ هيءُ جو آگر جو اشارو ڪيو ويندو آهي، سو نہ ڪيو وڃي. اهو اشارو ڪرڻ حرام آهي.[9] اهڙيءَ ريت فارسي درسي ڪتاب "مالابدمنه" ۾ بہ منع آيل آهي.[10]

انهيءَ مسئلي تي افغانستان ۾ ڏاڍو زور رهيو آهي. ڪنهن دور ۾ ائين به هو ته جيڪو اشارو ڪندو هو، تنهن کي سخت سزا ڏني ويندي هئي. ويتر جو امام رباني مجدد الف ثاني (المتوفي: ٢٨ صفر المظفر ١٠٣٤هه) جهڙو ولي ۽ عالم به اشاري خلاف لکي ويو، تنهن ته انهن کي هٿي ڏئي ڇڏي. دراصل، پٺاڻَ امام ربانيءَ جا ڏاڍا معتقد پئي رهيا آهن، ڇاڪاڻ ته امام صاحب به اصل ۾ ڪابل جو هو.

پر جڏهن ته اهو مسئلو فقه حنفي جي ظاهر روايت وارن ڪتابن ۾ نه آيو آهي، مگر امام ابو حنيفه (٨٠هه کان ١٥٠هه) جي شاگرد امام محمد بن حسن (المتوفي: ١٨٩هه) پنهنجي ڪتاب "مؤطا" ۾ التحيات ۾ اشاري کي حديث سان ثابت ڪندي لکيو آهي، ته اهوئي امام ابو حنيفه جو قول آهي. انهيءَ ڪري اڪثر حنفين انهيءَ قول تي فتوئي ڏني آهي ۽ سندن عمل به انهيءَ تي رهيو آهي.(11)

دراصل، امام محمد- "مؤطا امام محمد"، 'ڪتاب الصلواة' ۾ هيءَ حديث آندي آهي:

> "مالڪ بن انس، مسلم بن ابي مريم، علي بن عبدالرحمان المعاوي چيو، مون کي عبدالله بن عمر نماز ۾ پٿرين سان راند ڪندي ڏٺو. آئون جڏهن نماز کان واندو ٿيس، ته مون کي ائين ڪرڻ کان جهليائين ۽ چيائين ته ائين ڪندو ڪر، جيئن رسول الله ﷺ ڪندا هئا. مون چيو ته رسول الله ﷺ ڇا ڪندا هئا؟ عبدالله بن عمر چيو ته پاڻ جڏهن نماز ۾ ويهندا هئا، ته ساڄو هٿ ساڄي ران تي رکي ۽ ٽن آڱرين کي بند ڪري، اشهد آڱر سان اشارو ڪندا هئا. کاٻي هٿ کي کاٻي ران تي رکندا هئا. قال محمد وهو بصنيع رسول الله ﷺ ناخذ وهو قول ابي حنيفة.(12) يعني امام محمد چيو ته رسول الله ﷺ جي هن فعل کي اسان وٺون ٿا، يعني عمل ڪريون ٿا ۽ اهوئي امام ابو حنيفه جو قول آهي."

"التحيات" پڙهڻ دوران آڱر جي اشاري ڪرڻ جو طريقو هيءُ آهي، ته نمازي جڏهن سجدو ڪري "التحيات" پڙهڻ ويهي ۽ "التحيات" پڙهندي جڏهن "لا اِلـه" جي لفظ تي پهچي، ته ساڄي هٿ جي وچين آڱر آڱوٺي سان ملائي ڇلي وانگر گول بنائي ۽ ڏسٽي (اشهد) آڱر مٿي کڻي ۽ "الا الله" چوڻ وقت آڱر هيٺ ڪري، پر آڱوٺي ۽ وچين آڱر کي انهيءَ حال تي رکي،

جيستائين سلام ورائي.(13)

مخدوم صاحب هن ڪتاب جي مقدمي ۾ انهيءَ سڄي بحث ۽ مسئلي جو نچوڙ سمائي ڇڏيو آهي. پاڻ لکي ٿو:

"پنهنجي پالڻهار جي رحمت ۾ اميدوار ٻانهو- محمد هاشم پٽ عبدالغفور پٽ عبدالرحمان سنڌي اصل ۾ ٻٺوري جو رهاڪو، پوءِ ٺٽوي چوي ٿو، تہ هن مختصر رسالي ۾ نماز ۾ التحيات پڙهڻ وقت اشهد آڱر کڻڻ جو مسئلو بيان ٿيل آهي. اهو مستحب آهي يا سنت، (پر) ان جو ترڪ ڪرڻ چڱو نہ آهي. ڇو تہ ان باري ۾ حضور جن جي ڪافي صحيح صريح حديثن ۾ گهڻو احوال آيو آهي. تان تہ اهو مسئلو تواتر جي معنيٰ تائين پهتل آهي. ان سان گڏ فقهي نص بہ ان باري ۾ آيل آهي. حنفي مذهب وارن جو ان تي صحيح عمل بہ رهيو آهي ۽ امت محمدي جي سڀني مذهب جي مجتهدن جو هن مسئلي تي اجماع آهي. البت پوئين دور جي ڪن حنفي مقلدن جو اختلاف آهي.

مون (هن مسئلي جي تحقيق ۽ جواز ۾) حديثون، عقلي نقلي دليل ۽ حنفي فقيهن جون روايتون ميڙي چونڊي گڏ ڪيون آهن، تہ جيئن ان تي عمل ڪري سگهجي ۽ (ان باري ۾ پيدا ٿيل) خطا ۽ سهو کان بچي سگهجي."

# كشف الغطاء عما يحل و يحرم من النوح والبكاء

جيتوڻيڪ هيءُ رسالو عربي ۾ آهي، پر ان جي ڪتابت جو نمونو فارسي طرز تي آهي. هيءُ رسالو ٻن ڪاتبن جو لکيل آهي: ١. عبدالرؤف بن سائينڏنو ٢. غلام قادر، انهيءَ ڪري ڪتابت ۾ يڪسانيت نہ آهي ۽ اکر بہ ڪچا آهن. ڪتابت جو سال نامعلوم آهي. مخدوم صاحب هيءُ ڪتاب سن ١١٤٢هجري ۾ لکيو. هن رسالي ۾ ٢٨ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ ٻارهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٨ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٢٥ لفظ آهن.

مخدوم صاحب جو عربيءَ ۾ لکيل هيءُ ڪتاب، ٺٽي جي وڏي عالم ۽ مخدوم صاحب جي همعصر، مخدوم محمد معين جي رد ۾ لکيل آهي. جنهن ۾ قرآن، حديث ۽ تاريخ جي حوالن سان زبردست علمي بحث ٿيل آهي، هيءُ رسالو قلمي صورت ۾ آهي. هن رسالي جا قلمي نسخا ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين، ڪتبخانہ سرهندي- ٺٽي سائينداد، عبدالله گندري سوندن واري ۽ سنڌالاجي لائبريري ڄام شوري ۾ موجود آهن. راقم کي ان جو عڪس قاسميه لائبريري ڪنڊياري مان مليو.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب جي دور ۾ ٺٽي ۾ مخدوم محمد معين عرف مخدوم ٺارو هڪ وڏو چوٽيءَ جو عالم ٿي گذريو آهي. ڪي چون ٿا تہ مخدوم صاحب جو استاد هو ۽ ڪي چون ٿا تہ سندس همعصر هو. بهرحال مخدوم محمد معين هڪ مجيل علمي شخصيت، مصنف ۽ شاعر هو. هن هڪ رسالو لکيو، جنهن ۾ اهو چيو ويو آهي تہ حضرت امام حسين عليه السلام واسطي روئڻ پٽڻ جائز آهي. عاشوري جي ڏينهن ۾ عزا جون مجلسون قائم ڪرڻ جائز آهن ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪارا ڪپڙا پائڻ بہ سنت آهن. تقيو ڪرڻ بہ سٺو

ڪم آهي ۽ ڪربلا جي مٽيءَ مان ٺهيل پٿرين يا ٺڪرين تي الله تعاليٰ جو سجدو ڪرڻ بہ سٺو آهي وغيره. انهن عقيدن جي ثابت ڪرڻ لاءِ اهو رسالو ”قرة العين في البكاء علي الحسين“ ٺاهيائين.

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي شريعت جو سخت پابند هو ۽ وري مخدوم محمد معين جهڙي ٻرک عالم، شاھ ولي الله دهلويءَ جي شاگرد، ابوالقاسم نقشبنديءَ جي مريد ۽ شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي گهاٽي دوست ۽ صوفيءَ طرفان اهڙيون ڳالهيون ٻڌي ۽ سندس رسالو ”قرة العين“ پڙهي، مخدوم صاحب انهن عقيدن جو جواب ڏيڻ ۽ رسالي جو رد ڪرڻ ضروري ڄاتو.

مخدوم صاحب، مخدوم محمد معين جي انهن عقيدن ۽ رسالي جي رد ۽ جواب ۾ هيءُ رسالو ”ڪشف الغطاء عما يحل و يحرم من النوح والبكاء“ لکيو، جنهن ۾ قرآن، حديث، فقه، لغت ۽ تاريخي حوالن ۽ عقلي ۽ نقلي دليلن سان مخدوم محمد معين جو رد ڪيو ويو آهي.

مخدوم صاحب، مخدوم محمد معين جي رسالي تي ڀرپور علمي رد ڪد ڪندي، وڏي ادب ۽ احترام سان ڪيس ”سيدنا“، ”مولانا“ ۽ ”شيخنا“ سڏيو آهي. پاڻ لکي ٿو:

> ”الله جي دين جي باري ۾ حق چوڻ تي شرعاً ۽ عُرفاً ڪا بہ ميار نہ آهي ۽ اجازت آهي. ان ۾ وڏي ننڍي يا استاد کي بہ حق چئي سگهجي ٿو. امام محمد بن حسن شيباني پنهنجي مؤطا ۾ حضرت امام مالک بن انس جي باري ۾ (حق) ڳالهايو آهي. علمي مسئلن ۾ اهل مدينہ ۽ ڪوفي وارن جو اختلاف يا گهڻن ڪتابن ۾ ڪيترن مسئلن تي اختلاف موجود آهي. (مخدوم محمد معين جي رسالي پڙهڻ کان پوءِ) منهنجي دل ۾ ڪي سوال اُڀريا. ان ڪري مون اها جسارت ڪئي آهي، پر ان ۾ سندس مخالفت يا انڪار ڪرڻ جو ارادو ڪونہ اٿم. جيڪڏهن منهنجا سوال (يا هي رسالو) غلط آهي، تہ پوءِ ڀلي نشاندهي ڪري. جيڪڏهن منهنجي رسالي ۾ آيل تحقيق يا سوال صحيح آهن، تہ پوءِ حق کي مڃڻ گهرجي ۽ حق جو انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي.“

مير علي شير ”قانع“ ٺٽويءَ ”مقالات الشعراء“ فارسي ۾، ٺٽوي محدثن جي فارسي شاعري ۽ احوال آندو آهي، جنهن ۾ ساڳي ڳالھ ۽ مؤقف

ورجايل آهي تہ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ، امام حسين عليه السلام لاءِ روڄ راڙي ڪرڻ، پٽڻ ڪُٽڻ ۽ مٿي ۾ مٽي وجهڻ کي جائز چيو آهي.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ ان جي جواب ۾ شريعت محمديءَ جي نڪتہ نظر سان صبر ۽ تحمل، رضا تي راضي رهڻ ۽ "ان الله مع الصابرين" جي قرآني اصول تي زور ڏنو آهي.

بهرحال، مخدوم صاحب سڄي رسالي ۾ مٿيون ڳالهيون آڻي، سوال جواب ڪري، اهلِ سنت جو مسلڪ صحيح ثابت ڪيو آهي.

مخدوم صاحب کان سواءِ، مخدوم محمد معين جي شاگرد، مخدوم محمد حيات سنڌي مدنيءَ بہ پنهنجي استاد جي انهن عقيدن ۽ رسالي جو رد ۽ جواب لکيو آهي.

اڳتي هلي، مخدوم محمد هاشم جي پُٽ، مخدوم عبداللطيف ٺٽويءَ "ذب ذبابات الدراسات" ۽ پوٽي مخدوم ابراهيم (مڏئي مرقد) پنهنجي ڪتاب "القسطاس المستقيم" ۾ مخدوم محمد معين جو رد لکيو آهي.

مخدوم صاحب هن کان اڳ سن ۱۱۳۴هہ ۾ انهيءَ مذڪور رسالي جو رد مختصر طور "رد رسالہ قرة العين" عربيءَ ۾ لکيو هو ۽ هيءُ رسالو "ڪشف الغطاء" ڪجهہ وڌيڪ تفصيل سان تحرير ٿيل آهي.

# رفع الغطاء عن مسئلة جعل العمامة تحت الرداء

مخدوم صاحب نون صفحن تي مشتمل هيءُ رسالو سن ۱۱۴٦هجريءَ ۾ تحرير ڪيو. ميان عبدالرحمان نالي ڪاتب، تاريخ ٢٦ جمادي الاول ١٣۴٨هجري ۾ ڪتابت ڪيو. صفحي جي ڊيگهه نوَ انچ ۽ ويڪر ساڍا ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٦ لفظ آهن. رسالي جي ڪتابت خوشخط ۽ ڇٽي ڇاپي ڪتاب جهڙي آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ ۴١ ڪتابن جا حوالا ڏئي، ننڍڙي رسالي جي اهميت کي وڌائي ڇڏيو آهي. هن رسالي جا قلمي نسخا قاسميه لائبريري، ڪنڊياري، اورينٽل ڪاليج لائبريري- حيدرآباد ۽ مولانا معروف لائبريري- مٽياري ۾ آهن. راقم وٽ قاسميه لائبرري واري نسخي جو عڪس موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب جي وقت ۾ اها ڳالهه مشهور هئي ته نماز جي حالت ۾، پٽڪي جي مٿان چادر ويهڻ سنت آهي ۽ ڪلهن تي چادر ويڙهڻ مڪروه آهي، جيئن نماز ۾ مٿو اگهاڙو ڪرڻ مڪروه آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ نماز ۾ پٽڪي جي مٿان چادر نه وڌي، ته الله تعاليٰ ان ڏانهن نه ڏسي. مخدوم صاحب هن رسالي ۾ انهن دليلن کي رد ڪري، صحيح رستي جي رهنمائي ڪئي آهي.

مخدوم صاحب هن سوال کي بيان ڪري، ان جو حديث شريف ۽ رجال جي ڪتابن سان ڀرپور جواب ڏنو آهي، ۽ هڪڙي ئي سوال جي جواب ۾ ۴١ ڪتابن ۽ حوالن کان دليل ورتو آهي. خاص ڪري علم حديث ۾ جامع استدلال پيش ڪيو آهي.

هن رسالي جي خاص خوبي ۽ نئين ڳالهه هيءَ آهي ته جيئن انگريزيءَ ۾

نالي جو شارٽ فارم ڪبو آهي، تيئن مخدوم صاحب به هن رسالي ۾ عربي ڪتابن جي نالن جو شارٽ فارم وانگر اشارو ڪيو آهي ۽ ان کي "رمز" سڏيو آهي. مثال طور: حديث جي مشهور ڪتاب "مسلم" جو حوالو رڳو "م" لکيو آهي. حديث جي هڪ ٻئي مشهور ڪتاب "ابوداؤد" جو حوالو فقط "د" لکيو آهي. ساڳيءَ طرح، حديث جي ڪتاب "نسائي" جو حوالو به صرف "س" لکيو آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي جي مقدمي ۾، ان جي لکڻ جو سبب، نالو ۽ سال به تحرير ڪيو آهي. پاڻ لکي ٿو:

"هيءُ مختصر رسالو آهي، جنهن جو نالو مون 'رفع الغطاء عن مسئلة جعل العمامة تحت الرداء' رکيو آهي. منهنجي دل ۾ ان وقت کي خدشا آتيا، جڏهن کن پائرن سن ١١٣٦هه ۾ مون کان کي سوال پڇيا. ته هن وقت (عالمن ۽ ماڻهن ۾) هي مشهور آهي ته نماز جي حالت ۾ پٽڪي جي مٿان چادر ويڙهڻ سنت آهي ۽ ڪلهن تي چادر رکڻ مڪروه آهي، جهڙيءَ طرح نماز جي حالت ۾ مٿو اگهاڙو ڪرڻ مڪروه آهي. جيڪڏهن نماز جي حالت ۾ چادر کي پڳ جي مٿان نه ويڙهائين، ته الله تعاليٰ ان ڏانهن (رحمت جي) نظر نه ڪندو."

مخدوم صاحب صحيح ڳالهه بيان ڪندي لکي ٿو، ته پٽڪي جي مٿان چادر ويڙهڻ يا ڪلهن تي چادر رکڻ جائز آهي ۽ مڪروه نه آهي.

مخدوم صاحب پنهنجي دور ۾ وقت به وقت پيش ايندڙ فقهي مسئلن ۽ سوالن جوابن جي پيش نظر، عام ماڻهن جي ديني معلومات ۾ پلائيءَ خاطر ڪتاب لکيا ۽ پنهنجي علمي پالوٽ جو فيض جاري ڪيو. اهو سندس علمي وسعت، عميق مطالعي ۽ عالمانه نظر جو دليل آهي.

# الشفاء في مسئلة الراء

هن رسالي جو مواد مقدمي ۽ ٻن فصلن تي مشتمل آهي. هن رسالي ۾ ١٥ حوالا ڏنل آهن. هيءُ رسالو ٢٦ صفحن تي ڦهليل آهي. صفحي جي ڊيگهه نو انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٠ لفظ آهن.

هيءُ نسخو محمد شفيع بن احمدي القريشي نالي ڪاتب ٩ ربيع الاول ١٣٨٣ هجري تي ڪتابت ڪيو. راقم کي هيءُ قلمي نسخو، مخدوم غلام عمر عرف منور علي کان ڪتب خانہ جوٽاٽي شريف تعلقي وارهہ ضلعي لاڙڪاڻي وٽان مليو. جنهن زماني ۾ مرزا قليچ بيگ وارهہ جو مختيارڪار هو، تہ پاڻ جوٽاٽي شريف جي ڪتبخاني ڏسڻ لاءِ ويندو هو ۽ حضرت غلام الصديق بزرگ سان علمي رهاڻيون ڪندو هو. هن ڪتبخاني ۾ مرزا قليچ بيگ جا خط اڄا تائين محفوظ آهن. هن نسخي کان علاوه راقم وٽ "الشفاء في مسئلة الراء" جي هڪ ٻئي قلمي نسخي جو عڪس بہ موجود آهي، جو محترم بشير احمد هيسباڻيءَ کان مليو. انهيءَ نسخي جا ١٢ صفحا آهن، ۽ ڪتابت فارسي طرز جي آهي. ڪتابت صاف نہ آهي. اکر سنها ۽ باريڪ اٿس. ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جو سال وغيره پڻ ڄاڻايل نہ آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب علم قرأت ۽ تجويد تي ڏهاڪو کن رسالا لکيا آهن. انهن مان هيءُ رسالو "الشفاء في مسئلة الراء" بہ هڪ آهي. هن رسالي ۾ "ر" جي علم تجويد موجب پڙهڻي ۽ تحقيق بيان ٿيل آهي. مخدوم صاحب هن رسالي ۾ حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکي ٿو:

"پنهنجي وڏي پالڻهار جي رحمت جو محتاج- مخمد هاشم پٽ عبدالغفور سنڌي چوي ٿو، تہ هيءُ رسالو (قرآن شريف ۾) 'ر'

کي ڏگهو يا ٿلهو ڪري پڙهڻ ۽ باريڪ يا سنهو ڪري پڙهڻ جي باري ۾ آهي. هيءُ رسالو مون تاريخ ٢ شوال مبارڪ سن ١١٤٧هه تي لکڻ شروع ڪيو ۽ هن جو نالو 'الشفاء في مسئلة الراء' رکيو اٿم."

مخدوم صاحب تحقيق ڪري، ٻن فصلن ۾ "ر" تي بحث ڪيو آهي:

**فصل پهريون:** هن فصل کي ٽن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي:

قسم ١: "ر" مڪسوره زير واري تي بحث آهي.

قسم ٢: "ر" مفتوحہ زبر واري جي بيان ۾ آهي.

قسم ٣: "ر" مضمومة پيش واري جو بحث آيل آهي.

**فصل ٻيو:** هن فصل ۾ ڇهن نوعن تي بحث آهي. هنن ڇهني نوعن ۾ "ر" ساڪن جي باري ۾ سمجهاڻي ۽ شرح بيان ٿيل آهي.

مخدوم صاحب "ر" جي باري ۾ علم تجويد جي مطابق جيڪي نڪتا هن رسالي ۾ شامل ڪيا آهن، انهن اصولن ۽ قاعدن جو خلاصو هيءُ آهي:

قاعدو: "ر" تي جيڪڏهن زير هجي، تہ سنهي ڪري پڙهبي، مثال: رِجالا

قاعدو: "ر" تي جيڪڏهن زبر هوندي، تہ ٿلهي ڪري پڙهبي، مثال: رَحمةَ

قاعدو: "ر" تي پيش هجي تہ ٿلهي ڪري پڙهبي، مثال: رُزقوا

قاعدو "ر" پاڻ ساڪن آهي تہ ان جي اڳئين حرف جي اعراب کي ڏسبو. جيڪڏهن اڳيون حرف زبر يا پيش وارو آهي، تہ "ر" ٿلهي ڪري پڙهبي، جيئن: تَرضيٰ، تُرزقون. جيڪڏهن "ر" کان اڳيون حرف زير وارو آهي، جيڪا زير اصلي آهي ۽ حروف استعلاء کان اڳ ٻہ نہ آهي. زير وارو حرف ۽ "ر" ساڪن هڪ ئي لفظ ۾ هجي، تہ "ر" سنهي ڪري پڙهبي، جيئن: انذِرالناس.

تازو هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر قاري عبدالقيوم بن عبدالغفور السندي، استاد "ام القريٰ يونيورسٽي" - مڪه مڪرمه، عربيءَ ۾ ايڊٽ ڪري، جامعه بنوريه ڪراچيءَ مان سن ١٩٩٩ع ۾ شايع ڪيو آهي.

# اللؤلؤ المكنون في تحقيق مد السكون

هيءُ ڇهن صفحن جو مختصر رسالو آهي. صفحي جي ڊيگهہ ڏه انچ ۽ ويڪر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٤ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٣ لفظ آهن. ڪاتب نامعلوم، البت ڪاتب، ڪتابت جو سال هن ريت لکيو آهي: "اين نسخہ صحيح ١٧ شهر رمضان المبارک سنہ ١١٦٢هہ تمام شد."

اصل رسالو، مخدوم صاحب سن ١١٤٨هہ ۾ لکيو هو ۽ هيءُ ڪتابت ٿيل رسالو سن ١١٦٢هہ جو آهي، جنهن مان ظاهر آهي تہ هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي حياتيءَ ۾، اصل رسالي کان رڳو ١٤ سال پوءِ جو ڪتابت ٿيل آهي. ان ڪري گمان غالب آهي تہ هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي دور جو ۽ سندس ئي ڪتابت ٿيل هوندو. پر جيئن تہ مخدوم صاحب جا هٿ اکر راقم وٽ محفوظ آهن، ان ڪري اکرن جي ڀيٽ ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ رسالو ٻئي ڪنهن ڪاتب جو لکيل آهي ۽ ان جي ڪتابت مخدوم صاحب جي ڀيٽ ۾ صفا سادي ۽ ڪچي آهي، ڇو تہ مخدوم صاحب جي ڪتابت اعليٰ درجي جي سهڻي ۽ خوشخطيءَ جو نادر نمونو آهي. هيءُ ناياب نسخو اڃا تائين قلمي صورت ۾ آهي. "اللؤلؤ المكنون" جا قلمي نسخا. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري- حيدرآباد، سنڌالاجي لائبريري- ڄام شوري، مدرسہ مجدديہ نعيميہ- ملير ڪراچي، قاسميہ لائبريري- ڪنڊياري ۽ ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين ۾ آهن. راقم وٽ قاسميہ لائبريري واري نسخي جو عڪس موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

قرآن مجيد جا اسان تي ٽي حق آهن: هڪ قرآن کي قرأت تجويد جي قاعدي سان پڙهڻ، ٻيو ان جي معنيٰ ۽ حڪم معلوم ڪرڻ ۽ ٽيون ان جي حڪمن تي عمل ڪرڻ.

حضور ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي: "خيرڪم من تعلم القران و علمه"[14] يعني توهان مان ڀلو ماڻهو اهو آهي، جو قرآن سکي ۽ سيکاري.

مولوي عبدالڪريم ديروي پنهنجي ڪتاب "تعليم القرآن" ۾ لکي ٿو:

"حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سنڌي، جو سنّن قرائتن جو سَند يافتو ۽ اهل الله ۽ وڏو عالم ٿي گذريو آهي. سندس فتويٰ 'فرائض اسلام' ۽ 'بياض هاشمي' ۾ لکيل آهي ته فرض آهي ته قرآن شريف قرآت جي قاعدي موافق پڙهجي، يعني حرفن کي مخرجن مان ڪڍجي ۽ صفتون ادا ڪجن. پنهنجي طاقت آهر سکڻ جو سعيو ڪجي. سعيي سان به نه آيو. ته پوءِ معاف آهي."[15]

انهيءَ مٿئين عبارت مان اهو ظاهر آهي ته قرآن مجيد کي تجويد جي قاعدن موافق پڙهڻ، هر مسلمان عاقل بالغ مرد خواه عورت تي نماز ۾ يا نماز کان ٻاهر فرض آهي.

"تجويد" عربي ٻوليءَ ۾ ڪنهن به شيءِ جي عمده ڪرڻ کي چئبو آهي ۽ قارين وٽ قرآن مجيد کي عمدن لفظن سان پڙهڻ ۽ غلط ادائي کان بچڻ کي "تجويد" چئبو آهي.

مخدوم صاحب "تجويد" جو وڏو ڄاڻو هو. ان هن سلسلي ۾ ٻيا رسالا به لکيا آهن. هيءُ رسالو خاص "مد السڪون" جي باري ۾ آهي.

مد جي تعريف ۽ ان جا قسم: مد، لغت ۾ وڌائڻ ۽ ڊگهي ڪرڻ کي چئبو آهي. اها به قسم آهي: مد اصلي ۽ مد فرعي.

حرف مده کي پنهنجي آواز سان ڇوڙڻ کي "مد اصلي"، مد طبعي، مد ذاتي ۽ قصر چئبو آهي. مد اصلي کان زياده حرف مده جي ڊگهي ڪرڻ کي "مد فرعي" چئبو آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي جي مقدمي ۾ حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکي ٿو:

"هيءُ مختصر رسالو آهي. هن ۾ مون (علم تجويد جي اصول موافق) "مدالسڪون" ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڪجھ ڳوڙهيون ڳالهيون ذڪر ڪيون آهن. مون هي رسالو تاريخ ٢١ رمضان مبارڪ سن ١١٣٨هه ۾ لکڻ شروع ڪيو آهي. مون هن رسالي جو نالو 'اللؤلؤ المڪنون في تحقيق مد السڪون' رکيو آهي. هي

رسالو ٻن فصلن تي مشتمل آهي."

مخدوم صاحب جو علم تجويد ۾ هيءُ رسالو "مد السڪون" جي باري ۾ معلومات سان ڀرپور آهي. جيئن مٿي مد جي تعريف ۽ ان جي قسمن جو بيان ٿي چڪو آهي، اهوئي هن سڄي رسالي جو نچوڙ آهي.

هي ڪتاب ٻه قاري عبدالقيوم بن عبدالغفور السندي ڪنڊڪوٽ واري ۽ استاد "ام القريٰ يونيورسٽي"- مڪي شريف ايڊٽ ڪري، مڪتبه جامعه بنوريه ڪراچي طرفان سن ١٩٩٩ع ۾ شايع ڪيو آهي.

# كشف الرين عن مسئلة رفع اليدين

مخدوم صاحب هيءُ رسالو ١٥ جمادي الاخر ١١٤٩ هجري ۾ لکيو.
مولوي عبيدالله پهنور ١٢ صفر المظفر ١٤٠٨ھ تي نيو فيمس پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان اردو ترجمي سان شايع ڪيو آهي. اصل متن ٥٣ صفحا، مترجم جو مقدمو ٢٧ صفحا، جملي ٨٠ صفحا آهن ۽ ڊيمي سائيز ۾ آهي.

جيتوڻيڪ هي رسالو ڇپيل آهي، پر هن ڇاپي جي خوبي هيءَ آهي تہ هر صفحي جي مٿئين اڌ ۾ عربي عبارت ۽ هيٺئين حصي ۾ ان اصل عربي عبارت جو ترجمو ڏنل آهي. اردو ترجمو مولانا ابوالعلاء محمد عبدالعليم ندوي جو ڪيل آهي. موصوف ڪتاب جي منڍ ۾، امام ابو حنيفہ، تقليد ۽ حنفي مسلڪ جي اهميت تي ٢٧ صفحن جو جامع مقدمو بہ لکيو آهي. مدرسه مدينة العلوم- ڀينڊي شريف طرفان مخدوم صاحب جا ٽي ڪتاب اردو ترجمي سان شايع ٿيا آهن: (١) فرائض اسلام (٢) ڪشف الرين عن مسئلة رفع اليدين (٣) تنقيح الکلام. ”ڪشف الرين“ جو ڇاپي ڪتاب، راقم کي محترم ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي صاحب کان تحفي طور مليو. هن رسالي جو قلمي نسخو پير جهنڊي جي لائبريري ۾ موجود آهي ۽ ٽيڪسيلا پنجاب مان بہ ان جو اردو ترجمو شايع ٿيو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب جو هيءُ رسالو عربيءَ ۾ لکيل آهي، پر آخر ۾ فارسيءَ ۾ سوال جواب ۽ عبارتون بہ درج ٿيل آهن. هيءُ رسالو ”رفع اليدين“ جي رد ۾ لکيل آهي. ”رفع اليدين“ معنيٰ هٿ مٿي کڻڻ، يعني نماز ۾ تڪبير تحريمه کان سواءِ رڪوع ۾ وڃڻ مهل ۽ رڪوع کان مٿي ٿيڻ وقت هٿ سان اشارا ڪرڻ.

حنفي مسلڪ ۾ تڪبير تحريمه کان سواءِ نماز ۾ هٿ سان اشارا نہ ڪيا ويندا آهن. ان ڪري مخدوم صاحب رفع اليدين جي باري ۾ سير حاصل

بحث ڪري، حنفي مسلڪ جي تائيد ثابت ڪئي آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

"مون کان رفع اليدين جي باري ۾ سوال ڪيو ويو، ته نماز ۾ رڪوع ۾ وڃڻ وقت ۽ رڪوع کان مٿي ٿيڻ مهل هٿ سان اشارا ڪجن يا نه؟ رفع اليدين نه ڪرڻ جي باري ۾ حديثون آهن يا نه؟ اهي حديثون محدثن جي اصطلاح ۾ ثابت مقبول ۽ صحيح آهن يا نه؟"

مخدوم صاحب انهن سوالن جو نهايت محققانه ۽ عالمانه انداز ۾ جواب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ ٻه فصل آهن.

پهريون فصل انهن حديثن ۽ اصحابن سڳورن جي باري ۾ آهي، جيڪي رفع اليدين نه ڪرڻ جي متعلق آهن. هن باب ۾ گهٽيون حديثون ۽ آثار ثابت آهن.

ٻئي فصل ۾ مخدوم صاحب اهي حديثون دليل طور آنديون آهن، جن ۾ ٻنهي صورتن ۾ رفع اليدين نه ڪرڻ جي باري ۾ حنفين جي تائيد آهي. ان کان پوءِ انهن حديثن تي اعتراض ۽ سوال آٿي، انهن جا تحقيقي جواب ڏنا ويا آهن ۽ ثابت ڪيو ويو آهي ته نماز ۾ تڪبير اوليٰ کان سواءِ رفع اليدين نه ڪرڻ گهرجي ۽ مجتهد کان سواءِ عام ماڻهوءَ تي تقليد واجب آهي.

هن ننڍي ڪتاب ۾ مخدوم صاحب عربي ۽ فارسيءَ جي ۴۲ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن، جيڪو سندن علم حديث ۽ اصول حديث جي فن ۾ ڪمال آهي. سندن تحرير ۾ محدثانه شان ظاهر آهي.

مخدوم صاحب، مجد الدين فيروز آبادي جي چئن سون اصحابن کان رفع اليدين ڪرڻ جي غلط بيانيءَ تي علمي چوٽ به ڪئي آهي.

مخدوم صاحب "ڪشف الرين" ۾ علمي تحقيق جو درياء پلٽيو آهي. پاڻ "بياض هاشمي" جي ڪري وڏو فقيه مڃيو ويندو آهي، پر هن ڪتاب ۾ هڪ محدث جي حيثيت سان قلم جو ڪرهو ڪاهيندي نظر اچي ٿو.

مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ حديث ۽ اصول حديث جي دليلن جا انبار پيش ڪيا آهن، جن ۾ حضرت عبدالله بن مسعود، براء بن عازب، جابر بن سمره، ابن عباس، عبدالله بن زبير، عباد بن زبير جون حديثون ۽ حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر، ابن مسعود ۽ ابن عمر رضي الله عنهم جا اثر به بيان ڪيا آهن. هڪ هڪ حديث تي ڀرپور بحث ڪيو ويو آهي. رجال

حديث تي تنقيد ۽ جرح جي وضاحت ڪئي ويئي آهي. جن حديث جي رجال کي تعصب ۽ ضد جي ڪري محروم ڪيو ويو آهي، انهن جي عادل ۽ ثقه هجڻ کي دليلن سان ثابت ڪيو ويو آهي. حديث جي صحت جو مدار، اصحابن سڳورن جو عمل ۽ حضرت نبي ﷺ جو آخري ۽ پويون عمل قرار ڏنو ويو آهي، جيڪو صحيح معيار ۽ متفق عليه به آهي.

ان کان علاوه امام ابو حنيفه نعمان بن ثابت (۸۰هه- ۱۵۰هه) تي حديث جي ڇڏڻ واري الزام جو جواب به ڏنو ويو آهي ۽ تقليد جي اهميت ۽ ضرورت بيان ڪئي ويئي آهي. بهرحال، "ڪشف الرين" علمي لحاظ کان هڪ مٿانهون ڪتاب آهي ۽ مطالعي جي قابل آهي.

# تحفة القاري بجمع المقاري

هن رسالي جي تصنيف ٽيڻ جو سال ١١٥٠هجري آهي. محمد شفيع بن احمدي قريشيءَ ٩ ربيع الاول ١٣٨٣هه تي ڪتابت ڪري مڪمل ڪيو. هيءُ رسالو ٢٦ صفحن تي ڦهليل آهي. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٩ لفظ آهن. ڪتابت وچولي ۽ صاف اٽس ۽ جلي قلم سان عربي رسم الخط ۾ لکيل آهي.

هن رسالي ۾ دريا ۽ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو ويو آهي. مخدوم صاحب قرآن مجيد جو حرف حرف ۽ لفظ لفظ ڪري ڳڻيو آهي. ان کان پوءِ هر پاري جا هڪ جيترا سورهن حصا مقرر ڪيا آهن. راقم کي هن رسالي جو عڪس جوڻاٽي شريف تعلقي وارهه ضلعي لاڙڪاڻي جي ڪتبخاني مان مليو. هيءُ رسالو قلمي صورت ۾ آهي ۽ ان جي ٻئي ڪنهن ڪتبخاني ۾ موجودگيءَ جو پتو پئجي نه سگهيو آهي.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ مخدوم صاحب هيءَ تحقيق آندي آهي، ته فرض ۽ نفل نماز جي ٻنهي رڪعتن ۾ قرأت هڪ جيتري ۽ برابر هئڻ گهرجي. قرأت نه پهرئين رڪعت ۾ وڌي هجي، ۽ نه ٻي رڪعت ۾. مخدوم صاحب هن رسالي جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

> ”فقه جي ڪتابن ۾ آهي ته نماز ۾ ٻئي رڪعت، پهرئين رڪعت کان ڊگهي ڪرڻ مڪروه آهي، پوءِ ڪٿي اها نفل نماز ئي هجي. اهو صحيح قول آهي. هن مسئلي جو تفصيلي بيان 'منية المصلي' جي شرح ۾ علامه ابراهيم حلبيءَ ڪيو آهي. اهڙي وضاحت ڪتاب 'امداد الفتاح' ۾ به آهي. پهرئين رڪعت کي ٻيءَ رڪعت کان ڊگهو ڪرڻ به غير مستحب آهي. امام ابو حنيفه ۽ امام ابو

يوسف (١١١٣هه - ١١٨٢هه) وٽ تراويح جي پنهي رڪعتن ۾ قرأت جي هڪ جهڙائي ۽ هڪ جيترو هجڻ مستحب آهي. اهڙي وضاحت 'محيط سرخسي' ۾ آهي."

مخدوم صاحب رسالي لکڻ جو سبب بيان ڪندي لکي ٿو:

"هي جو بُخاري جي مشائخن قرآن شريف ۾ رڪوع مقرر ڪيا آهن، انهن مان ڪو رڪوع وڏو آهي ته ڪو رڪوع ننڍو آهي. ان ڪري تراويحن ۾ حافظ يا قاري انهن مقرر ڪيل ننڍن وڏن رڪوعن جي حساب سان قرآن شريف پڙهندو، ته تراويح نماز جي ڪا رڪعت وڏي ٿيندي ته ڪا رڪعت ننڍي ٿيندي. جنهن ڪري نماز ۾ مستحب به ترڪ ٿيو وڃي ۽ ڪراهت به ٿيو پوي. مون قرآن شريف جي ٽيهن پارن کي هن ريت ورهايو آهي، ته قرأت ۾ سڀ رڪعتون برابر ۽ هڪ جهڙيون ٿين. نماز ۾ ڪراهت کان به بچي سگهجي ۽ ترڪ مستحب به نه ٿئي. مون هيءُ رسالو شوال مهيني جي اوائل ۾ سن ١١٥٠هه ۾ لکڻ شروع ڪيو."

مخدوم صاحب جي تحقيق مان اهو پرو پوي ٿو ته پاڻ قرآن شريف جي ٽيهن پارن کي اهڙي ترتيب ڏئي ورهايو اٿائين، جو سڀني رڪعتن جي قرأت برابر ۽ هڪ جهڙي ٿي وڃي ۽ ترڪ مستحب کان به بچي سگهجي. مخدوم صاحب هر پاري کي سورهن حصن ۾ ورهايو آهي ۽ هر حصي جو نالو "مقرا" رکيو آهي ۽ اهڙيءَ طرح قرآن شريف جا جملي ٤٨٠ مقاري ٿيا.

هينئر جيڪو ماڻهو هڪ هڪ مقرا هر رڪعت ۾ پڙهي، ته هر رڪعت هڪ جيتري ٿيندي ۽ تراويح ۾ قرآن شريف رمضان المبارڪ جي ٢٤ تاريخ ۽ رات پورو ٿيندو. مستحبُ جو ترڪ به نه ٿيندو ۽ ڪراهت کان به بچي سگهبو.

هيءُ ناياب ۽ منفرد ڪتاب "جماعت اهلِ سنت سنڌ" جي صدر، مفتي محمد جان نعيمي سنڌي ۽ مهتمم "مدرسه مجدديه نعيميه، ملير ڪراچي" واري ايڊٽ ڪري، جامع عربي مقدمي ۽ سوانح حيات سان سن ١٤٢١هه/ ٢٠٠٠ع ۾ سهڻي نموني شايع ڪيو آهي.

## حصن المنوع عما اورد عليٰ من ادرج الحديث الموضوع

مخدوم صاحب ١٢ صفحن جو هيءُ رسالو بروز اربع، ١۴ ربيع الآخر ١١٥٣هجري ۾ لکيو. حافظ محمد قائم پلي بن درس اصل پلي جو ڪتابت ٿيل آهي، البت ڪتابت جو سال نامعلوم آهي. صفحي جي ڊيگھه ساڍا اٺ انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٢٥ لفظ آهن.

هن رسالي ۾ جيتوڻيڪ ڪتابت جو سال ڄاڻايل نہ آهي، پر هڪ اندازي موجب تہ هيءُ رسالو خود مخدوم صاحب جي وقت جو ڪتابت ٿيل آهي، جنهن جا ٽي اهڃاڻ ملن ٿا.

١. رسالي جي سرورق تي ڪتاب جي نالي لکڻ کان پوءِ، ڪاتب هيءَ عبارت لکي آهي: "مؤلفه محمد هاشم اللّهـمّ سلمه." جنهن جي معنيٰ آهي تہ هن رسالي جو مصنف محمد هاشم آهي. اي الله! ان کي سلامت رک! ڪاتب طرفان سلامتي جي دعا تڏهن لکبي، جڏهن رسالي جو مصنف حال حيات ۽ سلامت هجي! ٻيءَ صورت ۾ ڪاتب "اللّهـمّ سلمه" جي بجاءِ دعا لاءِ "رحمة الله عليه" لکي ها.

٢. رسالي جي آخر ۾، ڪاتب جي نالي "فقير قائم" جي هيٺان عربيءَ ۾ لکيل آهي، تہ هيءُ رسالو مؤلف جي نسخي سان ڀيٽايل آهي ۽ مؤلف جي سامهون اُتاريو ويو آهي.

٣. رسالو تمام جهونو ۽ ڪرم خورده آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ رسالو تمام آڳاٽو ۽ مصنف جي وقت جو آهي.

رسالي جا عنوان ۽ سوال جواب، ڳاڙهيءَ مس سان لکيل آهن. مخدوم صاحب دستور کان هٽي، هن رسالي ۾ پنهنجو نالو نہ لکيو آهي. والله اعلم باالصواب. هن رسالي جو واحد قلمي نسخو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي، جتان راقم کي ان جو عڪس دستياب ٿيو.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب، هيءُ رسالو مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي رد ۾ لکيو آهي. مخدوم محمد معين پنهنجن رسالن ۾ موضوع حديثون آنديون، ڪن مسئلن ۾ دليل ورتو آهي، جيئن ڪارا ڪپڙا پائڻ، روئڻ پٽڻ ۽ ٻارهن امامن جا فضائل وغيره.

مخدوم صاحب اصولي طور حديث جي فن ۽ مسئلن جي چندچاڻ بابت موضوع حديثن تي جرح ۽ تعديل لکي، مخدوم محمد معين کي لاجواب ڪيو آهي. مقدمه ابن صلاح، اڪسير الهداية ۽ تنوير الهادي ڪتابن جي عبارتن ۽ خاص ڪري مخدوم محمد معين جي ڪتابن "قرة العين" ۽ "مواهب سيد البشر في فضائل الائمة الاثنيٰ عشر" تي ڀرپور علمي تحقيق ۽ تنقيد ڪئي آهي. خاص موضوع حديث کي زير بحث آندو آهي. مخدوم صاحب پنهنجي رسالي ۾ مخدوم محمد معين جو نالو ته ڪونه آندو آهي، پر ڪيترين جاين تي ڪيس "مولانا" جي لقب سان مخاطب ٿيو آهي، مثال طور: الله تعاليٰ مولانا کي سلامت رکي ۽ سندس حفاظت ڪري، وغيره.

بهرحال، مخدوم صاحب جو هيءُ رسالو علمي بحث تي مشتمل آهي ۽ عام ماڻهن لاءِ يا عام فهم نه آهي. هن رسالي جي عربي ٻولي به عالمانه آهي ۽ سليس نه آهي. جيئن ته مخدوم محمد معين به وڏي پائي جو عربي دان ۽ عالم هو، ان ڪري مخدوم صاحب به ان سان عالمانه انداز سان مخاطب ٿيو آهي ۽ اهڙوئي اسلوب اختيار ڪيو آهي. ٻيءَ صورت ۾ مخدوم صاحب ٻين مسئلن تي جيڪي عربيءَ ۾ ڪتاب لکيا آهن، اهي نهايت سليس ۽ عام فهم عربي ٻوليءَ ۾ آهن. هن رسالي مان مخدوم صاحب جو علم حديث ۽ اصول حديث بابت ڀرپور علمي مطالعو ۽ اهڃاڻ جو پرو پوي ٿو.

# تمام العناية في الفرق بين صريح الطلاق والكناية

هيءُ رسالو مخدوم صاحب سن ١١٥٦ هجري ۾ لکيو. متن ڇهہ صفحا ۽ ضميمو ٻہ صفحا، جملي اٺ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ ساڍا نوَ انچ ۽ ويکر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٣ لفظ آهن.

هيءُ رسالو سن ١٣٠٠هہ ۾ شايع ٿيو. ڪاتب طرفان 'خاتمه الطبع' ۾ وضاحت آهي تہ،

"هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي پونير مان مولوي غلام محمد کان وٺي مطبع مصطفائيءَ مان محمد عبدالواحد ڇپرايو آهي." هن ننڍڙي رسالي ۾ ١٧ ڪتابن جا حوالا آيل آهن. خاص ڪري سنڌ جي هڪ بزرگ، مخدوم محمد جعفر بوبڪائي جي ٻن ڪتابن "حل العقود في طلاق السنود" ۽ "المتانة في مرمة الخزانة" جا حوالا بہ موجود آهن.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ طلاق جي صريح ۽ ڪنايه لفظن بابت تحقيقي بحث ڪيو آهي. لفظ "طلاق" قرآن مجيد ۾ ٻن جاين تي آيو آهي. لفظ طلاق، صريح ۽ ڪنايه جي معنيٰ هيءَ آهي:

**طلاق:** زال جو نڪاح جي پابنديءَ کان آجو ٿيڻ.[16] شرعي اصطلاح ۾ طلاق جي معنيٰ آهي، ڪن مخصوص لفظن سان زال کي نڪاح جي قيد کان آزاد ڪرڻ.[17]

**صريح:** صريح جو جمع صرحاء ۽ صرائح آهي. معنيٰ خالص، چٽو، واضح.[18]

**ڪنايه:** ڪاف جي زير سان. پوشيده يا اشاري سان ڳالهہ چوڻ، اهڙيءَ

طرح جو ان جي معنيٰ ڇڻي ۽ ظاهر نہ هجي.[19]

مخدوم صاحب هن رسالي "تمام العناية" کان سواءِ ٻين تحريرن ۾ بہ طلاق جي مسئلي کي چٽائيءَ سان بيان ڪيو آهي.

محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن رسالي جي تحقيقي مطالعي کان پوءِ لکي ٿو:

"مخدوم صاحب پنهنجي هن رسالي 'تمام العناية' ۾ هيءُ سوال ڪنيو، تہ جيڪڏهن سنڌ جي ماڻهن مان ڪو پنهنجي زال کي ٽي ڀيرا چوي: 'مون فلاڻي ڇڏي'، تہ ان صورت ۾ ڇا لازم ٿيندو؟

ان جو جواب هن طرح ڏنائين تہ سڄو دارومدار چوندڙ جي نيت ۽ ارادي تي آهي. جيڪڏهن ٽن طلاقن جي نيت هئس تہ پڪو صريح طلاق ٿي چڪو، پر جيڪڏهن اهڙي نيت ڪانہ هئس تہ پوءِ هڪ طلاق بائن ٿيندو. اهو انهيءَ ڪري جو لفظ 'ڇڏي' هڪ ڪنايو آهي ۽ انهيءَ ڪري 'طلاق بائن' جي برابر آهي.

سن ١١٥٦هـ/ ١٧٤٣ع ۾ مخدوم محمد هاشم جي لکيل هڪ تحرير ۾ پڻ انهن لفظن تي بحث ٿيل آهي. سوال هو تہ سنڌين (مسلمانن) مان ڪو پنهنجي زال کي ٽي ڀيرا چوي تہ: 'مون فلاڻي ڇڏي، مون فلاڻي ڇڏي، مون فلاڻي ڇڏي'، تہ ان حالت ۾ مٿس ڇا لازم ٿيندو؟

مخدوم محمد هاشم جواب ۾ چيو تہ جيڪڏهن نيت ٽن طلاقن جي ڪيائين تہ طلاق پڪو ٿي چڪو ۽ زال پوءِ ٻئي مڙس سان نڪاح ڪندي. پر جيڪڏهن ڪنهن بہ ڀيري اهڙي نيت نہ ڪيائين تہ پوءِ طلاق بائن ٿيو ۽ نئين سر نڪاح پڙهبو. اهو انهيءَ ڪري جو سنڌي ٻوليءَ جي ڪناين (لفظن جي معنوي اشارن) کي ائين ئي نبيرڻو پوندو، جيئن عربيءَ جي ڪناين کي. سنڌين جي زبان ۾ لفظ 'ڇڏي' (اصل ڇڏي) 'ڪنايو' آهي ۽ نہ 'صريح' (چٽي معنيٰ وارو). سنڌي زبان ۾ هن قسم جا ٻيا ڪيترائي مثال موجود آهن."[20]

مخدوم صاحب "تمام العناية" ۾ فقه جي وڏن ڪتابن جي حوالن سان گڏ سنڌ جي مشهور عالم، مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ جي هڪ خاص ڪتاب "سنڌين جي طلاق نامي جي مسئلن جو حل" (حل العقود في طلاق السنود) جي هڪ عبارت حوالي طور بہ آندي آهي:

"ان قال لموطوئته 'جهذي، جهذي، جهذي' او 'جهذيم' ثلاث مراة و اراد بالتكرير التاسيس دون التاكيد لايقع الا الواحدة. يعني تہ جيڪڏهن ڪنهن مڙس پنهنجي زال لاءِ چيو تہ (مون هي) 'ڇڏي، ڇڏي، ڇڏي' يا ٽي ڀيرا 'ڇڏيم' (چيائين) مگر ائين ورائي ورائي چوڻ سان جيڪڏهن سندس مقصد پنهنجي گفتي تي زور ڏيڻ ۽ ڇٽي ڪرڻ جو (تاسيس) هو ۽ نہ (طلاق ڏيڻ خاطر پنهنجي) ارادي کي پڪو ڪرڻ (تائيد) تہ ان حالت ۾ اهو هڪ طلاق (جي اعلان جي برابر) ٿيندو."[21]

مخدوم صاحب جي ڪتاب "تمام العناية" جي حوالي سان، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تحقيق ڪندي ان جو نچوڙ هن ريت ڏنو آهي:

"شرعي لحاظ سان پڪو طلاق تڏهن ٿيندو، جڏهن ڪو مڙس سوچي سمجهي ٺڌي دماغ سان ٽي ڀيرا طلاق ڏيڻ جو اعلان ڪري. مگر ڪن وقتي ڪاوڙ سببان هڪ ساهيءَ ۾ ٽي ڀيرا 'ڇڏيم، ڇڏيم، ڇڏيم' چئي ٿي ڇڏيو، پر پوءِ پشيمان ٿي ٿيا. (مخدوم صاحب) مخدوم جعفر جي مٿين وضاحت آندي آهي تہ اهڙيءَ حالت ۾ اهو اعلان ٽن ڀيرن وارو نہ، پر هڪ ڀيري جي برابر ٿيندو؛ يعني تہ اهو طلاق (صاف پڪو) نہ ٿيندو، پر طلاق بائن (ڀهريون اظهار وارو) چئبو. مخدوم جعفر (جي مٿئين عبارت ۽ وضاحت آڻي مخدوم صاحب) هڪ سماجي ۽ نفسياتي شڪل کي شرع جي روشنيءَ ۾ عملي طور حل ڪيو، تہ جيئن جذبات وچان ٽي ڀيرا 'ڇڏي' يا 'ڇڏيم' چوڻ سان ڪنهن جو گهر نہ ڦٽي ۽ گهرو زندگي تباهہ نہ ٿئي."[22]

# تحقيق المسلک في ثبوت اسلام الذمي بقوله للمسلم انا مثلک

هن ڪتاب ۾ ۹۲ صفحا آهن ۽ ڪتابت تمام خوبصورت اٿس. صفحي جي ڊيگهہ نوَ انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ۲۵ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ۱۶ لفظ آهن.

هيءُ قلمي نسخو خود مخدوم صاحب جي دور جو تحرير ٿيل آهي. جيئن ڪاتب رسالي جي آخر ۾ نوٽ لکيو آهي:

"الحمدلله قد قوبلت هذه النسخة بحضرة مؤلفها و وقع الفراغ عن مقابلتها في الثاني والعشرين من جمادي الاولي سن ۱۱۶۰هہ."

انهيءَ مٿئين عبارت مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب جي روبرو ڪتاب جي اصل نسخي سان ڀيٽي نقل تيار ڪيو ويو آهي. مخدوم صاحب اصل ڪتاب ۲۳ شعبان المعظم ۱۱۵۹هہ ۾ لکيو ۽ ڪاتب ان ڪان اٺين مهيني پوءِ ۲۲ جمادي الاول ۱۱۶۰هہ ۾ هيءُ نقل ڀيٽي اُتاريو. انهيءَ لحاظ سان هيءُ نسخو صحت ۽ قدامت جي اعتبار ڪان تمام صحيح ۽ اڳاٽو نسخو آهي.

مخدوم صاحب اڳتي هلي ٻئي سال ۱۱۶۰هہ ۾ هن ڪتاب "تحقيق المسلک" جو خلاصو ۱۲ صفحن ۾ "تصحيح المدرک" نالي عربيءَ ۾ بہ لکيو. راقم کي ٻنهي قلمي نسخن جا عڪس "مدرسہ مجدديہ نعيميہ، ملير ڪراچي" مان مليا. هي ٻئي رسالا اڃا تائين اڻ ڇپيل آهن. هن رسالي جا قلمي نسخا ڪتبخانہ پير جهنڊو، ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين ۽ قاسميہ لائبريري ڪنڊياري ۾ موجود آهن.

**مواد جو وچور:**

وچئين زماني ۾ ڪابہ گفتگو توڙي اها ڪيتري سياسي ڇو نہ هجي، مذهب جي آميزش ڪان سواءِ ممڪن ٿي نہ هئي. ڪي ڳالهيون تہ اهڙيءَ ريت

زبان ۾ بيان جو جزو بنجي ويون هيون. جو هندو مؤرخ بہ پنھنجي هم مذهبن کي نہ رڳو "ڪافر" لکندا هئا، پر انهن جي مرڻ تي بہ "بہ جهنم رسيد" ئي چوندا هئا.[23]

غالباً مغلن جي پوئين دور ۾، حڪومت ۽ شرعي عالمن طرفان ذمي ڪافرن جي اسلام آڻڻ لاءِ ڪي اهڙا لفظ مقرر ٿيل هئا، جو جيڪڏهن ڪو ذمي ڪافر اهي لفظ چوندو هو، تہ انهن لفظن چوڻ سان مٿس اسلام جو حڪم جاري ٿي ويندو هو. انهن لفظن مان "انا مثلک" يعني آئون تنهنجي مثل آهيان- لفظ بہ آهن. انهن لفظن جي تائيد، شرعي اهميت ۽ لغوي حيثيت بابت اڳتي هلي بحث مباحثا ٿيا ۽ ڪتاب جُڙيا.

مخدوم صاحب ذمي ڪافر طرفان انهن لفظن چوڻ سان اسلام جي اثبات جو قائل هو. مخدوم صاحب هن رسالي کان سواءِ "تصحيح المدرک" ۽ "بياض هاشمي" ۾ بہ هن مسئلي بابت ڀرپور علمي بحث ڪيو آهي.

مخدوم صاحب حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکي ٿو:

> "هيءُ مختصر تذڪرو 'تحقيق المسلک في ثبوت اسلام الذمي بقوله للمسلم انا مثلک' نالي لکيو ويو آهي. هن رسالي ۾ ان مسئلي تي تحقيق سان حق بيان ڪيو ويو آهي ۽ مخالفت جو بہ تحقيق سان رد ڪيو ويو آهي. هن رسالي جي شروعات ڇنڇر رات، تاريخ ٢٣ شعبان سن ١١٥٩هہ تي ٿي."

مخدوم صاحب هن رسالي جو مواد ٽن فصلن ۽ خاتمي تي ورهايو آهي.

پهرئين فصل ۾ هن مسئلي بابت فقه جا فروعي، اصولي، علامين ۽ حديثن جا پنجاهہ دليل پيش ڪيا ويا آهن، جنهن ۾ مثل جي لفظ چوڻ سان اسلام ثابت ٿئي ٿو.

ٻئي فصل ۾ لفظ "مثل" تي ڀرپور علمي بحث ڪيل آهي.

ٽئين فصل ۾ هن مسئلي بابت ان دور جي همعصر ۽ غالباً اڳين عالمن جو بہ علمي رد ڪيل آهي ۽ انهن جي اعتراضن جا جواب ذڪر ڪيل آهن. اهڙيءَ ريت خاتمي ۾ سڄي ڪتاب جو نچوڙ سمايل آهي.

هن ڪتاب ۾ آيل مسئلي جي نوعيت هيءَ آهي تہ ڪنهن ذمي ڪافر مسلمان کي چيو تہ آئون تو جهڙو آهيان، تہ اهو ذمي انهن لفظن چوڻ سان مسلمان ٿي پوندو ۽ ان ذمي تي اسلام جو حڪم لاڳو ٿيندو. اهڙيءَ ريت "انا مثلک" يعني آئون تو جهڙو آهيان، يا آئون تنهنجي مثل آهيان چوڻ مان

قد ڪاٺ، رنگ روپ ۽ وضع قطع مراد هرگز نہ وٺي سگھبي، بلڪ ذميءَ تي اسلام جو حڪم جاري ٿيندو.

مخدوم صاحب هن رسالي کي وڏي خبرداريءَ سان لکيو آهي، جو سنڌس دور جي همعصر عالمن بہ هن مسئلي بابت مخدوم صاحب جي مخالفت ۾ رسالا لکيا هئا. انهيءَ ڪري مخدوم صاحب هر ڳالهہ کي تڪي توري ۽ ڪتابن جي حوالن سان مسئلي کي بيان ڪيو آهي. مخدوم صاحب ٽئين فصل ۾ مخالفن جي سوالن جا ڀرپور علمي جواب ڏنا آهن ۽ اصل مسئلي جي نوعيت کي کولي کولي بيان ڪيو آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ جن سنڌ جي عالمن جا نالا آندا آهن، انهن مان ڪي سنڌس همعصر تہ ڪي وري ڪانئس اڳ جا عالم آهن، جيئن تہ:

- مخدوم محمد اڪرم نصرپوري، مصنف: "امعان النظر"
- شيخ حافظ احمد البتائي
- علامہ مخدوم بايزيد سنڌي ٺٽوي، مصنف: "مقاليد الاسلام"
- مخدوم حامد اگھمي، صاحب بياض تذڪرة الفقيه
- مخدوم عبدالغفار
- مُلا يونس

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ گھڻن ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. هڪ هڪ صفحي تي ڪافي حوالا موجود آهن، جن مان مسئلي جي نوعيت ۽ دليلن جي اهميت ظاهر ٿئي ٿي.

مخدوم صاحب هن رسالي جا ٽي نالا رکيا آهن:

١. التحقيق المسلک في ثبوت اسلام الذمي بقوله للمسلم انا مثلک
٢. الرد المختوم علیٰ من نفي کون المثل للعموم
٣. السهم المسموم في کبد من نفي کون المثل للعموم

البت، هن رسالي جي مقدمي ۾ آيل ۽ مشهور پھريون نالو "تحقيق المسلک" ئي آهي. باقي بہ نالا مخدوم صاحب رسالي جي ٽئين باب جي پڄاڻيءَ تي ۽ خاتمي کان اڳ ۾ آندا آهن.

مسئلي جي شرعي نوعيت ۽ حجت ائين تحرير ٿيل آهي. شايد اهو حڪم ذمين تي لاڳو ٿيو هجي تہ هجي! ٻيءَ صورت ۾ مخدوم صاحب جي دور ۾ ڪلهوڙا حڪمران روادار ۽ فراخدل هئا. تاريخ جي مطالعي مان ظاهر آهي تہ ڪيترا هندو حڪومت جي ڪمن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ۽ وڏن عهدن تي

فائز هئا ۽ مسلمانن سان گڏجي خوش اسلوبيءَ سان ڪم سرانجام ڏيندا پئي رهيا. سردست مخدوم صاحب جي وقت جي حڪمران، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لکيل ڪتاب ”منشور الوصيت و دستور الحڪومت“ فارسي جي حاشيي تي ڪيترن هندن جا نالا موجود آهن، جيڪي وڏن عهدن تي فائز هئا ۽ حڪومت جي ڪمن ڪارين ۾ ڀانهن ڀيلي هئا. جن مان مخدوم صاحب ۽ سندس همعصر حڪمران دور جي رواداريءَ جا مثال ملن ٿا:

| | |
|---|---|
| ١. برخوردار مهتہ موتو مل | ميان يار محمد ۽ نور محمد جي دور ۾ |
| ٢. ديوان مانجهو مل | ميان نور محمد جي زماني ۾ |
| ٣. ديوان گدو مل | ميان نور محمد، غلام شاهہ ۽ سرفراز خان جي دور ۾ |
| ۴. ديوان چيلارام سيوستاني | وزير مالي أمور |
| ۵. ديوان گهنشام داس | غلام شاهہ جي زماني ۾ |
| ٦. ديوان ٻالڪ رام | محڪمہ انشاء، غلام شاهہ جي زماني ۾ |
| ٧. شيوڪ رام عطارد | مُنشي، غلام شاهہ جي زماني ۾ |
| ٨. ديوان گلراج مل، وڪيل | سرفراز جي زماني ۾ |
| ٩. لالہ امرت راءِ، وڪيل | سرفراز جي زماني ۾ |
| ١٠. ديوان جسپت راءِ، وڪيل | ديوان گدو مل جو پٽ |
| ١١. لالہ عزت راءِ | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١٢. مهتہ ديوداس | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١٣. ديوان مولراج | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١۴. مهتہ هرڪرن مل | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١۵. ديوان گلاب راءِ | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١٦. ديوان اجو مل، عامل | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١٧. ديوان تاراچند، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١٨. ديوان هريراءِ، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ١٩. ديوان سهجرام، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ٢٠. ديوان ماڻڪ راءِ، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ٢١. ديوان مولچند، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ٢٢. ديوان دوله رام، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾ |
| ٢٣. پيہ دوله رام، خدمتگار | عبدالنبي جي زماني ۾[24] |

## تصحيح المدرک في ثبوت اسلام الذمي بقوله انا مثلک

هيءُ رسالو "تحقيق المسلک" جو اختصار آهي، جنهن ۾ ۱۲ صفحا آهن ۽ صفحي جي ڊيگهه نوَ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ۲۴ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ۱۸ لفظ آهن. ڪاتب ۽ ڪتابت جو سال نامعلوم آهي. فارسي طرز تحرير ۾ هيءُ رسالو تمام پراڻي ڪاغذ تي لکيل آهي. وچ مان ۽ ڪٿي ڪٿي اڌوهيءَ جو کاڌل آهي. ان ڪري پڙهڻ مهل صحيح عبارت ۾ مونجهارو ٿئي ٿو. مصنف ذميءَ جي اسلام آڻڻ جي باري ۾ تمام تحقيق سان ۵۱ دليل ڏئي مسئلي کي واضح ڪيو آهي. مخدوم صاحب جو هن مسئلي بابت اصل ۾ "تحقيق المسلک" نالي رسالو لکيل آهي. رسالي جي آخر ۾ ساڳئي مسئلي بابت عربي ۽ فارسيءَ ۾ متفرق عبارتون.لکيل آهن. اهي عبارتون سٽن صفحن تي پکڙيل آهن.انهن مان هڪ جاءِ تي هيءَ عبارت تحرير ٿيل آهي: "هذا تحرير الفقير الي الله تعاليٰ محمد هاشم...."

هيءُ رسالو پير محب الله شاهه جهنڊي واري جي ڪتبخاني ۽ مدرسه **مجدديه نعيميه** - ملير ڪراچي ۾ موجود آهي. راقم وٽ "مدرسه **مجدديه نعيميه**" واري نسخي جو عڪس آهي.

### مواد جو وچور:

مخدوم صاحب جي دور ۾ شايد حڪومت ۽ شرعي عالمن طرفان ڪي اهڙا لفظ مقرر ٿيل هوندا هئا، جو جيڪڏهن ڪو ذمي ڪافر اهي لفظ چوندو هو، تہ ان تي اسلام جو حڪم جاري ٿي ويندو هو. مخدوم صاحب بہ هن رسالي ۾ انهيءَ مسئلي تي گفتگو ڪئي آهي. پاڻ مقدمي ۾ لکي ٿو:

"هيءُ مختصر رسالو 'تصحيح المدرک في ثبوت اسلام الذمي بقوله انا مثلک' (آئون تو جهڙو آهيان) اسلام جي ثبوت جو دليل آهي. اصل ۾ هيءُ رسالو منهنجي (هن ئي مسئلي بابت لکيل) وڏي ڪتاب 'بتحقيق المسلک في ثبوت اسلام الذمي بقوله انا مثلک' جو خلاصو ۽ نچوڙ آهي. مون هيءُ رسالو تاريخ ۱۳ محرم سن ۱۱٦۰هه ۾ لکڻ شروع ڪيو."

# النور المبين في جمع اسماء البدريين

هيءُ رسالو جيتوڻيڪ ضخامت ۾ ننڍو آهي، پر مواد جي لحاظ سان جامع آهي. مخدوم صاحب محنت ڪري بدر جي جنگ ۾ شامل اصحابن سڳورن جي الف- بي وار مڪمل لسٽ ڏني آهي. صفحن جو تعداد ٢٣، صفحي جي ڊيگهہ سايڊ نوَ انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٣ لفظ آهن. جيئن تہ رسالي ۾ ڪاتب جو نالو ۽ سن لکيل ڪونهي، ان ڪري خبر نہ ٿي پوي تہ هيءُ نسخو ڪيترو آڳاٽو آهي. البت رسالي ۾ استعمال ٿيل پنو بادامي ٿي ويو آهي ۽ اکرن جي صفائي ۽ بيهڪ مان لڳي ٿو، تہ هيءُ رسالو خود مخدوم صاحب جي هٿ جو لکيل يا سندس وقت جي ڪنهن ماهر ڪاتب جو لکيل آهي. هن رسالي جا قلمي نسخا سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌالاجي لائبريري ڄام شوري ۾ موجود آهن. قدامت ۽ صحت جي اعتبار ڪان سنڌي ادبي بورڊ وارو نسخو بهترين آهي.

### مواد جو وچور:

بدر جي جنگ اسلامي تاريخ جو بنيادي، اهم ۽ عظيم الشان واقعو آهي. بدر جي لڙائيءَ واري جاءِ مديني منوره کان ٽن ڏينهن جي پنڌ تي آهي. دراصل، اهو هڪ کوهہ جو نالو آهي، جيڪو هڪ سردار- بدر بن حارث نالي کوٽايو هو. ان ڪري هن ساري واديءَ جو نالو "بدر" مشهور ٿي ويو.

بدر جي لڙائي ١٧ رمضان المبارڪ سن ٢ هجريءَ تي لڳي هئي. هجرت کان پوءِ مڪي جي ڪافرن مديني تي ڪاهہ ڪرڻ جون تياريون ڪيون. هڪ هزار جنگي جوان هٿيارن پنهوارن سان سهي سنبري، مديني منوره تي ڪاهي آيا. هيڏانهن ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ وٽ ٣١٣ اصحابي سڳورا هئا، جيڪي سڀ سِرُ ترِيءَ تي رکي، بچاءَ لاءِ نڪتا هئا. ڪافرن جو لشڪر

مسلمانن کان ٽيڻو هو. وٽن هڪ سئو گهوڙا ۽ ست سؤ اُٺ هئا. مسلمانن وٽ فقط ٻه گهوڙا ۽ چند اُٺ هئا. الله تعاليٰ هيڻن ۽ ايمان وارن جو همراه ٿيو. مسلمان ڪامياب ٿيا. ڪافرن جا ستر ماڻهو مارجي ويا، جن ۾ سندن سردار ابو جهل به ماريو ويو ۽ ستر ماڻهو قيد ٿيا.

مسلمانن مان رڳو چوڏهن ماڻهو، الله جي دين ۽ سندس نبي سڳوري ﷺ جن جي ساٿ مان شهيد ٿيا. اهڙيءَ ريت ٿوريءَ فوج ۽ جنگي سامان جي کوٽ جي باوجود الله تعاليٰ مسلمانن کي ڪاميابي ڏني ۽ جنگي ساز و سامان ۽ اسلحي سان سينگاريل ڪافرن جي ٽيٽي فوج کي شڪست ملي. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ پنهنجو واعدو پورو ڪيو.

بدر جي جنگ ۾ ٣١٣ مسلمان شريڪ ٿيا هئا. هن جنگ ۾ ٨۴ مهاجر مسلمان ۽ ٢٢٩ مديني شريف جي انصارن بهرو ورتو هو.[25]

مخدوم صاحب، هن رسالي ۾ جنگ بدر ۾ سيني ٣١٣ شريڪ ٿيندڙ مسلمانن جي الف- بي وار مڪمل فهرست ڏني آهي. انهن اصحابن سڳورن جي نالن سان گڏ اڪثر سندن ڪُنيت به ڏني ويئي آهي، ڇو ته عربن ۾ نالي سان گڏ ڪُنيت جو عام رواج آهي. خود اسان جو پيارو نبي حضرت محمد ﷺ به ”ابوالقاسم“ جي ڪُنيت سان مشهور آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي جو پس منظر بيان ڪندي، مقدمي ۾ لکي ٿو:

”حمد ۽ صلواة کان پوءِ فقير محمد هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمان سنڌي ٺٽوي چوي ٿو ته جڏهن مون امام بخاري رحمة الله عليه کي ڏٺو، ته ان اصحابن سڳورن مان بدر جي اصحابن جا نالا مبارڪ پنهنجي ’جامع الصحيح‘ ۾ برڪت طور گڏ ڪري درج ڪيا آهن. حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ به ’مشڪواة شريف‘ جي شرح ۾ لکيو آهي، ته صحيح بخاريءَ ۾ بدري اصحابن سڳورن جي نالن پڙهڻ وقت بيشڪ دعا قبول ٿئي ٿي. امام بخاريءَ جنگ بدر ۾ شامل سيني اصحابن جا نالا مبارڪ ڪونه آندا آهن. ان ڪري مون ارادو ڪيو ته هن رسالي ۾ بدر جي سيني اصحابن جا نالا مڪمل طور تي ڪٺا ڪريان، ته جيئن الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ مون لاءِ ثواب ۽ ڀلائيءَ جو ڪارڻ بنجن. اهو ڪم ٢١ ذوالقعد سن ١١٦١هه تي شروع

ڪيم ۽ هن رسالي جو نالو ’النورالمبين في جمع اسماء البدريين‘ رکيم.

خاص توجه طلب ڳالهه هيءَ آهي تہ اڪثر نسخن ۾ جن بدري اصحابن جو ذڪر امام بخاريءَ ڪيو آهي، انهن ۾ پياري پيغمبر ﷺ جن جي ذات گراميءَ کان سواءِ ۴۴ ڄڻن جو ذڪر آهي. باقي هڪ نسخي ۾ ۴۵ ڄڻا ڏنل آهن، جو انهن ۾ حضرت عتبہ بن مسعود الهزلي، حضرت عبدالله بن مسعود جي ڀاءُ جو نالو وڌايو ويو آهي. پر مون سڀني بدري اصحابن جو سربستو بيان ڪيو آهي، جن جو تعداد ۳۱۳ آهي، جيڪي حروف المعجم جي ترتيب تي لکيا اٿم. مون اهي نالا بہ درج ڪيا آهن، جيڪي امام بخاري پڻ آندا آهن، تہ جيئن حروف معجم مان انهن جي پڙهڻ ۾ سهولت ٿئي. البت ايترو آهي تہ مون انهن نالن تي ’خ‘ حرف جي نشاني لڳائي آهي، تہ جيئن اهي ٻين کان نشانبر ٿي بيهن ۽ ٻي ڳالهہ اها تہ مون هرهڪ اصحابي سڳوري جو نالو ۽ ان سان گڏ سندس ڪُنيت پڻ آندي آهي. انهن اصحابن جي شروعات نالي سان ڪئي اٿم، پر جيڪڏهن مون کي ڪنهن اصحابي سڳوري جو نالو نہ ملي سگهيو آهي، تہ پوءِ ان جي ڪُنيت کي ئي بنياد بنائي شروعات ڪئي اٿم.“

مخدوم صاحب مقدمي ۾ ڪتاب لکڻ جو سبب ۽ تفصيل لکڻ کان پوءِ الف- بي وار بدر جي ۳۱۳ اصحابن سڳورن جا نالا نمبر وار لکيا آهن، تہ جيئن بدري اصحابن جي نالن مبارڪن پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ آساني ٿئي ۽ محقق کي نالي ڳولڻ ۾ دشواري نہ ٿئي.

مخدوم صاحب اهو تفصيل بہ لکيو آهي تہ بدري اصحاب ٽي قسم آهن. هڪڙا مڪي شريف مان هجرت ڪري آيل مهاجر يعني قريش ۽ انهن جا حَليف يا غلام آهن. ٻيا وري مديني منوره جا انصار. انصارن جا وري بہ ٽولا هئا. اوس ۽ انهن جا حليف. مخدوم صاحب نالن واري لِسٽ ۾ اها بہ ڄاڻ ڏني آهي، تہ هر هڪ اصحابي سڳورو انهن ٽنهي قسمن مان ڪهڙي قسم سان واسطو رکي ٿو. بهرحال، مخدوم صاحب جو هيءُ علمي ۽ شاندار تحقيقي ڪارنامو آهي.

# القول الانور في حكم لبس الاحمر

مخدوم صاحب هي رسالو تاريخ ١٦ ذوالحج ١١٦٣ هجري تي لکيو. جنهن ۾ ٢٣ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ٻارهن انچ ۽ ويکر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٨ کان ٣١ سٽون آهن ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٨ کان ٢١ لفظ آهن. ڪاتب ۽ ڪتابت جو سال نامعلوم آهي. راقم وٽ ڪتب خانہ ڳڙهي ياسين واري قلمي نسخي جو عڪس آهي. هيءُ رسالو گهڻا سال اڳ مولوي محمد ابراهيم ياسينيءَ رفاه عام پريس لاهور مان ڇپرايو هو. هن رسالي جا ڇاپي نسخا سنڌ جي اڪثر جهونن ڪتب خانن ۾ موجود آهن.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ قرآن شريف، تفسير، حديث، اصول حديث، فقه، اصول فقه، علم ڪلام وغيره جي هڪ سئو کان وڌيڪ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن، جنهن مان مخدوم صاحب جي علمي عظمت کي سلام ڪرڻو ٿو پوي تہ ٢٣ صفحن جي ننڍڙي رسالي ۾ هڪ مسئلي تي ايترن ڪتابن جو مواد سامهون رکي، هيءُ مختصر ۽ جامع نسخو جوڙيو ويو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب حمد ۽ صلواة کان پوءِ هن رسالي ۾ نج ڳاڙهي ڪپڙي پائڻ بابت لکيو آهي:

"امام اعظم ابو حنيفہ رحمة الله عليه جي مذهب ۾ صحيح مجيل قول موجب مردن لاءِ نج ڳاڙهو ڪپڙو پائڻ مڪروه تحريمي آهي."

مخدوم صاحب حديثن مان ثابت ڪيو آهي تہ حضور ﷺ جن ڳاڙهي ڪپڙي پائڻ کان مردن لاءِ منع ڪئي آهي. ڳاڙهي ڪپڙي پائيندڙ کي حضور جن سلام جو جواب نہ ڏنو آهي. ڳاڙهو ڪپڙو شيطان کي پسند آهي. پاڻ سڳورن ان کان بچڻ جو حڪم ڏنو آهي.

مخدوم صاحب ڳاڙهي ڪپڙي پائڻ جي ڪراهت جي ثبوت ۾ ٻن قسمن جا دليل ڏنا آهن: هڪ حديث ۽ ٻيو فقه. حديث ۾ اها ڪراهت ٻن قسمن جي آيل آهي. پهريون قسم ڳاڙهي ڪپڙي بابت مطلق آهي. ٻيو قسم خاص ڪري گيڙو رنگ ۽ ڪپڙي جي باري ۾ آهي.

مخدوم صاحب حديث جي سلسلي ۾، حضرت جابر بن سمرة رضہ جي روايت بہ آندي آهي. راوي چوي ٿو تہ مون رسول الله ﷺ کي چانڊوڪي رات ۾ ڏٺو. ڪين ڳاڙهو وڳو پهريل هو. پوءِ مون (آسمان جي) چنڊ کي بہ ڏٺو پئي ۽ (مديني جي چنڊ) رسول الله ﷺ جي منهن مبارڪ کي بہ پئي ڏٺم. پر مون کي حضور جن جو مُنهن مبارڪ چنڊ کان بہ وڌيڪ سهڻو ڏسڻ ۾ پئي آيو.

انهيءَ حديث مبارڪ مان ظاهري طور اهو معلوم ٿئي ٿو تہ حضور جن کي ڳاڙهو وڳو پهريل هو. پر ان جو شارحن اهو صحيح جواب ڏنو آهي تہ حضور جن کي اهو پهريل وڳو نج ڳاڙهو ڪونہ هو، پر ان کي رڳو ڳاڙهيون ليڪون هيون. مخدوم صاحب بہ لکيو آهي تہ برابر اهو ڪپڙو نج ڳاڙهو ڪونہ هو، پر ڳاڙهين ليڪن وارو هو.

مخدوم صاحب، "مواهب اللدنيه" ۽ "شرح شمائل" علي قاري مڪي جي حوالي سان لکيو آهي:

"حضور جن کي اهي پاتل ڪپڙا يمن جا هئا. انهن ڪپڙن تي ڳاڙهين ليڪن سان گڏ سايون ۽ ڪاريون ليڪون بہ هيون ۽ نج ڳاڙهو ڪپڙو ڪو نہ هو. جيئن اسان جي ملڪ سنڌ ۾ ٺٽي جو مشهور ڳاڙهين ليڪن سان گڏيل 'لنگي' جو ڪپڙو ٺهيل هوندو آهي. اهڙيءَ ريت اهو بہ ائين رڳو ڳاڙهين ليڪن وارو ڪپڙو هو ۽ خالص ڳاڙهو مڪ ڪپڙو ڪو نہ هو."

مخدوم صاحب حديث جو وڏو ڄاڻو هو. پاڻ اصول حديث جي پيش نظر، حديث جي روايت ۽ سَند تي محدثانہ جرح ڪندي لکي ٿو:

"هن حديث جي سند ضعيف آهي. هن حديث جي سند ۾ القاسم ليساري، ابراهيم بن هارون ۽ يحيٰ بن ابي طالب راوي آهن. اهي ٽئي راوي مجهول آهن. خبر مجهول غير مقبول هوندي آهي. اصول حديث جي ڪتابن موجب خبر مجهول ضعيف آهي ۽ ضعيف روايت شرعي احڪام ۾ حجت نہ هوندي آهي. حافظ ذهبي

’ميزان‘ ۾ وضاحت سان لکيو آهي تہ يحيٰ بن ابي طالب، هارون
بن موسيٰ ۽ يحيٰ ضعيف راوي ۽ ڪوڙا آهن.“

مخدوم صاحب کي علم حديث وانگر فقه تي بہ ڪامل دسترس هئي.
پاڻ فقه جي عبارتن جو نچوڙ هن ريت ڏنو آهي:

”ڳاڙهو ڪپڙو مردن کي پائڻ مڪروه تحريمي آهي.“

مخدوم صاحب هن مسئلي ۾ ٻين فقيهن جو موقف بہ بيان ڪيو آهي، پر اڳتي هلي انهن جو ڀرپور رد بہ ڪيو اٿس، مثال طور: ابوالمڪارم، ”فتاويٰ قاضي خان“ جي حوالي سان نقل ڪيو هو، تہ ڳاڙهي ڪپڙي پهرڻ ۾ ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي. شمس الدين القهستاني، الزاهدي جي حوالي سان لکيو هو تہ ڳاڙهي ڪپڙي پائڻ ۾ ڪوبہ خوف نہ آهي.

مخدوم صاحب وٽ اهي ٻئي ڪتاب موجود هئا. انهن ڪتابن جو لفظ لفظ ڪري پڙهيو هئائين. ان ڪري پاڻ ڪامل فقيه جي حيثيت ۾ ابوالمڪارم ۽ القهستاني تي علمي چوٽ ڪندي لکي ٿو:

”انهن ٻنهي ڳاڙهي ڪپڙي جائز هجڻ جي عبارت مٿين ڪتابن تان نقل ڪئي آهي. گهڻي تحقيق ڪان پوءِ اهي جائز هجڻ جا لفظ ئي انهن ڪتابن ۾ موجود نہ آهن، تہ پوءِ سندن اهي اوٽ تي حوالا ڏيڻ ڪنهن بہ طرح صحيح ۽ دليل نہ آهن.“

مخدوم صاحب ان باري ۾ اهلِ علم کي بہ اپيل ٿو ڪري تہ جيڪڏهن اهي لفظ انهن ڪتابن ۾ موجود هجن، تہ ڪو اسان کي ٻڌائي تہ الله تعاليٰ ان کي اجر ڏيندو ۽ اسان ان جا شڪر گذار رهنداسون.

اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب اڳتي هلي لکي ٿو:

”هائو، ڪن ماڻهن ’ملتقط‘ ۽ ’مجمع الفتاويٰ‘ جي حوالي سان بہ ساڳي ڳالهہ ڳاڙهي ڪپڙي جي جواز ۾ آندي آهي، پر جيئن تہ اهي ٻئي ڪتاب اسان جي ملڪ سنڌ ۾ موجود نہ آهن، تہ جيئن اسان انهن کي ڏسي ۽ هن ڳالهہ کي پيٽي ڏسون. ممڪن آهي تہ اهي حوالا بہ ابوالمڪارم ۽ القهستاني جي مٿين حوالن وانگر اوٽ تي هجن، تنهن ڪري ان ڳالهہ کي ڪو وزن ڪونهي. جيڪڏهن اسان اهو ڪٿي مڃون تہ ٻنهي يا ڪنهن هڪ ڪتاب ۾ اها جواز جي ڳالهہ آهي، تہ بہ ان ۾ شڪ ناهي تہ اها ڳالهہ غير مختار ۽ ظاهر روايت جي خلاف آهي.“

مخدوم صاحب اڳتي هلي امام ابو حنيفہ، امام مالڪ ۽ امام احمد بن حنبل رحمة الله عليهم جي حوالي سان تحرير ڪيو آهي، تہ مردن کي ڳاڙهو ڪپڙو پهرڻ مڪروه تحريمي آهي. البت، امام شافعي رحمة الله عليه جو موقف الڳ بيان ڪري، ان جا جواب بہ ڏنا اٿائين.

مخدوم صاحب رسالي جي آخر ۾ فقه حنفي جي مشهور درسي ڪتاب "نورالايضاح" جي مصنف، حسن بن عمار بن علي شرنبلالي تي علمي چوٽون ڪيون آهن، جو هن ڳاڙهي ڪپڙي پائڻ جي جواز ۾ هڪ رسالو لکيو هو. مخدوم صاحب شرنبلالي جي رسالي جي باري ۾ لکي ٿو، تہ ان جو دارومدار ٽن ڳالهين تي آهي ۽ پاڻ انهن ٽن ڳالهين جي جواب سان گڏ ڇهہ ٻيا جواب ڏئي، شرنبلالي جي تحرير کي رد ڪيو اٿائين.

مخدوم صاحب جو هن رسالي ۾ تحرير جو انداز عالمانہ ۽ سوالن جوابن جو طريقو محققانہ آهي، جنهن مان مخدوم صاحب جي قرآن فهمي، علم تفسير، علم حديث، اصول حديث، فقه، اصول فقه ۽ علم ڪلام جي ڀرپور ڄاڻ ۽ علمي مهارت جو پتو پوي ٿو.

# رفع النصب لتكثر التشهدات في صلواة المغرب

مخدوم صاحب هيءُ رسالو بروز خميس ١١ جمادي الاول ١١٦٤هجري تي لکيو، جو ڇهن صفحن تي ڦهليل آهي. صفحي جي ڊيگهه تيرهن انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٦ لفظ آهن. هن رسالي تي ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جو سال نہ لکيل ڪونهي. پر رسالي جي آخر ۾ ٻن صفحن تي سوال جواب ۽ شرعي تحرير- مخدوم صاحب جي پوٽي- مخدوم ابراهيم بن عبداللطيف بن محمد هاشم ٺٽويءَ جي نالي لکيل آهي. سوال ڪندڙ جو نالو سليمان بن عبدالله بن صالح بن مفرح لکيل آهي، جنهن مان ظاهر آهي تہ هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي پوٽي جي وقت ۾ ڪتابت ٿيو آهي. البت رسالي جي منڍ ۾ بسم الله جي مٿان لکيل آهي تہ، "قابلناه بالاصل". جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي اصل دستخط قلمي نسخي تان پيٽي لکيو ويو آهي، جيتوڻيڪ هيءُ دستياب نسخو ڪتابت ڪٽي پوءِ ٿيو آهي. ان ڪري هن نسخي جي صحت ۽ اهميت ظاهر آهي. راقم کي هن رسالي جو عڪس قاسميه لائبريري ڪنڊياري مان مليو. هيءُ رسالو سنڌالاجي لائبريري ڄام شوري، ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين ۽ درسگاه منصوره ۾ محفوظ آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ عجيب مسئلو بيان ڪيو آهي. سانجهي نماز ۾ جيترا ڀيرا بہ تشهد يا التحيات پڙهڻ ممڪن ۽ واقع ٿي سگهي، انهن جو تفصيل ڏنو آهي. حمد ۽ صلواة کان پوءِ مخدوم صاحب لکي ٿو:

"هيءُ رسالو آهي، جنهن ۾ مون سانجهيءَ نماز ۾ جيترا تشهد يا التحيات پڙهڻ ممڪن ٿي سگهن، انهن جو تعداد ڳڻ ڪيو آهي. امام ابو حنيفه ۽ امام ابو يوسف جي قول تي سانجهيءَ نماز ۾

تشهد پڙهڻ جو تعداد ٧٩ ڀيرا ممڪن آهي. البت امام محمد جي قول تي ١٦٠ ڀيرا سانجهيءَ نماز ۾ تشهد پڙهڻ ممڪن آهي، جيئن ان جو تفصيل بيان ٿيندو. مون هيءُ رسالو خميس جي ڏينهن ١١ جمادي الاول ١١٦٤هه تي لکڻ شروع ڪيو ۽ هن رسالي جو نالو 'رفع النصب لتكثر التشهدات في صلواة المغرب' رکيو ويو."

مخدوم صاحب پهريان فقه جي مشهور ڪتاب "بحرالرائق" جي حوالي سان سانجهي نماز ۾ ١١ ڀيرا التحيات پڙهڻ جو مثال بہ ڏنو آهي. ان کان پوءِ مڪمل تفصيل ڏئي رسالو پورو ڪيو آهي.

ساڳئي بحث، عنوان ۽ مسئلي تي مخدوم صاحب هڪ رسالو "بهز المنكب الي تكثير التشهدات في صلواة المغرب" هن کان اڳ ۾ تفصيل سان لکيو هو، جنهن جو حوالو پاڻ هن رسالي "رفع النصب" جي آخر ۾ ڏنو اٿائين.

هن رسالي ۾ آيل تفصيل ڏسڻ ۽ مسئلي کي سمجهڻ لاءِ وڏيءَ مٿاڪٽ ۽ دماغي ورزش ڪرڻ جي ضرورت آهي.

# الحجة القوية في حقيقة القطع بالافضيلة

مخدوم صاحب جي هن دستياب قلمي نسخي ۾ ٧٩ صفحا آهن. هر صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٣ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٠ لفظ آهن. ڪاتب جي صورتخطي وچولي ٿلهي قلم سان صاف ۽ وڻندڙ آهي.

هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي ٻن عربي ڪتابن جو نچوڙ آهي ۽ مخدوم محمد معين ٺٽوي جي ڪتاب "الحجة الجليلة في رد من قطع بالافضيلة" جو رد آهي. مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ قرآن، حديث، فقه، اصول، ڪلام ۽ رجال جي ڪتابن جا اڪثر جابجا حوالا ڏنا آهن. پر افسوس جو ڪتاب جو هيءُ نسخو ٧٩ صفحي کان پوءِ آخر تائين ناقص آهي. ان ڪري ڪاتب ۽ ڪتابت جو سن معلوم ٿي نه سگهيو آهي. پر ڪاغذ ۽ اکرن جي بيهڪ مان لڳي ٿو ته هيءُ نسخو ويجهي دور جو ڪتابت ٿيل آهي. مخدوم صاحب جي هن رسالي "الحجة القوية" جو قلمي نسخو، حافظ عبدالله ولد مولوي محمد معروف مٽياري واري جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. راقم کي اتان هن نسخي جو عڪس مليو آهي. هن رسالي جا قلمي نسخا پير سرهندي، اوريئنٽل ڪاليج ۽ نيشنل ميوزيم لائبررين ۾ موجود آهن.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب پنهنجي همعصر عالم- مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي گهڻن ڪتابن جو رد لکيو آهي. هيءُ ڪتاب به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن ۾ چئني خليفن جي ترتيب بابت بحث ٿيل آهي. مخدوم صاحب مقدمي ۾ هن رسالي تصنيف ڪرڻ جو مقصد ۽ نچوڙ بيان ڪندي تحرير ڪيو آهي:

"مون پهريائين هن سلسلي ۾ وڏو ڪتاب 'السنة النبوية في حقيقة

القطع بالافضلية' لکيو هو. ان کان پوءِ انهيءَ ڪتاب جو اختصار 'الطريق الاحمدية في حقيقة القطع بالافضيلة' نالي سان لکيم ۽ هيءُ موجوده رسالو انهيءَ وچئين رسالي جو خلاصو آهي ۽ هن خلاصي جو نالو آهي: 'الحُجة القوية في حقيقة القطع بالافضيلة.'

انهن ٽنهي رسالن لکڻ جا ٻه مقصد آهن:

١. اهلِ سنت جماعت جي تحقيق، قرآن عظيم ۽ نبي ﷺ جي حديثن مبارڪن مان حضور جن جي چئني خليفن جي ترتيبوار فضيلت ۽ حقيقت ظاهر ڪرڻ. يعني 'افضل البشر کلهم بعدالانبياء عليهم الصلواة والسلام ابوبکر ثم عمر ثم عثمان ثم علي رضي الله عنهم.' مطلب تہ الله تعاليٰ جي نبين سڀني کان پوءِ سڀني انسانن ۾ ابوبڪر پهريون آهي، پوءِ عمر، پوءِ عثمان، پوءِ علي. الله تعاليٰ انهن کان راضي ٿيو.

٢. اهلِ سنت ۽ هنن خليفن جي ترتيب ۾ مخالفت ڪندڙ ۽ رافضين جي موافقت ڪري حضرت علي المرتضيٰ کي سڀني خليفن کان افضل سمجهندڙ ڪن همعصر عالمن 'الحجة الجليلة في رد من قطع بالافضلية' نالي ڪتاب لکيو آهي. منهنجي هن ڪتاب جو ٻيو مقصد رافضين جي تائيد ڪندڙ همعصر (مخدوم محمد معين ٺٽوي) جي هن ڪتاب جو رد ڪرڻ آهي.

مون هيءُ رسالو ١٧ شعبان ١١٦۴هہ ۾ لکڻ شروع ڪيو. هن رسالي ۾ مقدمو، ٻہ فصل ۽ خاتمي ۾ ڇهہ فائدا آهن. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ بيشڪ حضرت علي رضي الله عنه وڏين فضيلتن ۽ مناقبن جو صاحب آهي. هو اڪابرالامت آهي، سابقين الاولين مان آهي، الله تعاليٰ جي صالح ٻانهن ۾ پهريون آهي، نيڪن صالحن مقربن مان آهي. سندس گهڻيون ئي فضيلتون ۽ ڀلايون آهن، پر خليفن سڀني جي ترتيب جيئن مٿي بيان ٿي، حضرت عليءَ جو انهن ۾ چوٿون نمبر آهي. ان ڏس ۾ عقل يا اجتهاد جو دخل ڪونهي. نبي ﷺ طرفان ئي اها ترتيب ۽ امر واقع آهي."

مخدوم صاحب پنهنجي هن رسالي "الحجة القوية" ۾ همعصر جو اشارو

تہ ڪيو آهي، پر نالو نہ ورتو آهي. اصل ۾ اهو اشارو مخدوم صاحب جي وڏي همعصر ۽ رنگين طبيعت واري عالم- مخدوم محمد معين ٺٽويءَ ڏانهن آهي ۽ "الحجة الجليلة" ان جو ئي ڪتاب لکيل آهي.

بهرحال، هيءُ علمي بحث مخدوم صاحب پنهنجي رسالي ۾ آڻي، علمي تحقيق جا واهڙ وهايا آهن ۽ ڀرپور حوالن سان پنهنجو اندازِ تحرير ۽ اهلِ سنت جو دفاع ۽ حق ثابت ڪيو آهي. افسوس تہ هيءُ رسالو آخر ۾ ناقص آهي.

# حيات القاري باطراف صحيح البخاري

مخدوم صاحب جو حديث پاڪ بابت هيءُ هڪ بهترين ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ ٧٥٨ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه تيرهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٥ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ لفظ آهن. اسان جي سامهون "حيات القاري" جو قلمي نسخو، ڪاتب ابراهيم بن نور محمد جمالي، ساڪن ڳوٺ ٻائي خان جمالي جو لکيل موجود آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڪاتب جي نالي کان پوءِ درگاهه پير جهنڊي ۽ مڪتبه راشديه جي مالڪ، مرحوم سيد رشد الله شاهه صاحب العلم الرابع پنهنجي هٿ سان هيٺيون نوٽ لکيو آهي: "ابوتراب چوي ٿو ته اسان وٽ موجود اصل قلمي نسخي تي تحرير ٿيل هو ته هيءُ نسخو مصنف محمد هاشم ٺٽويءَ جي مجلس ۾ ويهي، اصل تان پيٽي نقل ڪيو ويو آهي. اهو نقل تاريخ ٨ رمضان المبارڪ آچر جي ڏينهن ١١٦٧هه تي لکجي پورو ٿيو. ڪتبه عبدالرحمن بن شيخ الاجل محمد هاشم سنڌي عفي عنه."

پير صاحب جي انهيءَ مٿين مختصر نوٽ مان اهو پتو پوي ٿو ته:

١. هيءُ قلمي نسخو، مخدوم صاحب جي وڏي پٽ عبدالرحمن جي هٿ جو لکيل هو.

٢. مخدوم صاحب جي خدمت ۾ ويهي روبرو اُتاريو ويو هو.

٣. ڪتاب جي اصل لکجڻ کان رڳو هڪ سال پوءِ ١١٦٧هه ۾ ڪتابت ڪيو ويو هو.

٤. مخدوم صاحب ڪتاب جو پهريون نقل ٻين ڪاتبن جي بجاءِ پنهنجي وڏي پٽ کي ڪتابت لاءِ ڏنو، ته جيئن ڪتاب جو پيو اُتارو به صحيح ۽ پروسي جهڙو ٿئي.

٥. مخدوم صاحب وانگر سندس وڏو فرزند عالم هجڻ سان گڏ وڏو ڪاتب به هو، جو حديث جو اهم ڪتاب ڪتابت ڪيو هئائين.

٦. مخدوم صاحب ۽ سندس اولاد جي علم حديث سان محبت جو پتو پوي ٿو.

اسان جي سامهون پير بديع الدين راشدي جهنڊي واري جو قلمي نسخو آهي. هيءُ نسخو مخدوم صاحب جي فرزند مخدوم عبدالرحمان ٺٽويءَ واري قلمي نسخي جو نقل آهي. هن نسخي تي پير ابو تراب راشدي ۽ خليفي محمد خان جماليءَ جي نظرثاني ڪيل آهي، ان ڪري هن قلمي نسخي جي قدامت ۽ صحت جي لحاظ کان وڏي اهميت آهي. خود مخدوم جي هٿ جو لکيل قلمي نسخو، نيشنل ميوزيم ڪراچيءَ ۾ موجود آهي. راقم کي "حيات القاري" جي قلمي نسخي جو عڪس محترم عبدالرحمان منگيي سڪرنڊ واري جي ذريعي مڪتبه راشديه، نيو سعيد آباد مان مليو.

**مواد جو وچور:**

دين جو سرچشمو قرآن ۽ حديث آهي. ٻئي دين جا ٿنڀ به آهن. قرآن ۽ حديث جو تمام گهرو تعلق آهي. جيڪڏهن قرآن جسم آهي، ته حديث ان جو روح آهي. ڪتاب الله متن آهي، ته حديث نبوي ۽ حضور ﷺ جا اقوال ۽ اعمال، ان جو شرح ۽ تفسير آهي.

هن ڳالهه تي سڀني امامن ۽ عالمن جو اتفاق آهي، ته ڪتاب الله کان پوءِ سڀني ڪتابن ۾ "صحيح بخاري" هڪ صحيح ڪتاب آهي ۽ ان جو درجو آهي. هن ڳالهه تي به سڀ متفق آهن، ته ابو عبدالله محمد بن اسماعيل بُخاري رحمة الله عليه حديث جي فن ۾ "اميرالمحدثين" آهي.

مخدوم صاحب پنهنجي وفات کان ڏهاڪو سال کن اڳ سن ١١٦۴هه ۾ علم حديث متعلق هيءُ ڪتاب "حيات القاري باطراف صحيح البخاري" عربيءَ ۾ مرتب ڪيو. علم حديث ۾، مخدوم صاحب جو هيءُ ڪتاب نهايت اهم ۽ ضخيم آهي. هن مان سندس علم حديث سان محبت ۽ تبحر علميءَ جو پتو پوي ٿو.

هن ڪتاب ۾ امام محمد بن اسماعيل بخاريءَ جي ڪتاب "صحيح بخاريءَ" مان حديثن جا "اطراف" گڏ ڪيا ويا آهن. مخدوم صاحب اصل ۾ هيءُ ڪتاب ستين ۽ اٺين صدي هجريءَ جي مشهور محدث، امام حافظ جمال الدين يوسف المزي (٧۴٢هه) جي لکيل ڪتاب "تحفة الاشراف بمعرفت الاطراف" تان استفادو ڪري لکيو آهي. حافظ مزيءَ جو اهو جڳ مشهور

ڪتاب عربيءَ ۾ سورهن جلدن ۾ لکيل آهي ۽ بهترين ڪتاب آهي. محدث مزيءَ هن ڪتاب ۾ حديث نبويءَ جي ڇهن مشهور ڪتابن "صحاح سته" جا اطراف گڏ ڪيا آهن. صحاح سته جا مشهور ڪتاب هي آهن:

١. صحيح محمد بن اسماعيل بخاري (١٩٤هـ- ٢٥٦هـ)
٢. صحيح مسلم بن الحجاج نيشاپوري (٢٠٢هـ- ٢٦١هـ)
٣. سنن ابي دائود سجستاني (٢٠٢هـ- ٢٧٥هـ)
۴. جامع ابي عيسيٰ ترمذي (٢٠٩هـ- ٢٧٩هـ)
۵. سنن ابي عبدالرحمٰن نسائي (٢١۵هـ- ٣٠٣هـ)
٦. سنن ابي عبدالله بن ماجه قزويني (٢٠٩هـ- ٢٧٣هـ)

مخدوم صاحب "حيات القاري" جي مهاڳ ۾، تصنيف جو سبب بيان ڪندي لکي ٿو:

"حمد ۽ صلواة کان پوءِ رب غنيءَ جي رحمت جو محتاج محمد هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمان سنڌي چوي ٿو ته هيءُ رسالو آهي، جنهن ۾ مون امام حجة الاسلام محمد بن اسماعيل بخاريءَ جي ڪتاب 'الجامع الصحيح' بخاري جي حديثن جا اطراف (حصا) گڏ ڪيا آهن. اهي اطراف مون حافظ الحديث، يگاني عالم ابوالحجاج جمال الدين يوسف بن زڪي مزي جي ڪتاب 'الاطراف' تان چونڊيا آهن. مون هن ڪتاب جو نالو 'حيات القاري باطراف البخاري' رکيو آهي. هن جي شروعات ١٨ شعبان ١١٦۴هـ تي ڪئي اٿم. هن ۾ مون ڪي ان تي ٿي اعتماد آهي، جنهن تي حافظ مزي اعتماد ڪيو آهي. 'صحاح سته' کان به مواد ورتو اٿم. امام بخاريءَ جي روايت کي 'خ' جي رمز سان بيان ڪيو اٿم ۽ ان تي وڏيڪ حاشيو به هنيو اٿم.

هن مختصر ڪتاب کي علامه ابو مسعود دمشقي (وفات ۴٠١هـ)، علامه خلف واسطي (وفات ۴٠٠هـ کان پوءِ) ۽ حافظ مزي جي ڪتابن جي نموني تي مرتب ڪيو اٿم، پر هن جي خاص ترتيب محدث حافظ مزيءَ جي ڪتاب واري آهي. هن ۾ مون پاڻ معروف حروف معجم تي ترتيب رکي آهي. ان کان سواءِ 'هه' جي حرف کي 'و' کان اڳ ۾ آندو اٿم. اها حافظ مزيءَ جي ترتيب آهي. جينوٽيڪ ائين اسان وٽ مشهور طريقي جي ابتڙ آهي.

مون جن معروف ڪتابن مان ’حيات القاري‘ جو مواد ورتو آهي، انهن ڪان به زياده هن ۾ اضافا ڪيا اٿم. جيڪي مون لاءِ سهنجا ٿي سگهيا آهن يا مون کي معلوم ٿيا آهن. انهن ۾ جن اوڻاين جي مون کي خبر پئي، تن جي اصلاح ڪئي اٿم. حديث پاڪ جا اطراف يا حصا بخاري شريف جي متن ۾ لکيل لفظن جي موافق ذڪر ڪيا اٿم. ان ڪوشش ۾ مون کان جيتري قدر ٿي سگهيو آهي ته تحقيق ڪئي اٿم. نه ته حافظ مزيءَ جي اتباع ڪندي روايت بالمعنىٰ آندي اٿم. الله تعالىٰ کان سوال آهي ته منهنجي هيءَ محنت پنهنجي رضا لاءِ خلوص واري بنائي.

هن مختصر ڪتاب کي مون ٻن بابن ۾ ورهايو آهي. پهرئين باب ۾ احاديث موصولہ درج آهن. ٻئي باب ۾ مرسل احاديث بيان ڪيون اٿم. انهن مان هر هڪ کي ٻه قسم بنايو اٿم. پهرئين قسم ۾ اسماءُ الرجال ته ٻئي قسم ۾ اسماءُ النساء ۽ انهن مان به هر هڪ کي ٻن بابن ۾ ورهايو اٿم. پهرئين باب ۾ نالا ۽ ٻئي باب ۾ ڪُنيتون. انهن ۾ حروف معجم تي ترتيب ڏني اٿم، ته جيئن ڏسندڙن کي فائدو وٺڻ سولو ٿئي.

ڪتاب شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ مقدمو ذڪر ڪيو اٿم. مقدمي ۾ ٻه فائدا آهن. فائدو پهريون هي آهي ته صحيح بخاري ۾ ڪهڙيون حديثون ورائي ورائي آندل آهن ۽ ڪهڙيون حديثون بنا تڪرار جي آهن. فائدو ٻيو هي آهي ته هر اصحابيءَ جون صحيح بخاريءَ ۾ موصول ۽ معلق حديثون آيل آهن، انهن جو تفصيل ڏنل آهي."

مخدوم صاحب به ڪتاب الله کان پوءِ حديث نبويءَ جي عظمت جي پيش نظر حافظ مزيءَ جي نموني تي رڳو صحيح بخاريءَ جا اطراف "اطراف المزي" تان ميڙي چونڊي، سوڌي سنواري، سهيڙي سموهي راوين جي جديد ۽ آسان ترتيب سان الف- ب وار فهرست موجب مرتب ڪيا آهن.

دراصل "اطراف" علم حديث ۾ حديث جي ڪتاب جو هڪ قسم آهي. اطراف جي لفظي معنىٰ آهي طرف، حصا. طرف جو جمع آهي اطراف.

"اطراف" حديث جي ان ڪتاب کي چئبو آهي، جنهن ۾ حديث جو رڳو اهو حصو ذڪر ڪيو وڃي، جو باقي حديث جي حصي تي دلالت ڪري ۽ پوءِ ان حديث جا سڀ طريقا ۽ سَندون بيان ڪيون وڃن يا ڪن مخصوص

ڪتابن جون سندون بيان ڪيون وڃن، جيئن اطراف الڪتب الخمسه ابي العباس ۽ اطراف المزي."

حافظ جمال الدين يوسف المزي "اطراف" تي بحث ڪندي لکيو آهي:

" ڪنهن حديث مبارڪ جو هڪ حصو ذڪر ڪري، ان جي سڀني سندن کي حديث جي ڪتابن مان آڻي، ان تي بحث ڪيو ويندو آهي. جن ڪتابن ۾ ان جو ذڪر هوندو آهي، انهن کي 'ڪتب الاطراف' سڏيو ويندو آهي ۽ ان حصي کي طرف چئبو آهي ۽ جڏهن حديث جي ڪتابن جا لکندڙ ڪنهن حديث جي روايت ۾ شريڪ ٿيندا آهن يا انهن مان ڪي بزرگ ان کي آڻيندا آهن تہ ڪتب الاطراف وارا اها حديث ان جي ذڪر ڪرڻ واريءَ جاءِ جي بيان سان گڏ لکندا آهن ۽ جيڪڏهن اها حديث ٻن يا ٽن جاين تي ذڪرڪيل هوندي آهي تہ انهن سڀني جاين جي نشاندهي ڪندا آهن ۽ ان سان ان حديث جي طريقن ۽ سَنَدَن تي بحث ڪرڻ آسان ٿي پوندو آهي. ڪتب الاطراف مان وڏو فائدو اهو ٿئي آهي. عالمن چيو آهي تہ: 'محدث بلا اطراف ڪانسان بلا اطراف'، مطلب تہ اطراف الحديث جي علم کان سواءِ محدث ائين آهي، جيئن عضون کان سواءِ انسان."(26)

مخدوم صاحب "حيات القاري" ۾ مقدمي کان پوءِ صحيح بخاري جي اطراف جو سلسلو، راويءَ جي الف- بي وار فهرست سان شروع ڪيو آهي. هتي اطراف جا چند مثال پيش ڪجن ٿا:

حرف الالف

● انس بن مالڪ ابو حمزه الانصاري عن ابي.

حديث: "ڪنا نريٰ هذا من القرآن حتيٰ نزلت الهڪم التڪاثر" يعني حضرت انس رضي الله عنه حضرت أبي رضي الله عنه کان نقل ڪيو، تہ اسان هي سمجهندا هئاسون تہ هي قرآن مان آهي، تان تہ سورة "الهڪم التڪاثر" نازل ٿي.

اصل ۾ مڪمل حديث هيءَ آهي تہ حضرت انس بن مالڪ روايت ٿو ڪري، تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ جيڪڏهن ماڻهوءَ وٽ سون جي هڪ وادي هجي تہ هُو گهرندو تہ ٻہ واديون هجن. ان جي وات کي مٽي ئي ڀري سگهي ٿي ۽ الله تعاليٰ توبهہ ڪندڙ جي توبهہ قبول ڪري ٿو.

● عبدالرحمٰن بن الاسود بن عبد يغوث الزهري عن ابي.

حديث: "ان من الشعر حكمة". ترجمو: بيشڪ شعرن مان ڪي شعر حڪمت سان ڀريل آهن.

● ابراهيم بن سعد بن ابي وقاص القرشي الزهري عن اسامه بن زيد

حديث: "اذا سمعتم بالطاعون بارض فلا تدخلوها." ترجمو: نبي ﷺ فرمايو تہ جڏهن توهان ڪنهن جڳهہ بابت ٻڌو تہ اتي طاعون آهي، تہ اُتي نہ وڃو.

اصل ۾ مڪمل حديث هيءَ آهي تہ نبي ﷺ فرمايو تہ جڏهن توهان ڪنهن جڳهہ بابت ٻڌو تہ اتي طاعون آهي، تہ اتي نہ وڃو ۽ جڏهن توهان ڪنهن جاءِ ۾ هجو ۽ اتي طاعون پکڙجي وڃي، تہ اتان نہ نڪرو.

**صحيح بخاريءَ ۾ روايتن جو تعداد:** مخدوم صاحب "حيات القاري" جي مقدمي ۾ ابن الصلاح، النووي ۽ حافظ ابن حجر عسقلانيءَ جي حوالي سان صحيح بخاري جي سمورين روايتن جو مختلف نوعيتن سان بحث ڪري، تعداد بيان ڪيو آهي. ان بحث جو نچوڙ هي آهي:

صحيح بخاري جي روايت ٿيل حديثن جي تعداد ۾ عالمن جو اختلاف آهي. ابن الصلاح جي تحقيق آهي تہ صحيح جي سڀني حديثن جو تعداد ٧٢٧٥ آهي. حذف مڪررات يعني وري وري آيل حديثن جي حذف ڪرڻ يا ڪڍڻ کان پوءِ هيءُ تعداد چار هزار بيهي ٿو.

ابن حجر عسقلانيءَ جي تحقيق پٽاندڙ صحيح بخاريءَ جون سڀ حديثون مڪررات سميت ٧٣٩٧ آهن. سڀني معلقات جو تعداد ١٣٤١ آهي. سڀني متتابعات جو تعداد ٣٤٤ آهي ۽ ڪُل تعداد ٩٠٨٢ آهي. حذف مڪررات کان پوءِ مرفوع حديثن جو تعداد ٢٦٢٣ وڃي ٿو بيهي. اهڙيءَ ريت امام بخاريءَ جون جيڪي حديثون اعلىٰ سَنَدَن تي مشتمل آهن، اهي ثلاثيات آهن. انهن جو تعداد ٻاويهہ آهي ۽ حذف مڪررات کان پوءِ هيءُ تعداد سورهن وڃي رهي ٿو.

مخدوم صاحب، روايت ٿيل حديثن جي تعداد کان پوءِ هر هڪ روايت ڪندڙ اصحابيءَ جي روايت ڪيل حديثن کي الف- بي وار ۽ نالي وار تعداد لکيو آهي. مثال طور: ابي بن ڪعب رضي الله عنه، جيڪو قرآن جي قارين جو سردار آهي، ان جون ست حديثون روايت ٿيل آهن. اسامه بن زيد بن حارث سورهن حديثون، اسيد بن حضير انصاري هڪ حديث ۽ انس بن مالڪ

انصاريءَ ٢٦٨ حديثون روايت ڪيون آهن."

مخدوم صاحب مقدمي ۾ اعتراف ڪيو آهي تہ سندس هن ڪتاب "حيات القاري باطراف صحيح البخاري" جا محرڪ هيٺيان محدث آهن. جن ڪان متاثر ٿي ۽ سندن ڪتابن تان استفادو ڪري، علم حديث بابت هيءُ بهترين ڪتاب لکيو اٿائين:

١. امام محمد بن اسماعيل بخاري (١٩۴هہ- ٢۵٦هہ)

٢. حافظ جمال الدين يوسف بن الزڪي المزي (٦۵۴هہ- ٧۴٢هہ)

٣. امام ابو مسعود ابراهيم بن محمد دمشقي (وفات ١-۴٠٠هہ)

۴. علامہ خلف واسطي (وفات ۴٠٠هہ ڪان پوءِ)

۵. محدث ابن الصلاح (۵٧٧هہ- ٦۴٣هہ)

٦. حافظ ابن حجر عسقلاني (٧٧٣هہ- ٨۵٢هہ)

# بذل القوة في حوادث سني النبوة

سيرت پاڪ جي حوالي سان مخدوم صاحب جو هيءُ جڳ مشهور ڪتاب آهي. مخدوم امير احمد عباسي کهڙائيءَ سن ١٩٦٦ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد طرفان مرتب ڪري شايع ڪيو هو. متن ٣٠٧ صفحا، عربي مقدمو، فهرست، انڊيڪس ۽ تعليقات ٣٣١ صفحا، جملي ٦٣٨ صفحا آهي. صفحي جي ڊيگهه ساڍا اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ سراسري طور ٢۴ سٽون ۽ هر سٽ ۾ ١٢ لفظ آهن.

مخدوم ٺٽويءَ حضور پُرنور نبي ﷺ جن جي سوانح ۽ سيرت پاڪ بابت سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ ۾ گهڻا ڪتاب لکيا آهن. جيتوڻيڪ اهي سڀئي ڪتاب تحقيقي لحاظ کان ڀرپور آهن، پر عربي زبان ۾ هن ڪتاب "بذل القوة" جو معيار نهايت مٿانهون آهي. پنهنجي انداز ۽ نئين ترتيب جي لحاظ کان سيرت ۾ نئون موڙ ۽ اهڃاڻ آهي. هن ڪتاب کي سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ مخدوم امير احمد هڪ سئو صفحن تي عربيءَ ۾ مقدمو لکيو آهي.

**مواد جو وچور:**

هيءُ ڪتاب ٻن قسمن ۾ ورهايل آهي. پهريون قسم هڪ باب تي مشتمل آهي ۽ ان هڪ باب ۾ ١٣ فصل آهن. ٻيو قسم ٽن بابن ۾ ورهايل آهي. پهرئين باب ۾ ٨ فصل، ٻئي باب ۾ ١٠ فصل ۽ ٽئين باب ۾ ١١ فصل آهن. مخدوم صاحب "بذل القوة" جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

"محمد هاشم پٽ عبدالغفور پٽ عبدالرحمان سنڌي ٺٽوي چوي ٿو ته هيءُ مختصر ڪتاب آهي، جنهن ۾ انهن واقعن جو تاريخي ترتيب سان ذڪر آهي، جيڪي نبي ڪريم ﷺ جي ٽيويهه ساله نبوت واري زندگيءَ ۽ دور ۾ واقع ٿيا، يعني ١٣ سالن جو مڪي زندگيءَ وارو دور ۽ ١٠ سالن جي مدني زندگيءَ واري دور جا

حالات، واقعا ۽ غزوات سرايا يا جنگيون. هن ڪتاب جي شروعات ۵ ذوالحج ۱۱۶۶ھ تي ٿي ۽ هن ڪتاب جو نالو 'بذل القوة في حوادث سني النبوة' آهي. هيءُ ڪتاب ٽن قسمن يا حصن ۾ ورهايل آهي. پهرئين قسم ۾ مڪي دور جا واقعا ۽ ٻئي قسم ۾ مدني دور جا واقعا. مدني دور ٽن بابن ۾ ورهايل آهي: باب پهريون غزوات، باب ٻيو سرايا ۽ بعوث ۽ باب ٽيون ٻيا واقعا."

هن ڪتاب جي پڄاڻي ۴ صفر المظفر ۱۱۶۸ھ اربع جي ڏينهن ٿي، يعني هن اهم ڪتاب جي مواد جي چونڊ ۽ جمع و ترتيب ۾ مخدوم صاحب کي لڳ ڀڳ ٻه سال ڪن لڳي ويا.

ڪتاب ۾ آيل مواد جي سن وار فهرست ڏسڻ سان هن ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت جو اندازو ٿي سگهي ٿو ۽ سيرت پاڪ تي ترتيب وار ۽ يڪجا مواد جو خاڪو سامهون اچي بيهي ٿو:

حصو پهريون: نبوت جي شروعات کان هجرت تائين جا واقعا

هن باب ۾ سن ۱ کان ۱۳ تائين نبوت جا تاريخ وار واقعا شامل آهن.

حصو ٻيو: هجرت جي شروعات کان وٺي حضور ﷺ جن جي وصال تائين جا واقعا.

باب پهريون- غزوات النبي ﷺ: هن باب ۾ سن ۲ھ کان ۹ھ تائين پيش آيل لڙاين جو ذڪر آهي.

باب ٻيو- اهي سرايا ۽ بعوث جيڪي حضور ﷺ جن هجرت کان پوءِ روانا ڪيا. هن باب ۾ سن ۲ھ کان ۱۱ھ تائين پيش آيل سرايا جو احوال آهي.

باب ٽيون- غزوات ۽ سرايا کان سواءِ ٻيا حالات ۽ واقعات، جيڪي هجرت کان پوءِ حضور ﷺ جن جي وصال تائين پيش آيا. هن باب ۾ سن ۱ھ کان ۱۱ھ تائين جا گڏيل واقعا درج آهن.

ٻئي باب ۾ غزوات ۽ سرايا جو احوال آهي. جن جنگين ۾ پاڻ نبي ڪريم ﷺ جن شريڪ ٿيا، محدثن جي اصطلاح ۾ انهن جنگين کي "مغازي" ۽ "غزوات" چئبو آهي. جن لڙاين ۾ پاڻ شريڪ نہ ٿي سگهيا ۽ پنهنجي اصحابن کي لشڪر جو امير بنائي موڪليو، ان کي "سرايا" ۽ "بعوث" چئبو آهي. سرايا جو تعداد ۷۷ آهي. جن جنگين ۾ حضور جن پاڻ شريڪ ٿيا، انهن جو تعداد ۲۸ آهي. انهن جنگين جي ترتيبوار فهرست هي آهي:

١. غزوه الابواءِ يا ودان
٢. غزوه بواط
٣. غزوه سفوان يا بدر اوليٰ
۴. غزوه العشيرة
۵. غزوه بدر ڪبريٰ
٦. غزوه بني سليم يا قرقرة الڪدر
٧. غزوه السويق
٨. غزوه غطفان يا ذي امر
٩. غزوه الفرع
١٠. غزوه بني قينقاع
١١. غزوه احد
١٢. غزوه حمراء الاسد
١٣. غزوه بني نضير
١۴. غزوه بدر صغريٰ
١۵. غزوه دومة الجندل
١٦. غزوه بني المصطلق يا مريسع
١٧. غزوه خندق
١٨. غزوه بني قريظہ
١٩. غزوه بني لحيان
٢٠. غزوه حديبيه
٢١. غزوه ذي قرد
٢٢. غزوه خيبر
٢٣. غزوه وادي القريٰ
٢۴. غزوه ذات الرقاع
٢۵. غزوه فتح مڪه
٢٦. غزوه حنين
٢٧. غزوه طائف
٢٨. غزوه تبوڪ

مخدوم صاحب مڪي شريف ۽ مديني منوره جي ڪن زيارتن ۽ برڪت وارين تاريخي جاين جو ذڪر ڪندي، ڪتاب ۾ پنهنجو اکين ڏٺو مشاهدو

ٻه ڏيندو ويو آهي. ان مان مخدوم صاحب جي سفر حرمين شريفين جون چند جهلڪيون ٻه سامهون اچن ٿيون، ته هن ڪهڙي سال ۾ مڪي يا مديني جون زيارتون ڪيون. ياد رهي ته مخدوم صاحب سن ١١٣٥هه ۾ حرمين شريفين جو سفر اختيار ڪيو هو ۽ سن ١١٣٧هه تي واپس ٺٽي موٽي آيو هو.

مخدوم صاحب مڪي ۽ مديني منوره جي ڪن تاريخي جاين بابت پنهنجو مشاهدو هن طرح لکي ٿو:

**دار ارقم:** دار ارقم، مڪي شريف ۾ مسجد الحرام جي ويجهو صفا جبل لڳ اڄ تائين موجود آهي. هينئر دار خيزران جي نالي سان مشهور آهي (ڇو ته) هارون الرشيد جي ماءُ خيزران حبشيه ان جاءِ جي نئين سر تعمير ڪرائي، ان کي برڪت خاطر مسجد بنائي ڇڏيو هو. مون جڏهن سن ١١٣٥هه ۾ حج بيت الله جو شرف حاصل ڪيو، ته ان جاءِ جي زيارت جي سعادت به نصيب ٿي هئي. (ص ٢١)

**ڪوهه الروحاء:** مديني ۽ مڪي جي وچ تي الروحاء نالي ڪوهه آهي، جيڪو مديني کان ٣٦ ميلن جي پنڌ تي آهي ۽ اهو ڪوهه اڄ تائين مشهور ۽ موجود آهي. اسان پنهنجي اکين سان هن ڳوٺ کي ڏٺو ۽ پاڻي به پيتو. (ص ٤٨)

**مسجد جمعه:** حضور ﷺ مسجد بنو سالم بن عوف ۾ جمعي جي نماز پڙهي ۽ جمعي جو خطبو ڏنو هو. بنو سالم بن عوف جي آبادي قبا ۽ مديني جي وچ تي هئي. انهيءَ ڪري هن مسجد کي مسجد جمعه چون ٿا. هيءُ اسلامي تاريخ ۾ حضور ﷺ جن جو سڀ کان پهريون جمعو ۽ سڀ کان پهريون خطبو هو. هيءَ مسجد اڄ تائين موجود آهي. اسان به سن ١١٣٦هه ۾ هن مسجد جي زيارت ڪئي. ان وقت هن جي نئين تعمير ٿي چڪي هئي. (ص ١٠٢)

**حضرت ميمونه جي قبر:** مڪي ۽ مديني جي درميان مڪي کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي "سرف" نالي هڪ ڳوٺ آهي. هن وقت هيءُ ڳوٺ ته غير آباد آهي ۽ هتي حضرت ميمونه رضي الله عنها جي قبر کان سواءِ ٻيو ڪجهه ناهي. هن جي قبر تي قبو نهيل آهي. الحمدلله! سن ١١٣٦هه ۾ اسان هن قبي جي زيارت ڪئي. (ص ١٩٥)

### ابن ڪثير تي علمي چوٽ:

مخدوم صاحب "بذل القوة" ۾ لڳ ڀڳ سٺ ڪتابن جا حوالا آندا آهن. علامه ابن ڪثير مشهور مصنف آهي. "البدايه والنهاية" به تاريخي لحاظ کان مشهور ڪتاب آهي. مخدوم صاحب ابن ڪثير تي انهيءَ ڪتاب جي حوالي

سان علمي چوٽون ڪيون آهن.

١. هجرت نبويءَ جي سلسلي ۾ ابن ڪثير جو رد مخدوم صاحب ڪيو آهي.

٢. سن ٢هه جي واقعن ۾ بيت المقدس مان ڦري بيت الله قبلو مقرر ٿيو. مخدوم صاحب ان سلسلي ۾ به "البدايه والنهاية" جي حوالي سان ابن ڪثير جو ڀرپور رد ڪيو آهي.

**"بذل القوه" جي ٻولي:**

مخدوم صاحب ۽ شاهه لطيف جي دور جي سنڌي ٻولي به هن وقت سمجهڻ ۽ پڙهڻ ۾ محنت طلبي ٿي. عربي ٻولي ته اڃا به وسيع ۽ ڏکي آهي. پر مخدوم صاحب کي عربي ٻوليءَ تي عبور ۽ ڪامل دسترس حاصل هئي. "بذل القوة" جي عربي ٻولي تمام سليس، عام فهم ۽ آسان آهي. جڻ ته هر دور ۽ هن دور جي ٻولي آهي. مثال طور: پاڻ مڪي ۽ مديني جي درميان "کوهه الروحاء" جي زيارت جو نقشو هن ريت چٽي ٿو:

"والروحاء بئر معروف بين مكة والمدينة علىٰ ستة والثلاثين (٣٦) ميلا من المدينة. وهو موجود مشهور الي الان. رايناها باعيننا و شربنا من مائها الف ومائة وخمس وثلثين (١١٣٥). والحمدلله." (ص ٤٨)

عربي عبارت پڙهندي اڪثر جاين تي نثر مان به شاعريءَ جو لطف ٿو اچي، مثال طور:

"ثم رمي بها الي اكفار
فوقع لهم بسببه الفرار
ونزل النصرمن الله العزيز الجبار." (ص ١٢١)

بهرحال، سيرت پاڪ جي سلسلي ۾ "بذل القوة" نئين ترتيب سان هڪ بهترين ۽ لافاني ڪتاب آهي.

هن بهترين ڪتاب جو راقم ۽ پروفيسر اسرار احمد علويءَ، درگاهه فقير الله علوي شڪارپور واري به سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي، پر اجان ترجمو شايع نه ٿيو آهي.

## التحفة المرغوبة في افضلية الدعاء بعد المكتوبة

هي ١٩ صفحن جو سهڻو رسالو آهي. صفحي جي ڊيگهہ ٻارهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٣ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٢٠ لفظ آهن. ڪاتب آخر ۾ هڪ نوٽ لکيو آهي، جنهن جو ترجمو هيءُ آهي: هيءَ رسالو ڪاتب موسيٰ الالياي، مولوي عبدالرئوف بختارپور واري جي قلمي نسخي تان اتاريو ۽ ان وري مولوي لعل محمد متيارين واري جي قديمي نسخي تان نقل ڪيو. هن تحرير مان لفظ "نسخه قديميه" مان ظاهر آهي تہ موجوده رسالو خود مخدوم صاحب جي اصل نسخي جو نقل آهي ۽ صحيح نسخو اصل سان ٺيڪ ٺيڪ آهي. راقم وٽ هن رسالي جو عڪس موجود آهي. تازو هيءُ رسالو مفتي شجاعت علي قادريءَ ايڊٽ ڪري، **مدرسه مجدديہ نعيميه - ملير** ڪراچي طرفان شايع ڪيو ويو آهي.

هن رسالي ۾ ٩٠ ڪتابن جا حوالا آيل آهن. هي ڪتاب تازو ابوغده عبدالفتاح نالي هڪ عرب عالم ايڊٽ ڪري بيروت مان شايع ڪيو آهي. ڊاڪٽر محمد اشرف سمي ان جو اردو ترجمو ڪيو آهي، جو الراشد اڪيڊمي ڪراچي طرفان شايع ٿي چڪو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هيءُ رسالو پنهنجي دور جي ڪن عالمن جي جواب ۾ لکيو آهي، جن اها فتويٰ ڏني هئي تہ فرض نماز پڙهڻ کان پوءِ، سنت مؤڪده کان اڳ ۾ دُعا گهرڻ مڪروه آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي "التحفة المرغوبة" جي مقدمي ۾ تصنيف جو سبب ڄاڻائيندي لکي ٿو:

> "مون کان سوال ڪيو ويو آهي، تہ فرض نماز کان پوءِ دعا گهرڻ سُنت آهي يا نہ؟... مون (تحقيق ڪري) جواب ڏنو، تہ

فرض نماز کان پوءِ دعا گهرڻ سنت مستحبہ آهي. ان کي ڇڏڻ چڱو نہ آهي، خاص ڪري امام جي حق ۾. هيءُ جائز آهي تہ دعا سنت مؤکده کان اڳ ۾ گهري وڃي. جهڙيءَ طرح دعا سنت کان پوءِ گهرڻ جائز آهي. بهتر هيءُ آهي تہ دعا سنت کان اڳ ۾ گهرجي، پر دعا تمام ڊگهي نہ هجي.

(فرض کان پوءِ ۽ سنت کان اڳ ۾) دعا گهرڻ جي مسئلي بابت وقت جي گهڻن عالمن موافقت ڪئي آهي ۽ ڪن ان مسئلي جي (ڪتاب) جواهر الفتاويٰ ۽ الاشباه وغيره جي حوالي سان مخالفت ڪئي، جن جو بيان خاتمي ۾ ذڪر ڪيل آهي... پوءِ مون (ان جي جواب ۾) هيءُ رسالو لکيو آهي ۽ مون هن رسالي ۾ فرض کان پوءِ ۽ سنت کان اڳ ۾ دعا گهرڻ جي عدم ڪراهت (کي رد ڪري، دعا گهرڻ جي ثابتي لاءِ) دليل ڏنا آهن. نبي ﷺ ۽ معتبر فقهي روايتن سان دعا کي ثابت ڪيو آهي.

مون هيءُ رسالو خميس جي رات، ١٩- صفر ١١٦٨هہ ۾ لکڻ شروع ڪيو. هن رسالي جو نالو 'التحفة المرغوبة في افضلية الدعاء بعد المكتوبة' آهي. هن رسالي ۾ ٻہ باب ۽ خاتمو آهي."

مخدوم صاحب هن رسالي جي مواد جي ورڇ هن ريت ڪئي آهي:

پهرئين باب ۾ حديث جي روشنيءَ ۾ اهو ثابت ڪيل آهي، تہ اصل ۾ فرض کان پوءِ دعا گهرڻ سنت مستحبه آهي.

ٻئي باب ۾ حديث مبارڪ سان گڏ فقه جي روشنيءَ ۾ وضاحت آهي، تہ دعا فرض کان پوءِ ۽ سنت کان اڳ ۾ ڪراهت کان سواءِ جائز آهي.

خاتمي ۾ دعا جي مخالفن جا اعتراض ۽ جواب آهن. اهڙيءَ ريت هيءُ رسالو دعا جي فضيلت ۽ جواز تي پورو ٿئي ٿو.

هن رسالي ۾ مخدوم صاحبؒ حديث مبارڪ ۽ فقه جي ڪتابن ۽ حوالن سان ڀرپور دليل ڏئي، حسبِ دستور ڪتاب کي جاندار بنايو آهي ۽ اصل مسئلو کولي سمجهايو آهي. الله تعاليٰ کان دعا گهرڻ جي مخالف لاءِ اعتراض جي ڪا بہ گنجائش باقي نہ ڇڏي آهي ۽ مخدوم صاحب جي اصولي ۽ تحقيقي استدلال کي مڃڻو ئي پوي ٿو.

# تنقيح الكلام في النهي عن قراة الفاتحه خلف الامام

هن رسالي جو پنو ميرانجهڙو ۾ مواد ٥٦ صفحا آهي. صفحي جي ڊيگهه نوَ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٢ لفظ آهن. هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي دور جو ڪتابت ٿيل آهي.

ڪاتب پنهنجو نالو ڪو نه ڄاڻايو آهي، البت ڪتاب جي آخر ۾ عربيءَ ۾ هيءُ نوٽ لکيو آهي،

"تمت المقابلة بحضرة المؤلف في التاريخ العاشر من شهرالله رجب الفرد من سنة الف ومائة و تسع و ستين من الهجرة النبوية علىٰ صاحبها الصلواة والسلام والتحية."

مخدوم صاحب هيءُ رسالو ٢٣ صفر المظفر ١١٦٩هه ۾ لکيو، جڏهن ته ڪاتب جي انهيءَ مٿئين نوٽ مان اهو ظاهر آهي ته هيءُ رسالو ڇئن مهينن کان پوءِ، ساڳئي سال ١٠ ماه رجب المرجب ١١٦٩هه ۾ مصنف جي سامهون اصل نسخي تان پيتي، هيءُ نقل تيار ڪيو ويو. قدامت جي لحاظ ۽ صحت جي اعتبار کان آڳاٽو ۽ صحيح نسخو آهي. هن رسالي جا قلمي نسخا مدرسه مجدديه نعيميه- ملير ڪراچي، سنڌالاجي لائبريري ڄام شوري، پير جهنڊي ۽ مٽياريءَ جي ڪتبخانن ۾ موجود آهن. راقم وٽ مدرسه **مجدديه نعيميه** واري قلمي نسخي جو عڪس آهي. تازو هيءُ رسالو مدرسة مدينة العلوم، پينڊي شريف طرفان اردو ترجمي سان شايع ٿيو آهي.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ فرض نماز ۾ امام جي پٺيان جماعتيءَ کي سورة فاتحه نه پڙهڻ جي باري ۾ بيان آهي. مخدوم صاحب کان سندس دور ۾ ڪن ماڻهن پڇيو ته ڇا نماز ۾ جماعتيءَ کي امام جي پٺيان سورة فاتحه پڙهڻ جائز آهي يا نه؟ يا ڪراهت آهي. جي ڪراهت آهي، ته پوءِ ڪراهت تحريمي آهي يا

تنزيهي؟ يا حضور نبي ﷺ جي حديثن مبارڪن ۾ اهو ذڪر آهي يا نہ؟ مخدوم صاحب انهن مٿين سوالن جي جواب ۾ هيءُ تفصيلي رسالو لکيو آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ پهريائين چئني فقهي مذهبن- مالڪي، شافعي، حنبلي ۽ حنفي جا هن مسئلي ۾ اصول بيان ڪيا آهن. ان کان پوءِ احاديث مبارڪ، تابعين ۽ فقيهن جي اقوال کي آڻي، تحقيق ڪري، حنفي مذهب جي تائيد ۾ ثابت ڪيو آهي تہ امام جي پٺيان نماز ۾ جماعتيءَ کي سورة فاتحه نہ پڙهڻ گهرجي.

بهرحال، هن سڄي رسالي ۽ مسئلي جو نچوڙ، مخدوم صاحب ڪتاب جي خاتمي ۾ هن ريت ڏنو آهي:

مخدوم صاحب خاتمي ۾ تحقيق ڪري فيصلو ڏيندي لکي ٿو تہ هن سڄي رسالي، سوالن ۽ بحث جو نچوڙ هنن ٻن نُڪتن ۾ سمايل آهي:

"١. امام جي پٺيان مقتدي يا جماعتي جو سورة فاتحه يا ان کان سواءِ ٻي سورة پڙهڻ، فرض نماز ۾ يا نفل ۾ جيئن تراويح وغيره ۾ مڪروه آهي. امام ابو حنيفه ۽ صاحبين (امام ابو يوسف ۽ امام محمد) وٽ مڪروه تحريمي آهي. امام محمد سان هڪ روايت منسوب يا نقل ٿيل آهي، سري يعني آهستي قرأت واري نماز ۾ امام جي پٺيان جماعتيءَ کي سورة فاتحه پڙهڻ مڪروه نہ آهي. اها ان کان ضعيف روايت آهي. بهرحال حق هيءُ آهي تہ امام محمد جو قول بہ شيخين (امام ابو حنيفه ۽ امام ابو يوسف) سان موافق آهي. هن مسئلي ۾ امام ابو حنيفه اسي (٨٠) اصحابن سڳورن رضي الله عنه سان موافق آهي. جيئن عيني شرح بخاريءَ ۾ وضاحت آيل آهي. امام ابو حنيفه سان تابعين ۽ ٻين فقيهن جي بہ موافقت آهي.

٢. قوي دليلن مان هيءُ دليل قوي آهي تہ امام جي پٺيان جماعتي سورة فاتحه نہ پڙهي، جيئن ابن همام 'فتح القدير' يا ابن حجر عسقلانيءَ 'فتح الباري' ۾ نص آندو آهي. اهڙيءَ ريت هن مسئلي ۾ نص قرآني ۽ حديثن جا دليل گهڻا آهن. هن مسئلي ۾ زياده اڪثريت اسان سان آهي. اهو بحث هن رسالي ۾ تفصيل سان آيل آهي. اگرچہ ڪن هن جي خلاف گمان ڪيو آهي، پر انهن کي علم حديث جي ڄاڻ نہ آهي."

# فتح العلي في حوادث سني نبوة النبي

سيرت پاڪ جي موضوع تي هيءُ هڪ مختصر رسالو آهي، جنهن ۾ ٥٦ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ست انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٠ لفظ آهن. ١٥ سال کن اڳ فائونٽين پين ۽ نيري مس سان لکيل، مولوي انور حسين ميمڻ ٺٽويءَ جي قلمي ذخيري مان دستياب ٿيو آهي. اصل ۾ ڪنهن پراڻي قلمي نسخي جو اتارو آهي، جيڪو پڻ هن وقت ناياب آهي. ڪتابت بنهه سادي آهي. سنڌ ۾ هن رسالي جو ٻيو ڪو به نسخو معلوم ٿي نه سگهيو آهي. هيءُ قلمي نسخو آخر ۾ ۴ سن نبوت جي احوال کان پوءِ ڪٽيل آهي.

**مواد جو وچور:**

دراصل، مخدوم صاحب جو سيرت پاڪ تي عربي زبان ۾ "بذل القوة" نالي ضخيم ڪتاب لکيل آهي، جو هن موضوع تي هڪ بهترين تحقيقي ڪتاب آهي. هيءُ رسالو "فتح العلي" مخدوم صاحب جي انهيءَ ضخيم عربي ڪتاب "بذل القوة" جو خلاصو ۽ نچوڙ آهي. هن ڪتاب ۾ حضور پاڪ ﷺ جن جي نبوي زندگي مبارڪ جا چيدا چيدا تاريخي واقعا، جنگيون ۽ سرايا وغيره جو مختصر احوال سمايل آهي. مخدوم صاحب هن رسالي جي مقدمي ۾ وضاحت سان لکي ٿو:

> "حمد ۽ صلواة کان پوءِ رب غني جي رحمت جو محتاج ٻانهو محمد هاشم پٽ عبدالغفور پٽ عبدالرحمان سنڌي ٺٽوي چوي ٿو، ته هيءُ رسالو نبي ڪريم ﷺ جن جي نبوت واري زماني مبارڪ جي واقعن، لڙاين ۽ سرايا وغيره جي بيان ۾ آهي. منهنجي اڳ ۾ لکيل سيرت پاڪ بابت وڏي ڪتاب 'بذل القوة في حوادث سني النبوة' جو اختصار آهي. هيءُ خلاصو ربيع الاول جي اوائل

سن ١١٧٠هه ۾ لکڻ شروع ڪيم ۽ هن خلاصي جو نالو 'فتح العلي في حوادث سني نبوة النبي' رکيم. هن اختصار جا ٻه سبب آهن: هڪ ته سهنجائيءَ خاطر اصل ڪتاب جو نچوڙ آهي. ٻيو ڇڻ ته اصل ڪتاب جي تفصيلي فهرست آهي. جيڪو تسلي ۽ تحقيق ڪرڻ گهري، اهو اصل ڪتاب ڏانهن رجوع ڪري."

بهرحال، مخدوم صاحب سيرت پاڪ تي هيءُ مختصر عربي رسالو جوڙي طالبن لاءِ آساني ڪئي آهي، ته جيئن ٿوري وقت ۾ ماٺهو خلاصو پڙهي، حضور پاڪ ﷺ جن جي زندگي مبارڪ مان حظ حاصل ڪن ۽ سنتِ نبويءَ جي تابعداري ڪري ثواب جا حقدار ٿين.

# حلاوة الفم بذكر جوامع الكلم

مخدوم صاحب هيءُ ننڍڙو رسالو حديث بابت تاريخ ٢١ رجب ١١٧١هجري ۾ لکيو. رسالي ۾ ست صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه تيرهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٣٥ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٦ لفظ آهن. ڪتابت وچٽري آهي. ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جو سال تحرير ٿيل ڪونهي، پر ڪاتب رسالي جي منڍ ۾ مٿان عربي ۾ لکيو آهي تہ: "قابلناه بالاصل." مطلب تہ هيءُ رسالو اصل مصنف جي دستخط قلمي نسخي تان پيٺي لکيو ويو آهي. ان ڪري هيءُ رسالو صحت جي لحاظ سان اهميت وارو ۽ صحيح نسخو آهي. هن رسالي جو عڪس راقم کي محترم بشير احمد هيسباڻيءَ جي معرفت قاسميہ لائبريري ڪنڊياري مان مليو. هن رسالي جا قلمي نسخا ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين، سنڌالاجي لائبريري ڄامشوري، اوريئنٽل ڪاليج حيدرآباد ۽ درگاه ٺٽي سائينداد ۾ موجود آهن.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ پياري پيغمبر ﷺ جن جون پند ۽ نصيحت، عبرت ۽ حڪمت، اخلاص ۽ هدايت ڀريون هڪ سؤ ويهہ "جوامع الڪلم" (●) حديثون، حديث جي ڪتابن مان انتخاب ڪري، الف- بي وار مرتب ڪيون ويون آهن. مخدوم صاحب حمد ۽ صلواة کان پوءِ مقدمي ۾ لکي ٿو:

> "مون نبي ﷺ جن جون جوامع الڪلم حديثون ميڙي چونڊي گڏ ڪيون آهن، جن کي حديث جي عالمن خاص طرح بيان ڪيو آهي. نبي ڪريم ﷺ جن جي زبان مبارڪ فصاحت، بلاغت سان ڀرپور ۽ سندن گفتار مٺي ۽ وڻندڙ هئي. پاڻ سڀ‍ڳورا مخلوق ۾

---

(●) "جوامع الڪلم" ان ڪلام ۽ گفتگوءَ کي چئبو آهي، جنهن جا لفظ ٿورا ۽ مطلب تمام گهڻو هجي.[(27)]

تمام فصيح ۽ صاف ۽ سٺي گفتگو ڪندڙ، پُراثر اندازِ بيان ۽ وڻندڙ گفتار جا صاحب هئا. ان ڪري اهلِ علم مٿي مرسل ﷺ جي چونڊ وڻندڙ ۽ پُرتاثير گفتار يعني حديثن کي پنهنجي ڪتابن ۾ جمع ڪيو آهي، جيئن ابن سني، القضائي ۽ ابن الصلاح. مون طالبن ۽ پڙهندڙن جي سهولت خاطر انهن مختصر، جامع ۽ دلپسند حديثن کي الف- بي وار مرتب ڪيو آهي."

اهڙيءَ طرح، مخدوم صاحب بہ حديث، سيرت ۽ تاريخ جي مختلف وڏن ڪتابن جي جدا جدا باغن ۽ گلن مان گل چونڊي، حديثن جو هيءُ گلدستو جوڙيو آهي. جيتوڻيڪ رسول الله ﷺ جن جو ڪلام وحي الاهي آهي ۽ حضور ﷺ جن جي گفتگو يعني سڀ حديثون بہ علم ۽ حڪمت جي نور سان ڀرپور آهن؛ پر هن رسالي ۾ مختصر، جامع، موقعي سان ٺهڪندڙ، معنيٰ خيز ۽ اهي چونڊ حديثون شامل ڪيون ويون آهن، جيڪي عرب ملڪ يا اسلامي دنيا ۾ عام مشهور پهاڪن، اصطلاحن ۽ محاورن طور استعمال ٿين ٿيون. اهي حديثون مختصر پر جامع ۽ هدايت جي نڪتن سان ڀرپور ۽ دل کي سُرور بخشيندڙ آهن. ٿورن لفظن ۾ گهڻو مقصد بيان ڪيل آهي.

جهڙيءَ طرح سنڌ ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جي برڪت ڀرئي رسالي ۽ بيتن مان مختصر سٽون پهاڪن، اصطلاحن ۽ محاورن طور استعمال ٿين ٿيون. اهي مختصر سٽون گفتگوءَ ۾ ڏاڍو رَسُ پيدا ڪن ٿيون ۽ موقعي آهر گفتگو ۽ مضمون کي دلچسپ بنائن ٿيون. مثال طور، محنت ۽ جاکوڙ لاءِ مشهور آهي:

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل وهڻ جي.

يا ڀليڪار لاءِ چئبو آهي:

الله اچن اوءِ، جن آئي من سرهو ٿئي.

اهڙيءَ طرح، مخدوم صاحب بہ مختصر ۽ معنيٰ خيز حديثون چونڊيون آهن. مثال طور: "انما الاعمال با النيات". ساڳئي معنيٰ ۾ سنڌيءَ ۾ بہ چوڻي آهي تہ: "جهڙي نيت تهڙي مراد". يا "الدال علي الخير كفاعله" ساڳئي معنيٰ ۾ سنڌيءَ ۾ بہ مشهور آهي:

ڀلائي ڪندين تان ڀلو تنهنجو ٿيندو،
ڀلائيءَ جا ڀاڙا خدا توکي ڏيندو.

اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب سڀ حديثون مشهور ۽ دلچسپ چونڊيون

آهن. حديثون تہ سڀ هدايت سان ڀرپور آهن، پر مخدوم صاحب رسالي جي آخر ۾ لکيو آهي:

”پيغمبر اسلام ﷺ شريعت جي متفرقات ۽ اسلام جي قاعدن کي هنن چئن حديثن ۾ گڏ ڪري ڇڏيو آهي:

١. انما الاعمال بالنيات- يعني عملن جو دارومدار نيتن تي آهي. (بخاري ۽ مسلم)

٢. الحلال بين والحرام بين- حلال ظاهر آهي ۽ حرام بہ ظاهر آهي. (مسلم)

٣. البينة علي المدعي واليمين عليٰ من انکر-( مطلب تہ شاهد فرياديءَ تي آهن ۽ قسم جوابدار تي آهي. (رواه عبدالرزاق ۽ بيهقي)

٤. لايکمل ايمان المرء حتيٰ يحب لاخيه مايحب لنفسه- مطلب تہ ماڻهوءَ جو ايمان ڪامل نہ ٿو ٿئي، جيستائين جيڪو ڪم پنهنجي لاءِ پسند ٿو ڪري، تہ پنهنجي ڀاءُ لاءِ بہ اهوئي ڪم پسند ڪري. (بخاري ۽ مسلم)

مخدوم صاحب اهي حديثون ”ابن المنير“ ۽ ”مواهب اللدنيه“ جي حوالي سان آڻي لکي ٿو:

”پهرئين حديث عبادات جي چوٿين حصي تي مشتمل آهي. ٻي حديث معاملات جي چوٿين حصي تي مشتمل آهي. ٽين حديث حڪومت ۽ خصومت جي چوٿين حصي تي مشتمل آهي. چوٿين حديث آداب جي چوٿين حصي تي مشتمل آهي.“

مخدوم صاحب هن ننڍڙي رسالي ۾ بہ امام بخاريءَ کان وٺي ابن المنير تائين ٤٨ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن ۽ تحقيق جو معيار برقرار رکيو آهي.

# فرائض الاسلام

هيءَ ڪتاب ديني ادب ۾ مسائل جي حوالي سان انسائيڪلوپيڊيا جي حيثيت رکي ٿو. متن ١٢١ صفحا، مختلف مسائل ٧ صفحا، جملي ١٢٨ صفحا اٿس. صفحي جي ڊيگهه نوَ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. صفحي ۾ ٢٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٠ لفظ آهن. ڪتاب جي آخر ۾ ناشر جو اردو ۾ نوٽ لکيل آهي ۽ مفتي عبدالرحيم (شاگرد مولوي محمد ايوب) جي تصحيح ۽ نظرثاني سان مشهور تاجر ڪتب- ميان محمد صحاف پشاوريءَ، ٢٧ ذوالقعد ١٣١٢هه تي هندو پريس دهليءَ مان شايع ڪيو. مرتب حاشيي تي مختصر واڌارو به ڪيو آهي. ناشر جي نوٽ مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هن مخدوم صاحب جي وارثن ڪان هيءَ ڪتاب وٺي شايع ڪرايو هو. البت، انهيءَ نوٽ ۾ مخدوم صاحب جي ڪنهن وارث جو نالو ڄاڻايل نه آهي. مخدوم صاحب جي پوٽير مان مخدوم غلام محمد جو نالو تاريخ ۾ لکيل ملي ٿو. تنهن ڪري گمان غالب آهي، ته مخدوم غلام محمد ئي ناشر ميان محمد صحاف پشاوريءَ کي "فرائض اسلام" جو قلمي نسخو ڇپرائڻ لاءِ ڏنو هوندو.

دهليءَ واري ڇاپي ڪان سواءِ، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي به حيدرآباد مان "فرائض اسلام" عربيءَ ۾ شايع ڪرايو هو. تازو هن ڪتاب جو اردو ترجمو مدرسه مدينة العلوم، ڀينڊي شريف طرفان پڌرو ٿيو آهي.

**مواد جو وچور:**

- مخدوم صاحب جو هيءُ پنهنجي موضوع تي نهايت نيارو ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ تمام اعتقادي ۽ عملي فرض کولي سمجهايا ويا آهن، جيڪي مڪلف تي فرض آهن. اهي فرض ڪفايه هجن يا فرض عين.

هن ڪتاب ۾ اهي فرض داخل آهن، جيڪي خاص عبادت بابت آهن ۽

ڳچ فرض معاملات جي باري ۾ بہ آهن، جيڪي عبادات ڏانهن منسوب آهن.

مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ اسلام جي جملي ١٢٦٢ فرضن جو تفصيلوار ذڪر ڪيو آهي. مخدوم صاحب تمهيد ۾ لکي ٿو:

"حمد ۽ صلواة کان پوءِ، پنهنجي بي نياز پالڻهار جي رحمت ۾ اميدوار ٻانهو- محمد هاشم پٽ عبدالغفور پٽ عبدالرحمان سنڌي ٺٽوي- الله تعاليٰ هر وقت ان جي حفاظت ڪري- چوي ٿو تہ هيءُ ڪتاب آهي، جنهن ۾ مون ايمان جا فرض بيان ڪيا آهن. انهن فرضن جو ڄاڻڻ ۽ سکڻ، انهن تي عمل ڪرڻ هر مڪلف مسلمان (اهو مسلمان جنهن تي شرعي حڪم نافذ هجن) تي فرض آهي. جيتوڻيڪ مون کان اڳ ۾ بہ ڪن ٻائرن انهن فرضن کي گڏ ڪيو آهي؛ پر انهن فرضن جي ليکي، جوڙ ۽ ترتيب ۾ انهن بزرگن کان ظاهر ظهور سهو ٿي آهي، جيڪا يقين وارن عالمن کان ڳجهي نہ آهي. ان جو ذڪر اسان هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ چڱيءَ طرح بيان ڪنداسون.

هيءُ رسالو مون تاريخ ٨ رجب ١١٧١هہ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ هن رسالي جو نالو 'فرائض اسلام' رکيم. هن رسالي لکڻ جو مقصد رڳو مومنن جو نفعو ۽ طالبن سکڻورن جو فائدو آهي. الله تعاليٰ ۾ آسرو آهي تہ هر خاص عام مومن کي فائدو ڏيندو ۽ سڀني مسلمانن سان گڏ منهنجو بہ خيرعافيت سان خاتمو ٿئي."

هن ڪتاب جي مقدمي ۾ ست فائدا آهن، جن ۾ اعتقادي ۽ عملي فرضن جي آسان سمجهاڻي ڏنل آهي. مخدوم صاحب مقدمي ۾ ان جي وضاحت هن طرح ڪئي آهي:

"هن ڪتاب ۾ جيڪي ١٢٦٢ فرض آندا ويا آهن، انهن مان ڪن جو فرض هجڻ قرآن مجيد مان ثابت آهي. ڪن جي متواتر حديثن مان ثابتي آهي. ڪي وري مجتهدن جي بيان مان ثابت آهن. هن رسالي ۾ اهي فرض درج ڪيا ويا آهن، جيڪي حضرت امام اعظم ابو حنيفه جي مذهب ۾ فرض آهن."

مخدوم صاحب مقدمي ۾ مزيد وضاحت ڪندي لکي ٿو:

"اسان جي همعصر دور جي ڪن بزرگن، ڪن ان کان بہ اڳ وارن بزرگن رڳو ساڍيون ڇهہ ويهون فرضن جون يعني هڪ سئو

تيھ اسلام جا فرض ڳڻيا آهن، جن مان ڪجھ اهڙا فرض شمار ڪيا ويا آهن، جيڪي اصل ۾ فرض ئي ڪونہ آهن ۽ ڪجھ فرض قطعي هئا، انهن کي وري ڇڏي ڏنائون."

مخدوم صاحب هتي جن بزرگن ڏانهن اشارو ڪيو آهي ۽ نالو نہ ورتو آهي، اهي بزرگ مخدوم ابوالحسن سنڌي، مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي ۽ ٻيا آهن.

هن ڪتاب جا بہ ڀاڱا آهن:

**ڪتاب (ڀاڱو) پهريون:**

هن ڀاڱي ۾ ٣٣٢ اعتقادي فرض بيان ڪيل آهن. ايمان مفصل جي ستن ڳالهين جو تفصيل بيان ڪندي، مخدوم صاحب لکي ٿو:

"ايمان جون ست صفتون جن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، هي آهن:
(١) الله تعاليٰ تي ايمان (٢) ملائڪن تي ايمان (٣) الله تعاليٰ جي نازل ڪيل ڪتابن تي ايمان (۴) الله تعاليٰ جي رسولن تي ايمان (۵) قيامت جي ڏينهن تي ايمان (٦) چڱي مَٺي تقدير تي ايمان.
(٧) مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ تي ايمان."

هتي مخدوم صاحب، علامہ سعدالدين تفتازاني ۽ علامہ قاضي عضدالدين ايجي طرفان ايمان مجمل ۽ مفصل جي باري ۾ بحث آٿي، انهن جو جواب بہ ڏنو آهي. هن کان پوءِ مخدوم صاحب هرهڪ نڪتي جي ڌار ڌار تشريح ۽ انهن جي تفصيلي فرضيت بيان ڪئي آهي، جنهن جو خلاصو هن ريت آهي:

**1. *الله تعاليٰ تي ايمان:***

الله تعاليٰ جي ذات تي ايمان آڻڻ ۾ ٨۴ ڳالهين تي اعتقاد رکڻ فرض آهي. جيئن الله تعاليٰ واجب الوجود آهي. هُو ازل کان آهي. ابد تائين موجود رهندو، وغيره.

**2. *ملائڪن تي ايمان:***

هن ۾ ١٩ فرض آهن ۽ انهن فرضن جي مختصر وضاحت بہ آيل آهي. مثال طور: ملائڪ نور آهن. ملائڪ خدا جي هر امر جا تابعدار آهن. ملائڪن جو جهان سڀني کان وڏو آهي. انهن ۾ چار ملائڪ وڏا مقرب آهن.
(الف) جبرئيل عليه السلام: نبين سڳورن تي خدائي پيغام کڻي ايندو هو.
(ب) ميڪائيل عليه السلام: هيءُ رزق، برسات، هوا، کنوڻ ۽ پاڻيءَ جي

نظام تي مقرر آهي.

(ج) عزرائيل عليه السلام: هيءُ ساهه قبض ڪرڻ تي مامور آهي.

(د) اسرافيل عليه السلام: هيءَ قيامت جي ڏينهن صور ڦوڪيندو.

### 3. ڪتابن تي ايمان:

هن ۾ ١١ ڳالهين تي ايمان رکڻ ضروري آهي. انهن فرضن جي مختصر وضاحت بہ ڪيل آهي، جيئن: الله تعاليٰ جا سڀ ڪتاب سندس نازل ڪيل ۽ الله جو ڪلام آهن. الله تعاليٰ ١٠٤ ڪتاب نازل ڪيا آهن. انهن مان چار ڪتاب وڏا ۽ ٻيا صحيفا آهن. حضرت آدم عليه السلام تي ڏهہ صحيفا نازل ٿيا. حضرت شيث عليه السلام تي پنجاهہ صحيفا نازل ٿيا. حضرت ادريس عليه السلام تي ٽيهہ صحيفا نازل ٿيا. حضرت ابراهيم عليہ السلام تي ڏهہ صحيفا نازل ٿيا. حضرت موسيٰ عليه السلام تي توريت نازل ٿيو ۽ اهو عبراني ٻوليءَ ۾ آهي. حضرت دائود عليه السلام تي زبور نازل ٿيو ۽ اهو يوناني ٻوليءَ ۾ آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام تي انجيل نازل ٿيو ۽ اهو سرياني ٻوليءَ ۾ آهي. حضرت محمد رسول الله ﷺ تي قرآن نازل ٿيو ۽ اهو عربيءَ ٻوليءَ ۾ آهي.

### 4. رسولن تي ايمان:

نبين سڳورن تي ايمان رکڻ ۾ ٤٦ ڳالهيون فرض ۽ ضروري آهن. انهن فرضن مان چند نموني طور هي آهن، جن تي ايمان رکڻ فرض آهي.

نبي سڳورا الله تعاليٰ جا فرمانبردار ٻانها آهن. الله تعاليٰ وٽ عزت وارا آهن. سڀ نبي سڳورا سچا آهن ۽ خدا جي پيغام پهچائڻ ۾ صادق ۽ امين آهن. ڪو بہ انسان نبين سڳورن سان برابري ڪري نہ ٿو سگهي، توڙي اهو ڪٿي اولياء هجي، علماء هجي يا نيڪ هجي.

روايتن ۾ آهي تہ رسول ٣١٣ آهن. باقي ٻيا سڳورا سڀ نبي آهن. نبين سڳورن جي تعداد ۾ اختلاف آهي. ڪي چون ٿا تہ هڪ لک چوويهہ هزار نبي ٿي گذريا آهن. ڪي وري اهو تعداد گهٽ وڌ بہ چون ٿا. ان ڪري عالمن چيو آهي تہ اسان جو سيني نبين سڳورن ۽ رسولن تي ايمان آهي. سيني کان پهريون نبي ابوالبشر حضرت آدم عليه السلام آهي ۽ آخري نبي حضرت محمد ﷺ آهي.

نبي سڳورا نبوت جي عهدي تان معزول ڪو نہ ٿا ٿين، نہ حياتيءَ ۾ ۽ نہ مماتيءَ ۾. اهي جهڙيءَ ريت حياتيءَ ۾ نبوت جي صفت سان سينگاريل

هوندا آهن، اهڙيءَ طرح وصال کان پوءِ به نبي ئي رهندا آهن.

اسان جو نبي محمد رسول الله ﷺ پڇاڙي نبي آهي ۽ سڀني نبين سڳورن کان افضل آهي. اسان جو نبي ڪائنات لاءِ نبي ڪري موڪليو ويو. حضور ﷺ جن جا معجزا سڀني نبين کان گهڻا آهن. سندن وڏو معجزو قرآن آهي. الله تعاليٰ کين جهانن لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي.

**5. آخرت جي ڏينهن تي ايمان:**

هن ۾ ٥١ فرض آهن، مثال طور: قيامت جي ڏينهن کي مڃڻ فرض آهي. قيامت جي سڀني نشانين کي مڃڻ به فرض آهي. الله تعاليٰ جي اجازت سان اسان جي نبي ﷺ جن جي شفاعت حق آهي. سڀني نبين، اوليائن، عالمن ۽ صالحن طرفان به شفاعت ڪرڻ حق آهي. حضور ﷺ جن، جو ڪجهه آخرت جي باري ۾ ٻڌايو آهي، اهو حق آهي.

**6. تقدير تي ايمان:**

هن ۾ ٽي فرض آهن. تقدير برحق ۽ الله تعاليٰ جي طرفان آهي. ٻانهو پنهنجي افعال يعني ڪمن ڪرڻ ۾ خودمختيار آهي، مجبور ڪونهي. ان ڪري عذاب ثواب ٻانهي جي چڱن مَنن ڪمن موافق ملندو.

**7. موت کان پوءِ جيئري ٿيڻ تي ايمان:**

هن ۾ پنج فرض آهن. الله تعاليٰ سڀ مخلوق کي موت کان پوءِ ٻيهر جيئرو ڪندو ۽ ظالم کان مظلوم کي عيوضو وٺي ڏيندو. حساب ڪتاب کان پوءِ به ٽولا ٿيندا. هڪ بهشتي ٽولو هوندو ۽ ٻيو دوزخي.

مخدوم صاحب ايمان جي انهن ستن صفتن سان تعلق رکندڙ ١٠٣ ٻيا فرض به آندا آهن ۽ انهن جو تفصيلي ذڪر به ڪيو آهي. انهن مان چند هي آهن:

”الله تعاليٰ جي سڀني حڪمن ۽ منع ٿيل ڳالهين جي تعظيم ۽ بجا آوري ڪرڻ. بيت المقدس سان گڏ ڪعبة الله شريف جي عزت ڪرڻ به فرض آهي. ڪعبة الله اسان جي نبي سڳوري ۽ سندن سڄي امت جو قبلو آهي.

حديثن ۾ آهي ته ڪعبة الله روءِ زمين تي جيتريون به جايون آهن، سڀني کان ڀلو آهي. پر جنهن زمين سان حضرت نبي ڪريم ﷺ جو جسم مبارڪ لڳل آهي، اها ان کان به ڀلي آهي. اها جڳهه ڪعبي، بهشت، پرعرش کان به ڀلي آهي.

حضور جن جو معراج برحق آهي. نبين سڀني کان پوءِ اصحابي سڀني انسانن کان ڀلارا آهن. اهل سنت جماعت وٽ چئني خليفن جي خلافت جنهن ترتيب سان مشهور آهي، اها برحق آهي. عشره مبشره (اهي ڏهه اصحابي جن کي جيئري حضور جن بهشت جي بشارت ڏني هئي) بهشتي آهن.

سڀ نبي سڳورا پنهنجن قبرن ۾ زنده آهن. ڪو به ولي يا ڪو ٻيو عقل وارو ماڻهو آهي، ته انهن تي شرعي حڪمن جي پيروي لازم آهي."

**ڪتاب (ڀاڱو) ٻيو:**

هن ڀاڱي ۾ ارڙهن فصل آهن، جن ۾ ۹۳۰ عملي فرض شامل آهن. عملي فرائض جا ٻه قسم آهن: هڪ فرض عين ۽ ٻيو فرض ڪفايه. فرض عين ۹۱۴ آهن، باقي ١٦ فرض ڪفايه آهن. هتي سڀني فصلن ۽ انهن سان واسطو رکندڙ فرضن جي لسٽ ڏجي ٿي، جن ۾ ۹۳۰ فرض اچي وڃن ٿا:

فصل ١: وضوء ۽ ان سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ٢: غسل ۽ ان سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ٣: تيمم ۽ ان سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ۴: موزن تي مک ڪرڻ جا فرض.

فصل ۵: پٽي ۽ چيڙي تي مسح ڪرڻ جا فرض.

فصل ٦: حيض ۽ نفاس سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ٧: پليتي کان پاڪائي بابت فرض.

فصل ٨: استنجا سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ٩: نماز سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١٠: مسافر جي نماز سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١١: جمعي نماز سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١٢: جنازي نماز سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١٣: زڪواة سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١۴: روزي سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١۵: اعتڪاف سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١٦: حج سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١٧: عمري سان واسطو رکندڙ فرض.

فصل ١٨: ٻئي جي پاران حج ڪرڻ جا فرض.

**خاتمو:** خاتمي ۾ ٽي فائدا آهن، جن ۾ فرضن جو وچور، ڪن سنڌي عالمن جي فرضن بابت نشاندهي وغيره آيل آهي. بهرحال، "فرائض اسلام" پنهنجي موضوع جي لحاظ کان هڪ بهترين ۽ معلومات سان ڀرپور انسائيڪلوپيڊيا آهي.

# الوصية الهاشميه

مخدوم صاحب جو هيءُ رسالو اندازاً سن ۱۱۷۴ هجري جو لکيل آهي، جو پاڻ وفات کان اڳ لکيو هوندائين. هيءُ رسالو ۱۰ صفحن تي مشمل آهي. صفحي جي ڊيگهہ ڇهہ انچ ۽ ويکر چار انچ آهي. هر صفحي ۾ ۱٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ۱۰ لفظ آهن. دستياب نسخو ۳ جمادي الآخر ۱۲۸۲هجري جو لکيل آهي ۽ ان جو ڪاتب حاجي رجب هالائي آهي. راقم، اهو قلمي نسخو مؤرخہ ۳۰ ڊسمبر ۱۹۹۲ع تي پروفيسر غلام محمد لاکي سان گڏ شهر سونڊا ۾ قاضي محمد موسيٰ جي ڪتب خاني ۾ ڏٺو ۽ هن صاحب قرب ڪري ان جو عڪس بہ فراهم ڪيو.

هن رسالي جا قلمي نسخا درسگاه چوٺياري، جامعه راشديه- پير جو ڳوٺ، مولوي غلام محمد ڏاهري- مورو، مولوي محمد طفيل نقشبندي- مڪلي ٺٽو، نيشنل ميوزيم- ڪراچي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري- حيدرآباد ۾ موجود آهن. ”وصية هاشمي“ جو فارسي ترجمو چوٺياريءَ جي ڪتبخاني ۾ محفوظ آهي. هن رسالي جو سنڌي ترجمو ڊاڪٽر محمد اشرف سمي ڪيو آهي، جو الراشد اڪيڊمي طرفان اشاعت هيٺ اچي چڪو آهي.

**مواد جو وچور:**

هر دور ۾ نيڪ ۽ صالح ڀانها پنهنجي اولاد ۽ پوئلڳن کي وصيتون ۽ نصيحتون ڪندا رهيا آهن. قرآن مجيد جي سورة لقمان ۾ حضرت لقمان عليه السلام جي پنهنجي پُٽ کي وصيت آيل آهي، جنهن ۾ نيڪي ۽ هدايت جي تلقين ڪيل آهي. خود مخدوم صاحب جي دور جي همعصر حڪمران، ميان نور محمد ڪلهوڙي (وفات ۱۱٦۷هہ) جو وصيت نامو ”منشور الوصيت و دستور الحڪومتِ“ فارسيءَ ۾ لکيل مشهور آهي. ان ۾ بہ ميان صاحب

پنهنجي اولاد کي نهايت نيڪ نصيحتون لکيون آهن. حضرت نبي ﷺ جو ارشاد مبارڪ بہ آهي:

”ما حق امريءٍ مسلم له شيءٌ يوصيٰ فيه يبيت ليلتين الا وصية مکتوبة عنده.“(28) مطلب تہ مسلمان جي مٿان هيءُ حق آهي تہ ان وٽ وصيت جهڙي شيء هجي تہ اهو ان حال ۾ بہ راتيون بہ نہ گذاري، پر ان وٽ پونير لاءِ وصيت لکيل موجود هجي.“

مخدوم صاحب بہ مرض الموت ۾ حضور پاڪ ﷺ جن جي انهيءَ مٿئين حديث پاڪ تي عمل ڪندي، پنهنجي پونيرلاءِ ”الوصية الهاشمية“ نالي رسالو لکيو. مخدوم صاحب هن رسالي ۾ پنهنجي ٻن پٽن- مخدوم عبدالرحمان ۽ مخدوم عبداللطيف ۽ ٻين شاگردن، مريدن ۽ معتقدن کي وصيت ڪئي آهي. هن رسالي ۾ خدا جي خوف، تقويٰ ۽ ذڪر اذڪار جي تلقين سان گڏوگڏ، دين جي ٻين ڪيترين ضروري ڳالهين بابت تاڪيد فرمايل آهي. ان ۾ دين جي درد رکندڙ عام مسلمانن لاءِ بہ نهايت نفعي بخش وصيت آيل آهي.

مخدوم صاحب قرآن ڪريم جي آيتن، حضور ﷺ جي حديثن ۽ عربي ۽ فارسي شعرن سان وصيت نامي کي مائيدار بنايو آهي. سندس وصيت ۾ ڪيئي نصيحت جا نڪتا سمايل آهن.

هر علم ۽ عمل جو سرچشمو خدا جو خوف ۽ تقويٰ آهي. مخدوم صاحب بہ وصيت نامي جي شروعات ان سرچشمي سان ڪئي آهي. حمد ۽ صلواة کان پوءِ مخدوم صاحب لکي ٿو:

”اي عبدالرحمان ۽ عبداللطيف! منهنجا ٻئي چڱا فرزندؤ! اوهان جو پالڻهار اوهان کي آفتن کان بچائي ۽ پنهنجي لطف سان اوهان ٻنهي کي توفيق عطا فرمائي. سمجهدار طالبن ۽ مريدن مان پيارا دوستو! آئون اوهان کي هر حال ۾ الله تعاليٰ کان ڊڄڻ جي وصيت ڪريان ٿو. ڇو تہ الله تعاليٰ جو خوف ۽ تقويٰ هڪ اهڙي شيء آهي، جنهن تي سڀني عملن جو دارومدار آهي ۽ ان ۾ سڀ ڪو ڪمال سمائجي وڃي ٿو.“

اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب وصيت نامي جي پڇاڙي هن دعا تي ڪئي آهي:

”اي منهنجا الله! تنهنجو گنهگار ٻانهو گناهن جو اقرار ڪري، تنهنجي درگاهہ ۾ آيو آهي. جيڪڏهن تون بخش ڪندين تہ حقيقت ۾ بخشش ڪرڻ تنهنجي ئي لائق آهي. جيڪڏهن تون ڌڪاري ڇڏيندين تہ توکان سواءِ ڪوبہ رحم ڪرڻ وارو ڪونهي. هن ضعيف کان خطائون ٿيون آهن. پوءِ تو وٽ توبه تائب ٿي، تنهنجي رضا ۽ رحم جو اميدوار بنجي آيو آهي ۽ اي نگهبان! عاصي بي فرمان بنجي تنهنجي دربار ۾ آيو آهيان.“

# بياض هاشمي

**تصنيف جو سال:** غالباً سن ١١٧٤ هجري ۾ مڪمل ٿيو.

**ڪاتب جو نالو:** جلد اول: از عبدالرزاق بن ملا زڪريا بن ابو الفضل بن آخوند عبدالله. جلد ثاني: ڪاتب نامعلوم

**ڪتابت جي تاريخ:** جلد اول: ١٠ رمضان مبارڪ ١١٨٦هه جلد ثاني: تاريخ ڪتابت نامعلوم.

**صفحن جو تعداد:** جلد اول: ٤٠٨ ورق. جلد ثاني: ١٧٩ ورق. ٽوٽل صفحا ٩٧٥. صفحي جي ڊيگهه ٻارهن انچ ۽ ويڪر نوَ انچ آهي.

**موضوع:** علم الفقه

**متن جي شروعات:** هو المستعان. بسم الله الرحمان الرحيم. كتاب العلم وفيه اربعة ابواب. الباب الاول في بيان فضل العلم و آدابه وما يناسب بباب العلم و التعليم و تعلم.

**خاتمو:** من سب اكبر العلماء فيه يعود الي النبي صلي الله عليه وآله وسلم فيجب قتله ولم يقبل توبته لان اكبر العلماء محمد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ١٢ فتاويٰ سمرقندي وكذا في المحيط من عينه. بياض مخدوم مولانا.

**ڪاتب جي صورتخطي:** هن بياض جو پهريون جلد تمام صاف ۽ سنٽي صورتخطيءَ ۾ عربي طرز تحرير جو نمونو آهي، جڏهن ته ٻيو جلد فارسي طرز تحرير ۾ ۽ نهايت سادي صورتخطي ۾ آهي.

**مجموعي خصوصيات:** بياض هاشمي تمام گهڻين خاصيتن سان ڀرپور هڪ علمي شاهڪار آهي. راقم وٽ موجود پهريون جلد مخدوم صاحب جي وفات کان رڳو ٻارهن سال پوءِ سنه ١١٨٦هه جو لکيل نسخو آهي. بياض جو ٻيو جلد به

تمام جهونو ۽ ڪرم خرده آهي. ڪاغذ ٿلهو بادامي رنگ
اٿس، پر پڙهڻ ۾ صاف آهي. هن جلد تي ڪتابت جو سال
۽ ڪاتب جو نالو لکيل ڪونهي. ڪتاب الوصايا تي پورو
ٿئي ٿو. غالباً آخر ۾ ناقص آهي.

بياض جي خاص خوبي هيءَ آهي تہ هر مسئلي ڪي گلڪاري نموني لکيو ويو آهي. هر مسئلو الڳ گل نموني ۾ ڏار ڏار پُر پيچ حاشيي وانگر درج ٿيل آهي، جنهن ڪري هر مسئلي ڪي الڳ ڪري سمجهڻ ۾ غور فڪر ۽ توجه ڪرڻو پوي ٿو. راقم ڪي پهريون جلد ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي صاحب جي ذريعي عڪس تي مليو. سندس چوڻ موجب تہ اهو ڳڙهي ياسين واري قلمي نسخي جو عڪس آهي. بياض جو ٻيو جلد محترم استاد علامه مولانا ڪريم بخش مگسي- مدرسه دارالقرآن ميهڙ ۽ ڊسٽرڪٽ خطيب اوقاف ضلع دادو واري کان تحفي طور مليو. بياض هاشمي جا نسخا هيٺين ڪتب خانن ۾ موجود آهن: همايون شريف، چوٽياري، ڳڙهي ياسين، امروٽ شريف، درگاهہ کهڙا، درگاهہ خياري تعلقہ سڪرنڊ، جامعه راشديه پير ڳوٺ، جوٽاٽي شريف تعلقہ واره، درگاه پير جهنڊو نزد سعيد آباد، ڪوٽڙي ڪبير، محمد سعيد صديقي شڪارپور، مدرسه ڪنزالعلوم سومراٽي ضلع شڪارپور، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري حيدرآباد، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد، سينٽرل لائبريري ۽ سنڌالاجي لائبريري ڄام شورو ۽ مدرسه مجدديه نعيميه، ملير- ڪراچي.

### مواد جو وچور:

دراصل لغت ۾ لفظ ”بياض“ جي معنيٰ آهي ”سفيدي، اڇاڻ، چمڪ ۽ مسودي کي صاف ڪري لکڻ.“[29]

عام اصطلاح ۾ جيتوڻيڪ علمي ياداشت خاطر لکيل احوال واري ڪتاب کي ڪيترن نالن سان سڏيو ويو آهي ٿو، جيئن: ڪشڪول، جُنگ، تذڪره، گنج ۽ بياض وغيره. بياض ۾ عام طور شعرن جو انتخاب ڏنل هوندو آهي. ان سان گڏ مطالعي دوران مختلف ڪتابن تان پڙهيل دلچسپ مواد، علمي تحقيق، عجيب نڪتا، نصيحتون ۽ شعر وغيره پڻ شامل هوندا آهن. ڪڏهن وري ذاتي ۽ خانداني احوال، خاص خاص سن، ڄمڻ ۽ مرڻ جون تاريخون، ڪن اهم واقعن ۽ خاص حادثن بابت يادگيريون، اهم تاريخي واقعا

۽ مجرب طبي نسخا بہ بياض ۾ درج هوندا آهن.

اڳئين وقت ۾ اهو رواج هو تہ اڪثر عالم، طالب علم، حڪيم ۽ شاعر پاڻ وٽ نوٽ بڪ يا اڇا پنا بندي نموني رکندا هئا. جنهن ۾ وقت بوقت ضروري يادداشتون نوٽ ڪيون وينديون هيون: پر وقت جي عالمن، استادن ۽ فقيهن وري ان کي نئون رخ ڏنو. يعني مطالعي دوران فقهي ديني مسئلن ۽ انوکن تحقيقي نڪتن کي فقهي ترتيب سان اهڙي ريت چونڊي لکيو، جو ڄڻ تہ اهو بياض هڪ فقهي ڪتاب بنجي پيو. ان دور ۾ يا اڳتي هلي مختلف عالمن طرفان فقهي ترتيب ڏنل اهي بياض ۽ ڪتاب انهن مرتب ڪندڙ عالمن جي نالي سان بياض سڏيا ويا. سنڌ ۾ اهڙا ڪئين علمي بياض ڪافي مشهور آهن، جيئن: بياض گرهوڙي، بياض واحدي، بياض همايوني، بياض آريجوي، بياض يمشي، بياض قاسمي، بياض ڪريمي ۽ بياض قادري وغيره.

بياض هاشمي بہ مخدوم صاحب جي سڄي زندگيءَ جو تحقيقي مطالعي جو نچوڙ ۽ مختلف فقهي مسئلن بابت ورتل نوٽن جو يادگار ضخيم ڪتاب آهي، جنهن ۾ ديني مدرسن جي فقهي درسي ڪتابن وانگر ”بياض هاشمي“ جو مواد ڪتاب العلم ۽ ڪتاب الطهارت ڪتاب الصلواة کان شروع ٿي، ڪتاب الوصايا تي اختتام پذير ٿئي ٿو. ان ۾ قرآن، حديث، فقه، تاريخ ۽ تصوف جا سوين ديني مسئلا سمايل آهن ۽ ڪتابن جا حوالا پڻ شامل آهن.

مخدوم صاحب کي درس تدريس، تصنيف تاليف، تحقيق ۽ مطالعي دوران جيڪي اهم، ناياب ۽ تحقيقي مقام، مسئلا ۽ عبارتون سامهون آيون، تن کي پاڻ هڪ الڳ بياض ۾ نوٽ ڪندو ويو، جيڪو هاڻي ”بياض هاشمي“ جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي.

**بياض هاشمي جي علمي اهميت:**

بياض هاشمي سنڌ جي علمي دنيا ۾ مجيل علمي ذخيرو ۽ فقهي انسائيڪلوپيڊيا جي حيثيت ۾ مشهور آهي. مولانا عبيدالله سنڌي (١٨٦٢ع-١٩٤٤ع) جنهن اعليٰ ذهني لياقت، غور و فڪر ۽ عميق مطالعي کان پوءِ اسلام قبول ڪيو هو. تنهن هن ويجهي پوئين دور ۾ علم ۽ عالمن جي اسناد ۽ سلسلن جي باري ۾ ”التمهيد لتعريف ائمة الجديد“ نالي عربي ۾ هڪ بهترين ضخيم ڪتاب لکيو آهي. انهيءَ مذڪور ڪتاب ۾ هُن پاڻ کي علم حديث جي ڪچ واسطن سان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو شاگرد ڪري ڄاڻايو آهي.[30] ازانسواءِ، مولانا عبيدالله سنڌيءَ ”بياض هاشمي“ جي اهميت

۽ عظمت جو پڻ اعتراف ڪيو آهي. ان باري ۾ سندس شاگرد، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي لکي ٿو:

”علم حديث جو هڪ فن آهي. مختلف حديثن ۾ تطبيق ڏيئي مطابقت ۽ موافقت پيدا ڪرڻ- اهو فن نهايت مشڪل سمجهيو ويندو آهي. انهيءَ فن ۾ صحيح طرح اهو عالم ئي ڪم ڪري سگهي ٿو، جنهن کي اجتهاد جو درجو حاصل هوندو. منهنجو استاد علامه عبيدالله سنڌي فرمائيندو هو ته مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي مجموعه بياض (بياض هاشمي) جي مطالعي سان انهيءَ فن ۾ مون کي ڪمال حاصل ٿيو.“[31]

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي وڌيڪ لکي ٿو:

”چوڏهين صدي هجريءَ جو حافظ الحديث علامه سيد انور شاهہ ڪشميري مرحوم پنهنجي تصنيف ۾ ڪيترين جاين تي جڏهن ڪيس سنڌ جي انهيءَ محقق عالم (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي) جي تحقيق ملي ٿي ته ان کي ٻين سينٌي عالمن ۽ جليل القدر محققن جي تحقيق کان وڌيڪ اهميت ڏئي، انهيءَ (مخدوم) جي قول کي اهميت ڏئي ٿو.... فقه ۽ حديث ۾ مخدوم صاحب جي بلند پايہ تحقيقن کي ڏسندي، جيڪڏهن ڪيس وقت جو ”حافظ ابن همام“ يا ”حافظ ابن حجر عسقلاني“ سڏجي ته وڌاءَ نہ ٿيندو.“[32]

”بياض هاشمي“ جي اهميت انهيءَ مان بہ ظاهر آهي، ته خود مخدوم صاحب جي دور ۾ اڪثر عالمن ۽ مدرسن جي ڪتب خانن ۾ اهو نقل ٿي پهچي چڪو هو. مخدوم صاحب جي همعصر، وڏي عالم ۽ صوفي- مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (١١٥٢هہ- ١١٩٢هہ) جي هٿ جو لکيل ”بياض هاشمي“ جو قلمي نسخو هن وقت بہ چوٽيارين جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. اهڙيءَ ريت سنڌ جي اڪثر قديم ۽ جهونن ڪتب خانن ۾ بياض جا قلمي نسخا اڄ بہ موجود آهن.

”بياض هاشمي“ جي علمي عظمت سنڌ ۾ هر مڪتبه فڪر وٽ مڃيل آهي. علامه قاسمي هڪ علمي مناظري جي احوال ۾ لکي ٿو:

”سنڌ جي پوئين علمي دور ۾ عالمن کي ٻن نالن سان ياد ڪيو ويندو هو: هڪ همايوني ٻيو امروٽي. انهيءَ دور ۾ ذبح فوق

العقده تي سنڌي مفتين جي فتوائن جي ڏي وٺ ٿي. همايوني فڪر جا علماء ٻنهين جي حلال جا قائل هئا ۽ مولانا سيد محسن شاهه هڪ کي حلال ۽ ٻئي کي حرام سڏي رهيو هو. ٻنهي جون تحريرون هليون. علامه ياسيني محمد قاسم ان جي خلاف هو. ظاهري طرح تحريرن ۾ مولانا محسن شاهه جو پاسو قوي هو. همايون ۾ مناظرو به رکيو ويو. تڏهن مولانا محمد قاسم ياسيني طرفان حلت لاءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي "بياض" جي هڪ جزئي ڏيکاري وئي، جنهن سيني کي خاموش ڪري ڇڏيو."[33]

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي "بياض هاشمي" جي باري ۾ سنڌ جي حوالي سان وڏيڪ لکي ٿو:

"بياض هاشمي جي چوٿين جلد جو هڪ چڱو ڀاڱو سنڌ جي ديني تاريخ ۽ فضيلتن تي لکيو ويو آهي. هن کان اڳ ڪنهن به ديني عالم پنهنجي ديني تصانيف ۾ ائين نه ڪيو آهي."[34]

رچرڊ برٽن پڻ پنهنجي سنڌ بابت هڪ تصنيف ۾ "بياض هاشمي" جو ذڪر ڪيو آهي.[35]

**بياض هاشمي ۾ سنڌي عالمن جا حوالا:**

هونئن ته مخدوم صاحب پنهنجي تصنيفات ۾ جابجا ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن، پر بياض ۾ سوين ڪتابن جا حوالا شامل آهن. مخدوم صاحب "بياض هاشمي" ۾ خاص ڪري سنڌ جي اڪثر اڳين توڙي همعصر عالمن جا نالا حوالي طور ذڪر ڪيا آهن، جيئن: مخدوم جعفر بوبڪائي، مخدوم حامد اڳهمي- ساڪن قلعه اڳهم، مخدوم قاضي فريد ٺٽوي، شيخ محمد قائم علماء بلده ٺٽه، مخدوم ظهير، مخدوم جلال محمد علماء سنڌ، مخدوم پير محمد هالاره ۽ شيخ محمد شفيع، شيخ عنايت الله مفتيان بلده ٺٽه.

مخدوم صاحب بياض ۾ مختلف مسئلن ۾ ڪتابن ۽ عالمن جا حوالا آڻي، آخر ۾ پنهنجي تحقيق لکندو ويو آهي. اڪثر جاين تي پنهنجو نوٽ لکي، پڇاڙيءَ ۾ پنهنجو نالو هن ريت لکيو اٿائين:

محمد هاشم عفي عنه

محمد هاشم غفرله

محمد هاشم عليه الرحمة والغفران

محمد هاشم بن عبدالغفور غفرلهما

محمد هاشم غفر الله له ولوالديه

هذا ماحققه الفقير الراجي الي رحمة الصبور محمد هاشم بن عبدالغفور عفي عنه.

بهرحال "بياض هاشمي" ۾ وڏو علمي يڪجا خزانو سمايل آهي، جنهن ۾ آسانيءَ خاطر مواد جي ورڇ فقهي ترتيب موجب- ڪتاب، باب ۽ فصل وار سٿيل آهي. ان ڪري هر مسئلي ڪي سهنجائيءَ سان ڳولي، حوالي طور ڪم آڻي سگهجي ٿو. هيءُ مخدوم صاحب جو اهلِ سنڌ جي علمي دنيا تي وڏو احسان آهي.

# خطبات هاشميه

هيءُ ڪتاب مخدوم صاحب جي تصنيفات ۾ هڪ بلڪل نئين دريافت آهي. هن رسالي جو ڪنهن بہ فهرست ۾ نالو آيل ڪونهي. هيءُ رسالو مفتي محمد جان نعيميءَ، مفتي اعظم سنڌ اڪيڊمي، دارالعلوم مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچي طرفان سيپٽمبر ١٩٩٠ع ۾ عربيءَ ۾ شايع ڪرايو آهي.

هن ڪتاب جو مقدمو ۴ صفحا، متن ۴٧ صفحا، جملي ۵١ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ ساڍا اٺ انچ ۽ ويڪر ساڍا پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٩ لفظ آهن. راقم کي اهو ڇپيل ڪتاب مرتب کان تحفي طور مليو.

**مواد جو وچور:**

جمعي نماز پڙهڻ جو حڪم قرآن مجيد ۽ حديث مبارڪ ۾ آيل آهي. انهيءَ سلسلي ۾ فقيهن پڻ تحقيق ڪري، جمعي نماز جماعت سان پڙهڻ لاءِ شرعي لحاظ سان شرط مقرر ڪيا آهن. انهن مان فقه حنفي موجب "مصر" بہ هڪ شرط آهي. حضرت امام ابوحنيفہ جي مسلڪ مطابق وڏن شهرن ۾ جمعو پڙهي سگهبو. البت ٻهراڙيءَ ۽ ڳوٺن ۾ شهر جي شرط نہ هجڻ ڪري جمعي نماز جو عدم جواز ثابت ٿئي ٿو. مخدوم مئيڏنہ نصرپوري، مخدوم عبدالرحيم، مخدوم محمد هاشم، مخدوم ضياءُ الدين ۽ ٻين عالمن جي تحرير نقل ڪري جمعي نماز پڙهڻ جي جواز ۾ لکيو آهي تہ:

"جڏهن تہ هن زماني ۾ شريعت جي احڪامن جي اجراء ۾ سُستي اچي وئي آهي ۽ حدود تہ بنهہ غائب ٿي ويون آهن، بلڪہ قاضين کان بہ گهڻو ڪري اهڙا اختيارات کسيا ويا آهن. ان ڪري جي اصل مذهب جي روايتن تي فتويٰ ڏجي ٿي تہ ڪن ٿورين جاين کان سواءِ- جمعہ، جيڪو دين جي وڏن احڪامن مان آهي، جائز

نہ ٿي سگھندو. بلڪ هن ملڪ (سنڌ) ۾ مشڪل آهي:
تنهنڪري ضروري آهي تہ هن بابت ٻين روايتن تي عمل ڪيو وڃي
تہ ديني شعائر ۽ احڪام هٿ کان نہ وڃن. جڏهن قاضي اجازت
ڏئي تہ امام محمد جي روايت يا امام شافعي يا امام مالڪ جي
قول تي اتفاق سان نماز جمعہ جائز ٿيندي." (36)

ان ڏس ۾ سنڌ جي قاضي القضات، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سنڌ جي ٻين محقق عالمن جي اتفاق راءِ سان قاضي جي حيثيت ۾ ضرورت جي بناء تي امام محمد، امام شافعي ۽ امام مالڪ جي روايتن تي عمل ڪندي فتويٰ جاري ڪئي، تہ سنڌ جي شهرن توڙي ڳوٺن ۾ جمعي جي نماز پڙهڻ جي اجازت آهي.(37) مخدوم صاحب جي تحرير تي هنن عالمن جون صحيحون ٿيل آهن: مخدوم ضياء الدين ٺٽوي، مفتي عزت الله، مفتي محمد مقيم، قاضي ابوالحسن، قاضي عبدالرحمان ۽ عبدالله.

هن پوئين دور جي مشهور مفتي، مولانا عبدالغفور همايوني (١٢٦١هہ-١٣٣٦هہ) پنهنجي فتويٰ ۾ لکيو آهي:

"جتي مصر جي تعريف پوري نہ اچي، بلڪ اهڙو ڳوٺ جتي چاليهہ مرد عاقل بالغ آزاد مسلمان رهندا هجن، تہ اهڙي ڳوٺ ۾ امام شافعي جي مسلڪ ۾ جمعي جي نماز قائم ڪرڻ واجب آهي ۽ حنفي مسلڪ ۾ ناجائز آهي. ان ڪري احتياط هن ۾ آهي تہ امام شافعي جي مسلڪ تي رعايت ڪندي، جمعي جي نماز پڙهي وڃي ۽ جمعي جي نماز کان بعد چار رڪعتون آخر ظهر پڙهجن تہ فقيهن جي اختلاف کان بچي ۽ ظهر نماز يقيناً ادا ٿي وڃي." (38)

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي طرفان ڳوٺن ۾ جمعي نماز جي جواز کان پوءِ سنڌ جي جهرجهنگ ۾ جمعي ۽ عيد جون نمازون عام ٿيون. مخدوم صاحب جي فتويٰ جي پيش نظر اڄ بہ شهرن سان گڏ ٻهراڙين جي ڳوٺن جا هزارين لکين مسلمان خدا جو فرض جمعي جي نماز جماعت سان پڙهي پنهنجي خالق جي حضور ۾ حاضر ٿين ٿا. اهو عام مشاهدو آهي تہ ٻلي عام ٻهراڙيءَ جا هاري ناري ۽ مسڪين مزدور ماڻهو ٻي نماز نہ پڙهن، پر جمعي جي نماز پابنديءَ سان پڙهن ٿا. گنهگار ٻانها وهنجي سهنجي، پاڪ صاف ڪپڙا ڍڪي، جمعي جي ڏينهن نماز پڙهي، توبهہ جا حقدار بنجي، ثواب

حاصل ڪن ٿا. اجان تائين سنڌ جي شهرن وانگر ٻهراڙي ۾ مزدور مڙو جمعي جي ڀلاري ڏينهن موڪل ڪري ٿو ۽ هاري ناري به جمعي جي نماز پڙهڻ ڪان پوءِ ڪٽڪ ٻاجهري وغيره جي ٻنائي ڪري ٿو. هن وقت شهرن سان گڏ ٻهراڙين جي ڳوٺن ۾ جمعي نماز جا روح پرور اجتماع ڏسي مخدوم صاحب لاءِ دل مان اها دعا نڪري ٿي، ته اي الله! مخدوم صاحب جي فتويٰ ڪري جيئن ڳوٺن جون مسجدون آباد ٿيون آهن، تيئن سندس قبر کي نور سان ڀرپور ڪر! دراصل، مخدوم صاحب جي هن فتويٰ مان سندس ديني جذبي، اسلام ۽ نماز سان محبت ۽ عام سنڌ جي ماڻهن جي اصلاح جو پتو پوي ٿو.

ٻنهي جهانن جا سردار، حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جمعي نماز، عيدن، لڙاين ۽ ٻين ضروري موقعن تي پنهنجي اصحابن سڳورن کي هدايتون نصيحتون ڪندا ۽ خطبا ڏيندا هئا. ان سلسلي ۾ "حجة الوداع" وارو خطبو اسلامي تاريخ ۾ هڪ وڏي اهميت رکي ٿو. گويا اهو اسلامي زندگي گذارڻ جو مختصر ۽ جامع منشور آهي.(39)

اهو خطابت جو سلسلو حضور ﷺ جن کان وٺي اڄ تائين جاري آهي. وڏا وڏا مفسر، عالم، محدث، فقيه ۽ واعظ موقعي مناسبت سان عام ماڻهن کي خطبن ذريعي الله ۽ رسول جو پيغام پهچائيندا پئي آيا آهن.

مخدوم صاحب به ان سنت نبوي يعني خطابت جو سلسلو جاري رکيو. پاڻ هر جمعي تي "جامع خسرو" مسجد، محلہ دابگران- ٺٽي ۾ وعظ ڪندو هو ۽ ان بعد جمعي ۽ عيدن تي عربيءَ ۾ مختصر خطبو پڙهندو هو. جيئن هن وقت سنڌ ۾ لاڙ پٽ ۾ "عثماني خطبو" ۽ وچولي ۽ اتر سنڌ ۾ "جتوئيءَ جو سنڌي خطبو" مشهور آهن. مخدوم صاحب جا اهي عربي خطبا، جيڪي جمعي ۽ عيدن تي پڙهندو هو، سندس شاگرد رشيد مخدوم عبدالله بن محمد رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب "جامع الكلام في منافع الانام" ۾ "الخطبات الهاشمية في العيدين والجمعة" جي عنوان سان نقل ڪيا آهن. مفتي محمد جان نعيمي مدرسه مجدديه نعيميه - ملير، ڪراچي واري اهي عربي خطبا ان قلمي ڪتاب تان اتاري ڪتابي صورت ۾ "خطبات هاشميه" نالي شايع ڪيا آهن. خطبات هاشميه جي ڪتابت ۽ طباعت تمام سهڻي آهي. هن رسالي ۾ هي خطبا شامل آهن: جمعي جا ٻه خطبا اول ۽ ثاني، جمعة الوداع جو خطبو اول ۽ ثاني، عيدالفطر ۽ عيد الاضحيٰ جا ٻه ٻه خطبا اول ۽ ثاني- جملي پنج خطبا آهن. هن عربي خطبي جي ڳولا ۽ حفاظت جو سهرو- مفتي محمد جان نعيمي، ملير- ڪراچيءَ واري جي سر سونهين ٿو.

# رد الرساله المعينيه

مخدوم صاحب ٺٽي جي مشهور عالم، مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي رد ۾ چند رسالا لکيا آهن. هيءُ مختصر ٻن صفحن جو تحرير نما رسالو به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. مخدوم صاحب خلافت ۾ اهلِ سنت جي عقيدي جو قائل هو. مخدوم محمد معين ٺٽويءَ خلفاء راشدين بابت حديث، رجال ۽ تاريخ ۾ آيل مشهور صحيح ترتيب جي خلاف حضرت علي رضي الله عنه کي ٽن خليفن سڀني کان افضليت جي جواز ۾ رسالو لکيو هو.

مخدوم صاحب هن مختصر رسالي ۾ اهو سڄو بحث آڻي، حوالن سان اهو ثابت ڪيو آهي ته حضرت علي رضي الله عليه قابلِ احترام اصحابي آهي، پر رسول الله ﷺ کان پوءِ خلافت جي ترتيب مشهور روايتن ۽ تاريخ موجب جيڪا اڄ ڏينهن تائين اهلِ سنت جماعت وٽ هلندي آئي آهي، اهائي صحيح ۽ حق آهي.

هيءَ تحرير عربي ٻولي ۾ آهي. رسالي جو پورو نالو مواد جي نوعيت موجب مشهور عربي ٻولي جي عالم ۽ مصحح- سيد شجاعت علي قادريءَ رسالي جي متن هن ريت لکيو آهي:

"هذه رسالة مختصرة في تاليف الشيخ محمد هاشم التتوي في الرد علي الرسالة المعينية الناطقة بافضلية علي علي الخلفاء الثلاثة رضي الله عنهم"

مخدوم صاحب آخر ۾ پنهنجو نالو هن ريت لکيو آهي:

"حرره الفقير الي الله الغني محمد هاشم بن عبدالغفور السندي كان الله تعاليٰ له وبه و معه في كل وقت وحين آمين"

جيتوڻيڪ رسالي جا اکر تمام سهڻا ۽ ماهر ڪاتب جا آهن، پر اها متئين تحرير خود مخدوم صاحب جي هٿ اکرين معلوم ٿي رهي آهي. والله اعلم بالصواب!

## الحجة القوية في الرد عليٰ من قدح في الحافظ ابن تيميه

هن قلمي رسالي جو عڪس، راقم کي مدرسه مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچي مان دستياب ٿيو. پئي ڪنهن به ڪتب خاني مان ان جو ڏس پتو پئجي نه سگهيو آهي. ١٩ صفحن جو هيءُ رسالو به مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي رد ۾ لکيل آهي. هن رسالي جي تصنيف ٿيڻ جو سال ڄاڻايل نه آهي. البت، جيئن ته مخدوم محمد معين سن ١١٦١هجري ۾ وفات ڪئي، ان ڪري هيءَ رسالو ضرور ان سال کان اڳ لکيو ويو هوندو. رسالي جي عربي ٻولي نهايت ادبي ۽ عالمانه نوعيت جي آهي، ڇو ته سندس مخاطب به مخدوم محمد معين جهڙو چوٽيءَ جو عالم ۽ مصنف هو. مخدوم امير احمد عباسيءَ جي تحقيق ۽ فهرست موجب هن رسالي جو مٿيون نالو مناسب ۽ موضوع مطابق آهي.

رسالي ۾ صفحا ١٩، صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ لفظ آهن.

### مواد جو وچور:

مخدوم صاحب جي هن رسالي جو پس منظر هيءُ آهي ته اڳئين دور ۾ ڪنهن رافضين مان "منهاج الڪرامة في معرفة الامامة" نالي ڪتاب لکي، اهلِ سنت جي خلاف ڪيئي مسئلا گهڙي، انهن تي بهتان مڙهيا. اسلامي اصولن ۽ حق انصاف کي ڇڏي، اهلِ سنت جماعت تي الزام تراشيون ڪيون. انهيءَ ڪري ستين صدي هجريءَ جي مشهور مصنف، تقي الدين حافظ ابن تيميه هڪ ڪتاب "منهاج الاستقامة" لکيو، جنهن ۾ رافضين جي لکيل ڪتاب "منهاج الڪرامة" ۾ رافضين ۽ انهن جي من گهڙت مسئلن جو ڀرپور تعاقب ڪيل هو، جنهن ۾ هن سختيءَ کان به ڪم ورتو هو.

مخدوم محمد معين ٺٽويءَ وري ڇا ڪيو، جو اهلِ سنت جي خلاف

رافضين جي حمايت ۾ ۽ ابن تيميه جي ان رسالي 'منهاج الاستقامة' تي بہ اعتراض ڪيا. ابن تيميه کي سخت تنقيد جو نشانو بنايو ۽ ڪيس "تقي الدين" جي بجاءِ "شقي الدين" سڏيو.

جيئن تہ ان وقت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي اهلِ سنت جماعت جو سرواڻ هو، ۽ ان سان گڏوگڏ هڪ بلند پايي جو محقق، مصنف ۽ نقاد بہ هو. هن اهلِ سنت جماعت جي حمايت ۾ لکيل ابن تيميه جي رسالي تي ڪيل اعتراضن جو نوٽيس ورتو ۽ ابن تيميه رافضين جي خلاف، جيڪي مسئلا ۽ جواب لکيا هئا، انهن جي تائيد ۾ "الحجة القوية" نالي هيءُ رسالو لکيو. مخدوم صاحب جيتوڻيڪ ابن تيميه جو هم خيال ۽ مقلد ڪونہ هو، پر جيئن تہ هن رافضين جي مسئلن ۾ حق ۽ انصاف کان ڪم ورتي، اهلِ سنت جي فائدي ۾ رسالو لکيو هو، تنهنڪري مخدوم صاحب ان حق ۽ انصاف جي تقاضا ۽ بنياد تي ۽ حمايت خاطر ابن تيميہ جي رسالي تي ڪيل اعتراضن جا ڀرپور جواب ڏئي هيءُ رسالو جوڙيو، جنهن ۾ رافضين جو رد ۽ اهلِ سنت جي حمايت آهي.

ابن تيميه، جن مسئلن ۾ رافضين تي علمي تنقيد ڪئي آهي، اهي هن ريت آهن:

١. امام غائب، امام مهدي
٢. امامن سڳورن لاءِ روئڻ پٽڻ
٣. ٻارهن امامن جي معصوميت نبين سڳورن جهڙي مڃڻ
۴. خلافت راشده تي اجايا اعتراض
۵. حضرت علي المرتضيٰ جي افضليت
٦. حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت خاتون فاطمة الزهراءِ جو اختلاف ظاهر ڪرڻ وغيره.

بهرحال، مخدوم صاحب هن رسالي ۾ عالمانہ انداز ۾ بحث ڪري، انهن سڀني مسئلن جو صحيح جواب ڏنو آهي ۽ حق ۽ انصاف کي سامهون رکي، اهلِ سنت جماعت جو صحيح موقف ظاهر ڪيو آهي.

# ثمانية قصائد صغار في مدح النبي صلى الله عليه وسلم

هيءُ قلمي نسخو تمام جهونو آهي، پر ان جي تصنيف جو سال ۽ ڪتابت جو دور وغيره معلوم ڪونهي. رسالي ۾ ٢٨ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ست انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٠ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٠ لفظ آهن. راقم کي هن قلمي نسخي جو عڪس، مدرسه مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچيءَ مان مليو. متياري، ٺٽي ۽ ڳڙهي ياسين جي ڪتب خانن ۾ هيءُ رسالو موجود آهي. ڪتاب ۾ مخدوم صاحب جي نالي "ٺٽوي" جي بجاءِ محمد هاشم "ٺٽئي" لکيل آهي.

**مواد جو وچور:**

هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي عربي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ پنهي جهانن جي سردار، حضرت محمد ﷺ جي شان ۽ ساراهه ۾ قصيدا چيل آهن. هن مجموعي جو نالو مخدوم صاحب جي تصنيفات جي لسٽ ۾ خمسه قصائد (پنج قصيدا) ۽ ثمانية قصائد (اٺ قصيدا) لکيو ويو آهي، پر هن مجموعي ۾ ڇهه عربي قصيدا موجود آهن. ان کان علاوه مخدوم صاحب جي سنڌي ڪتاب "قوت العاشقين" ۾ ٤١ شعرن تي مشتمل عربي قصيدو پڻ شامل آهي. اهڙيءَ ريت جملي ست قصيدا دستياب ٿيا آهن. ممڪن آهي ته ڪنهن ڪُهني بياض ۾ مخدوم صاحب جو اٺون قصيدو به محفوظ هجي، جنهن لاءِ جاکوڙ جاري آهي.

مخدوم صاحب رباني عالم ۽ عاشقِ رسول ﷺ هو. ان ڪري هنن دستياب عربي قصيدن ۾ حضور ﷺ جن جي عشق ۽ زيارت، فراق ۽ وصال، شان ۽ ساراهه ۾ صدائون ڪيل آهن ۽ بار بار پاڻ سڳورن تي درود ۽ سلام جي ورڪا ڪيل آهي.

مخدوم صاحب هنن قصيدن ۾ پنهنجي نالي سان گڏ "عبد ضعيف" جي نسبت ڪئي آهي. جيئن آخر ۾ چوي ٿو:

عبد ضعيف هاشم — في حب احمد فاحم
وحبيبنا يحمي الحمي — صلوا عليه وسلموا.

# موهبة العظيم في ارث حق مجاورة الشعر الكريم

سنڌ ۾ پنهي جهانن جي سردار حضرت محمد ﷺ جن جا وار مبارڪ پن هنڌن تي محفوظ آهن: هڪ لاڙ پٽ شاهبندر ۾، ٻيو اتر سنڌ روهڙي شهر ۾. روهڙيءَ ۾ موجود وار مبارڪ درياءَ جي ڪنڌيءَ تي قديم جامع مسجد جي ڀر ۾ مقبري اندر محفوظ آهي. راقم کي انهيءَ وار مبارڪ جي زيارت جو شرف حاصل آهي.

حضور ﷺ جن جي وار مبارڪ جي زيارت ڪندڙ ماڻهو عقيدت ۽ محبت خاطر اتي پيسا ڏوڪڙ به ڏين ٿا. اهي پيسا اتي جا خدمتگار مجاور کڻن ٿا. اڳتي هلي درگاه وار مبارڪ جي خدمتگار مجاورن ۾ ان ملندڙ نذراني تي ملڪيت ۽ وراثت حقداري جو سوال پيدا ٿيو. خود مخدوم صاحب جي دور ۾ اهو سوال ڪانئس پڇيو ويو. مخدوم صاحب کان اڳ ۽ پوءِ جي عالمن به انهيءَ مسئلي بابت مختلف تحريرون لکيون آهن.

مخدوم صاحب وار مبارڪ بابت، سوال جواب جي صورت ۾ "موهبة العظيم" نالي عربي ۾ رسالو لکيو. پاڻ حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکي ٿو:

"پنهنجي پالڻهار غني جي رحمت جو محتاج فقير محمد هاشم پٽ عبدالغفور پٽ عبدالرحمان سنڌي ٺٽوي چوي ٿو، ته مون هيءُ رسالو نالي "موهبة العظيم في ارث حق مجاورة الشعر الكريم" مرتب ڪيو آهي. مون کان سال ١١٥٥ هجري ۾ حضرت نبي ﷺ جن جي وار مبارڪ جي محافظت ۽ مجاورت جي حق ۾ ورثي جاري ٿيڻ بابت سوال پڇيو ويو. پوءِ مون چيو هائو ان ۾ ورثو ٿيندو.

وري محافظت جي حق ۾ صحت الدعويٰ ذڪر ڪيل جو سوال ڪيو ويو. مون چيو هائو ان ۾ دعويٰ صحيح ٿئي ٿي.

پوءِ سوال ڪيو ويو ته باسون ۽ هديا جيڪي وار مبارڪ جي

مجاورن کي زيارت ڪندڙ ڏين ٿا. ڇا اهو (مال) سڀني مجاورن ۽
محافظن جو حق آهي. ڇا اهو انهن جي درميان ورهايو ويندو؟
مون ڇيو هائو. اهو سڀني جو حق آهي ۽ حصي رستي سڀني ۾ مال
ورهايو ويندو.

پوءِ سوال ڪيو ويو تہ جيڪڏهن انهن مجاورن مان ۽ محافظ
خدمتگارن مان ڪو هڪڙو ڇٽو حفاظت ۽ خدمت وغيره جي
متولي ٿيڻ جي دعويٰ ڪري ٿو ۽ اهو ارادو ٿو رکي تہ سڀني ورثي
وارن جي رضامنديءَ کان سواءِ ئي سڀ ڪجهہ خاص سندس ئي
قبضي ۾ هجي، ٻئي جو ان ۾ ڪجهہ بہ نہ وڃي. ڇا اهو سڀ
ڪجهہ انهي دعويٰ ڪندڙ متولي واسطي صحيح آهي؟ پوءِ مون
ڇيو تہ اهو ان لاءِ صحيح ۽ حق نہ آهي، پر اسلام جا والي ۽ دين
محمد عليہ السلام جا حامي ان کي انهيءَ قبضي ۽ اڪيلي
حقداريءَ ۽ وراثت کان منع ڪن ۽ روڪين."

اسان کي "موهبة العظيم" جو ڇئن صفحن جو مواد دستياب ٿيو آهي.
ان ۾ مخدوم صاحب جي متئين عبارت کان سواءِ عربي ۽ فارسي ۾ ڪيترن
عالمن جون عبارتون ۽ صحيحون ڪيل آهن. غالباً اهي پوءِ جي عالمن جا نالا
آهن، جيئن: مخدوم عبدالواحد سيوستاني، محمد مقبول رضوي، محمد
حسين هالائي، محمد واصل، عثمان عفي عنہ، محمد متعلوي ۽ عثمان متعلوي.

انهيءَ متئين دستياب ٿيل مواد مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب
جو اصل ۾ هڪ ضخيم رسالو تحرير ٿيل آهي. اها اٺ پوري عبارت ان رسالي
جو هڪ اقتباس آهي. ان ڪري وار مبارڪ جي مسائل بابت مخدوم صاحب
جي مڪمل تحقيق جي پروڙ نہ ٿي پئجي سگهي. بهرحال، جو ڪجهہ مواد
ملي سگهيو آهي، ان جو ترجمو متي ڏنو ويو آهي. مزيد تلاش جاري آهي.
هن رسالي جا نسخا همايون شريف ۽ ڪتب خانہ سرهندي متياري ۾ ٻڌجن ٿا.

راقم کي 'موهبة العظيم' جي ڇئن صفحن جو قلمي مواد ڊاڪٽر مولوي
محمد ادريس سومري السنديءَ، ڪتب خانہ درگاه الله آباد- ڪنڊياري جي
ڪنهن قلمي بياض مان فوٽو اسٽيٽ وني تحفي طور موڪليو.

# شرح صفة الروضة

مخدوم صاحب جي قلمي ڪتابن جي تلاش ڪندي، قبرستان ۽ ڳوٺ شيخ احمد شيخاني لڳ ڪنڊياري وڃڻ ٿيو. اتي استاد محمد اشرف وٽ سندس وڏن جي قلمي ذخيري مان مخدوم صاحب جو ناياب قلمي رسالو "شرح صفة الروضة" دستياب ٿيو. هن رسالي جا ٻه قلمي نسخا آهن. هڪ خود مخدوم صاحب جو دستخط نسخو، ٻيو اصل تان اتاريل نسخو. مخدوم صاحب واري دستخط نسخي ۾ ڏهه ورق آهن. زماني جي گردش ڪري ان جا ابتدائي ورق ڪٽل آهن. اصل تان اتاريل نسخو قدري زياده آهي، جو ۴۴ صفحن تي مشتمل آهي ۽ ٿلهي قلم سان سادي ڪتابت ۾ موجود آهي. جيتوڻيڪ ان جي منڍ ۾ گهڻو اضافو آهي، پر پوءِ به ابتدائي صفحا ڪٽل آهن.

الله تعاليٰ جي نيڪ ۽ صالح ٻانهن وٽ حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ ۽ برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ، امام جزوليءَ جي مرتب ڪيل ڪتاب "دلائل الخيرات" کي پڙهڻ جو گهڻي وقت کان معمول هلندو پيو اچي. "دلائل الخيرات" ۾ امام جزولي حزب الاول کان اڳ ۾ "صفة الروضة" بابت بحث ڪندي لکيو آهي:

> "هيءَ وصف ان روضي مبارڪ جي آهي، جنهن ۾ رسول الله ﷺ جن دفن ٿيل آهن. ان جا دوست ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما مدفون آهن. روضي مبارڪ ۾ دفن ٿيل ڀلارن جي ترتيب هن ريت آهي: روضي مبارڪ جي وچ تي نبي ﷺ جن آرامي آهن. ان جي پاسي کان پٺيان ابوبڪر دفن ٿيل آهي، ان جي پيرن کان عمر فاروق پوريل آهي." (40)

مخدوم صاحب ان بحث کي سامهون رکي، دليلن، حوالن ۽ مشاهدي سان ثابت ڪري اصل صحيح صورت، شرح ۽ حاصل ڪلام هن ريت تحرير ڪيو آهي:

"مٿي جيڪي ست يا نون قبرن مبارڪن جون ڪيفيتون ڪتابن لکيون آهن پنهنجي جاءِ تي، پر منهنجي تحقيق هيءَ آهي تہ حضرت ابوبڪر جو مٿو نبي ﷺ جن جي ڪلهي مبارڪ جي سامهون آهي. حضرت عمر جو مٿو، حضرت ابوبڪر جي ڪلهي برابر آهي (۽ پيرن جي سامهون نہ آهي) هي ٿي ڪيفيت مشهور ترجيح واري ۽ صحيح آهي. هيٺئر قبرون مبارڪ هن ٿي ڪيفيت تي جڙيل آهن."

مخدوم صاحب انهيءَ وضاحت ڪان پوءِ ٽنهي پاڪ قبرن جو صحيح نموني ۾ نقشو بہ ڪڍيو آهي، تہ جيئن اصل حقيقت ۽ ڪيفيت سمجهڻ ۾ سهنجائي ٿئي ۽ "دلائل الخيرات" جي سهو سامهون رهي.

بهرحال، مخدوم صاحب جو هيءُ رسالو گويا "دلائل الخيرات" جي 'صفة الروضة' واري باب يا عنوان جو شرح آهي. "دلائل الخيرات" وارو اصل متن ڳاڙهي مس سان ۽ مخدوم صاحب جو شرح ڪاري مس سان لکيل آهي.

مخدوم صاحب جو نالو "شرح صفة الروضة" ۾ بہ دفعا هن ريت آيل آهي:

١. كتبه الضعيف الراجي شفاعة النبي العربي الفقير محمد هاشم بن عبدالغفور السندي التتوي جمع الله تعالىٰ بينه و بين رسوله المدني ﷺ

٢. محمد هاشم عفي عنه

كتبه الضعيف مان ظاهر آهي تہ اهو خود مخدوم صاحب جي هٿين اکرين لکيل قلمي نسخو آهي. اسان وٽ مخدوم صاحب جا هٿ اکر محفوظ آهن، جن کي پيٽڻ سان اهو معلوم ٿيو تہ برابر هيءُ قلمي نسخو مصنف جو دستخط تحرير ٿيل آهي.

مخدوم صاحب مٿين عبارت ۾ پاڻ کي نبي عربي ﷺ جن جي شفاعت جو اميدوار ڪري لکيو آهي ۽ دعا ڪئي آهي تہ الله تعالىٰ شال رسولِ مدني ﷺ جن سان ملائي!

هن قلمي نسخي جا اکر موتين جي داڻن جهڙا سهڻا آهن. البت، قلمي نسخي جي اول آخر ناقص هجڻ ڪري، لکت ۽ ڪتابت جو سال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. راقم کي هن خوبصورت رسالي جي ٻنهي نسخن جا عڪس ڊاڪٽر مولوي محمد ادريس سومري السندي ڪنڊياري واري کان تحفي طور

مليا. مخدوم صاحب جي هن رسالي جو نالو ڪنهن بہ فهرست ۾ آيل ڪونهي ۽ بلڪل نئين دريافت آهي. هيءُ رسالو ٻئي ڪنهن بہ ڪتب خاني ۾ موجود ناهي.

مخدوم صاحب رسالي جي آخر ۾ "بعض تعريف المؤلف" جي عنوان سان "دلائل الخيرات" جي مرتب امام جزوليءَ جي مختصر سوانح حيات هن ريت لکي آهي:

ابو عبدالله محمد بن سليمان الجزولي السملالي. سندس والد جزوله قبيلي جي امير ماڻهن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. امام جزولي جو آبائي وطن ضلع سوس ملڪ بربر افريقہ ۾ واقع هو. سندس تعليم مدينہ فاس ۾ ٿي. فاس، مراڪش ۾ واقع آهي. علم پرائڻ کان پوءِ پاڻ پڙهائڻ لڳو. مدينه فاس مان ڇڏي ريف ۾ آيو. اتي شيخ محمد بن عبدالله کان باطني علم حاصل ڪيائين. چوڏهن سال برابر عبادت ۽ رياضت ۾ گوشہ نشين ٿي رهيو. ان کان پوءِ ماڻهن جي رشد و هدايت لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳو. ٻارهن هزارن کان وڌيڪ ماڻهن سندس هٿ تي بيعت ڪئي ۽ گناهن کان توبه تائب ٿيا.

امام جزولي ڪتاب الله ۽ سنتِ نبوي جو نهايت عامل ۽ پابند هو ۽ ڪثرت سان درود ۽ وردن وظيفن پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هو. ان دوران کيس درود شريف جا ظاهري فائدا ۽ برڪتون مشاهدي ۾ آيون. انهن کان متاثر ٿي "دلائل الخيرات" ڪتاب مرتب ڪيائين، جنهن ۾ حديث پاڪ جي ڪتابن مان درود ميڙي چونڊي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيائين. "دلائل الخيرات" اڄا تائين اڪثر اولياء الله برڪت خاطر پڙهندا اچن ٿا ۽ سندن عمل ۾ آهي. امام جزولي تصوف ۾ "حزب الفلاح" ۽ "حزب سبحان الله الدائم لايزال" نالي ڪتاب بہ لکيا.

امام جزولي جي وفات سجدي جي حالت ۾، تاريخ پهرين ربيع الاول ٨٧٠ هجري ۾ سوس ملڪ بربر ۾ ٿي. ٧٧ سالن کان پوءِ مراڪش جي بادشاهہ سندس مڙهہ کي سوس مان کڻرائي، مراڪش ۾ آڻي دفن ڪرايو ۽ مٿس عاليشان قبو جوڙايو. سندس قبر تي درود شريف گهڻو پڙهيو وڃي ٿو.

# حاشيہ درود حاضري

حضور نبي ﷺ جن تي درود ۽ سلام پڙهڻ، الله تعاليٰ جو حڪم آهي ۽ هر مسلمان لاءِ سعادت ۽ برڪت آهي. ان ڏس ۾ درود شريف جو بهترين ڪتاب "دلائل الخيرات" (از: محمد بن سليمان الجزولي- وفات: ٨٧٠هه) جڳ مشهور آهي. هر دور ۾ علماء ۽ صلحاء ان کي پڙهندا آيا آهن. مخدوم صاحب ان جو شرح بہ لکيو آهي.

"دلائل الخيرات" جي نموني ۾ لکيل "درود حاضري" اصل ۾ عبدالسلام بن بشيش جو تحرير ٿيل آهي. ان ۾ درود جا سهڻا صيغا سمايل آهن. "قطب الارشاد" ۾ حضرت فقير الله علوي شڪارپوريءَ "درود حاضري" جي ليکڪ کي "عارف بالله، قطب الڪامل ۽ سيدي" جي سهڻن لقبن سان سڏيو آهي. پاڻ لکي ٿو تہ:

"مون کي درود حاضري پڙهڻ جي اجازت شيخ محمد هاشم ٺٽوي ڏني آهي."(41)

مخدوم صاحب جهڙيءَ طرح "دلائل الخيرات" ۾ آيل صفة الروضة جو شرح لکيو آهي. اهڙيءَ ريت "درود حاضري" تي بہ حاشيا لکيا آهن ۽ مختلف نسخا سامهون رکي، ان جي تصحيح ڪئي آهي.

هن رسالي تي اڪثر حاشيہ عربيءَ ۾ لکيل آهن، البت چئن هنڌن تي فارسيءَ ۾ بہ حاشيہ تحرير ٿيل آهن. مخدوم صاحب حاشيي تي هڪ هنڌ محمد عارف صديقي حنفي ٺٽوي جو نالو بہ لکيو آهي. "درود حاضري" جي مختلف ائن جاين تي مخدوم صاحب جو نالو لکيل آهي. ڪٿي مخدوم محمد هاشم عفي عنه ۽ ڪٿي رڳو مخدوم لکيل آهي.

هن رسالي جي ضخامت ٣٦ صفحا آهي. صفحي جي ڊيگهہ ٦ انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي. هيءُ رسالو خوبصورت عربي طرز تحرير ۾ تمام ٽندڙ

۽ خوشخط لکيل آهي. هيءُ رسالو نئون دستياب ٿيو آهي. ڪنهن به فهرست ۾ هن حاشيہ جو نالو آيل ڪونهي. هن رسالي جو دستياب قلمي نسخو قاسميه لائبرري ڪنڊياري ۾ محفوظ آهي. راقم کي ڊاڪٽر مولوي محمد ادريس سومري السنديءَ ان جو عڪس سوکڙي طور موڪليو، جو راقم جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

# كفاية القاري

هن رسالي تي ڪاتب جو نالو ۽ سن وغيره لکيل ڪونهي، پر پنو تمام پراڻو ۽ بادامي رنگ جو ٿي ويل آهي. هن رسالي جو قلمي نسخو مولوي محمد معروف مٽياروي جي ڪتب خاني ۾ سندس فرزند حافظ عبدالله، پيش امام ڪوٽ واري مسجد، مٽياري وٽ موجود آهي. راقم وٽ ان قلمي نسخي جو عڪس محفوظ آهي. هن رسالي جو ٻيو نسخو ڪٿي به ملي نه سگهيو آهي ۽ هيءُ واحد اڻ ڇپيل نسخو آهي.

هن رسالي ۾ ٢٠ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي، ۽ هر صفحي ۾ ١٩ سٽون ۽ هر سٽ ۾ ١٣ لفظ آهن.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب علم قرأت ۽ تجويد بابت جيڪي به ڪتاب لکيا آهن، اهي سڀ نثر ۾ آهن، البت، هيءُ رسالو عربي نظم ۾ مثنوي جي طرز تي جوڙيل آهي. بنيادي طور تي هن رسالي ۾ قرآن پڙهندڙ قاريءَ کي قرآن شريف پڙهندي، ڪن لفظن جون مشڪل ادائگيون، نڪاتا يا اشتباه سامهون اچن ٿا، انهن جي سليس سمجهاڻي ڏنل آهي. اها سمجهاڻي باب وار الف- بي ۽ سورت وار سمجهايل آهي. مخدوم صاحب مقدمي ۾ وضاحت ڪندي لکي ٿو:

"هيءُ رسالو 'ڪفاية القاري' جڻ ته پڙهندڙ لاءِ موتي پوئيل ۽ جڙيل آهن. قرآن ڪريم جي تلاوت ڪندي قاريءَ کي جيڪي لفظن ۾ مبني حرفن وغيره ۾ اشتباه اچن ٿا، انهن جي آسانيءَ خاطر معجم حرفن تي هيءُ رسالو مرتب ڪيو ويو آهي. ان ڏس ۾ سمجهائڻ خاطر قاعدا ۽ قانون به آندا ويا آهن."

جيتوڻيڪ اڳ ۾ اهو سمجهيو پئي ويو، ته مخدوم صاحب جي عربي شاعري چند نعتيه قصيدن تي مشتمل آهي ۽ اهي قصيدا حضور ﷺ جن جي

شان ۾ چيل آهن؛ پر هن منظوم عربي ڪتاب "ڪفاية القاري" جي دستياب ٿيڻ مان ظاهر آهي تہ مخدوم صاحب رڳو مختصر قصيدا نہ، پر تجويد جهڙي مشڪل فن ۾ بهترين ۽ طويل عربي نظم ۾ هيءُ ڪتاب لکي، عربي شاعريءَ ۾ پنهنجو علمي مقام ۽ عربي ٻوليءَ تي عبور ۽ مرتبو حاصل ڪيو آهي.

مخدوم صاحب پنهنجو نالو محمد هاشم شعر ۾ هن ريت آندو آهي:

قـال اقـل الـخلق مـحـمـد هاشـم
دام لـه لـطـف مـن الله عـاصـم.

ڪتاب جو نالو هن شعر ۾ سمايل آهي:

سـمـيـتـهـا "ڪـفـايـة القـاري" بـعـد مـا
وجدتـهـا مـتـئـمـمـا مـڪـمـلا.

ڪفاية القاري جو مواد ٧٤٦ شعرن تي پکڙيل آهي. هن موجوده قلمي نسخي ۾ ايترا عربي شعر آهن. ممڪن آهي تہ ڪنهن ٻئي نسخي ۾ زياده شعر هجن ۽ لکت جو سال ۽ ڪاتب جو نالو بہ ملي وڃي. بهرحال "ڪفاية القاري" جي دستيابي مخدوم صاحب جي عربي شعر و شاعري جي ڏس ۾ تمام وڏو علمي انڪشاف ۽ اضافو آهي.

# حاشيه شاطبيہ

مخدوم صاحب قرأت ۽ تجويد بابت مڪمل صورت ۾ ڪجھ ڪتاب لکيا آهن، پر هيءُ مشهور درسي ڪتاب "شاطبيہ" جو حاشيو ۽ شرح آهي. جيتوڻيڪ "شاطبيہ" جا حاشيا ۽ شرح ڪيترن عالمن لکيا آهن. مخدوم صاحب هيءُ حاشيو عربيءَ ۾ لکيو آهي. هيءُ قلمي نسخو لڳ ڀڳ ٻن سؤ صفحن تي پکڙيل آهي. صفحي جي ويڪر پنج انچ ۽ ڊيگهہ اٺ انچ آهي. هر صفحي جي وچ تي بين السطور ۽ پاسن کان حاشيا ۽ شرح لکيل آهي. متن جي شروعات کان اڳ ۾ متن جي فهرست آيل آهي، فهرست کان پهريان مخدوم صاحب جن ڪتابن تان مواد ورتو آهي، "شاطبيہ" جي انهن ١٣ عربي ۽ فارسي شرحن جي لسٽ درج ڪئي ويئي آهي.

شاطبيہ جو متن عربي شعرن سان شروع ٿئي ٿو. مخدوم صاحب ان متن تي عربي ٻوليءَ ۾ حاشيہ لکندو، تعليقات ۽ شرح ڪندو ويو آهي. مخدوم صاحب شاطبيہ جي پهرئين صفحي تي تحقيق ڪندي لکي ٿو:

"هي شاطبيہ جي رموز تي دلالت ڪندڙ مفرد يا مرڪب چوڏهن بيت آهن. انهن مان پهريان ست بيت شاطبيہ جو ڪلام نہ آهي، پر ٻئي ڪنهن جا ملحق آهن. باقي ٻيا بيت اصل شاطبي جو ڪلام آهي. فتدبر- محمد هاشم عفي عنه"

اهڙيءَ ريت مخدوم صاحب شرح دوران منجهيل علمي مسئلن ۽ نڪتن جي ويو آهي وضاحت ڪندو ۽ ڪا ڪنهن اڳوڻي شارح کان سهو ٿي آهي، تہ ان تي تنقيد ۽ اصلاح بہ ڪئي اٿس. مشهور مصنف علي قاري مڪي (وفات ١٠١۴هہ) بہ شاطبيہ جو شرح لکيو هو. مخدوم صاحب ان جو ڪيترين جاين تي رد ڪيو آهي.

"شاطبيہ" جو مصنف ابوالقاسم بن فيره بن خلف بن احمد شاطبي اندلسي آهي. شاطبہ، اندلس ۾ هڪ شهر جو نالو آهي. امام شاطبي ٥٣٨

هجري ۾ شاطبہ ۾ ڄائو. پهريائين پنهنجي وطن ۾ ابوعبدالله محمد بن ابي العاص نفري جي خدمت ۾ رهي، قرأت تجويد جي فن ۾ مهارت حاصل ڪيائين. مختلف استادن کان علم حديث پرايائين. ڪتاب سيبويہ، ڪامل مبرد ۽ ادب الڪاتب ابن قتيبه ۾ قابليت ۽ عبور ماڻيائين. علم پرائڻ کان پوءِ اسڪندريه رستي حج ادا ڪرڻ جي ارادي سان روانو ٿيو. جڏهن امام شاطبي قاهره پهتو تہ علم جي پياسن طالبن جو وڏس هجوم گڏ ٿيڻ لڳو. مصر جي حڪمران قاضي فاضل ڪيس قاهره جي مدرسه فاضلية جو شيخ مقرر ڪيو. امام شاطبي پڙهائي جي ميدان ۾ شيخ القراة جو صدر نشين ٿي ويو. ان دوران پاڻ هيٺيان چار قصيدا لکيائين: (١) حرز الاماني (٢) عقليہ اتراب القصائد (٣) ناظمة الزهر في علوم الفواصل (۴) قصيده داليہ.

امام شاطبي قرآن، حديث، لغت ۽ تجويد ۾ سَند جي حيثيت رکندو هو. ان سان گڏ عابد زاهد ۽ وڏو متقي پرهيزگار بہ هو. سندس مشهور ڪتاب "شاطبيہ" عربي شعر ۾ تجويد تي بهترين ڪتاب آهي. ان جي مقدمي ۾ ۹۴ شعر ۽ متن ۾ ١٠٧٩ شعر آهن. اهڙيءَ طرح، ڪُل ١١٧٣ شعر ڪتاب ۾ آهن.

امام شاطبي جي وفات ٢٨ جمادي الثاني ٥٩٠ هجري تي ٿي. ڪيس قاضي فاضل جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. اهو قبرستان مقطم جبل جي دامن ۾ زيارتگاه آهي.

مخدوم صاحب جو "حاشيہ ۽ شرح شاطبيہ" جو اصل قلمي نسخو مولوي محمد ابراهيم وٽ مدرسه باب الاسلام ٺٽي شهر ۾ محفوظ آهي. هن نسخي جو ٻيو اتارو ڪٿي بہ ڪونہ ٿو ڏسجي. غالباً هيءُ واحد قلمي نسخو آهي. مولوي محمد ابراهيم جو چوڻ آهي تہ هن قلمي نسخي تي مخدوم صاحب جي مهر بہ لڳل هئي، پر هن وقت مهر وارو ورق نسخي ۾ موجود ڪونهي. جيڪڏهن مهر دستياب ٿئي ها، تہ هوند قلمي نسخي جي قدامت ۽ سنہ تحرير بابت بہ احوال سامهون اچي ها!

راقم جي ڪتب خاني ۾ مولوي محمد ابراهيم، مدرسه باب الاسلام ٺٽي واري قلمي نسخي جو مڪمل عڪس موجود آهي ۽ قابل ديد آهي.

# حاشيه مقدمة الجزري

مخدوم صاحب علم قرأت تجويد بابت چند رسالا لکيا آهن. هيءُ رسالو اصل ۾ اسلامي دنيا جي مشهور قاري امام ابوالخير شمس الدين محمد جزري جي ڪتاب "مقدمة الجزري" جو عربيءَ ۾ حاشيه ۽ شرح آهي. مخدوم صاحب امام جزري جي رسالي جا ٻه شرح عربي ۽ فارسي ۾ الڳ الڳ تحرير ڪيا آهن. هيءُ عربي حاشيو ۴۳ صفحن تي مشتمل آهي. صفحي جي ڊيگهه ڏهه انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. وچ ۾ اصل متن ۽ ڪاغذ جي چئني پاسن کان گهاٽو حاشيو تحرير ٿيل آهي. ڪٿي ڪٿي مخدوم صاحب حاشيي تي پنهنجو نالو به لکيو آهي.

حاشيه لکجڻ جو سال، ڪتابت ۽ ڪاتب جو نالو ڪٿي به لکيل ناهي. حاشيي تي وڏي محنت ٿيل آهي. مخرجن جي ادائگي ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ مخدوم صاحب وات ۽ ڏندن جو نقشو به حاشيي ۾ ڏنو آهي، ته جيئن اهو آساني سان معلوم ٿي سگهي ته ڪهڙو حرف ڪٿان ۽ ڪيئن نڪري ۽ ادا ٿئي ٿو.

مخدوم صاحب جو هيءُ عربي حاشيو مولوي محمد معروف لائبرري، مٽياري ۾ موجود آهي. راقم کي ان جو عڪس اتان مليو. هن حاشيي جو ٻيو قلمي نسخو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي حيدرآباد جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

مقدمة الجزري جي مصنف جو مختصر احوال:

امام جزري اٺين/ نائين صدي هجريءَ جو مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس پورو نالو امام ابوالخير شمس الدين محمد بن محمد بن محمد علي بن يوسف بن عمر جزري شافعي آهي. سندس ولادت ۲۵ رمضان مبارڪ سنه ۷۵۱ هجري ۾ دمشق ۾ ٿي. تعليم پرائي فاضل بڻيو ۽ اسلامي دنيا ۾ قرأت جو امام مڃيو ويو. پاڻ وڏو عابد، زاهد ۽ عاشقِ رسول ﷺ هو. سندس ڪتابن جو تعداد ۳۹ آهي. سندس مشهور ڪتابن ۾ جزري، النشر في قرأة العشر ۽ حصن حصين آهن. امام جزري جي وفات ۸۳۳ هجري ۾ ٿي ۽ شيراز ۾ دفن ٿيو.(42)

# ڪشف الرمز عن وجوه الوقف علي الهمزه

هيءُ عربي رسالو قلمي صورت ۾ مدرسه مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچي جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي. سيد شجاعت علي قادري ڪراچي واري انهيءَ قلمي نسخي جي مطالعي ڪان پوءِ هيءُ عبارت تحرير ڪئي آهي تہ،

”ظاهر ۾ تہ هيءَ رسالو مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي تصنيفات مان آهي، پر عجب آهي تہ مخدوم صاحب حسب دستور پنهنجي ڪتابن وانگر منڍ ۾ پنهنجو نالو نہ آندو آهي.“

هن رسالي جو نسخو ٻئي ڪنهن ڪتب خاني ۾ معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. راقم وٽ مدرسه ملير واري قلمي نسخي جو عڪس موجود آهي. هن رسالي ۾ ١٥ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ نوَ انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٣ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٢ ڪان ١٥ لفظ آهن.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب قرأت تجويد بابت چند رسالا لکيا آهن. هيءُ رسالو ”ڪشف الرمز“ بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن رسالي ۾ علم قرأت جي امام حمزه جا حرف ”همزه“ بابت مختلف اصول بيان ڪيل آهن. مخدوم صاحب همزه بابت تفصيل هن ريت آندو آهي، تہ ان جا چار نوع آهن:

النوع الاول: همزو مبتدا حقيقي هجي، جيئن: آدم، ايمانا ۽ اوحيٰ.

النوع الثاني: همزو متوسطة حقيقي هجي، جيئن: يؤمنون، يأمرون، ڪأس، بأس، الذئب ۽ بئر. ان جا ٩ قسم آهن.

النوع الثالث: همزو متوسطة حڪمي هجي. هن جا ٻہ وجه آهن.

النوع الرابع: همزو متطرفة هجي، ان جا ١٩ مقام آهن.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ اهو بہ ٻڌايو آهي، تہ امام حمزه ڪوفي سان علم قرأت ۾ همزه جي ڇئن نوعن مان مشهور قرأت جو راوي ۽ چاٽو- هشام رڳو چوٿين ۽ آخري نوع "همزة المتطرفة" سان متفق آهي. بهرحال، مخدوم صاحب امام قرأت- حمزه ڪوفي جو حرف "همزه" بابت تفصيل ۽ مذهب بيان ڪري، نهايت سهڻي وضاحت ڪئي آهي.

# حاشيه خلاصة الحساب

مخدوم صاحب جي ڪتابن جي لسٽ تي نظر ڪجي ٿي تہ پاڻ گهڻ پهلو شخصيت نظر اچي ٿو. حساب ۽ رياضي هڪ مشڪل فن آهي. مخدوم صاحب کي انهيءَ فن ۾ بہ وڏي ڄاڻ هئي. ڪيس نہ فقط ڄاڻ حاصل هئي، پر هو ان فن ۾ بہ ماهر نظر اچي ٿو. بهاؤالدين عاملي جو رياضيءَ ۾ "خلاصة الحساب" نالي ڪتاب مشهور آهي ۽ نهايت مشڪل ڪتاب آهي. مخدوم صاحب انهيءَ ڪتاب جو بهترين حاشيو ۽ شرح لکيو آهي، جيڪو ٥٣ صفحن تي مشتمل آهي. خلاصة الحساب جي حاشيي جي اڪثر هنڌن تي مخدوم صاحب جو نالو هن ريت تحرير ٿيل آهي: "محمد هاشم رحمه ربه"

آخر ۾ ڪاتب جو نالو، خير محمد ولد محمد حفيظ، ساڪن هالہ ڪنڊي لکيل آهي، ۽ ڪتابت جو سال ۽ تاريخ ١٨ رجب بروز سومر سنہ ١١٩٠ هجري لکيل آهي. انهيءَ سال مان اهو ظاهر آهي تہ هيءُ حاشيو مخدوم صاحب جي اصل قلمي نسخي تان اتاريل آهي ۽ مخدوم صاحب جي وفات ١١٧۴هہ کان رڳو ١٦ سال پوءِ جو نقل ٿيل آهي.

مخدوم صاحب حاشيي ۾ تفصيل سان وضاحت طلب هنڌن تي وني، ضرب، جوڙ ۽ ڪٽ جا نقشا ۽ نمونا بہ ڏنا آهن ۽ وضاحت سان علمي بحث بہ ڪيو آهي. هيءُ حاشيو عربي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي.

هن ڪتاب جو اصل قلمي نسخو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي حيدرآباد جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي. راقم کي ان جو عڪس مڪتبہ قاسميه ڪنڊياري جي ذريعي مليو. هر صفحي جي ڊيگهہ نَوَ انچ، ۽ ويڪر ساڍا پنج انچ آهي ۽ اڃان تائين ڪٿي بہ نہ ڇپيو آهي.

راقم کي تحقيق دوران "حاشيه خلاصة الحساب" جو هڪ ٻيو ناقص قلمي نسخو، مڪتبہ معروفيہ مٽياري مان حافظ عبدالله ميمڻ وٽان دستياب ٿيو، جو ١٥ صفحن تي ڦهليل آهي. هن نسخي تي ڪتابت جو سال ۽ ڪاتب

جو نالو لکيل ڪونهي، پر خاص ڳالهه اها آهي ته حاشيي تي مخدوم صاحب جي فرزند، مخدوم عبداللطيف جو نالو به تحرير ٿيل آهي. اڪثر حاشيي جي جاين تي هي لفظ لکيل آهن: ”من استاد الاعظم محمد هاشم مدظله“. انهيءَ عبارت مان اهو ظاهر آهي، ته هيءُ نسخو مخدوم صاحب جي فرزند مخدوم عبداللطيف جي مطالعي هيٺ رهيو آهي. اهو به ممڪن آهي ته هيءُ نسخو خود مخدوم عبداللطيف جي هٿ جو لکيل هجي، ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي والد ۽ محسن استاد کي ”استاد الاعظم“ ۽ ”مدظله“ جي لفظن سان ياد ڪري رهيو آهي. افسوس آهي ته هن قلمي نسخي جا فقط پهريان ١٥ صفحا دستياب ٿي سگهيا آهن ۽ آخر ۾ نسخو نامڪمل آهي.

”خلاصة الحساب“ جو اصل مصنف محمد بن حسين بن عبدالصمد الحارثي العاملي الهمداني آهي. سندس لقب بهاؤالدين ۽ شيخ بهائي آهي. بهاؤالدين عاملي تاريخ ١٧ محرم الحرام ٩٥٣هه/ ١٥٤٨ع ۾ جبل عامل شام ۾ ڄائو. پنهنجي پيءُ ۽ عبدالله يزدي، علي ۽ افضل قائني کان علم پرايائين. شاهه عباس صفوي جي عهد ۾ اصفهان جو قاضي ٿي رهيو. سير سفر ۾ القدس، دمشق، مصر ۽ حلب به ويو.

بهاؤالدين عاملي جي وفات ١٣ شوال المڪرم ١٠٣١هه/ ٢٠ آگسٽ ١٦٢٢ع تي ٿي ۽ ڪيس طوس ۾ دفنايو ويو. هو شاعر به هو ۽ اهل تشيعة جو پوئلڳ هو. سندس گهڻا ڪتاب لکيل آهن. فارسي ٻوليءَ ۾ سندس لکيل هڪ رسالو ”صرف بهائي“ درس نظامي ۾ پڙهايو ويجي ٿو.(43)

توجه طلب ڳالهه اها آهي ته بهاؤالدين عاملي شيعي مذهب جو هو ۽ مخدوم صاحب اهلِ سنت جو اڳواڻ هو. جيتوڻيڪ مخدوم صاحب جا اهل تشيعة سان اختلافي مسئلن تي سخت قلمي مناظرا به رهيا آهن، پر هن مان سندس علمي وسيع القلبي ظاهر ٿئي ٿي. خلاصة الحساب هڪ علمي ڪتاب هو، ان ڪري مخدوم صاحب علمي اهميت ۽ عام فائدي خاطر ان جو سهڻو ۽ علمي حاشيو ۽ شرح لکيو.

# الطِراز المُذَهب في ترجيح الصحيح من المذهب

جيتوڻيڪ هن رسالي ۾ مخدوم صاحب جو نالو ۽ تصنيف جو سن لکيل ناهي، پر مخدوم امير احمد "بذل القوة" (عربي) جي مقدمي (ص ٣٠) ۾، هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي تصنيفات ۾ شامل ڪيو آهي. ٢٤ صفحن جو هيءُ رسالو عربي ٻوليءَ ۾، ٿلهي قلم سان لکيل آهي. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٨-١٠ لفظ آهن. ڪتابت نهايت سادي ۽ ڪچي آهي. پهريون صفحو وچولي قلم سان ۽ باقي ٢٣ صفحا ٿلهي قلم سان عربي طرز ۾ تحرير ٿيل آهن.

اهڙيءَ ريت حسبِ دستور ڪتابت جو سن ۽ ڪاتب جو نالو بہ لکيل ڪونهي، پر هن رسالي سان گڏ مخدوم صاحب جو هڪ ٻيو رسالو "ارشاد الظريف" بہ ساڳئي ٿلهي قلم ۽ طرزِ تحرير سان ڪاتب جو لکيل آهي. ان جي آخر ۾، ڪاتب پنهنجو نالو هن طرح لکيو آهي: "بيده عبده المسکين سيد شاهہ عباس ساڪن شهر ٺٽاه ملک سند"

مخدوم صاحب جي انهيءَ رسالي جو هيءُ واحد قلمي نسخو آهي، جيڪو پير محب الله شاهہ راشدي، درگاه پير جهنڊي جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. راقم کي هن قلمي نسخي جو عڪس، پير صاحب جي فرزند-پير ميان قاسم شاهہ راشديءَ جي مهرباني سان مليو.

مخدوم صاحب حنفي مذهب جي متقدمين ۽ متاخرين مشائخ عالمن جي ڪن مسئلن ۾ اختلاف کي سلجهائڻ خاطر هيءُ رسالو لکيو آهي. مخدوم صاحب حسبِ دستور عالمانہ انداز ۾، هن ننڍي رسالي ۾ بہ ٢٣ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. مخدوم صاحب جي لفظن ۾ هن رسالي جو نچوڙ هن ريت آهي:

"هيءُ رسالو مون امام ابو حنيفہ جي پيروي ڪندڙ مقلدن، هن زماني جي طالب علمن لاءِ لکيو آهي. جيڪي بعض فقهي مسئلا

حنفي مذهب جي ڪتابن ۾ ذڪر ڪيا ويا آهن ۽ انهن مسئلن ۾ پوئين دور جي مشائخن يعني مشائخ المتاخرين جو ظاهر روايت ۾ اختلاف آهي. اهڙيءَ طرح متقدمين ۽ متاخرين ۾ جيڪو اختلاف واقع آهي، مون انهن جو مذهب جي قاعدن موجب اصول ۽ فروع کي واضح ڪري، ڪافي شافي جواب ڏنو آهي. اصولي طور الڪتاب، السنة، الاجماع ۽ القياس موجب اختلاف کي حل ڪيو آهي. امام ابو حنيفہ ۽ سندس شاگردن جا بہ ڪن مسئلن ۾ اختلاف رهيا آهن، پر اهي اختلاف اجتهادي آهن. امام ابوحنيفہ جي تحقيق جو سلسلو رسول الله ﷺ جن تائين هن ريت پهچي ٿو: امام ابو حنيفہ، علقمه جو شاگرد آهي. علقمه، عبدالله بن مسعود جو شاگرد آهي. عبدالله بن مسعود، رسول الله ﷺ جن جو شاگرد آهي. امام ابوحنيفہ ٻن واسطن سان حضور ﷺ جن جو شاگرد آهي ۽ حضور ﷺ جن شريعت محمدي جا سرواڻ آهن."

بهرحال، فقه حنفي جي ڪن اجتهادي مسائل ۾ اڳين ۽ پوئين دور جي عالمن جي اختلاف کي سمجهڻ بابت، هن زماني جي طالب علمن ۽ مشائخ عالمن لاءِ هيءُ رسالو نهايت ڪارآمد آهي.

# ارشاد الظريف الىٰ طور التصنيف

مخدوم صاحب جو هيءُ ست ورقي رسالو ساڳئي پير جهنڊي جي ڪتب خاني ۾، اڳئين رسالي "الطراز المذهب" وانگر ڳڻ هڪ مجموعي جي آخر ۾ محفوظ آهي. هن رسالي جي تقطيع ۽ ڪاتب بہ ساڳيو سيد شاهہ عباس ٺلاه وارو آهي. مخدوم امير احمد "بذل القوة" جي مقدمي (ص ٣٠) ۾، هن رسالي "ارشاد الظريف" کي مخدوم صاحب جي تصنيفات ۾ شامل ڪيو آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ هڪ محقق استاد ۽ مجيل مصنف جي حيثيت سان، هڪ نئين سيکڙات ۽ عام مصنف جي رهنمائي ڪندي، تصنيف تاليف، شرح ۽ تفسير ۽ تحقيقي ڪتاب لکڻ جا طور طريقا، قاعدا ۽ قانون تحرير ڪيا آهن، تہ مصنف کي پهريائين ڪتاب ۾ بسم الله، الله تعالىٰ جي حمد و ثنا ۽ رسول الله ﷺ تي صلواة سلام لکڻ سان شروع ڪرڻ گهرجي. حمد ۽ صلواة ڪان پوءِ ڪتاب لکڻ جو سبب ڄاڻائجي. جيئن تہ انسان سهو ۽ خطا جو گهر آهي، ان ڪري سهو ۽ خطا قصور جي معافي جو عذر پيش ڪري. تنهن بعد اصل ڪتاب لکڻ جو مقصد بيان ڪجي. ڪتاب کي باب وار ورهائي، پوءِ سهوليت خاطر هر هڪ باب ۾ مختلف ننڍا ننڍا فصل، الڳ عنوانن سان آڻي ڳالهہ کي پُر اثر، عام فهم ۽ مقصد کي چٽو ڪجي.

مخدوم صاحب ليکڪن جي تحرير ۽ تصنيفات کي پڪو پختو ڪرڻ ۽ محققانہ بنائڻ لاءِ رهنمائي ڪندي، خاتمي ۾ لکي ٿو:

"مؤلف جي مٿان هي ذميواري پوي ٿي، تہ ڪتاب لکڻ مهل هر ڪچي ڦڪي ڳالهہ، رطب و يابس، ڪمزور ۽ ضعيف روايت کي سمجهي، پروڙي پرکي، ڇنڊڇاڻ ڪري، صحيح ۽ مستند روايتون آڻي، ڪتاب ۾ شامل ڪري ۽ مشهور محققن مصنفن جي ڪتابن جا حوالا ڏئي، پنهنجي تصنيفات کي وزنائتو بنائجي. غيرمعروف،

اڻ ڄاتل هٿ ٺوڪيل مصنفن ۽ ڪتابن جي حوالي ڪان پاسو ڪجي. جو تہ خبر ناهي غير معروف مصنف ۽ ڪتاب عادل ۽ محققانہ آهن، يا لئي مان لٽي پيجي مصنف ٿيا آهن.

بهرحال، تحقيق کي هر حال ۾ سامهون رکي، روايت کي درايت تي پرکي، قرآن جي تفسيرن ۽ حديث جي راوين روايتن کي درايت جي ڪسوٽيءَ تي پرکي، مواد کي پوءِ ڪتاب ۾ شامل ڪجي.

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ تصنيف، تاليف ۽ شارح جو فرق بہ بيان ڪيو آهي. مطلب تہ پنهنجي فن ۾، هيءُ ننڍو رسالو "ارشاد الظريف" نهايت مختصر، جامع ۽ نون عام ليکڪن جي رهنمائيءَ لاءِ تمام ڪارائتو آهي.

# الحجة الجلية في مسئلة سُور الاجنبيه

هن عربي رسالي ۾ ڇهہ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ اٺ انچ، ويڪر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ١١ سٽون ۽ هر هڪ سٽ ۾ سراسري طور ٨ لفظ آهن.

اصل ۾ هيءُ رسالو قاضي غلام محمد هالائي جي ڪتب خاني ۾ هڪ مجموعي ۾ موجود آهي. ان مجموعي مان ڊاڪٽر محمد ادريس السنديءَ سن ١٤٢٠ هجري ۾ اُتاري، صاف صورت ۾ خوشخط لکيو آهي. ڪتابت ڇاپي جهڙي صاف سهڻي ۽ خوبصورت آهي. راقم وٽ انهيءَ پوئين قلمي نسخي جو خوبصورت عڪس موجود آهي.

مخدوم ٺٽويءَ هن رسالي ۾ ڌارئي مرد يا زال جي اوبر جو پاڻي وغيره ڌارئين زال يا مرد کي پيئڻ بابت بحث ڪيو آهي. جيتوڻيڪ اها اوبر پليد نہ آهي، پر ڌارئي مرد يا زال جي اوبر ڌاري زال يا مرد کي پيئڻ مڪروه تہ آهي، پر اها ڪراهت تحريمي آهي يا تنزيهي؟

ان جي علت هيءَ آهي تہ اها اوبر نجس يا پليد نہ آهي، پر جيڪڏهن ڌارئي ماڻهو جي اوبر پيئڻ ۾ لذت ۽ شهوت جو ارادو شامل هوندو، تہ پوءِ ظاهر آهي تہ اها اوبر پيئڻ مڪروه تحريمي آهي. ٻيءَ صورت ۾ اها اوبر مڪروه تنزيهي آهي.

# حوالا


١. بروايت علامه غلام مصطفيٰ قاسمي- ڊائريڪٽر، شاهه ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد سنڌ
٢. مهر غلام رسول: "تاريخ ڪلهوڙا" (اردو)- جلد ٢، ص ١١-١٠
٣. ابن نديم: "الفهرست" (اردو) مترجم: محمد اسحاق ڀٽي، ص ٤٨٥، ٤٨٧، ٥٠٢، ٥٠٤
٤. الحصڪفي، علاؤالدين: "الدرالمختار" (عربي) جلد-١، تلخيص ص ٢٢-٢١٨
٥. النسفي، عبدالله بن احمد بن محمود ابوالبرڪات: "ڪنزالدقائق" (عربي)، ص ١٢٧
٦. علي اڪبر قادري ازهري، ايڊيٽر "منهاج القرآن" لاهور جو راقم ڏي خط، مؤرخ ٢٤ ڊسمبر ١٩٩٢ع
٧. "مائر" محمد صديق: "سنڌالاجي ۾ قلمي نسخن جو تشريحي ڪئٽالاگ"، ص ٣٠
٨. بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سوانح حيات ۽ علميت بابت ويچار (مقالو)، ٽماهي "مهراڻ"، نمبر-٤، ١٩٨٥ع، ص ٣٤-١٣١
٩. نسفي لطف الله: "خلاصه ڪيداني" (عربي)، ص ١٥
١٠. قاضي ثنا ءالله پاني پتي: "مالا بدمنه" (فارسي)، ص ٤٤
١١. قاسمي غلام مصطفيٰ، علامه: "علويه لائبريري" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي"، ڪراچي سنڌ، فيبروري ١٩٦٠ع، ص ٢١
١٢. شيباني محمدبن حسن امام: "مؤطا امام محمد"، مترجم: خواجه عبدالوحيد، ص ٦٨
١٣. ڀٽي عبدالحميد مولوي: "تحفة الفقيه" (سنڌي)، جلد-١، ص ٦٨
١٤. عراقي ولي الدين: "مشڪواة المصابيح" (عربي)، ص ١٨٣
١٥. ديروي عبدالڪريم ميهڙائي: "تعليم القرآن" (سنڌي)، ص ٢
١٦. رامپوري غياث الدين محمد: "غياث اللغات" (فارسي)، ص ٥٦١
١٧. ڏسو حوالو نمبر (٤)، ص ٢١٥
١٨. جلباڻي غلام حسين، پروفيسر: "عربي- سنڌي ڊڪشنري" جلد-١، ص ٦٩١
١٩. ڏسو حوالو نمبر (١٦)، ص ٧٢٠
٢٠. بلوچ نبي بخش خان، ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ ادب جي تاريخ"، ص ٥٩- ٢٥٨
٢١. ايضاً، ص ٥٥-٢٥٤
٢٢. ايضاً، ص ٢٥٥
٢٣. نظامي خليق احمد، پروفيسر: "سلاطين دهلي ڪي مذهبي رجحانات" (اردو)، ص ١١
٢٤. ڪلهوڙو ميان نور محمد: "منشورالوصيت" (فارسي)، ڏسو حاشيو، ص ١٩-٢٠
٢٥. الطبري، محمد بن جرير: "تاريخ طبري" (اردو) جلد-١، ص ١٥٣ ڪان ٢٠٥ (تلخيص)
٢٦. المزي، جمال الدين يوسف، حافظ: "تحفة الاشراف بمعرفة الاطراف" (عربي)، جلد-١، ص ٢

٢٧. فيروز الدين مولوي: "فيروز اللغات" (فارسي- اردو)، ص ٣٢٤
٢٨. البخاري، محمد بن اسماعيل: "الجامع الصحيح" (عربي)، جلد-٢، ص ٨٤
٢٩. معلوف لوئس: "المنجد في اللغة والاعلام" (عربي)، ص ٥٦
٣٠. سنڌي عبيدالله، مولوي: "التمهيد لتعريف ائمة الجديد" (عربي)، ص ١٦٩، ١٨١، ١٨٢، ١٨٣
٣١. قاسمي غلام مصطفيٰ، علامہ: "هاشميه لائبريري" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي"، ڪراچي سنڌ، جولاءِ ١٩٥٩ع، ص ١٧
٣٢. ايضاً، ص ١٧
٣٣. قاسمي غلام مصطفيٰ، علامہ: "سنڌ ۾ فتويٰ جو فن" (مقالو)، ماهوار "شريعت" سکر سنڌ، (فتويٰ نمبر) جون جولاءِ آگسٽ ١٩٧٨ع، ص ١٣-١٥
٣٤. قاسمي غلام مصطفيٰ، علامہ: "مخدوم محمد هاشم جي حب الوطني" (مقالو)، ماهوار "پيغام" ڪراچي، اپريل ١٩٨٢ع، ص ٣٣
٣٥. رچرڊ برٽن: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (مترجم سنڌي)، ص ٧٧
٣٦. مخدوم مئيڏنو نصرپوري: "تحرير"، ٽماهي "الرحيم" حيدرآباد سنڌ، نمبر ٣، ١٩٦٦ع، ص ٦٩
٣٧. مخدوم عبدالواحد سيوستاني: "بياض واحدي"، جلد -١، ص ٣٣٧
٣٨. همايوني عبدالغفور مولانا: "فتاويٰ همايوني" (فارسي) جلد-١، ص ٥٦
٣٩. پروفيسر امتياز حسين سعيد: "خطبات رسول"، (اردو) ص ١-١٢٢
٤٠. الجزولي محمد بن سليمان: "دلائل الخيرات" (عربي)، ص ٣٧
٤١. فقير الله علوي شڪارپوري: "قطب الارشاد" (عربي)، ص ٣٩٦، ٣٩٨
٤٢. رفيق احمد رفيق المهروي: "ارشاد الطالبين في احوال المصنفين" (اردو)، ص ١٠٤
٤٣. راهي اختر پروفيسر: "تذڪره مصنفين درس نظامي" (اردو)، ص ٧٨

# (ج) فارسي ڪتابن جو جائزو

## ذريعة الوصول الىٰ جناب الرسول صلى الله عليه وسلم

**تصنيف جو سال:** ١٧ رجب ١١٣٣ھ

**ڪاتب جو نالو:** مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (بخط مؤلف)

**ڇپائيءَ جو هنڌ:** سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ پريس، ڄام شورو

**ڇپائيندڙ:** مهراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد سنڌ

**ڇپائيءَ جو سال:** نامعلوم

**صفحن جو تعداد:** مقدمو ٢ صفحا، متن ٦٢ صفحا، ڪل ٦٤ صفحا. صفحي جي ڊيگهه ست انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢٧ سٽون آهن ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١۴ لفظ آهن.

**موضوع:** سيرت النبي صلى الله عليه وسلم

**متن جي شروعات:** بسم الله الرحمان الرحيم. سبحانڪ لاعلم لنا الا ما علمتنا انڪ انت العليم الحڪيم. ولاحول ولا قوة الا بالله العلي العظيم. الحمدلله رب العالمين حمدالشاڪرين. والصلواة والسلام علىٰ رسوله محمد سيد الاولين والاخرين.

**خاتمو:** وحال آنڪه مادر اول شب باتوئيم ونمي بينم ڪه بصلواة اشتغال مي داري واگر ڪسي بفرستادن درود مشغول گردد و جدوجهد ڪه زياده ازان درهيچ تصور نيايد و در تمام اوقات و ساعات شبانروز شصت هزار صلوات نمي توان گفت....

مخدوم صاحب جي فارسي تصنيفات مان هيءُ رسالو پهرئين فارسي دستياب تصنيف آهي. هن ڪتاب جي خاص خوبي اها آهي ته هيءُ ڪتاب خود مصنف مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي هٿ سان لکيل آهي. ان قلمي

نسخي جو عڪس وٺي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ ريت اهلِ علم وٽ مخدوم صاحب جا هٿ اکر ڀھريون ڀيرو سامھون آيا آهن. جيتوڻيڪ اڳ ۾ ڪن جھونن ڪتبخانن ۾ مخدوم صاحب جا هٿ اکر ۽ خطي قلمي نسخا موجود آهن، پر اشاعت هيٺ آيل هيءَ پھرئين ڪوشش آهي. هن سڄي ڪوشش جو سھرو علامہ غلام مصطفىٰ قاسميءَ جي سر تي سونھي ٿو، جنھن مخدوم صاحب جو دستخط نسخو ايڊٽ ڪري، پندرهين صدي هجري تقريبات جي سلسلي ۾ "مھراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد" طرفان شايع ڪرايو آهي. هن رسالي ۾ ٢٣ ڪتابن جا حوالا ڏنل آهن ۽ درود شريف جي عبارت ڳاڙهيءَ مس سان لکيل آهي. راقم جي لائبريريءَ ۾ ڇاپي نسخو موجود آهي. هيءُ رسالو سنڌ جي اڪثر ڪتبخانن ۾ موجود آهي.

### مواد جو وچور:

هيءُ رسالو درود شريف بابت مرتب ٿيل آهي، جنھن ۾ درود شريف جا فضائل ۽ اهي صيغا، جي مرفوع موقوف حديثن ۽ آثار صحابہ و تابعين ۽ خواب وغيره جي ذريعي صلواة جي ڪيفيت ملي آهي، انھن جو ذڪر آهي. مخدوم صاحب مقدمي ۾ وضاحت ڪندي لکي ٿو:

"حمد ۽ صلواة کان پوءِ الله جي رحمت ۾ اميدوار ضعيف ٻانھو، محمد هاشم پٽ عبدالغفور سنڌي چوي ٿو تہ هيءُ مختصر رسالو آهي، جنھن ۾ صلواة ماثوره جون ڪيفيات، جيڪي حضور ﷺ جن جي مرفوع حديثن ۽ آثار صحابہ ۽ تابعين ۾ وارد آهن، اهي درج ڪيل آهن. البت هن رسالي ۾ ڪجهہ صلواة جون ڪيفيات اهڙيون بہ شامل آهن، جيڪي ضعيف حديثن مان وارد آهن. ضعيف، مرسل، منقطع ۽ معضل حديثن تي فضائل اعمال ۾ عمل ڪري سگھبو آهي. ان تي سڀني جو اتفاق آهي. جيئن ابن حجر مڪي 'فتاويٰ حديثيہ' ۾ وضاحت ڪئي آهي. هيءُ رسالو اربع جي ڏينھن، تاريخ ٢ رجب سن ١١٣٣هہ تي لکڻ شروع ٿيو ۽ تاريخ ١٧ رجب (پندرهن ڏينھن ۾) لکجي پورو ٿيو، جيتوڻيڪ ان وچ ۾ ڪجهہ رڪاوٽون بہ پيون. هن رسالي جو نالو 'ذريعة الوصول الي جناب الرسول' ﷺ رکيو ويو آهي."

مخدوم صاحب مواد جي ورڇ جو احوال هن ريت آندو آهي:

هن رسالي ۾ ڪل پنج فصل آهن:

فصل-١: صلواة جون اهي ڪيفيتون، جيڪي نبي ﷺ جن کان منقول آهن.

فصل-٢: صلواة جون اهي ڪيفيتون، جيڪي نبي ﷺ جن کان ننڊ ۾ منقول آهن.

فصل-٣: صلواة جون اهي ڪيفيتون، جيڪي اصحابن ۽ تابعين جي ڪلام مان منقول آهن.

فصل-۴: صلواة جون اهي ڪيفيتون، جيڪي اصحابن ۽ تابعين کان سواءِ علماء راسخين ۽ قدماءِ صالحين کان منقول آهن.

فصل-۵: صلواة جي سڀني ڪيفيتن مان وڌيڪ افضل ڪيفيت ڪهڙي آهي؟ ان ۾ عالمن جو اختلاف.

چاڻڻ گهرجي تہ احاديث ماثوره جي تعداد ڪي اڳين عالمن جي وڏي جماعت جمع ڪيو آهي.

مخدوم صاحب مقدمي جي آخر ۾ لکي ٿو:

"مون انهن سڀني مصنفن جي ڪتابن مان انتخاب ڪري، اختصار جي طريقي تي هيءُ رسالو مرتب ڪيو آهي. مون اڪثر مواد بالواسطہ ورتو آهي ۽ ڪجهہ بغير واسطي جي. مون رڳو صلواة جي ڪيفيات تي اڪتفا ڪئي آهي، البت فضائل صلواة ۽ معنيٰ ڪي چڏي ڏنو اٿم، تہ جيئن طالبن لاءِ سولائي ۽ صلواة جي شوق رکندڙن لاءِ سهنجائي ٿئي."

اهڙيءَ ريت رسالي جو پهريون ڀاڱو ۴٢ صفحن تي پورو ٿئي ٿو، ۽ ان کان پوءِ ضميمي طور شيخ عبدالحق محدث دهلوي، علامہ قاضي عياض ۽ مخدوم عمر موئره جي رسالي تان صلواة جي صيغن جو احوال شروع ٿئي ٿو، جيڪو ٦٢ صفحي تي ختم ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ اهو ضميمو اڃا جاري آهي، پر اڌوهي ۽ ٻين سببن ڪري اڳتي صفحا ڪاڌل ۽ ڪٽل آهن. ڪتاب جي اوڙڪ جو پتو نہ ٿو پوي.

هن ڪتاب جي مرتب، علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو چوڻ آهي تہ (سنڌ جي عالمن مان درود شريف بابت) مخدوم صاحب جي هيءَ پهرئين علمي ڪوشش آهي.[1]

راقم انهيءَ رسالي جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي. "ذريعة الوصول" جو اردو ترجمو، مولوي محمد يوسف لڌيانويءَ ڪراچي مان ١٩٩۵ع ۾ شايع ڪيو آهي.

# فتح الڪلام في ڪيفيت اسقاط الصلواة والصيام

هن رسالي جو ڪاتب فقير دوست محمد بن شاهہ محمد آهي. ڪتابت جو سنہ نامعلوم. مواد ٢٧ صفحا آهي. صفحي جي ڊيگهہ اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهہ انچ آهي. هرصفحي ۾ ١٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٢ لفظ آهن. هيءُ رسالو ايتري قدر تہ مقبول ٿيو، جو هندستان جي مطبع محمد وزير واقع ڪلڪتي مان سن ١٣٠٠هہ ۾ شايع ٿيو. هن رسالي جو ڇاپي نسخو محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مدرسہ سونڊا ۽ ٻين ڪتبخانن ۾ موجود آهي. راقم کي انهيءَ رسالي جي هڪ قلمي نسخي جو عڪس سنڌالاجيءَ مان مليو.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ ميت جي طرفان فديہ ادا ڪرڻ جي ڪيفيت ۽ ميت جي طرفان روزن ۽ نمازن معاف ڪرائڻ يا اسقاط جو طريقو بيان ٿيل آهي. مخدوم صاحب هن رسالي جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

> ”مون هن رسالي کي فارسي عبارت ۾ مومنن جي سهولت خاطر مرتب ڪيو آهي. هيءُ رسالو جمعي جي رات، تاريخ ٢٠ شوال سن ١١٣٣هہ تي لکڻ شروع ڪيو ويو. هن رسالي جو نالو ’فتح الڪلام في ڪيفيت اسقاط الصلواة والصيام‘ رکيو ويو آهي ۽ پنجن فصلن تي مشتمل آهي.“

اصل ۾ شرعي لحاظ سان ميت جي مٿان جيڪي الله تعاليٰ جا حق، فرض ۽ واجب رهيل آهن، جيئن نماز، روزا، زڪواة، حج، نذر يا باس، ڪفاره، صدقہ فطر، عشر ۽ سجده تلاوت وغيره، انهن طرفان فديو ڏبو آهي. مخدوم صاحب بہ هن رسالي ۾ ميت جي طرفان نماز ۽ روزن جي فديي ۽ اسقاط جو احوال ۽ طريقو بيان ڪيو آهي. هيءُ سمورو مواد پنجن فصلن ۾ ورهايل آهي

۽ انهن جا عنوان هن ريت آهن:

فصل اول: در بيان احكام وجوبه دادن فديه بر ولي ميت از ترکہ ميت.

فصل دوم: در بيان مقدار فديه صلواة والصيام.

فصل سوم: در بيان آنکہ لازم است بر ولي اداء سائر حقوق واجبه بر ولي غير صلواة و صوم از ترکہ او.

فصل چهارم: در بيان كيفيت اسقاط صلواة و صوم بہ فديه.

فصل پنجم: در بيان بعضي مسائل متفرقه با حكام فديه.

# رشف الزلال في تحقيق فيءِ الزوال

هن رسالي ۾ ١۴ صفحا آهن. هر صفحي جي ڊيگهه ٻارهن انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ١۴ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٨ کان ٢١ لفظ آهن. ڪاتب ۽ ڪتابت جو سال نامعلوم آهي.

هيءُ رسالو قلمي صورت ۾ ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. نماز بابت اهم مسئلي جي تحقيق ٿيل آهي. راقم وٽ ڳڙهي ياسين ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتبخاني جا عڪس موجود آهن. هن جي خاص خوبي هيءَ آهي ته مخدوم صاحب فارسيءَ سان گڏ پنهنجا خواه اڳين عالمن جا سنڌي شعر حوالي طور آندا آهن. خود مخدوم صاحب جي فارسي شاعريءَ جا ١١ نوان بيت به دستياب ٿيا آهن. راقم هن رسالي جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، جو سن ١٩٩۴ع ۾ سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد سنڌ طرفان شايع ٿيو آهي.

**مواد جو وچور:**

اسلام جي پنجن رڪنن مان " نماز" کي اهم حيثيت حاصل آهي. نماز ادا ڪرڻ لاءِ وري صحيح وقت سڃاڻڻ ۽ وقت تي پابنديءَ سان نماز ادا ڪرڻ لازمي آهي. هينئر ته گهڙيال ۽ واچون عام جام آهن. ايتري قدر جو نماز جي بانگ به ريڊيي ۽ ٽيليويزن تان نشر ٿئي ٿي، تنهنڪري نماز جي وقتن جي سمجهڻ لاءِ ڪا به ڏکيائي ڪانهي. گذريل دور ۾ اڪثر وقت جو حساب رات جو تارن ۽ نڪتن ذريعي جاچيندا هئا ۽ ڏينهن جو وري خاص ڪري ٻيپهري نماز جو ٻهريون ۽ آخري وقت سج جي پاڇي وسيلي معلوم ڪري، نماز ادا ڪندا هئا. شرعي لحاظ سان به هر نماز مقرر وقت تي پڙهڻي آهي. اڳئين نماز جو وقت پُور منجهند ٿيندي ئي سج لڙڻ سان شروع ٿئي ٿو. پر سوال هو ته اڳئين نماز جي آخري وقت واريءَ حد کي لڙيل پاڇي جي لحاظ

سان ڪيئن سجاڻجي ۽ ٽپهري نماز جي شروعات ڪيڏيءَ مهل ڪجي؟

سج اڀرڻ ڪان پوءِ جيئن جيئن سج مٿي چڙهندو ايندو آهي، تيئن تيئن هر شيءِ جو پاڇو گهٽبو ويندو آهي. جڏهن سج پنهنجي پنڌ جو پورو اڌ ختم ڪري ڪاپار تي ايندو آهي، تڏهن هر شيءِ جو پاڇو ننڍي ۾ ننڍو ٿيندو آهي، جنهن کي فقه وارن جي اصطلاح ۾ "اصلي پاڇو" يا "فيءِ الزوال" چئبو آهي. فقه جي مشهور درسي ڪتاب "قدوري" جو صاحب لکي ٿو:

"ظهر جو وقت سج لڙڻ ڪان شروع ٿئي ٿو ۽ امام ابو حنيفي رحمة الله عليه جي نزديڪ انهيءَ وقت ختم ٿئي ٿو، جڏهن هر هڪ شيءِ جو پاڇو انهيءَ شيءِ ڪان ٻيڻو ٿي وڃي ٿو. امام ابو يوسف ۽ امام محمد جي نزديڪ ظهر جو وقت تڏهن ختم ٿئي ٿو، جڏهن هر هڪ شيءِ جو پاڇو انهيءَ جيترو ٿئي ٿو."[2]

هيءَ ڳالهه خيال ۾ رکڻ گهرجي تہ هيڪوٽي يا ٻيٽي پاڇي ۾ اهو پاڇو شمار نہ ڪبو، جو هرهڪ شيءِ تي ٺاڪ منجهند وقت موجود هوندو آهي. جڏهن سج چوٽيءَ تي ايندو آهي، جنهن کي "فيءِ الزوال" چوندا آهن.[3]

هن رسالي جي لکجڻ جو پس منظر هيءُ آهي تہ مخدوم صاحب کان اڳ ۾ ٻپهريءَ جو اصلي پاڇو ماپڻ، ان کي سمجهڻ ۽ سڃاڻڻ لاءِ سنڌ جي ڪن عالمن فارسي ڪتابن ۽ سنڌي بيتن ۾ اصلي پاڇي جا اصول ۽ طور طريقا بيان ڪيا، جيڪي غالباً سنڌ کان ٻاهر ڪن ٻين ملڪن لاءِ اتان جي عالمن عربيءَ يا فارسي عبارت ۾ لکيا هئا. جن کي وري سنڌ جي عالمن سليس فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ منظوم ڪيو.

مخدوم صاحب سنڌ جي عالمن جا اهي آڳاٽا فارسي ۽ سنڌي بيت پنهنجي هن رسالي ۾ حوالي طور نقل ڪيا آهن. مخدوم صاحب تحقيق ۽ تجربو ڪري، انهن جدولن ۾ غلطيون محسوس ڪندي پاڻ هن ريت تجربو ڪيو. مخدوم صاحب لکي ٿو:

"جڏهن ٻين مصنفن جون عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ لکيل جدولون ڀيٽيون ويون تہ انهن ۾ ڪافي فرق هو، جو تہ انهن بزرگن اڳين ڪتابن ۾ جيڪو طريقو ذڪر ڪيل ڏٺو، ان کي سنڌي بيتن ۾ آڻي ڇڏيائون. اصل ۾ اهو پاڇو ٻين ملڪن ۾ آزمايل هو. ان ڪري مون پاڻ ابتدا حمل تاريخ ٦ جمادي الاوليٰ سن ١١٣٢هه تي اصلي پاڇو ڪڇڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح اهو تجربو

شمسي سال جي برابر ١٧ جمادي الاوليٰ سن ١١٣٣هه تي پورو ٿيو. وري احتياط طور ٻئي سال ٻه ساڳيو تجربو جاري رکيو ويو، ته جيئن پاڇي جي ماپ ۾ ڪا سهو خطا نه ٿئي. اهو اصلي پاڇي جي ماپ جو طريقو ۽ تخمينو ٽن چئن ماڻهن جي قد ۽ پاڇي سان ٿي ماپيوسين. احتياط طور سيني مان وچولي قد واري ماڻهوءَ جي ماپ کي اعتبار ڪيو ٿي ويو. اها ماپ هر هفتي جاري رهي. البت ڪن اڻٽر مجبورين جهڙوڪ وغيره جي ڪري، ڪڏهن ٻئي هفتي به ماپ ٿي ڪئيسون. اها ٻنهي سالن جي ماپ نهايت احتياط ۽ خبرداريءَ سان ڪئي وئي."

جيتوڻيڪ مخدوم صاحب هن رسالي ۾ جيڪي اڳين عالمن جا فارسي ۽ خاص ڪري سنڌي بيت حوالي طور آندا آهن، انهن ۾ آيل تحقيق اڻ پوري ۽ بيان ڪيل جدولون غلط آهن؛ پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق مطابق تاريخي لحاظ کان اهي سنڌي بيت آڳاٽا آهن. ان ڪري سنڌي تحرير جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته اهي منظوميا ڏهين يا يارهين صدي هجري (١٦-١٧ صدي عيسوي) جا هجن. ڇاڪاڻ ته انهن منظومين کي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "رشف الزلال" ۾ نقل ڪيو آهي... سنڌي ٻوليءَ جي آڳاٽي لغت جي لحاظ سان اهي ٻئي منظوميا هڪ دستاويزي حيثيت رکن ٿا.(4)

مخدوم صاحب مقدمي ۾ وضاحت سان لکي ٿو:

"هيءُ رسالو سنڌ ملڪ جي شهر ٺٽي، نصرپور ۽ انهن جي آسپاس واري علائقي ۾ اصلي پاڇي جي تحقيق ۽ ان جي مقدار ۽ اندازي جي باري ۾ لکيل آهي، جنهن کي مومن جي سهنجائيءَ خاطر فارسي (۽ سنڌي) ٻوليءَ ۾ مرتب ڪيو ويو آهي. هن رسالي جو نالو آهي: 'رشف الزلال في تحقيق فيءِ الزوال' . هيءُ رسالو سومر جي ڏينهن ٢۴ شوال سن ١١٣٣هه ۾ لکڻ شروع ڪيو ويو."

مخدوم صاحب هن رسالي جو مواد مقدمي، ٽن فصلن ۽ خاتمي ۾ ورهايو آهي.

# حيات الصائمين

هيءُ ضخيم فارسي ڪتاب آهي. متن ۴۷۵ صفحا. فهرست ۽ ڪاتب جو نوٽ ۱۵ صفحا. ڪل ۴۹۰ صفحا. صفحي جي ڊيگهه يارهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ۱٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ۲۰-۲۵ لفظ آهن. ڪتابت جي تاريخ ۷ جمادي الآخر ۱۳۳٦هجري آهي ۽ ڪاتب خيرپور رياست جو مفتي محمد سعد الله انصاري آهي، جيڪو تعلقي سڪرنڊ جي درگاه خياري شريف جو مريد هو. روزن جي مسئلن بابت اهڙو جامع ڪتاب ڪو مشڪل لکيو ويو هجي! هن رسالي جا قلمي نسخا درگاه خياري شريف، الڪبير اڪيڊمي- ڪوٽڙي ڪبير، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري، ڪتبخانه سرهندي- مٽياري، سنڌالاجي لائبريري، ڪتبخانه مدرسه حماديه- هاليجي، مدرسه مجدديه نعيميه- ملير، ڪراچي ۾ موجود آهن. راقم وٽ درگاه خياري شريف جو عڪسي نسخو موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

"حيات الصائمين" جو مواد هن ريت ورهايل آهي: مقدمو، ۱۴ باب ۽ خاتمو. مخدوم صاحب جو هن کان اڳ ۾ روزن جي باري ۾ عربيءَ ۾ هڪ ڪتاب "مظهر الانوار" نالي لکيل آهي. مخدوم صاحب پاڻ خود انهيءَ ڪتاب جو فارسيءَ ۾ "حيات الصائمين" نالي ترجمو ڪيو. مخدوم صاحب مقدمي ۾ لکي ٿو:

> "ڪن اهلِ صفا قرب وارن چيو، ته منهنجو روزن جي مسئلن تي اڳ ۾ جامع ڪتاب 'مظهر الانوار' عربيءَ ۾ لکيل آهي، ان جو فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪجي ته جيئن شاگردن کي سمجهڻ ۾ سهنجائي ٿئي. پوءِ دوستن جي چوڻ تي عربيءَ مان فارسيءَ ۾ ترجمي جو ڪم پنهنجي ذمي سمجهيم. تاريخ ۱۷ ربيع الآخر

سنہ ١١٣١هہ، جمعي جي ڏينهن نماز کان پوءِ اهو ترجمي جو
ڪم هٿ ۾ ڪيم. هن رسالي جو نالو 'حيات الصائمين' رکيو ويو
آهي. الله تعاليٰ ۾ اميد آهي تہ هن نسخي مان مومنن کي فائدو
ٿيندو ۽ ڪتاب مان فائدو حاصل ڪندڙن جون دعائون مصنف
جي روح کي رسنديون. جيڪو بہ هن نسخي ۾ ڪا سهو ۽ خطا
ڏسي تہ اهو عفو ۽ ڪرم سان ڍڪي ۽ اصلاح ڪري. بيشڪ الله
تعاليٰ اصلاح ڪرڻ وارن جو ثواب ضايع نہ ٿو ڪري."

"حيات الصائمين" جي مقدمي ۾ مخدوم صاحب ٣٠٧ ڪتابن جي فن
وار فهرست ڏني آهي، جي ونس هن ڪتاب جي تصنيف وقت حوالي طور
سندس سامهون هئا. هن رسالي ۾ روزي جي باري ۾ اهڙو ڪو بہ مسئلو نہ
آهي، جنهن کي کولي نہ سمجهايو ويو هجي. البت، جيئن تہ هيءُ ڪتاب
"مظهر الانوار" عربي جو ترجمو آهي، ان ڪري اصل جي ڀيٽ ۾ ڪجهہ
اختصار کان ڪم ورتل آهي. اهڙو اشارو مخدوم صاحب بہ هن ڪتاب جي
منڍ ۾ ڏنو آهي. ڪتاب جو مواد باب وار هن ريت ورهايل آهي:

مقدمو: حمد ۽ صلواة کان پوءِ مقدمي ۾ ڪتاب جي تصنيف جو مقصد،
تصنيف جو سال ۽ حوالي طور آيل ٣٠٧ ڪتابن نالا فن وار درج آهن. مقدمي
۾ ڪُل پنج فصل آهن:

فصل پهريون: روزي جي حقيقت جي بيان ۾

فصل ٻيو: روزي جي شرطن جي بيان ۾

فصل ٽيون: روزي جي حڪم ۽ محاسن جي بيان ۾

فصل چوٿون: روزي جي قسمن جي بيان ۾

فصل پنجون: رمضان مهيني جي ڪن خاص فائدن جي بيان ۾

باب پهريون: روزي جي نيت جي مسئلن جي بيان ۾- هن باب ۾ ڪل ٩
فصل آهن، جن سڀني جو واسطو نيت سان آهي.

باب ٻيو: چنڊ ڏسڻ جي مسئلن جي بيان ۾- هن باب ۾ ڪُل ١٦ فصل آهن،
جن ۾ چنڊ ڏسڻ، رمضان جي روزن بابت چنڊ ڏسڻ جي شاهدن
وغيره جو تفصيل آهي.

باب ٽيون: روزي جي ڀڃڻ ۽ قضا ۽ ڪفاري جي واجب ٿيڻ جي بيان ۾- هن
باب ۾ هڪ فصل آهي، جنهن ۾ روزي ڀڃڻ جي ڪري قضا ۽ ڪفارو
گڏ واجب ٿئي ٿو، ان جو سمورو تفصيل آيل آهي.

باب چوٿون: روزي ڀڃڻ ۽ ڪفاري ڪان سواءِ قضا واجب ٿيڻ جي بيان ۾- هن باب ۾ ڪُل ٨ فصل آهن. هنن فصلن ۾ اهو تفصيل آهي ته روزي ڀڃڻ جي حالت ۾ روزو قضا ته ڪرڻو پوندو، البت ڪفارو ادا نه ڪبو.

باب پنجون: انهن شين جو بيان جن جي ڪري روزو ڀڃڻ ڪو نه ٿو پڄي- هن باب ۾ ٻه فصل آهن، جن ۾ اهو بيان آهي ته هنن شين ۽ ڳالهين جي ڪري روزي تي ڪو به اثر ڪو نه ٿو پوي ۽ روزو برقرار رهي ٿو.

باب ڇهون: جيڪي ڪم روزي ۾ ڪرڻ مڪروه آهن يا مڪروه ناهن جي بيان ۾- هن باب ۾ ٻه فصل آهن. انهن ٻنهي فصلن ۾ اها وضاحت آيل آهي ته روزي ۾ ڪهڙا ڪم ڪرڻ مڪروه آهن ۽ ڪهڙا ڪم ڪرڻ مڪروه نه آهن.

باب ستون: سحري ڪائڻ ۽ افطار ڪرڻ جي باري ۾- هن باب ۾ ڪُل ٧ فصل آهن، جن ۾ روزي رکڻ مهل ڪائڻ پيئڻ ۽ روزي ڪولڻ جو پورو احوال درج آهي.

باب اٺون: رمضان مبارڪ جي روزن دوران جائز عذر جي بيان ۾- هن باب ۾ ڪُل ١١ فصل آهن، جن ۾ اهو تفصيل آيل آهي ته اهڙو ماڻهو جنهن کي اهڙا جائز عذر ۽ سبب آهن، جن جي ڪري رمضان مبارڪ جي سڄي مهيني ۾ روزو نه رکي ۽ ڪائي پي سگهي ٿو.

باب نائون: روزيدار وانگر تشبيه طور پاڻ کي روڪڻ جي بيان ۾- هن باب ۾ ٽي فصل آهن، جن ۾ اهو بيان آيل آهي ته رمضان مبارڪ ۾ صبح، منجهند يا شام يعني ڏينهن جو ڪو ڇوڪرو بالغ ٿيو، حيض واري عورت حيض کان پاڪ ٿي يا ڪافر مسلمان ٿيو، ته اهو شخص روزي وارو باقي رهيل ڏينهن جو حصو روزي ۽ رمضان مبارڪ جي احترام طور نه ڪجهه کائي ۽ نه پئي. پر روزيدار وانگر پاڻ کي ڏينهن جو باقي رهيل وقت، کائڻ پيئڻ ۽ هر ڳالهه کان روڪي ڇڏي.

باب ڏهون: روزي جي سيني قسمن جي بيان ۾- هن باب ۾ ٽي فصل آهن. نفل، مستحب روزن جو بيان تفصيل سان آيل آهي.

باب يارهون: باس جي روزن جي بيان ۾- هن باب ۾ پنج فصل آهن، جن ۾ نذر معين ۽ باس جي روزن جي باري ۾ وضاحت آيل آهي.

باب ٻارهون: رمضان جي قضا روزن ۽ نذر معين جي قضا روزن جي بيان ۾- هن باب ۾ هڪ فصل آهي، جنهن ۾ اهو مواد شامل آهي تہ رمضان مبارڪ جي قضا روزن جو طريقو ڪهڙو آهي! ۽ مقرر ٻاس جي روزن قضا ڪرڻ جو نمونو ڪهڙو آهي؟

باب تيرهون: رمضان ۾ روزي ۾ ڪاٽڻ ۽ ڪفاري جي بيان ۾- هن باب ۾ پنج فصل آهن، جن ۾ اهو بيان آهي تہ ڇاٽي واٽي روزي ڀڃڻ جو گناهہ توبه سان لهي ٿو يا نہ، يا ڪفاري ڏيڻ سان گناهہ لهي ٿو. ان سان گڏ ڪفاري جا شرط، رڪن، ڪفاري ادا ڪرڻ جو طريقو وغيره بہ درج آهي.

باب چوڏهون: اعتڪاف جي مسئلن جي بيان ۾- هن باب ۾ ڪُل ١١ فصل آهن، جن ۾ اعتڪاف لفظ جو تفسير، رڪن، شرط، اعتڪاف جا قسم، اعتڪاف ڀڃڻ، عورت جو گهر ۾ اعتڪاف ۾ ويهڻ ۽ ان سان لاڳو مسئلا بيان ٿيل آهن. ان کان سواءِ شب قدر جو پورو تفصيل ۽ فضيلت وغيره بہ آيل آهي.

مخدوم صاحب ڪتاب جي آخر ۾ ترجمي شروع ڪرڻ ۽ پوري ٿيڻ جي تاريخ بيان ڪندي لکي ٿو:

"هن ڪتاب (حيات الصائمين) کي خميس جي ڏينهن ٻپهريءَ جي وقت، ١٧ ذوالحج سن ١١٣٣هہ تي لکي پورو ڪيم. هيءُ ڪتاب ١٧ ربيع الآخر سن ١١٣١هہ تي لکڻ شروع ڪيو هئم، پوءِ سمورو وقت بہ سال ۽ اٺ مهينا ٿئي ٿو. پر هڪ مهيني گهٽ بہ سال کي ضروري ڪم ڪار ۽ مجبوريون وچ ۾ واقع ٿيون. تنهنڪري لڳ ڀڳ ٩ مهينن ۾ هيءُ ڪتاب لکي پورو ڪيم."

هيءُ ڪتاب جيتوڻيڪ ترجمو آهي، پر پڙهڻ سان اصل جو گمان ٿئي ٿو. مخدوم صاحب جيڪڏهن مقدمي ۾ اها وضاحت نہ ڪري ها، تہ ڪا بہ خبر نہ پوي ها تہ "حيات الصائمين" اصل فارسي ۾ لکيل آهي، يا "مظهر الانوار" عربيءَ جو ترجمو آهي. مخدوم صاحب روزن بابت "مظهر الانوار" عربي، "حيات الصائمين" فارسيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ "زادالفقير" نالي رسالو پڻ لکيو آهي.

## فتح القوي في نسب النبي صلى الله عليه وسلم

سيرت پاڪ جي حوالي سان مخدوم صاحب جو هيءُ بهترين فارسي ڪتاب آهي. راقم وٽ هن ڪتاب جا ٻه عڪسي نسخا آهن. مڪمل نسخو ڪاتب غلام الصديق الصديقي السُني الحنفي جو ۴ شوال ١٣٥١ هجري جو موجود آهي، جنهن ۾ ١٥٥ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ٻارهن انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ کان ٢٨ سٽون ۽ سراسري طور ٢٠ لفظ آهن. سڄو ڪتاب ڪاري مس ۽ وچولي قلم سان لکيل آهي. البت باب، فصل ۽ خاص نالا ڳاڙهيءَ مس ۾ لکيل آهن.

"فتح القوي" ۾ مخدوم صاحب ٻن سون کان وڌيڪ ڪتابن جا حوالا آندا آهن ۽ فن سيرت جو تحقيقي معيار قائم رکيو آهي. هن ڪتاب جي قلمي نسخي جو عڪس تعلقي واره جي جوٽاٽي شريف جي ڪتبخاني مان مخدوم غلام عمر عرف منور علي وٽان مليو. هن ڪتاب جي هڪ ٻئي نسخي جو عڪس مولوي غلام محمد ڏاهري موري واري کان به مليو آهي. ان پوئين نسخي جي سائيز ننڍي آهي ۽ ٣٥٠ صفحن تي پکڙيل آهي. ڪتابت تمام سهڻي ۽ صاف ٿيل آهي. هن نسخي جو ڪاتب عبدالحق آهي، ليڪن ڪتابت جو سن لکيل ڪونهي. ازانسواءِ، پهريون صفحو ناقص اٿس. هيءُ ڪتاب ڳچ عرصو اڳ هندستان مان ڇپيو هو، جو سنڌ جي ڪن جهونن ڪتبخانن ۾ موجود آهي. راقم هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪري رهيو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب، رسول الله ﷺ جن جي سيرت، نسب مبارڪ، درود، حضور جن جي شان، اسماء الرسول ۽ معجزن بابت ويهارو کن عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيا آهن. انهن ۾ فارسيءَ ۾ لکيل مخدوم صاحب جو ڪتاب "فتح القوي في نسب النبي" رسول الله ﷺ جن جي حسب نسب جي

باري ۾ هڪ مشهور تحقيقي ڪتاب آهي.

مخدوم صاحب هن ڪتاب ۾ حضور ﷺ جن کان وٺي عدنان تائين، عدنان کان وٺي اسماعيل عليه السلام تائين ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام کان وٺي آدم عليه السلام تائين نسب جو سلسلو بيان ڪيو آهي. ان نسب نامي ۾ جيڪي اختلاف آهن، انهن کي حوالن سميت کولي سمجهايو ويو آهي. حضور ﷺ جن جي والدين، يعني پيءُ عبدالله ۽ ماءُ آمنه جي باري ۾ نهايت تحقيقي حوالا ڏئي ثابت ڪيو ويو آهي، تہ اهي سڳورا جيئن تہ حضور جن جي اعلانِ نبوت کان اڳ ۾ وصال ڪري ويا هئا، ان ڪري انهن تي ڪابہ سختي ۽ عذاب ڪونهي. حضور ﷺ جن معجزي ذريعي انهن ٻنهي کي زنده ڪيو هو ۽ انهن سڳورن حضور ﷺ جن تي ڪلمو بہ پڙهيو هو، ۽ اهي ڇوٽڪاري وارا آهن. بهرحال، حضور ﷺ جن جي نسبت ڪري سندن والدين جي باري ۾ اسان کي خاموشي اختيار ڪرڻ گهرجي.

هن ڪتاب ۾ آيل مواد هن ريت ورهايل آهي:

مقدمو: مخدوم صاحب حمد ۽ صلواة کان پوءِ لکي ٿو:

”هيءُ رسالو حضرت پيغمبر خدا ﷺ جن جي نسب جي باري ۾ آهي. حضور ﷺ جن جي والد سڳوري کان وٺي حضرت آدم عليه السلام تائين شرح ۽ شجري جو احوال آهي. هن رسالي جو نالو 'فتح القوي في نسب النبي ﷺ' آهي. هيءُ رسالو محرم مهيني جي آخري ڏهي ۾ سن ١١٣٣هہ تي لکڻ شروع ڪيو ويو ۽ ١٤ ربيع الاول ١١٣٣هہ تي (هڪ مهيني ۽ چوويهن ڏينهن ۾) لکي پورو ڪيو.“

هن رسالي ۾ ٽي باب آهن. هر باب ۾ مختلف فصل، سوال جواب، تڪملہ ۽ خاتمو آهي.

باب پهريون: هن باب ۾ حضور ﷺ جو نسب نامو سندن والد سڳوري حضرت عبدالله کان وٺندي حضرت آدم عليه السلام تائين مختصر بيان ٿيل آهي.

باب ٻيو: هن باب ۾ حضور ﷺ جن جي نسب جو سلسلو تفصيل سان آيل آهي، جنهن ۾ حضور ﷺ جن کان وٺي حضرت آدم عليه السلام تائين پشت بہ پشت نسب نامو تحقيقي حوالن سان بيان ٿيل آهي.

هن باب ۾ ٻہ فصل آهن. پهرئين فصل ۾ علامہ ابي علي جواني رحہ جي

تحقيق موجب نسب وار نالا آيل آهن: ٻئي فصل ۾ مشهور سيرت نگار ابن اسحاق جي تحقيق موجب نسب وار نالا درج آهن. ان کان علاوه حضور ﷺ جن جي چئن يارن ۽ عشره مبشره جي نسب جو احوال به مختصر نموني ۾ آيو آهي. مخدوم صاحب لکي ٿو:

"اهي ڏهه اصحاب سڀئي جيئن ته قريشي آهن، ان ڪري انهن جو احوال به هن سلسلي ۾ درج ڪجي ٿو."

ٽيون باب: هيءُ باب حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي والدين جي اسلام ۽ ايمان جي باري ۾ آهي. انهيءَ سلسلي ۾ مخدوم صاحب ٽي مبحث ذڪر ڪيا آهن:

١. حضور ﷺ کان وٺي حضرت آدم عليه السلام تائين جيڪي به نالا حضور ﷺ جن جي نسب نامي ۾ آيل آهن، اهي سڀ الله تعاليٰ جا ميڃيندڙ ۽ مسلمان مومن هئا. ان ڪري حضور جن جا والدين به ناجي يعني ڇوٽڪاري وارا آهن.

٢. ڪي وري هن قول جا مخالف آهن.

٣. ڪن وري هن مسئلي ۾ توقف ۽ سڪوت اختيار ڪيو آهي.

مخدوم صاحب سڀ مبحث آڻي، تحقيق ڪري قرآن مجيد، حديث پاڪ، سيرت ۽ تاريخ جي حوالن سان دليل ڏئي، حضور ﷺ جن جي والدين جو ايمان ثابت ڪيو آهي.

مخدوم صاحب پنهنجي وطن "سنڌ" جو لفظ به هن ڪتاب ۾ ضمناً آندو آهي. پاڻ حضرت نوح عليه السلام جي سلسلي ۾ سندس پٽن ۽ پوٽن جي ذڪر ۾ لکي ٿو، ته حضرت نوح عليه السلام کي چار پٽ هئا: سام، حام، يافث ۽ ڪنعان.

حام کي نوَ پٽ هئا: هند، سنڌ، زنج، نوبه، ڪنعان، ڪوش، قبط، سبن ۽ حبش.

سام کي ست پٽ هئا: ارفخشد، ڪيومرث، ارم، اسود، معن، يورخ ۽ لاود.

يافث کي يارنهن پٽ هئا: چين، سقلاب، ميشح، ڪماري، ترڪ، خلج، فرد، روس، سرسان، غر ۽ تارج.

سنڌ جي باري ۾ اختلاف آهي. هڪ هي ته سنڌ حام جو پٽ هو ۽ نوح عليه السلام جو پوٽو هو. (جنهن جي نالي سان اسان جي ملڪ سنڌ جو نالو

پيو) پيو هي تہ سنڌ ۽ هند ٻئي ڀائر تہ آهن، پر اهي نوح عليہ السلام جا پوٽا ڪو نہ آهن. البت نوح عليہ السلام جي پڙپوٽي نوفر جو اولاد آهن، جيئن هيٺئين شجري ۾ آيل آهي: سنڌ ۽ هند بن نوفر بن يعطب بن حام بن نوح عليہ السلام.

### تحقيق جو انداز:

مخدوم صاحب جي تحقيق جو انداز ۽ علمي ڪاوشن جو نمونو نرالو آهي. حضور ﷺ جن کان وٺي حضرت آدم عليہ السلام تائين جيڪي بہ نسب نامي ۽ شجري مبارڪ ۾ پاڪ نالا آيل آهن، مخدوم صاحب انهن نالن جي حوالن سميت لغوي تحقيق بہ ڪئي آهي، تہ اهي نالا اصل ۾ سرياني، عبراني يا عربي ٻوليءَ جا آهن ۽ انهن نالن جي اصلي معنيٰ ڇا آهي؟ مثال طور "فِهر" فهر جي "ف" کي زير، "هہ" ساڪن جزم سان ۽ آخر ۾ "ر" آهي. فهر جي معنيٰ آهي ڊگهو پٿر. "سهيلي" ائين چيو آهي. "خشني" جو چوڻ آهي تہ فهر هٿ جيتري پٿر کي چئبو آهي. فهر کي قريش چون ٿا. فهر ۽ ان جو اولاد قريش آهن. فهر مکي وارن جو سردار هو. ان کان عرب ڊڄندا هئا ۽ سندس عزت ڪندا هئا.

مخدوم صاحب "قريش" لفظ تي بحث ڪندي، ان جون بہ ٽي معنائون لکيون آهن:

١. قريش نالي هڪ دريائي جانور آهي، جيڪو سڀني جانورن کي کائي ختم ڪندو آهي، جو تہ طاقتور جانور آهي. ان طاقت جي ڪري ماڻهن ۾ قريش نالو مشهور ٿي ويو.
٢. ڪن چيو آهي تہ قريش جي معنيٰ آهي واپار ۽ ڏيڻ وٺڻ. قريش بہ واپار ڪندا هئا ۽ اخذ ۽ عطا بہ ڪندا هئا.
٣. ڪن چيو آهي تہ تقريش جي لغت ۾ معنيٰ آهي تفتيش يعني ڳولا ڦولها ۽ برابر قريش مسڪينن جو حال احوال پڇندا ۽ انهن کي ڳوليندا رهندا هئا ۽ مسڪينن جي مدد بہ ڪندا رهندا هئا.

مخدوم صاحب پنهنجن ڪتابن ۾ تحقيق جا درياء پلٽيا آهن. مخدوم صاحب فارسي نظم ۾ "هاشم گدا" جو تخلص ڪتب آندو آهي، پر فارسي نثر ۾ ٻين عالمن ۽ ڪتابن جي تحقيق آڻي آخر ۾ لکندو ويو آهي "اين ضعيف ميگويد." اهڙيءَ ريت لفظ "فهر" ۽ "قريش" تي بحث ڪندي، مخدوم صاحب صرف صفحي نمبر ٥٠ تي "هيءُ ضعيف چوي ٿو" لکي، تفسير، فقہ،

لغت وغيره جي ٢٨ ڪتابن جا حوالا ڏنئي. تحقيق ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي. صفحي نمبر ٥٠ تي هيءُ حوالا درج آهن:

تفسير: تفسير ثعلبي، تفسير ڪشاف، تفسير بيضاوي، تفسير مدارڪ نسفي ۽ تفسير جلالين.

فقه حنفي: معراج الدرايه، عيني، غاية البيان، هدايه، شرح وقايه صدر الشريعت، شرح مختصر وقايه ابي المڪارم ۽ بحرالرائق شرح ڪنزالدقائق.

لغت: صحاح جوهري، صراح مختصر صحاح، مغرب في لغات فقه الحنفيه برهان الدين المطرزي، ڪتاب المصباح المنير في لغات فقه الشافيه المغربي، الدرالمصون في علم الڪتاب المڪنون

ان ڪان سواءِ شهاب الزهري، حاظ ابن حجر، محمد بن اسحاق صاحب المغازي، معمر بن مثنيٰ، قاسم بن سلام، امام شا ، حافظ صلاح الدين، ابن عمر، علام ابي الحسن اخفش، حماد بن سلمه ۽ حذيفه بن يمان بحواله سيرت شامي وغيره.

مخدوم صاحب لفظ ”آدم“ تي تحقيق ڪندي لکي ٿو:

١. اهل ڪتاب وٽ ”آدام“ فاعال جي وزن تي آهي. ”ثعلبي“ چيو آهي تہ عبراني ٻوليءَ ۾ ”آدم“ لفظ جي معنيٰ آهي خاڪ، مٽي. ان ڪري ڪيس آدم سڏيو ويو. ”آدام“ مان الف حذف ڪري ڇڏيائون.

٢. ”جوهري“ ۽ ”بيهقي“ جو قول آهي تہ ”آدم“ لفظ عربي آهي، البت ان جي اشتقاق جي باري ۾ اختلاف آهي. ڪي چون ٿا تہ آدم افعل جي وزن تي آهي ۽ ”ادمه“ ڪان مشتق آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪٽڪ رنگو هجڻ. ان ڪري حضرت آدم عليه السلام کي ”آدم“ يعني ڪٽڪ رنگو سڏيو ويو.

٣. ڪن جو چوڻ آهي تہ آدم ”ادم“ مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي گڏيل، مليل. جيئن تہ حضرت آدم عليه السلام کي مٽي ۽ پاڻيءَ سان ملائي ٺاهيو ويو هو، ان ڪري سندس نالو آدم پيو.

ان ڪان سواءِ مخدوم صاحب ”آدم“ لفظ جي باري ۾ ٻيا بہ قول آندا آهن.

بهرحال، ”علم الانساب“ جي حوالي سان حضور جن ﷺ جي نسب جي سلسلي ۾، مخدوم صاحب جو هيءُ بهترين ڪتاب آهي ۽ سيرت النبي ﷺ جي سلسلي ۾ وڏو معلوماتي خزانو آهي.

# زاد السفينة لِسالکي المدينة

هن رسالي ۾ ۴۵ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگھہ اٺ انچ ۽ ويڪر ڇھہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ بہ ١٦ لفظ آهن. ڪاتب محمود الزطي ۽ ڪتابت جي تاريخ ٣٠ جمادي الآخر ١٣٨٢ هجري آهي. هيءُ رسالو اڻ ڇپيل آهي. ٽيهارو سال اڳ ڪنهن پراڻي نسخي تان ڪاتب محمود الزطي سهڻن اکرن ۾ هن رسالي کي اتاري، رسالي کي سمجھڻ ۽ پڙهڻ ۾ آساني پيدا ڪري ڇڏي آهي. جهونن ڪرم خورده قلمي نسخن جي بدران هن رسالي جهڙي صاف قلمي نسخي کي پڙهڻ لاءِ بار بار دل گھري ٿي. هن رسالي جا ٣٢ صفحا فارسي نثر ۾ ۽ ١٣ صفحا عربي نظم ۾ آهن. هن رسالي جا قلمي نسخا هيٺين ڪتبخانن ۾ موجود آهن: مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي- حيدرآباد، نيشنل ميوزيم- ڪراچي، قاضي محمد موسيٰ- سونڊا ۽ عبدالله گندرو- سونڊا. راقم وٽ قاضي محمد موسيٰ سونڊن واري جي نسخي جو عڪس موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

هيءُ رسالو ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جن جي پاڪ شهر مدينہ منوره جي نالن مبارڪن ۽ فضائل بابت لکيل آهي. مخدوم صاحب مقدمي ۾ لکي ٿو:

"هن رسالي ۾ مديني منوره جي نالن مبارڪن جو تعداد ذڪر ڪيل آهي. اهي نالا مبارڪ ڪي قرآن شريف ۾، ڪي رسول الله ﷺ جي حديثن مبارڪن ۾، ڪي اصحابن سڳورن ۽ تابعين جي آثارن ۾ بيان ڪيل آهن. معتبر ڪتابن تان انهن نالن مبارڪن جي معنيٰ بہ ڏني ويئي آهي. مديني شهر جا فضائل ۽ خاصيتون ۽ اتي جي اوائلي رهاڪن جو احوال بہ شامل آهي. هيءُ رسالو سن ١١٣٣هہ ۾ لکڻ شروع ڪيو ويو. هن جو نالو 'زاد السفينة

لسالكي المدينة' رکيو ويو. هيءُ رسالو چئن قسمن ۽ خاتمي تي مشتمل آهي."

هن رسالي جو مواد هن ريت ترتيب ڏنل آهي. پهريائين مديني منوره زاد الله تعاليٰ شرفاً و کرماً جون چاليهہ خاصيتون، ڀلايون ۽ برڪتون بيان ڪيل آهن. اڳتي هلي مخدوم صاحب، حضرت ابن عباس رضي الله عنہ جي روايت سان لکي ٿو:

"جيڪي ماڻهو پهريان پهريان مديني منوره ۾ اچي رهيا، آبادي ڪئي، ڪجيون پوکيون ۽ گهر جوڙيا، اهي عماليق هئا. اهي عملاق بن ارفخشد بن سام بن نوح عليه السلام جو اولاد هئا."

ان کان پوءِ مديني پاڪ جي نالن مبارڪن جو ذڪر آهي ۽ مديني منوره جي هڪ سؤ نالن جي الف- بي وار فهرست ڏني وئي آهي. انهن پاڪ نالن جي معنيٰ، سمجهاڻي ۽ تشريح بہ شامل آهي.

مديني منوره جي نالن کان پوءِ مڪي شريف ۽ مديني پاڪ جي گڏيل ۽ جدا جدا فضيلت بيان ٿيل آهي. هن باب ۾ مخدوم صاحب علمي بحث ڪري ثابت ڪيو آهي، تہ مديني شريف ۾ جنهن زمين سان نبي ﷺ جو جسم مبارڪ لڳل آهي، اها جاءِ مڪي، مديني، دنيا جي سڀني جاين، ايتري قدر جو ڪعبة الله شريف کان بہ شان ۾ اعليٰ ۽ افضل آهي.

مخدوم صاحب هن رسالي جي آخر ۾ عربي قصيدا شامل ڪيا آهن، جن ۾ حضور ﷺ جن جو عشق ۽ محبت سان شان بيان ڪيل آهي. مديني جي سائينءَ ﷺ کي سڪ ۽ سوز مان پڪارون ڪيل آهن. اهي عربي قصيدا ابو محمد عبدالله بن ابي عمران بسڪري ۽ امام عبدالله نويسيءَ جا چيل آهن. هن نئين طريقي سان فارسي نثر ۽ عربي نظم ۾ هن ڪتاب "زادالسفينة لسالكي المدينة" جي اوڙڪ ٿئي ٿي.

# تحفة الاخوان في منع شرب الدخان

هيءُ ننڍڙو ١١ صفحن جو رسالو ١١ شوال المڪرم ١١٣۴ هہ جو تحرير ٿيل آهي. ڪاتب ۽ ڪتابت جو سال لکيل ڪونهي. صفحي جي ڊيگهہ تيرهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٣۴ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٢٦ لفظ آهن. هن رسالي جي منڍ ۾ مٿان لکيل آهي تہ: "قابلناه بالاصل". انهيءَ مان اهو ظاهر آهي تہ هيءُ قلمي نسخو مصنف جي اصل نسخي سان ڀيٽيل آهي ۽ صحت جي اعتبار کان پڻ صحيح آهي. هيءُ رسالو قلمي صورت ۾ آهي ۽ اڃا تائين نہ ڇپيو آهي. راقم کي هن رسالي جو عڪس محترم بشير احمد هيسباڻيءَ جي ذريعي "قاسميه لائبريري" ڪنڊياري مان مليو. هن رسالي جا قلمي نسخا هنن ڪتبخانن ۾ موجود آهن: ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين، سرهندي ڪتبخانو- مٽياري، سرهندي ڪتبخانو- ٽنڊو سائينداد، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري- حيدرآباد ۽ مدرسه مجدديه نعيميه- ملير ڪراچي.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ مقدمو، چار فصل ۽ خاتمو آهي. مخدوم صاحب تحقيقي معيار قائم رکندي، هن ١١ صفحن جي ننڍڙي رسالي ۾ ۵٩ ڪتابن جا حوالا آندا آهن، جيڪو مخدوم صاحب جي تبحر علمي، تحقيقي ڄاڻ ۽ هر مسئلي تي عبور جو چٽو ثبوت آهي. جيتوڻيڪ هيءُ رسالو فارسي زبان ۾ آهي، پر هن ۾ عربي عبارتن جو حوالي طور بہ گهڻو مواد شامل آهي. هن رسالي ۾ آيل مواد جو وچور هن ريت آهي:

مقدمو: مخدوم صاحب مقدمي ۾ سنڌ ملڪ ۾ دونهين ۽ تماڪ جي اچڻ ۽ پيدا ٿيڻ جو بيان ڪيو آهي. ماڻهو تماڪ کي پهريائين مختلف نالن، جهڙوڪ: طابغ، طبغاء، تنبڪ، طبغاد، طلابه ۽ تنباڪو جي نالن سان

سڏيندا هئا. متين سيني مختلف نالن کي هينئر "تماڪ" سڏيو وڃي ٿو. تماڪ مان (سگريٽ، پيڙيون) حقو ۽ نسوار وغيره عام جام استعمال ۾ هلندڙ آهن.

فصل پهريون: هن فصل ۾ دونهين ڇڪڻ يا پيئڻ سان مطلق روزي ڀڃڻ ۽ ڪفاري لازم ٿيڻ جو بيان آهي.

فصل ٻيو: هن فصل ۾ مخدوم صاحب علماء متاخرين کان اهي روايتون آنديون آهن، جن ۾ دونهين ڇڪڻ بابت منع يا بدعت ۽ ڪراهت جو حڪم آهي. هن بحث جي شروعات هن ريت ڪيل آهي:

"ظاهر آهي ته دونهين جو ظاهر ٿيڻ گذريل زماني ۾ ڪو نه هو. تنهن ڪري اڳين عالمن ان بابت ڪجهه نه لکيو آهي. البت پوئين زماني جي متاخرين عالمن ان مسئلي تي قلم کنيو آهي. جن متاخرين عالمن پنهنجن ڪتابن ۾ دونهين جي منع يا ڪراهت بابت لکيو آهي، انهن عالمن جا نالا ۽ ڪتاب هي آهن:

- شيخ شرنبلالي- شرح منظوم الوهبانيه
- علامه ابن العماد- هدية ابن العماد لعباد العباد
- شيخ عبدالرحمان مرشدي- تذکره
- علامه ابراهيم لقاني- جوهرة التوحيد عمدة المريد

هيءُ ذڪر ڪيل حنفي عالمن جو بيان هو. شرعي طور شيخ خالد سويدي مالڪي ۽ علامه قاضي محمد بن عبدالرحمان به دونهين ڇڪڻ کان منع ڪئي آهي ۽ ان کي شيطان جو دوکو ۽ برائي سڏيو آهي. دونهون، حقو، ٻيڙي وغيره جي ڇڪڻ سان هڪ ته پئسو برباد ٿئي ٿو، جو اجايو خرچ يا اسراف آهي. ٻيو ته ان ۾ بصر وغيره وانگر بدبوءِ به آهي. سورة اعراف آيت ١٥٧ ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي: يحرم عليهم الخبائث (يعني: ناپاڪ شيون انهن تي حرام ڪري ٿو) ان ڪري دونهون ڇڪڻ جائز نه آهي، بدعت آهي."

هن فصل جي آخر ۾ مخدوم صاحب طبي لحاظ کان حڪيم جالينوس جو قول به آندو آهي:

"ٽن شين کان پاسو ڪريو: ١. مٽيءَ جي دز ٢. دونهون ۽ ٣. بدبوءِ. دونهين جو استعمال شين کي ڪارو ڪري ٿو ۽ ان جي گرمي ۽ ڪاراڻ جي

ڪري بيماري پيدا ٿئي ٿي."

فصل ٽيون: مخدوم صاحب هن فصل ۾ دونهين جي حرام يا مڪروه هجڻ جي باري ۾ وڏيڪ تفصيل ۽ شرح ڏني آهي، تہ دونهين جي حرام يا بدعت هجڻ جا ڪيترا سبب آهن، مثال طور:

١. دونهون ڪاڏي جي شيءِ يا دوا نہ آهي.
٢. دونهون بدعت آهي.
٣. دونهون طبي لحاظ کان نقصانڪار آهي.
۴. دونهون عقل جو فتور ۽ دماغ خراب ڪري ٿو. علي قاريءَ "شرح اربعين نووي" ۾ لکيو آهي، تہ دونهون نقصانڪار آهي ۽ هر نقصانڪار شيءِ حرام آهي. ان ڪري دونهين وانگر هر نشي واري شيءِ مثلاً: شراب، حشيش، افيون، چرس، ڀنگ وغيره عقل کي وڃائن ٿا.
۵. دونهون ڇڪڻ ڪافرن ۽ شرير ماڻهن جي مشابهت آهي.

فصل چوٿون: هن فصل ۾ چند فائدا آهن ۽ سڄي بحث جو نچوڙ هن فصل ۾ سمايل آهي. جيتوڻيڪ علمائن جو دونهين ڇڪڻ جي باري ۾ اختلاف آهي، تہ دونهون ڇڪڻ حرام آهي يا مڪروه. هن فصل ۾ سوال ۽ انهن جا جامع جواب ۽ نڪتا بہ ڏنل آهن.

پڇاڙي: مقدمي ۽ چئني فصلن ۾ دونهين بابت بيان هو. پڇاڙيءَ ۾ وري حشيش جي باري ۾ بحث آهي تہ اهو پڻ حرام آهي. جيتوڻيڪ اهو مهانگو آهي، پر تڏهن بہ ان کي ساڙڻ جو حڪم آهي. حشيش کان پوءِ آفيم جي باري ۾ بحث ڪيو ويو آهي تہ حرام آهي. اهڙيءَ طرح ڏوڏي ۽ خسخاس جو حڪم آهي. البت قهوو مباح آهي.

آخر ۾ شيخ ابن حجر هيتميءَ جي حوالي سان دلچسپ سوال ۽ جواب تحرير آهي، تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو آفيم يا ان جهڙي ٻئي نشي جو اهڙو عادي ٿي ويو آهي، جو ان کي اهو نشو نہ ٿو ملي، تہ ان کي مرڻ جو خطرو آهي؟ جواب ۾ لکي ٿو تہ جيئن قرآن مجيد جي حڪم موجب بک کان مرڻ واسطي لاچاري حالت ۾ مردار کائڻ جي اجازت آهي. اهڙيءَ طرح هيءُ مسئلو بہ آهي.

# حيات القلوب في زيارة المحبوب

اصل ڪتاب جو فارسي متن ٣٥٠ صفحا ۽ فهرست ١٨ صفحا، جملي ٣٦٨ صفحا آهي. صفحي جي ڊيگهه نو انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٧ لفظ آهن. هيءُ ڪتاب پهريائين نومبر ١٨٨٠ع ۾ مطبع ڪريمي بمبئي مان ڇپيو. اندازاً سؤ سال کن پوءِ مفتي محمد شفيع، دارالعلوم ڪراچي واري جي ڪوشش سان، مشهور پريس ڪراچي مان ٻيو موجوده ڇاپو شايع ٿيو آهي.

"حيات القلوب" مناسڪ حج ۽ زيارت حرمين جي باري ۾ معلومات سان ڀرپور ۽ بهترين ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب ٨ رجب سن ١١٣٥هه تي لکجڻ شروع ٿيو ۽ ٢٧ رمضان تي لکجي پورو ٿيو. اهڙيءَ طرح هيءُ ضخيم ڪتاب ٻن مهينن ۾ لکيو ويو. هن ڪتاب ۾ مخدوم صاحب ١٨١ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. خاص طور تي سنڌ جي ٻن عالمن مخدوم محمد جعفر بوبڪائي ۽ مولانا رحمت الله سنڌي درٻيلوي جي ڪتابن جا حولا به ڏنا آهن. جيئن "عجالة الطالبين"- از: مخدوم بوبڪائي ۽ "المنسک المتوسط"، "المنسک الکبير"- از: مولانا درٻيلوي. مخدوم صاحب پنهنجي ٻن ڪتابن "ذريعة الوصول" ۽ "وسيلة الفقير" جا نالا به هن ڪتاب ۾ حوالي طور آندا آهن. هن ڪتاب جا ڇاپي نسخا سنڌ جي اڪثر ڪتبخانن ۾ موجود آهن.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن ڪتاب جي شروع ۾ لکي ٿو:

"هيءُ مختصر رسالو حج ڪرڻ ۽ ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جي زيارت جي باري ۾ لکيل آهي. مومنن جي سهولت خاطر عبارت ۾ اختصار ڪيل آهي. هيءُ رسالو اربع جي ڏينهن صبح جو تاريخ ٨ رجب سن ١١٣٥هه تي لکجڻ شروع ٿيو. ان جو نالو 'حيات القلوب في زيارت المحبوب' رکيو ويو. هن رسالي ۾ مقدمو ۽

چوڏهن باب آهن."

مقدمو: ڪتاب جو مقدمو ٽن فصلن ۾ پنجاهه صفحن تي پکڙيل آهي.
مقدمي جي پهرئين فصل ۾ حج بيت الله ۽ عمري جا فضائل بيان ڪيل آهن.
حج جي فرضيت جي ابتدا ۽ نبي ﷺ جن جي حج ۽ عمرن جو ذڪر آهي.
مقدمي جي ٻئي فصل ۾ حج جا شرط ۽ حج بدل جو بيان آهي. مقدمي جي
ٽئين فصل ۾ حج جي فرضن، واجبن، سنتن، مستحب، مڪروه، حرام ۽ حج
جي ڀڃڻ جي باري ۾ تفصيل بيان ٿيل آهي.

باب پهريون: احرام جي بيان ۾- هن باب ۾ ڏهه فصل آهن. انهن ۾ حج ۽
عمري واسطي احرام ٻڌڻ ۽ ميقات وغيره جو بيان آهي.

باب ٻيو: مڪي شريف ۾ داخل ٿيڻ جي بيان ۾- هن باب ۾ مڪي شريف ۾
داخل ٿيڻ ۽ حرم پاڪ بيت الله ۾ اچڻ ۽ دعائن گهرڻ جو احوال آهي.

باب ٽيون: طواف جي بيان ۾- هن باب ۾ چار فصل آهن، جن ۾ طواف جا
قسم، طواف جي صحيح هجڻ جا شرط، طواف ادا ڪرڻ جو
نمونو، آبِ زم زم پيئڻ ۽ حجر اسود چمڻ جو بيان آهي. ان سان
گڏ طواف جي دعائن ۽ جيڪي ڳالهيون طواف ۾ حرام آهن، انهن
جو تفصيل آيل آهي.

باب چوٿون: صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊوڙڻ جي بيان ۾- هن باب ۾ صفا ۽
مروه ناليِ ٻن ٽڪرين جي درميان ڊوڙڻ ۽ ان سان تعلق رکندڙ
دعائن وغيره جو بيان آهي.

باب پنجون: سعي ۽ وقوف جي بيان ۾- هن باب ۾ سعي ۽ وقوف جو احوال
آيل آهي.

باب ڇهون: عرفات تي وقوف جي بيان ۾- هن باب ۾ پنج فصل آهن. انهن ۾
عرفات تي رهڻ ۽ اتي نمازن ۽ دعائن پڙهڻ جو احوال آهي.

باب ستون: مزدلفي جي بيان ۾- هن باب ۾ ڇهه فصل آهن. انهن ۾ مزدلفي
۾ اچڻ، رهڻ، اتي نماز پڙهڻ ۽ مزدلفي کان موٽڻ وقت دعائن جو
بيان آهي.

باب اٺون: مِنيٰ جي بيان ۾- هن باب ۾ اٺ فصل آهن، انهن ۾ پٿريون چونڊڻ،
پٿريون هڻڻ، قرباني ڪرڻ ۽ وار ڪوڙائڻ وغيره جو احوال آهي.

باب نائون: طواف زيارت جي بيان ۾: هن باب ۾ ٽي فصل آهن، جن ۾ طواف
زيارت، انهن جي صحيح هجڻ جي شرطن ۽ ڪيفيت وغيره جو

احوال آهي.

باب ڏهون: جمرن چٽڻ جي بيان ۾- هن باب ۾ ڇهه فصل آهن. انهن ۾ رمي جمار ۽ ان سان واسطو رکندڙ مسئلن جو بيان آهي.

باب يارهون: طواف ۽ موڪلاڻيءَ جي بيان ۾- هن باب ۾ چار فصل آهن. انهن ۾ موڪلاڻيءَ وارو طواف ۽ ان سان تعلق رکندڙ مسئلا بيان ٿيل آهن.

باب ٻارهون: عمره جي احڪامن جي بيان ۾- هن باب ۾ چار فصل آهن، جن ۾ عمره ادا ڪرڻ ۽ ان سان لاڳو مسئلا ۽ فضائل ذڪر ڪيل آهن.

باب تيرهون: مختلف مسئلن جي بيان ۾- هن باب ۾ نهايت معلومات افزا ۽ ڌار ڌار مسئلا بيان ٿيل آهن، جيڪي چوڏهن فصلن ۾ ورهايل آهن. جيئن مڪي شريف ۾ رهڻ جا آداب، برسات ۾ بيت الله جي طواف ڪرڻ جو ثواب، بيت الله ۾ داخل ٿيڻ جو طريقو، بيت الله جي تعمير جو بيان، مسجد حرام جي ڊيگهه ۽ ويڪر جو بيان، مڪي شريف ۾ ۽ ان کان ٻاهر زيارتن جو بيان، حضرت آدم عليه السلام جي دفن جي جاءِ، جنت المعليٰ جي زيارت ۽ ان ۾ موجود مزارن جي زيارت جو احوال، حدود حرم ۽ ڪعبة الله جي غلاف جو بيان وغيره.

باب چوڏهون: ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جن جي زيارت جي بيان ۾- هن باب ۾ چوڏهن فصل آهن، جن ۾ هن ريت مواد آيل آهي: حضور ﷺ جن جي زيارت ڪرڻ جو طريقو، حضور ﷺ جن تي سلام پڙهڻ ۽ ان سان گڏ صديق اڪبر ۽ فاروق اعظم تي سلام پڙهڻ، مديني شريف ۾ رهڻ جو بيان، مديني جي ماڻهن سان محبت ڪرڻ، مسجد نبويءَ ۾ چاليهه نمازون پڙهڻ، حضور ﷺ جن جي روضي مبارڪ ۽ قديم مسجد نبويءَ جون حدون، مسجد نبويءَ جو ڪيترا ڀيرا نهڻ، جنت البقيع جي زيارت ڪرڻ، احد جبل، مسجد قبا، حضور ﷺ جن سان منسوب مسجدون ۽ کوهه، انهن سڀني جي زيارت ۾ ڪوشش ڪرڻ، مديني شريف کان پنهنجي وطن موٽڻ جا آداب وغيره.

اهڙيءَ طرح، مخدوم صاحب هن ڪتاب جي مقدمي ۽ چوڏهن بابن ۾ حج بيت الله ۽ زيارت روضئہ رسول ﷺ سان تعلق رکندڙ سڀ مسئلا ۽ تاريخي واقعا کولي بيان ڪيا آهن. ان ڪري هيءُ ڪتاب مناسڪ حج، تاريخي واقعن ۽ مسئلن سان گڏ حاجي سڳورن لاءِ سونهون ۽ گائيڊ جي حيثيت رکي ٿو.

# فيض الغني في تقدير صاع النبي

## (كشف السر عن تقدير صدقة الفطر)

هيءُ ٩ صفحن جو ننڍڙو رسالو ١٥ ربيع الآخر ١١٣٧ هجري تي ٺٽي ۾ لکيو ويو. صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٩ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ لفظ آهن.

هن نسخي جي خاص خوبي هيءَ آهي تہ مخدوم صاحب هن رسالي جا ٻہ نالا رکيا آهن:

١. فيض الغني في تقدير صاع النبي
٢. كشف السر عن تقدير صدقة الفطر

هيءُ رسالو آڳاٽو لکيل ۽ ناياب آهي. قلمي صورت ۾ آهي ۽ اجا تائين شايع نہ ٿيو آهي. هن رسالي جا قلمي نسخا هنن ڪتبخانن ۾ موجود آهن: مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري- حيدرآباد، پير محب الله جهنڊي واري جو ڪتبخانو، سنڌالاجي لائبريري- ڄام شورو، مولوي معروف جو ڪتبخانو- مٽياري ۽ مدرسه مجدديہ نعيميہ ملير، ڪراچي. راقم وٽ مدرسه مجدديہ نعيميہ واري نسخي جو عڪس موجود آهي. راقم هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ ٻن ڳالهين تي بحث ڪيو آهي. ١. نبي ﷺ جي مديني واري ماپ جو ٺويو ۽ ٢. صدقة الفطر ۽ ان سان متعلق مسئلا. مخدوم صاحب هن ننڍي رسالي ۾ وڏي تحقيق ۽ محنت کان ڪم ورتو آهي.

هيءُ رسالو پنجن فصلن ۽ خاتمي تي مشتمل آهي:

فصل پهريون: در تقدير صاع
فصل ٻيو: در تقدير رطل

فصل ٽيون: در تقدير مثقال

فصل چوٿون: در بيان تقدير نصف صاع عراقي از گندم بمکائيل حرمين شريفين و مکائيل بلاد سند.

فصل پنجون: در تقدير صدقة فطر

مخدوم لکيو آهي:

"حضرت پيغمبر ﷺ جي دور ۾ مديني منوره ۾ ٻه ٽويا رائج ۽ مشهور هئا: هڪ صاع حجازي، جنهن ۾ پنج رطل آهن. ٻيو صاع عراقي، جنهن ۾ اٺ رطل آهن. امام مالک (٩٣هه- ١٧٩هه)، امام شافعي (١٥٠هه- ٢٠٤هه) ۽ امام احمد (١٦۴هه- ٢۴١هه) 'صاع حجازيءَ' کي اعتبار ڪيو آهي ۽ امام ابو حنيفه (٨٠هه-١٥٠هه) احتياط طور 'صاع عراقي' کي اختيار ڪيو آهي."

مخدوم صاحب پهريائين ٽويي، مثقال، ماسي وغيره جو بيان آڻي، ان کان پوءِ صدقه فطر جي لاءِ ڪڻڪ جي اڌ ٽوئيي بابت بحث ڪيو آهي. ان نصف صاع لاءِ ٺٽي کان وٺي مکي شريف ۽ مديني شريف جي عالمن تائين تحقيق ڪندو رهيو. مخدوم صاحب ان سلسلي ۾ جيڪا جستجو ڪئي، اها قابلِ تعريف آهي ۽ ان جو تت هن ريت آهي:

مخدوم صاحب عراقي اڌ ٽوئيي (نصف صاع) جي باري ۾ صدقه فطر لاءِ ڪڻڪ جي اڌ ٽوئيي ڏيڻ خاطر ٺٽي شهر ۾ چار ڀيرا تحقيق ڪئي. پاڻ لکي ٿو:

"تاريخ ١۴ شوال سن ١١٢٨هه سنڌ ملڪ جي شهر ٺٽي ۾، ٺٽي شهر جي بازار مان ڪڻڪ گهرائي، تولي، مثقال، پاڻي ۽ ٽوئيي جي ماپ ۽ تور بابت تحقيق ۽ تصديق ڪئي وئي. اهي وزن لکي نوٽ ڪري ڇڏيم.

جڏهن الله تعاليٰ جي فضل سان ١١٣٥هه ۾ مکي شريف ويس، ته اتي ١١ ذوالقعد تي علامه عبدالڪريم هندي حنفي عالم وٽ مکي شريف جي بازار مان ڪڻڪ گهرائي، مکي جي وٽن ۽ ماڻن سان عراقي صاع جي تحقيق ڪئيسون. اهو مکي وارو وزن به پاڻ وٽ نوٽ ڪيم.

وري جڏهن الله تعاليٰ جي فضل سان سن ١١٣٦هه ۾ مديني منوره ويس، ته اتي به تحقيق جو سلسلو جاري رهيو. اتي اهو ٻڌڻ ۾ آيو ته مکي شريف جي بازار ۾ يا مديني منوره جي بازار ۾

جيڪي عام جوَ وڪامجن ٿا. اهي مصري جوَ آهن. اهي مصري جوَ ننڍا ٿين ٿا ۽ مديني منوره ۾ جيڪي جوَ پوکجن ٿا، اهي جوَ وڏا ٿين ٿا. ان ڪري وري مديني منوره جي حنفي عالمن جي مجلس ۾ احتياط طور مديني جي بازار مان ڪڻڪ گهرائي، حساب ڪري، نصف صاع يعني عراقي اڌ ٽوئيي جي باري ۾ تحقيق ڪئي وئي. اها مديني واري ماپ ۽ تور بہ پاڻ وٽ لکي محفوظ ڪيم.

ان دوران مديني جي اهل علم کان معلوم ٿيو، تہ مديني منوره جي ماڻهن وٽ گهرن ۾ اجا تائين نبي ﷺ جي دور جا 'مُد' (تور ۽ ماپ جو وَٽ يا ٿانءُ) موجود آهن. انهن چيو تہ اهي تور ۽ ماپ جا مُد اسان وٽ حضور جن ﷺ جي وقت کان وني، وڏن وٽ پشت بہ پشت هڪ ٻئي کان هلندا ٿا اچن. اسان روزن جو فطرو، فديو ۽ ڪفارو وغيره بہ انهن نبوي مُدن سان ادا ڪندا آهيون. مون انهن نبوي مُدن جي ماپ تور بہ تحقيق ڪري پاڻ وٽ لکي محفوظ ڪئي.

پوءِ جڏهن ١٦ ربيع الاول ١١٣٧هہ تي پنهنجي وطن ٺٽي پهتس، تہ ٺٽي جي وڏي فاضل شيخ عنايت الله واعظ جي صحبت ۾، اهي ٿيئي (مڪي، مدني تور ماپ ۽ مُد نبوي) نوٽ ٿيل وزن سامهون رکياسون. پوءِ ٺٽي شهر ۾ هلندڙ پاٿين سان ماپ جي انهن ٽنهي نمونن کي رکي ڀيٽيو ويو. انهن سڀني تور ۽ ماپ جي مختلف نمونن ۾ قدري اختلاف هو. ان ڪري اسان سڀ وزن ۽ ماپون سامهون رکي، تحقيق ڪري پاٿي، اڌ ٽوئيي ۽ ٽوئيي جو صحيح وزن ۽ ماپ مقرر ڪئيسون، جنهن موجب صدقہ فطر ادا ڪري سگهجي."

جيتوڻيڪ هيءُ رسالو صدقہ فطر ادا ڪرڻ لاءِ ڪڻڪ جي اڌ ٽوئيي يا نبي ﷺ جي مدني ٽوئيي جي باري ۾ تحرير ڪيل آهي، پر هن رسالي ۾ مخدوم صاحب جي صرف هڪ مسئلي تي ايڏي جستجو ۽ جدوجهد جو بہ پرو پوي ٿو، جو پاڻ ٺٽي شهر ۾ رائج وزن کان وٺي مڪي ۽ مديني جي ٽوين ۽ مُد نبويءَ جي ماپ سان گڏ، وري واپسيءَ ۾ ٺٽي ۾ سڀ وزن سامهون رکي، مسئلي کي حل ڪيو آهي، جنهن مان علمي تحقيق جو بلند معيار ظاهر ٿئي ٿو.

ٻيو تہ هن رسالي ۾ آيل مواد ۾ مخدوم صاحب جي سوانح حيات بابت بہ ڪي اهڃاڻ موجود آهن ۽ ڪَي جهڙا سوانحي نڪتا ۽ اشارا سامهون اچن ٿا.

# مدح نامه سنڌ

هي ناياب قلمي رسالو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جي ڪوشش سان سنڌي ادبي بورڊ لائبريري مان دستياب ٿيو آهي. اصل رسالو ١٦ ربيع الاول ١١۴٦ هجري جو لکيل آهي. ڪاتب فقير عبدالله ۽ ڪتابت جي تاريخ، بروز جمع ١٨ صفر ١٢٧٩هجري آهي. صفحن جو تعداد ۴٠ آهي، ۽ هر صفحي جي ڊيگهه ساڍا اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٧ کان ٢٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ کان ٢٢ لفظ آهن.

وطن جي محبت ايمان جو جزو آهي. انسان جو خمير جنهن مٽيءَ مان هوندو آهي، تہ فطري طور ان جي روح ۾ ان مٽيءَ جي محبت سمايل رهندي آهي. ان سرزمين سان سرس سڪ، اڻ ڪٽ الفت ۽ مٺين محبت موجزن رهندي آهي. سنڌ جي سرتاج شاعر، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ بہ رسالي ۾ پنهنجي وطن جو دعائن سان، محبت جو مذڪور ۽ الفت جو اظهار ڪيو آهي:

سائينم! سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

"مدح نامه سنڌ" جو فقط هڪ نسخو سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي. راقم وٽ ان جو عڪس موجود آهي. تازو علامہ محمد ادريس ڏاهري صاحب انهيءَ ڪتاب جو سنڌي ترجمو شايع ڪيو آهي.

**مواد جو وچور:**

سهڻي سنڌ جي سرتاج عالم، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ هيءُ ڪتاب "مدح نامه سنڌ" وطن سنڌ جي شان، محبت، عظمت ۽ حفاظت بابت لکيو آهي. مخدوم صاحب هن رسالي لکڻ جو سبب بيان ڪندي لکي ٿو:

"حمد ۽ صلواة کان پوءِ الله جي ٻانهن ۾ گهڻو ڪمزور، الله جي

رحمت ۾ اميدوار- جنهن جا نيڪ عمل ٿورا ۽ گناهه گهڻا آهن.
اهو ٻانهو محمد هاشم ٺٽوي چوي ٿو، ته جڏهن آئون (سن ١١٣٧هه ۾) حج تان واپس (پنهنجي وطن سنڌ شهر ٺٽي ۾) آيس، ته هڪ ڪتاب (فارسيءَ ۾) ڏٺم، جنهن ۾ سنڌ ملڪ ۽ سنڌ وارن ماڻهن جي گلا ۽ گهٽتائي، شڪايت ۽ بُرائي لکيل هئي. جڏهن اهو ڪتاب پڙهي ڏٺم ته منهنجي حيرت جي حد ئي نه رهي، جو هڪ عبدالرئوف خان نالي افغانيءَ سنڌ جي شان ۾ گستاخي ۽ گهٽتائي لکي ۽ ڪئي هئي. هن سنڌ جي شڪايت ڪري، بي فائدو مغز کپايو ۽ اجايو وقت وڃايو هو. مون انهيءَ اچرج ۾ پاڻ کي دل ۾ چيو ته جيڪر (سنڌ جي گلا ٻڌي) چُپ ٿو رهان، ته سنڌ جي گلا ۽ گهٽتائي ثابت ٿيندي. جڏهن سنڌ جي شڪايت ثابت ٿي، ته ظاهر آهي ته تون به ان ۾ شامل ٿيندين. حقيقت ۾ جنهن سنڌ جي گلا غيبت، برائي ۽ مذمت ڪئي، تنهن جڻ ته تنهنجي ئي گهٽتائي ڪئي. (سنڌ جي شان جون ڳالهيون ڳٽي) ان افغانيءَ جو رد ۽ سنڌ بابت بي واجبي شڪايتن جو مون جواب لکيو آهي، جيڪو اميد ته هر ڏاهي ۽ عقلمند جي دل کي وڻندو ۽ سمجهدارن جي نظر ۾ قبول پوندو."

بهرحال، وطن جي محبت ۽ سنڌ جي شان بابت هيءُ هڪ بهترين ڪتاب آهي. مخدوم صاحب پهريون عالم آهي، جنهن سنڌ جي دفاع لاءِ قلم کنيو.

# الباقيات الصالحات في ذكر الازواج الطاهرات

هن رسالي ۾ ٣٨ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ست انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٥ کان ٢٠ سٽون آهن ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٩ کان ١٦ لفظ آهن. ڪاتب جو نالو نامعلوم ۽ ڪتابت جي تاريخ ۴ جمادي الآخر، بروز آچر ۽ سال....! مخدوم صاحب هن رسالي ۾ ۴۵ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. هن رسالي جا قلمي نسخا مدرسه منصوره، سنڌالاجي، ڳڙهي ياسين، درسگاهه چوٽياري ۽ مدرسه مجدديه نعيميه ملير- ڪراچي جي ڪتب خانن ۾ آهن. راقم کي مولانا غلام سرور ڀٽي جي ذريعي دارالعلوم منصوره واري نسخي جو عڪس دستياب ٿيو.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ ٻنهي جهانن جي سردار، يتيمن جي يار، اڙين جي آڌار، غريبن جي غمخوار، حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي پاڪ يارهن (١١) گهر وارين بيبين سڳورين جو مختصر احوال لکيو آهي ۽ انهن جا فضائل به بيان ڪيا آهن. پاڻ سڳورن عورت کي صنف نازڪ سڏيو آهي ۽ ان کي ڇڳي پاسريءَ سان تشبيه ڏني آهي. جيڪڏهن ان کي سڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي، ته ڀڄي پوندي. ڇڏي ڏبس، ته ڇڳي ٿي رهندي. ان ڪري عورت ذات سان وچٿري نموني گذارڻو آهي.

الله تعاليٰ حضور ﷺ جن کي هر گناهه کان معصوم ۽ هر نفساني خواهش کان پاڪ بنايو آهي. پاڻ ٢٥ سالن جا نوجوان هئا، ته ۴٠ سالن جي وڏيءَ عمر واري بيوه حضرت خديجة الڪبريٰ سان شادي ڪيائون. جيستائين اها بيبي سڳوري زنده هئي، ته پاڻ ٻي شادي نه ڪيائون. ان جانثار بيبي سڳوريءَ جي وفات کان پوءِ اهڙيون حالتون ٿيون ۽ اسلامي لڙاين ۾ ڪيترين عورتن جا ور ۽ واهرو شهيد ٿي ويا. انهن جي دلين تي صدمن جا بار اچي پيا

۽ ڪو بہ سارسنڀال لهڻ ۽ همدردي وارو نہ رهيو. بيوه عورتن کي معاشري ۾ چڱيءَ نظر سان بہ نہ ڏٺو ويندو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن بيوه عورتن جي همت افزائي ۽ دلجوئيءَ خاطر انهن سان شاديون ڪيون.

الله تعاليٰ حضور ﷺ جن جي پاڪ گهر وارين جو وڏو شان ڪيو آهي. قرآن مجيد ۾ ڪين مومنن جون مائرون سڏيو ويو آهي. "النبي اوليٰ بالمومنين من انفسهم و ازواجه امهاتهم" (پارو ٢١، سورت الاحزاب، رڪوع ١) ترجمو: نبيءَ جو ايمان وارن تي سندن جانين کان بہ زياده حق آهي ۽ سندس زالون انهن جون مائرون آهن.

شاهہ ولي الله دهلويءَ انهيءَ مٿين آيت جي تفسير ۾ لکيو آهي، تہ يعني: پيغمبر جون زالون، مومنن جون مائرون آهن. انهن سان نڪاح حرام آهي، جيئن ماءُ سان حرام آهي.(5)

مومنن جون مائرون ۽ عربي گهوٽ ﷺ جن جون گهر واريون عام عورتن جهڙيون نہ آهن. الله تعاليٰ انهن جو نبي سڳوري جي ڪري شان سوايو ڪيو آهي. قرآن ۾ ارشاد رباني آهي: "يا نساء النبي لستن کا حد من النساء" (پارو ٢٢، سورت الاحزاب، رڪوع ۴) ترجمو: اي نبيءَ جون زالون! اوهان ٻين عورتن جهڙيون هرگز ڪين آهيو.

حضور ﷺ جن جي صدقي ٻيبين سڳورين جو وڏو شان آهي. ايتري قدر جو انهن پاڪ ٻيبين سان نڪاح ڪرڻ بہ حرام آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ٻيبيون سڳوريون حضور ﷺ جن جون گهر واريون آهن، ان ڪري ڪين اهو امتياز ۽ خاص خصوصيت حاصل آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: "وما کان لکم ان توذوا رسول الله ولا ان تنکحوا ازواجه من بعده ابداً ان ذالکم کان عندالله عظيما" (پارو ٢٢، سورت الاحزاب، رڪوع ٧) يعني: ۽ اوهان لاءِ اهو مناسب ڪو نہ آهي جو الله جي رسول کي ايذاءُ رسايو ۽ نڪي (نبي سڳوري) کان پوءِ سندس ٻيبين سڳورين سان نڪاح ڪريو. بيشڪ اهو ڪم الله وٽ وڏو گناهہ آهي.

هيءُ رسالو مخدوم صاحب حضور ﷺ جن جي پاڪ گهر وارين جي عزت ۽ اهميت خاطر لکيو آهي. مخدوم صاحب رسالي جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

> "هيءُ رسالو حضور ﷺ جن جي پاڪ گهر وارين جي احوال ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ ٻيبين سڳورين جا نالا ۽ نسب ۽ سندن وفات جون تاريخون بيان ٿيل آهن. هيءُ رسالو ٢٠ تاريخ شوال

۱۱۴۷هہ ۾ لکجڻ شروع ٿيو."

باب پهريون: هن باب ۾ مخدوم صاحب حضور ﷺ جن جي پاڪ گهر وارين جي تعداد جو بيان تمام تحقيق ۽ ڪيترن ڪتابن جي حوالي سان آندو آهي. هن باب جو لب لباب هيءُ آهي تہ سيني عالمن جو اتفاق آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جون پاڪ گهر واريون ۱۱ آهن، انهن مان ٦ قريش هيون، ۴ عرب هيون ۽ هڪ بني اسرائيل مان هئي. انهن بيبين سڳورين جا ترتيب وار نالا هيءُ آهن:

١. حضرت خديجة الڪبريٰ ڌيءَ خويلد. سندس ماءُ جو نالو فاطمه هو.
٢. حضرت سوده ڌيءَ زمعه. سندس ماءُ جو نالو شموس هو.
٣. حضرت عائشه ڌيءَ ابوبڪر صديق. سندس ماءُ جو نالو زينب هو.
۴. حضرت حفصه ڌيءَ عمر فاروق. سندس ماءُ جو نالو زينب ڌيءَ معظون هو.
۵. حضرت ام سلمه ڌيءَ ابي اميه. سندس ماءُ جو نالو عاتڪه هو.
٦. حضرت ام حبيبه ڌيءَ ابوسفيان. سندس ماءُ جو نالو رمله هو.
٧. حضرت زينب ڌيءَ جحش. سندس ماءُ جو نالو اميمه هو.
٨. حضرت زينب ڌيءَ خزيمه. سندس ماءُ جو نالو هند بنت عوف هو.
٩. حضرت ميمونه ڌيءَ الحارث. سندس ماءُ جو نالو هند هو.
١٠. حضرت جويريه ڌيءَ حارث.
١١. حضرت صفيه ڌيءَ حي. سندس ماءُ جو نالو ضره هو.

باب ٻيو: هن باب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پرڻجڻ جي ترتيب ۽ نڪاح ۾ آيل ترتيب وار بيبين سڳورين جا نالا آيل آهن ۽ روايتن جي اختلاف سان پرڻي جو سال بہ آيل آهي. پرڻي جي ترتيب پهرئين باب ۾ آيل نمبر وار نالن مطابق آهي. نڪاح ۾ هن ترتيب کان سواءِ تاريخ ۽ سيرت جي ڪتابن ۾ مختلف ترتيبون بہ آيل آهن.

باب ٽيون: هن باب ۾ حضور ﷺ جن جي حرمن سڳورن جي وفات جي سالن ۽ سنن جو بيان آهي.

١. حضرت، خديجه رضي الله عنها جي وفات حضور ﷺ جن جي حياتيءَ ۾ هجرت نبويءَ کان ٽي سال اڳ مڪي شريف ۾ ٿي.
٢. حضرت زينب ڌيءَ خزيمه رضي الله عنها جي وفات حضور ﷺ جن جي حياتيءَ ۾ هجري سن جي چوٿين سال مديني پاڪ ۾ ٿي.

باقي ستيني بيبين سڳورين جي وفات حضور ﷺ جن جي وصال کان پوءِ ٿي آهي. انهن ستيني بيبين سڳورين جي وفات جي سن وار ترتيب ۽ وفات جي جاءِ جو احوال هن طرح آهي:

١. زينب ڌيءُ جحش رضي الله عنها، وفات سن ٨ هـ، مدفن مدينه، حضرت عمر فاروق جو دور

٢. ام حبيبه رضي الله عنها، وفات سن ٣٣ هـ، مدفن مدينه، حضرت امير معاويه جو دور

٣. حفصه رضي الله عنها، وفات سن ٤٥هـ، مدفن مدينه، حضرت امير معاويه جو دور

٤. جويريه رضي الله عنها، وفات سن ٥٠هـ، مدفن مدينه، حضرت امير معاويه جو دور

٥. صفيه رضي الله عنها، وفات سن ٥٠هـ، مدفن مدينه، حضرت امير معاويه جو دور

٦. ميمونه رضي لله عنها، وفات سن ٥١هـ، مدفن مقام سرف، حضرت امير معاويه جو دور

٧. عائشه رضي الله عنها، وفات سن ٥٨هـ، مدفن مدينه، حضرت امير معاويه جو دور

٨. ام سلمه رضي الله عنها، وفات سن ٦١هـ، مدفن مدينه، يزيد جو دور

نوٽ: حضرت سوده بنت زمعه جي وفات جو سال غالباً ڪاتب ڪان رهجي ويو آهي! جيڪو اڃڻ ڪپندو هو.

سيرت النبي ﷺ جي سلسلي ۾، هن موضوع تي امهات المومنين جي احوال بابت مخدوم صاحب جو هيءُ رسالو "الباقيات الصالحات" مختصر ۽ جامع آهي. حضور پاڪ ﷺ جن پنهنجين گهر وارين کي جيڪو مهر ڏنو، ان باري ۾ مخدوم صاحب هڪ الڳ رسالو "تحفة المسلمين في تقدير مهور امهات المومنين" بہ لکيو آهي.

تازو "الباقيات الصالحات" جو سنڌي ترجمو، سنڌ جي نامور عالم، مولانا محمد ادريس ڏاهري شاهه پور جهانيان واري ١٩٩٩ع ۾ شايع ڪيو آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ راقم الحروف جو لکيل تعارف پڻ شامل آهي.

# جمع اليواقيت في تحقيق المواقيت

هي چئن صفحن جو ننڍڙو رسالو ١١٤٨هجري ۾ تحرير ٿيو. صفحي جي ڊيگهه ساڍا ست انچ ۽ ويڪر ساڍا ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٦ سٽون آهن ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ لفظ آهن. هيءُ موجوده نسخو ڪنهن جهوني رسالي جو اتارو آهي، جو مولوي انور حسين ميمڻ، پيش امام، جديد هاشمي مسجد، اگر محلہ، ٺٽي واري وٽ موجود آهي. سندس مهرباني سان انهيءَ نسخي جو عڪس مليو. هن رسالي جا قلمي نسخا مدرسه مجدديه نعيميه - ملير ڪراچي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لائبريري- حيدرآباد ۽ ڪتبخانہ ڳڙهي ياسين ۾ موجود آهن. هيءُ رسالو اجا تائين اڻ ڇپيل آهي. راقم انهيءَ ڪتاب جو سنڌي ترجمو پڻ ڪيو آهي.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ نماز جي وقتن جو بيان ۽ تحقيق آيل آهي. مخدوم صاحب هن کان اڳ ۾، نماز جي وقتن خاص ڪري سنڌ ۾ ٻپهري نماز جي اصلي پاڇي سڃاڻڻ بابت "رشف الزلال" ۽ "سايه نامه" نالي رسالا لکيا آهن. هيءُ رسالو "جمع اليواقيت" بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

مخدوم صاحب رسالي جي مقدمي ۾ نماز جي وقتن ۽ ڪتاب لکڻ جو احوال هن ريت ڄاڻايو آهي:

> "حمد ۽ صلواة کان پوءِ محمد هاشم بن عبدالغفور سنڌي ٺٽوي چوي ٿو، تہ هيءُ مختصر رسالو سنڌ ملڪ ۾ پنجن نمازن جي وقتن جون جيڪي هلندڙ گهڙيون پل آهن، انهن جي تحقيق خاطر لکيو ويو آهي. هن رسالي کي سن ١١٤٨هہ ۾ مرتب ڪيو ويو ۽ هن رسالي جو نالو آهي 'جمع اليواقيت في تحقيق المواقيت' يعني وقتن جي تحقيق ڪرڻ ۾ ياقوت گڏ ڪرڻ."

# تحفة السالڪين اليٰ جناب الامين

هن ننڍڙي رسالي ۾ ١١ صفحا آهن ۽ ١۴ شعبان المعظم ١١٥٨ ھ جو لکيل آهي. صفحي جي ڊيگهہ نوَ انچ ۽ ويڪر پنج انچ آهي. صفحي ۾ ١۴ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ لفظ آهن. ڪاغذ ميرانجهڙو ۽ ڄڏي ڪاري مس استعمال ٿيل آهي.

مخدوم صاحب هيءُ رسالو حرمين شريفين جي زيارت ١١٣٥ھ کان ٢٢ سال پوءِ سن ١١٥٨ هجري ۾ لکيو. رسالي تي جيتوڻيڪ ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جي تاريخ لکيل ڪانهي، پر قلمي نسخو تمام جهونو ۽ ڪرم خورده پروڻ وانگر صفا ٽنگ ٽنگ ٿيل آهي. اهڙيءَ صورتحال جي پيش نظر هيءُ قلمي نسخو خود مخدوم صاحب جي دور جو معلوم ٿئي ٿو. جيئن تہ هيءُ رسالو آخر ۾ ناقص آهي، ان ڪري ڪاتب ۽ ڪتابت جو سن وغيره معلوم ڪونہ ٿو ٿئي. هن رسالي جو واحد دستياب نسخو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي، جتان راقم کي ان جو عڪس مليو.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي جو باريڪ بينيءَ ۽ گهٽي مطالعو ڪرڻ سان مطالعي بعد معلوم ٿئي ٿو، تہ هيءُ رسالو حج جي مسئلن تي مشتمل آهي. مخدوم صاحب ٺٽوي سن ١١٣٥ھ ۾ مناسڪ حج ۽ حضور ﷺ جن جي زيارت جي باري ۾ فارسي زبان ۾ هڪ تفصيلي ڪتاب "حيات القلوب الي زيارت المحبوب" ﷺ لکيو. جيئن تہ اهو ڪتاب تمام تفصيل سان، جامع ۽ اهلِ علم واسطي ڪارآمد هو، تنهنڪري مخدوم صاحب پاڻ هن ڪتاب جو خلاصو فارسي ۾ "سفينة السالڪين الي بلد الله الامين" نالي سان لکيو. اڳتي هلي عام ماڻهن، حاجين ۽ طالبن جي سهولت خاطر "سفينة السالڪين" جو بہ اختصار ۽ نچوڙ "تحفة السالڪين الي جناب الامين" نالي فارسيءَ ۾ لکيائين، جنهن جو

پيشِ نظر ناقص نسخو اسان جي سامهون آهي.

مخدوم صاحب اها سڄي وضاحت رسالي جي مقدمي ۾ آندي آهي. هيءُ رسالو هڪ مقدمي ۽ ٽن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ حج جي فرضيت، ڀلائي، حج ادا ڪرڻ جو طريقو ۽ رسول الله ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي زيارت ۽ آداب جو تمام مختصر ۽ عام فهم بيان آهي.

# وسيلة الغريب اليٰ جناب الحبيب

فضائل اهلِ بيت ۾ هيءُ رسالو ٢٩ شعبان المعظم ١١٦٤ هه ۾ لکيو ويو. هن رسالي ۾ ٢٩ صفحا آهن، ۽ هر صفحي جي ڊيگهه ٻارهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٣٢ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٢٤ لفظ آهن. ڪاتب ۽ سال ڪتابت نامعلوم. شانِ اهل بيت ۾ شاندار رسالو جڙيل آهي. راقم کي انهيءَ ڪتاب جو عڪس، عزيز دوست بشير احمد هيسباڻيءَ جي ذريعي قاسميه لائبريري- ڪنڌياري مان مليو. هن رسالي جا قلمي نسخا ڪتبخانه ڳڙهي ياسين، سنڌالاجي لائبريري- ڄام شوري، مدرسه مجدديه نعيميه- ملير ڪراچي، ڪتبخانه پير جهنڊي وارو ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي لائبريري- حيدرآباد ۾ موجود آهن. راقم هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

**مواد جو وچور:**

هن رسالي ۾ حضرت نبي ﷺ جن جي اهل بيت سڳورن جو شان، فضائل، مناقب ۽ تاريخ بيان ٿيل آهي. هيءُ ڪتاب مقدمي ۽ ڇهن بابن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب علمي ڀالوٺ جا واهڙ وهايا آهن. ٢٩ صفحن جي هن رسالي ۾ قرآن، حديث، فقه ۽ تاريخ جي ٨٦ ڪتابن جا حوالا موجود آهن. مخدوم صاحب مقدمي ۾ هن ڪتاب تاليف ڪرڻ جو مقصد بيان ڪندي لکي ٿو:

> ”جڏهن مون اصحابن سڳورن، خلفاءِ راشدين ۽ خلافت جي ترتيب ۽ فضيلت جي باري ۾ ٽي ڪتاب (عربيءَ ۾) وڏو، وچون ۽ ننڍو لکي پورا ڪيا ته دل ۾ خيال آيو، ته حضرت نبي ﷺ جن جي اهل بيت سڳورن جي عاشقن کي شوق ڏيارڻ ۽ حضور ﷺ جن کي راضي ڪرڻ خاطر سندن باري ۾ ڪجه فضيلتون ۽ احوال

گڏ ڪري، اهل بيتن جي شان ۾ ڀلائيءَ ۾ ڪتاب لکان. ڇو تہ نبي ﷺ جن جي آل اصحابن سڳورن مان هرهڪ اسان جي لاءِ اکين جون ماٽڪيون ۽ نيڻن جو نُور آهن.

جيئن تہ حضرت نبي ﷺ جن پنهنجي اهل بيت کي حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ سان تشبيهہ ڏني آهي تہ جيڪو ان ۾ چڙهندو، اهو ڇوٽڪارو لهندو. جيڪو ان کان پوئتي رهيو، اهو غرق ٿيو. حضور ﷺ جن پنهنجن اصحابن سڳورن کي بہ تارن سان تشبيهہ ڏني آهي ۽ فرمايو، تہ منهنجا اصحاب تارن وانگر روشن آهن. توهان انهن جي پيروي ڪندؤ، تہ هدايت وارا ٿيندؤ. اهڙيءَ ريت، آخرت واسطي سالڪ ۽ سفر ڪرڻ واري لاءِ حضور ﷺ جن جي آل اصحاب جي رعايت ضروري آهي، تہ جيئن هلاڪت کان بچي وڃي مقصود حاصل ڪري ۽ گمراهيءَ کان امن ۾ رهي."

۵. هڪ باب جو تعارف هن ريت آهي:

**باب پهريون:** هن باب ۾ قرآن مجيد جي انهن آيتن جو بيان آهي، جيڪي اهل بيت سڳورن جي شان ۾ آيل آهن. مخدوم صاحب اهي ڇهہ آيتون آڻي، انهن جو شان نزول ۽ شرح مشهور وڏن تفسيرن، جهڙوڪ: تفسير بيضاوي، تفسير خازن، تفسير ڪشاف، تفسير ثعلبي- صحيح بخاري، صحيح مسلم، مستدرڪ حاڪم، مسند احمد بن حنبل، معجم طبراني ۽ ڪتاب نواقص جي حوالي سان بيان ڪري ثابت ڪيو آهي، تہ اهل بيت سڳورن جو شان وڏو آهي ۽ ڪين پنجتن پاڪ چوڻ بہ صحيح آهي.

**باب ٻيو:** هن باب ۾ مخدوم صاحب اهي چاليهہ حديثون آنديون آهن، جن ۾ ڪنهن خاص نالي کان سواءِ، سڀني اهل بيت سڳورن جو گڏيل شان ۽ فضيلت بيان ٿيل آهي. مثال طور چاليهين حديث ۾ آهي:

" ديلمي فردوس اعليٰ ۾ حضرت علي رضي الله عنه کان روايت ڪئي، تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن چئن ماڻهن لاءِ شفاعت ڪندس:

١. اهو جيڪو منهنجي اولاد جي عزت ڪري.

٢. اهل بيت جي حاجت پوري ڪرڻ وارو.

٣. اهل بيت جي پريشانيءَ جي وقت مدد ڪرڻ وارو.

۴. پنهنجي دل ۽ زبان سان انهن کي دوست رکڻ وارو."

امام شافعي رحمة الله عليه اهل بيت جي محبت کي فرض قرار ڏنو آهي:

يـا اهـلـبـيـت رسـول الله حـبـكـم،
فـرض مـن الله فـي الـقـرآن انـزلـه.
كـفـاكـم من عظيـم الـقـدر انـكم،
من لـم يصل عـلـيـكـم لاصلـواة لـه.

مطلب تہ اي رسول الله ﷺ جا اهل بيتو! قرآن ۾ الله تعاليٰ توهان جي محبت فرض بيان ڪئي آهي. اوهان جي لاءِ هيءَ عزت ۽ رتبو ڪافي آهي تہ جنهن اوهان تي صلواة نہ پڙهي، تہ ان جي نماز نہ ٿيندي.

**باب ٽيون:** هن باب ۾ مخدوم صاحب اهي ٦۴ حديثون آنديون آهن، جن ۾ اهل بيت جي نالن سان الڳ الڳ فضيلت ۽ ڀلائي بيان ڪيل آهي. جيئن حضرت علي رضي الله عنه جي شان ۾ ٢۴ حديثون، حضرت بيبي فاطمه رضي الله عنها جي شان ۾ ١۴ حديثون ۽ حضرت امام حسن ۽ امام حسين عليه السلام جي شان ۾ ٢٦ حديثون.

**باب چوٿون:** هن باب ۾ تاريخي واقعا ۽ احوال بيان ٿيل آهن ۽ مخدوم صاحب اهل بيت جون ڪجھ اهي فضيلتون ۽ صفتون آنديون آهن، جيڪي تاريخ ۽ سيرت جي هيٺين ڪتابن ۾ آيل آهن، جيئن تہ: طبقات ابن سعد، الكوكب الدريه في طبقات الصوفيه، سيرت شامي، فتح الباري، علامه قرطبي، زرڪشي، خيفري، مقريزي، سيوطي، طحاوي، شيخ الاسلام ابو زرعه ۽ الشفا قاضي عياض وغيره.

**باب پنجون:** هن باب ۾ مخدوم صاحب محنت ڪري تاريخي لحاظ سان حضرت علي، حضرت فاطمه، حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله عنهم جي ولادت، وفات ۽ انهن جي حياتيءَ جي مدت جو بيان، سندن وفات جو هنڌ، سندن مقبرن جي ذڪر سان گڏ سندن اولاد جو بہ تفصيلي احوال ڏنو آهي. هيءُ باب تاريخي لحاظ کان معلومات سان ڀرپور ۽ وڏيءَ اهميت وارو آهي.

انهيءَ ساڳئي باب ۾ مخدوم صاحب ابن ڪثير جي تاريخي ڪتاب "البداية والنهاية" جي حوالي سان لکيو آهي، تہ امام زين العابدين جي والده سڳوري "سلامه" سنڌي عورت هئي.

**باب ڇهون:** هن باب ۾ مخدوم صاحب رسول الله ﷺ جن جي فرزندن ۽ نياڻين جو تفصيلي احوال بيان ڪيو آهي.

مخدوم صاحب آخر ۾ وضاحت طور لکيو آهي تہ مون نبي ﷺ جن جي بيبي خديجة الكبريٰ ۽ ٻين گهر وارين جي بيان ۾ الڳ ڪتاب "الباقيات الصالحات" نالي فارسيءَ ۾ لکيو آهي. وڌيڪ احوال ان رسالي ۾ ڏسڻ گهرجي.

# تحفة المسلمين في تقدير مهور اُمهات المومنين

هيءُ ٽن صفحن جو نهايت ننڍڙو رسالو تاريخ ٦ رجب المرجب ١١٧١هه ۾ لکيو ويو. ڪاتب ۽ ڪتابت جو سال نامعلوم آهي. صفحي جي ڊيگهه تيرهن انچ ۽ ويڪر اٺ انچ آهي. هر صفحي ۾ ٣٥ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٧ لفظ آهن.

ڪاتب رسالي جي مٿان منڍ ۾ لکيو آهي، ته هيءُ مواد اصل مصنف جي نسخي تان پيٽي اُتاريو ويو آهي. هن رسالي جي مُنڍ ۾ ڪاتب طرفان "زبدة العلماء" جو لقب به تحرير ٿيل آهي، جنهن مان مخدوم صاحب جي همعصر ۽ اهلِ علم ڪاتبن ۾ سندس علمي عظمت جو به پتو پوي ٿو. راقم کي هن رسالي جو عڪس، محترم بشير احمد هيسباڻيءَ جي ذريعي قاسميه لائبريري ڪنڊياري مان مليو. هن رسالي جو قلمي نسخو ڪتبخانه ڳڙهي ياسين ۾ موجود آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ ٻنهي جهانن جي سردار، حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي ازواج مطهرات يعني پاڪ گهر وارين جي باري ۾ مختصر احوال ۽ انهن کي جيڪو نبي ﷺ جن کان نڪاح ۽ پرڻي مهل حق مهر يا ڪابينو مليو، ان جو تفصيل درج ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري مخدوم صاحب ان مناسبت سان هن رسالي جو نالو "تحفة المسلمين في تقدير مهور امهات المومنين" رکيو آهي. ان وقت عرب ملڪ جي رائج سڪي جي برابر پنهنجي ملڪ سنڌ جي سڪي جو حساب به ڏنو ويو آهي. مخدوم صاحب لکي ٿو:

"سڀني عالمن جو هن ڳالهه تي اتفاق آهي، ته نبي ﷺ جن جون پاڪ گهر واريون يارهن آهن. زياده تعداد ۾ ٿورو گهٽو ڪٿي

اختلاف بہ آهي. مون هتي نبي ﷺ جن جي انهن ٻارهن پاڪ ٻيبين سڳورين جي مهر يا ڪابيني جو مختصر احوال آندو آهي. البت نبي ﷺ جي سڀني گهر وارين جو تفصيلي احوال مون پنهنجي لکيل ٻئي فارسي ڪتاب 'الباقيات الصالحات في ذڪر الازواج الطاهرات' ۾ آندو آهي."

مخدوم صاحب هن رسالي جي شروع ۾ حضور ﷺ جن جي حرمن سڳورن جو نمبروار ذڪر ۽ مهر جو احوال ڏاڍي تحقيق ۽ وڏن ڪتابن جي حوالي سان لکيو آهي. هر هڪ ٻيبي سڳوريءَ جو نالو سندن پيءُ جي نالي سان گڏ آندو آهي. نالن جي ترتيب کان پوءِ مخدوم صاحب هڪ محقق جي حيثيت ۾ پاڻ ئي سوال ڪري ٿو، تہ جيڪڏهن توکان ڪو پڇي تہ نبي ﷺ جن پنهنجي گهر وارين کي مهر يا ڪابينو ڏنو هو يا نہ؟ جي مهر ڏنو هو، تہ گهٽو ۽ ڪيترو ڏنو هو؟ ان سوال جي جواب ۾ مخدوم صاحب قرآن مجيد جي هيءَ آيت دليل طور آندي آهي: "يا ايها النبي انا احللنالڪ ازواجڪ التي اتيت اجورهن" (پارو ٢٢، سورت احزاب، آيت ٥) ترجمو: اي نبي! بيشڪ اسان تو لاءِ اهي زالون حلال ڪيون آهن، جن کي تو سندن مهر ڏنو.

هتي "اجورهن" مان مراد "مهورهن" آهي. هن آيت مبارڪ مان دليل ڏيندي مخدوم صاحب تفسير بيضاوي، علامہ حلبي ۽ علامہ شهاب الدين خفاجي جي حوالي سان لکي ٿو تہ، "هن آيت مان ظاهر آهي تہ نبي ﷺ جن پنهنجن گهر وارين کي شاديءَ کان اڳ ۾ مهر ادا ڪيو هو. البت تفسير ڪشاف جو بيان آهي، تہ حضور ﷺ جن شايد مهر مقرر ڪيو هجي، يا زبانيءَ چيو هجي ۽ ڏنو نہ هجي." مخدوم صاحب ان کي رد ڪندي چوي ٿو تہ، "اهو احتمال مجازي ۽ غير ظاهر آهي." وڏيڪ تفسير ثعلبي جي حوالي سان آڻي ٿو تہ، "نبي ﷺ جن ٻيبين سڳورين کي شادي ڪرڻ مهل اڳ ۾ مهر يا ڪابينو ڏنو هو." هينئر بہ شاديءَ کان اڳ ۾ مهر ڏيڻ افضل ۽ بهتر آهي. ان کان پوءِ مخدوم صاحب هر هڪ ٻيبي سڳوريءَ ۽ سندس مهر جو الڳ الڳ بيان ڪيو آهي. ان جو نچوڙ هيءُ آهي:

**1. حضرت ٻيبي خديجة ڌيءَ خويلد رضي الله عنها:** هن ٻيبي سڳوريءَ کي ساڍا ٻارهن اوقيه مهر ڏنو ويو هو. هر اوقيه چانديءَ جا چاليهہ درهم آهي. "مواهب اللدنيه" ۾ آهي تہ ٻيبي سڳوريءَ جو جملي مهر پنج سؤ درهم چاندي هو. ان مهر جو سنڌ ملڪ جي حساب سان اندازو هڪ سئو

چاليھہ روپيا ٿيندو. "صحيح مسلم" جي حديث ۽ ٻين روايتن مان ظاهر آهي تہ بيبي سڳوريءَ جو مهر ويھہ اُٺ هو ۽ ويهن اُٺن جي قيمت پنج سئو درهم چاندي ٿيندي. ان ڪري پنج سئو درهم چاندي ۽ ويهن اُٺن جي الڳ الڳ روايت جي تطبيق هيئن ٿيندي، تہ ويهن اُٺن جي قيمت پنج سئو درهم چاندي هئي ۽ ٻنهي روايتن جو ظاهر الڳ ۽ مقصد هڪ آهي. هيئن بہ ٿي سگهي ٿو، تہ پنج سئو درهم چانديءَ سان گڏ ويھہ اُٺ زياده ڏنا ويا هجن.

"سيرت شامي" ۾ ٻئي هنڌ اچي ٿو، تہ بيبي خديجة رضي الله عنها جو مهر يا ڪابينو بيبي فاطمة الزهريٰ رضي الله عنها جيترو يعني چار سئو مثقال چاندي هو. بيبي فاطمة جي مهر جو وضاحتي احوال، ضميمي طور هن رسالي جي آخر ۾ ايندو.

2. **حضرت سوده ڌيءَ زمعه رضي الله عنها:** "سيرت شاميه" ۾ آهي تہ هن بيبي سڳوريءَ جو مهر چار سئو درهم چاندي هو، جيڪو سنڌ ملڪ جي حساب سان هڪ سئو ٻارهن روپيا ٿيندو.

3. **حضرت عائشه ڌيءَ ابوبڪر صديق رضي الله عنهما:** صحيح قول موجب هن بيبي سڳوريءَ جو مهر بہ حضرت خديجة رضي الله عنها وانگر پنج سئو درهم چاندي هو. ابن اسحاق جي روايت ۾ چار سئو درهم چاندي آيو آهي. ابن اسحاق جي اها روايت، صحيح روايت جي خلاف آهي. اهڙي وضاحت زرقانيءَ "مواهب اللدنيه" جي شرح ۾ لکي آهي.

4. **حضرت حفصه ڌيءَ عمر فاروق رضي الله عنهما:** هن بيبي سڳوريءَ جي مهر جي باري ۾ پوريءَ طرح معلوم نہ آهي، پر صحيح مسلم ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها جي حديث ۾ آيو آهي تہ نبي ﷺ جن جو پنهنجي گهر وارين لاءِ مهر ساڍا ٻارهن اوقيه سونُ هو. ساڍا ٻارهن اوقيه برابر پنج سئو درهم جي آهن. پوءِ هن حديث مان ظاهر آهي تہ هن بيبي سڳوريءَ جو مهر بہ پنج سئو درهم هو.

5. **حضرت ام سلمه ڌيءَ ابي اميه رضي الله عنهما:** هن بيبي سڳوريءَ جو مهر هڪ هنڌُ، هڪ ننڍو پيالو، هڪ وڏو پيالو ۽ هڪ جنڊُ هو. انهن سڀني شين جي قيمت ڏھہ درهم چاندي آهي. ٻيءَ روايت ۾ آيو آهي تہ انهن شين جي قيمت چاليھہ درهم چاندي آهي.

6. **حضرت ام حبيبه ڌيءَ ابوسفيان رضي الله عنهما:** صحيح قول موجب هن بيبي سڳوريءَ جو مهر چار سئو دينار سونُ هو. ٻيءَ روايت ۾

آهي تہ ٻہ سئو دينار سونُ هو. ٽينءَ روايت ۾ آهي تہ نوَ سئو درهم چاندي هو. چوٿينءَ روايت ۾ چار هزار درهم چاندي هو. پر سڀني روايتن ۾ پهرئين روايت وڌيڪ صحيح آهي.

نوٽ: ياد رهي تہ هن بيبي سڳوريءَ جو مهر پاڻ سڳورن ﷺ جن جي رضامنديءَ سان حبش جي بادشاهہ نجاشيءَ از خود ام حبيبہ سان گڏ موڪليو هو. ان ڪري ئي ام حبيبہ جو مهر سڀني بيبين سڳورين کان وڌيڪ آهي.

**7. حضرت زينب ڌيءَ جحش رضي الله عنها:** هنَ بيبي سڳوريءَ جو مهر چار سئو درهم چاندي هو.

**8. حضرت زينب ڌيءَ خزيمه رضي الله عنها:** هن بيبي سڳوريءَ جو مهر چار سئو درهم چاندي هو. ٻيءَ روايت ۾ پنج سئو درهم بہ آيو آهي.

**9. حضرت جويريه ڌيءَ حارث رضي الله عنها:** هن بيبي سڳوريءَ جو مهر نوَ اوقيہ سونُ هو. ياد رهي تہ هيءَ بيبي سڳوري جنگ مريسيع (بني المصطلق) ۾ مالِ غنيمت ۾ حضرت ثابت بن قيس بن شماس انصاري رضي الله عنه جي حصي ۾ آئي هئي. حضرت ثابت پوءِ بيبي سڳوريءَ کي نوَن اوقين تي مڪاتب(•) ڪيو.

حضرت نبي ﷺ جن بيبي جويريه پاران نوَ اوقيہ ڏئي، حضرت ثابت کان بيبي سڳوريءَ کي آزاد ڪرايو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن ان سان نڪاح ڪيو ۽ اهو مال مڪاتب نوَ اوقيہ سندس مهر ٿيو. ٻيءَ روايت ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن حضرت جويريه کي حضرت ثابت کان سونَ جي نوَن اوقين ۾ خريد ڪري آجو ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن ان سان نڪاح ڪيو. سونَ جي نوَن اوقين ۾ ٣٦٠ درهم چاندي ٿين ٿا ۽ سنڌ ملڪ جي حساب سان ٩٨ روپيا ٿيندا.

**10. حضرت صفيہ ڌيءَ حي رضي الله عنها:** هيءَ بيبي سڳوري پهريائين خيبر جي جنگ ۾ حضرت دحية بن خليفہ ڪلبي جي حصي ۾ آئي. نبي ﷺ جن حضرت دحية کان بيبي سڳوريءَ کي ستن غلامن جي عيوض خريد ڪري آجو ڪيو ۽ پنهنجي نڪاح ۾ آندو. ان ڪري شافعي علماء چون ٿا، تہ بيبي سڳوريءَ جي آزادي ئي سندس مهر هو. ڪن چيو آهي تہ بيبي سڳوريءَ جي آزاديءَ لاءِ جيڪي ستَ ماڻهو بدلي ۾ ڏنا ويا هئا، اهي ئي مهر

• ٻانهو جيڪڏهن پنهنجي آقا کي خوش ڪري ڪجهہ رقم مقرر ڪري ادا ڪري سگهي ٿو، تہ پوءِ اهو آزاد ٿي سگهي ٿو. ان کي "مڪاتب" چئبو آهي.

برابر هئا. ڪي چون ٿا تہ هن بيبي سڳوريءَ جو مهر مقرر ڪو نہ هو ۽ سندس آزادي ئي مهر مثل هئي ۽ هيءُ نڪاح مهر کان سواءِ حضرت نبي ﷺ جن جو خاصو آهي. اهو قول حنفين، مالڪين ۽ حنبلين جو آهي. البت، امام احمد بن حنبل هن ڳالهہ جو قائل آهي، تہ هر مؤمن جو نڪاح مهر کان سواءِ بہ ٿي سگهي ٿو.

**11. حضرت ميمونه ڌيءَ حارث رضي الله عنها:** هن بيبي سڳوريءَ جو مهر چار سئو درهم چاندي هو. ٻيءَ روايت ۾ پنج سئو درهم چاندي بہ آيو آهي.

**پڇاڙي (ضميمو)**

**حضرت بيبي فاطمة الزهراؓ جي مهر جو بيان:** چاڻ گهرجي تہ "مواهب اللدنيه" لکيو آهي تہ نبي ﷺ جن جي نياڻي حضرت بيبي فاطمة الزهراؓ جو مهر چار سئو مثقال چاندي هو. اهڙيءَ ريت سيرت شاميه، رياض العارفين ۽ خزانة الروايات ۾ بہ آيل آهي. انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ اهو مهر سنڌ ملڪ جي حساب سان هڪ سئو سٺ روپين جي برابر آهي.

هن کان اڳ ۾ بہ گذري آيو آهي، تہ حضور ﷺ جن جي پهرئين گهر واريءَ حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ جو مهر هڪ روايت موجب چار سئو مثقال چاندي هو. ان ڪري سنڌ ملڪ جا اڪثر ماڻهو نبي ﷺ جن جي سنت ۽ طريقي موجب "هڪ سئو سٺ رپيا" مهر مقرر ڪندا آهن.

مخدوم صاحب هن ننڍي رسالي "تحفة المسلمين" ۾ ٽيرنهن ڪتابن جا حوالا آندا آهن. راقم الحروف هن رسالي جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي، جو مولانا محمد ادريس ڏاهري شاهہ پور جهانيان واري سن ١٩٩٩ع ۾ مخدوم ٺٽويءَ جي ڪتاب "الباقيات الصالحات" سان گڏ ڇپرايو آهي.

# اصلاح مقدمة الصلواة

هن رسالي جو نالو ڪاتب هن ريت لکيو آهي: "اصلاح مقدمة الصلواة- سيدنا و مولانا الخير النحري الشيخ محمد هاشم التتوي زيد عمره ودام..." انهيءَ عبارت جي لفظ "زيد عمره" مان اهو معلوم ٿئي ٿو، تہ هيءُ رسالو خود مخدوم صاحب جي حال حيات دور جو لکيل آهي، جو ڪيس ڊگهي عمر جي دعا ڪيل آهي.

رسالي ۾ ٢۴ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ نوَ انچ ۽ ويڪر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٩ ڪان ١٣ لفظ آهن. هن رسالي جو قلمي نسخو، محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لائبريريءَ ۾ آهي. ان جو عڪس راقم وٽ محفوظ آهي. هن نسخي ڪان علاوه مولوي حامد الله آگري، پيش امام- درگاهہ سعدي موساٽي، تعلقي ميهڙ وٽان بہ اصلاح مقدمة الصلواة جو هڪ قلمي نسخو تحفي طور مليو، جو پڻ راقم وٽ محفوظ آهي. البت، صحت جي لحاظ ڪان پهريون قلمي نسخو بهتر آهي. مخدوم صاحب هن ١٢ ورقن جي ننڍي رسالي ۾ ٦٢ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. هن رسالي جا قلمي نسخا مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڳڙهي ياسين، ڪنڊياري ۽ مدرسه ملير ڪراچي جي لائبررين ۾ موجود آهن. راقم هن ڪتاب جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب هيءُ رسالو مشهور ٺٽوي بزرگ ميين ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب "مقدمة الصلواة" منظوم جي اصلاح خاطر لکيو آهي. مخدوم صاحب "پاڻ اصلاح" جي مقدمي ۾ وضاحت ڪندي لکي ٿو:

"حمد ۽ صلواة ڪان پوءِ حقير ۽ گهٽو گنهگار محمد هاشم پٽ عبدالغفور جو چوي ٿو تہ، هن رسالي لکڻ جو سبب منهنجا

ڪي پيارا دوست آهن. الله تعاليٰ ڪين سلامت رکي! جن توجه ڇڪايو ته وڏي عارف ۽ مشهور صالح شيخ ابوالحسن پٽ مرحوم عبدالعزيز سنڌي (الله تعاليٰ سندس قبر کي روشن ڪري!) جو لکيل سنڌي ڪتاب "مقدمة الصلواة" سنڌ جي شهرن ۾ گهڻو مشهور آهي. خاص ۽ عام ماڻهن جي گهڻائيءَ لاءِ نماز جي مسئلن ۾ دستور العمل بڻجي چڪو آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ ڪن جاين تي ڪي مسئلا شڪ شبهي کان خالي ناهن. پوءِ جڳائي ته حق جي اظهار ۽ خلق جي رهبريءَ خاطر انهن جاين ۽ مسئلن تي روشني وڌي وڃي؛ پر باوجود سڄڻن جي انهيءَ صلاح جي هن فقير (محمد هاشم ٺٽوي) مؤلف (ميين ابوالحسن ٺٽوي) جي صلاحيت ۽ ڪمال جي ڪري ڪجهه مدت تائين انهن مسئلن جي اپٿار کان پاڻ کي روڪيو ۽ انهن مسئلن تي قلم کڻڻ جي جرئت نه ٿي ڪئي. نيٺ ڪجهه عرصي کان پوءِ منهنجي دل ۾ غيب جي خزاني مان الله تعاليٰ طرفان القاء ٿيو، يعني روح ريلو ڏنو ته هي خير جو ڪم آهي ۽ مؤلف (ميون ابوالحسن ٺٽوي) جو روح به راضي آهي. ڇو ته نيڪ ۽ صالح، حق ٻڌڻ سان خوش دل ٿيندا آهن، جيتوڻيڪ اهو حق ڇوڻ ڪٿي ننڍن کان ئي ظاهر ٿيو هجي. اهڙيءَ ريت حديث شريف ۾ به علم لڪائڻ جي مذمت آيل آهي. پوءِ ان ضرورت کي تنبيه طور پورو ڪيو ويو. جڏهن رسالو پورو ٿيو، ته ان جو نالو "اصلاح مقدمة الصلواة" رکيو ويو. جيڪو به منهنجي اصلاح ۾ ڪا غلطي يا سهو ڏسي، ته خدا ڪارڻ ان جي اصلاح ۽ تصحيح ڪري. بيشڪ الله تعاليٰ محسنن جو اجر ضايع نه ٿو ڪري!"

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ "مقدمة الصلواة" جي عبارت ۽ مسئلن جي اصلاح خاطر ٢٨ سوال ڪيا ۽ انهن جا جواب فارسيءَ ۾ ڏنا آهن ۽ اصل اصلاح طلب سنڌي بيت به حوالي طور ڏنا آهن. "اصلاح مقدمة الصلواة" جو وڌيڪ تفصيل سوانح حيات جي ائين باب ۾ آيل آهي.

ڪي پيارا دوست آهن. الله تعاليٰ کين سلامت رکي! جن توجه ڇڪايو تہ وڏي عارف ۽ مشهور صالح شيخ ابوالحسن پٽ مرحوم عبدالعزيز سنڌي (الله تعاليٰ سندس قبر کي روشن ڪري!) جو لکيل سنڌي ڪتاب "مقدمة الصلواة" سنڌ جي شهرن ۾ گهڻو مشهور آهي. خاص ۽ عام ماڻهن جي گهڻائيءَ لاءِ نماز جي مسئلن ۾ دستور العمل بنجي چڪو آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ ڪن جاين تي ڪي مسئلا شڪ شبهي کان خالي ناهن. پوءِ جڳائي تہ حق جي اظهار ۽ خلق جي رهبريءَ خاطر انهن جاين ۽ مسئلن تي روشني وڌي وڃي؛ پر باوجود سڀڻن جي انهيءَ صلاح جي هن فقير (محمد هاشم ٺٽوي) مؤلف (مِين ابوالحسن ٺٽوي) جي صلاحيت ۽ ڪمال جي ڪري ڪجھ مدت تائين انهن مسئلن جي اپٽار کان پاڻ کي روڪيو ۽ انهن مسئلن تي قلم کڻڻ جي جرئت نہ ٿي ڪئي. نيٺ ڪجھ عرصي کان پوءِ منهنجي دل ۾ غيب جي خزاني مان الله تعاليٰ طرفان القاء ٿيو. يعني روح ريلو ڏنو تہ هي خير جو ڪم آهي ۽ مؤلف (ميون ابوالحسن ٺٽوي) جو روح بہ راضي آهي. ڇو تہ نيڪ ۽ صالح، حق ٻڌڻ سان خوش دل ٿيندا آهن، جيتوڻيڪ اهو حق ڇوڻ ڪٽي ننڍن کان ئي ظاهر ٿيو هجي. اهڙيءَ ريت حديث شريف ۾ بہ علم لڪائڻ جي مذمت آيل آهي. پوءِ ان ضرورت کي تنبيه طور پورو ڪيو ويو. جڏهن رسالو پورو ٿيو، تہ ان جو نالو "اصلاح مقدمة الصلواة" رکيو ويو. جيڪو بہ منهنجي اصلاح ۾ ڪا غلطي يا سهو ڏسي، تہ خدا ڪارڻ ان جي اصلاح ۽ تصحيح ڪري. بيشڪ الله تعاليٰ محسنن جو اجر ضايع نہ ٿو ڪري!"

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ "مقدمة الصلواة" جي عبارت ۽ مسئلن جي اصلاح خاطر ٢٨ سوال ڪيا ۽ انهن جا جواب فارسيءَ ۾ ڏنا آهن ۽ اصل اصلاح طلب سنڌي بيت بہ حوالي طور ڏنا آهن. "اصلاح مقدمة الصلواة" جو وڌيڪ تفصيل سوانح حيات جي اٺين باب ۾ آيل آهي.

## حديقة الصفاء في اسماء المصطفي صلی الله علیه وسلم

هن رسالي ۾ ٣٥ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهه ڇهه انچ ۽ ويڪر چار انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٣ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ٧ لفظ آهن. هن رسالي جو قلمي نسخو تمام پراڻو آهي، پر صحيح سلامت آهي. اکرن جي بيهڪ، سهڻي سٽاءَ ۽ ڪتابت مان معلوم ٿئي ٿو، ته هيءُ قلمي نسخو خود مخدوم صاحب جي دور جو يادگار ۽ سندس هٿ جو لکيل آهي. اسان وٽ مخدوم صاحب جا تصديق شده هٿ اکر ۽ مهر به محفوظ آ ي انهن اکرن جي ڀيٽ سان گمان غالب ٿئي ٿو، ته هيءُ رسالو به خود مصنف جو دستخط قلمي نسخو آهي. محفوظ اکرن ۽ مهر جي تصديق علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن ڪئي آهي. بهرحال، هيءُ ناياب قلمي نسخو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي لائبريري، ڄام شوري ۾ محفوظ آهي.

هن رسالي جي خاص خوبي هيءَ آهي ته مخدوم صاحب توريت، زبور ۽ ٻين صحيفن سان گڏ انجيل جو حوالو به ڏنو آهي. عيسائي پادري انجيل جي تحريف ۽ دلائل جي حوالي سان مسلمانن سان مناظرو ڪندا ۽ رد ڪد ڏيندا رهيا آهن. مخدوم صاحب جي علمي ۽ ديني حيثيت ته مڃيل آهي، پر صحيفن ۽ انجيل تي سندس مهارت حيران ڪن آهي. پاڻ نه صرف انجيل جو ڄاڻو هو، پر عيسائين سان مناظرا به ڪندو رهندو هو. جنهن جي تصديق رچرڊ برٽن به ڪئي آهي.(6)

·راقم وٽ سنڌالاجي واري قلمي نسخي جو عڪس موجود آهي. سنڌ ۾ هن رسالي جو ٻيو قلمي نسخو سرهندي لائبريري، ٽنڊي سائينداد ۾ آهي.

### مواد جو وچور:

مخدوم صاحب عاشقِ رسول ﷺ ۽ سنت نبويءَ جو پابند ۽ دين اسلام

جي اجراء لاءِ هميشه ڪوشان رهندو هو. سيرت النبي، سوانح، مديني منوره ۽ اسماء النبي ﷺ جي موضوعن تي سندس ڪجھ ڪتاب لکيل آهن، مثلاً: بذل القوة، فتح القوي، زاد السفينة، قوة العاشقين، روضة الصفاء، حديقة الصفاء ۽ وسيلة الفقير وغيره.

مخدوم صاحب هيءُ ڪتاب حضور ﷺ جي نالن مبارڪن بابت نهايت تحقيقي ۽ جديد انداز ۾ لکيو آهي. عام طور حضور ﷺ جن جا ٩٩ نالا مشهور آهن، پر مخدوم صاحب قرآن، حديث، اصحابن ۽ تابعين جا آثار ۽ آسماني صحيفن- توريت، زبور ۽ انجيل جي حوالن سان حضور ﷺ جن جا نالا مبارڪ ميڙي چونڊي، الف- بي وار ترتيب ڏيئي مرتب ڪيا آهن. انهن نبوي نالن مبارڪن جو تعداد ١١٨١ آهي. نبي سائين جي نالن مبارڪن پڙهڻ جو فائدو ۽ طريقو بہ تحرير ٿيل آهي. مخدوم صاحب اڳتي هلي ”حديقة الصفاء“ ۾ آيل ١١٨١ نالن مبارڪن جي معنيٰ، مطلب، سمجهاڻي ۽ شرح ۾ ”وسيلة الفقير في شرح اسماء الرسول البشير“ نالي ضخيم ڪتاب فارسي ۾ بہ لکيو.

مخدوم صاحب جي تحقيق موجب حضور ﷺ جن جا نالا مبارڪ ٻن هزارن کان وڌيڪ آهن. تحقيق ڪندي کيس ١١٨١ نالا دستياب ٿيا، جن جي لسٽ ”حديقة الصفاء“ جي آخر ۾ شامل آهي.

مخدوم صاحب ڪتاب جو پس منظر، حوالي طور آيل ڪتابن جي تحقيق ۽ ترتيب بيان ڪندي مڪمل تفصيل پيش ڪيو آهي. هتي ”حديقة الصفاء“ جي مقدمي جو ترجمو ڏجي ٿو، تہ جيئن پوري ڪتاب جو تعارف سامهون اچي ۽ امتِ نبوي جا نيڻ ٺرن:

> ”حمد ۽ صلواة کان پوءِ عاجزي ۽ نيستي مڃيندڙ، الله تعاليٰ جي رحمت ۾ اميدوار محمد هاشم پٽ عبدالغفور سنڌي (الله ڪريم ٻنهي جا گناهہ بخشي ۽ عيب ڍڪي!) عرض گذاري ٿو، تہ ڪتاب ’سُبل الهديٰ والرشاد في سيرة خيرالعباد‘ مشهور ’سيرت شاميه‘ ۾ قاضي ابوبڪر بن عربي (المتوفيٰ: ٥٤٣هہ) کان نقل ڪيو آهي، تہ ڪن مشائخ صوفين فرمايو آهي: ’الله تعاليٰ جا هزار نالا مبارڪ آهن. اهڙيءَ طرح الله جي پياري پيغمبر ﷺ جا بہ هزار نالا آهن.‘
>
> شيخ عبدالرؤف مناوي ’شرح انموذج اللبيب‘ ۾ آندو آهي تہ

امام ابن فارس چيو: 'پياري نبي ﷺ جا ٻه هزار ويهه (٢٠٢٠) نالا مبارڪ آهن.'

جيتوڻيڪ انهن پيارن نبوي نالن مبارڪن جي تعداد جو تعين ۽ تفصيل ڪنهن ڪتاب ۾ يڪجاءِ نه ٿو ملي. پوءِ هن ڪمزور (محمد هاشم) کي دل ۾ خيال آيو، ته نبي ﷺ جا نالا مبارڪ جيڪي ٻه هٽ لڀن يا ملي سگهن، انهن کي هڪ لڙهيءَ ۾ پوئي هار ناهجي ته جيئن رسول الله ﷺ جي عاشقن کي ورد ۽ پڙهڻ ۾ آساني ٿئي. پوءِ انهن نبوي نالن مبارڪن کي قرآن شريف، حديث شريف، اصحابن ۽ تابعين جي آثارن مان ميڙي چونڊي سهيڙيو ويو آهي. هن رسالي ۾ کي اهڙا نالا مبارڪ به ذڪر ڪيل آهن، جن کي اڳوڻن عالمن بيان ڪيو آهي. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ناهي ته نبي ﷺ جن جي انهن نالن مبارڪن پڙهڻ ۽ ورد وظيفو ڪرڻ سان الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ جو راضپو حاصل ٿئي ٿو. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي زيارت ۽ ديدار جو وسيلو ٿيندو. انشاءالله تعاليٰ! هن رسالي جو نالو 'حديقة الصفاء في اسماء المصطفیٰ' ﷺ رکيو ويو آهي. هن رسالي ۾ مقدمو آهي، جيڪو ٽن فائدن تي مشتمل آهي. (۽ آخر ۾ نبي پاڪ جا ١١٨١ نالا مبارڪ درج آهن)"

هن رسالي جو اُردو ترجمو مفتي محمد جان نعيمي، مدرسه مجدديه نعيميه - ملير، ڪراچي طرفان ١٩٩٧ع ۾ ڇپرايو آهي. راقم ان جو اڳواٽ سنڌي ترجمو تحقيق دوران ڪيو هو. اردو ترجمو راقم جي قلمي نسخي تان ڪيل آهي.

# وسيلة الفقير في شرح اسماء الرسول البشير

هن ضخيم ڪتاب جي فهرست ١٢ ورق ۽ متن ٢٧٠ ورق، جملي ٥٦٢ صفحا آهن. صفحي جي ڊيگهہ نوَ انچ ۽ ويڪر ست انچ آهي. هر صفحي ۾ ٢١ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٥ لفظ آهن.

هيءُ قلمي نسخو ويجهڙائيءَ واري دور جو لکيل معلوم ٿئي ٿو. ان ڪان سواءِ آخري صفحو ڪٽل هئڻ ڪري، هن ضخيم ۽ ناياب ڪتاب جي تاليف جي تاريخ ۽ ڪاتب جي نالي وغيره جي پروڙ ڪانہ ٿي پوي. مخدوم صاحب حضور ﷺ جي نالن مبارڪن بابت هڪ الڳ هڪ رسالو "حديقة الصفاء في اسماء المصطفیٰ" ﷺ مرتب ڪيو هو. هيءُ ڪتاب "وسيلة الفقير" انهن نبوي نالن مبارڪن يعني "حديقة الصفا" جو شرح آهي. اسان جو غالب گمان آهي تہ "وسيلة الفقير" انهيءَ ننڍي رسالي "حديقة الصفاءِ" ڪان پوءِ لکيو ويو هوندو. افسوس آهي تہ "حديقة الصفا" جي تصنيف جو سال بہ معلوم ٿي نہ سگهيو آهي، البت، مخدوم صاحب "وسيلة الفقير" ۾ (١٩٨ ورق تي) پنهنجي هڪ ٻئي فارسي ڪتاب "فتح القوي" (سن تاليف ١١٣٣ هجري) جو حوالو ڏنو آهي. انهيءَ مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ "وسيلة الفقير" ضرور سن ١١٣٣ هـ ڪان بعد ۾ لکيو ويو هوندو. هي ڪتاب قلمي صورت ۾ آهي. راقم جي ڪتب خاني ۾ سينٽرل لائبريري، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري جي نسخي جو عڪس محفوظ آهي. ان ڪان سواءِ انهيءَ رسالي جا درگاهہ پير جهنڊي ۽ مدرسه مجدديہ نعيميہ - ملير، ڪراچي ۾ بہ قلمي نسخا موجود آهن.

**مواد جو چور:**

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ پنهي جهانن جي سردار ﷺ جي ١١٨١ نوراني نالن مبارڪن جو سليس فارسيءَ ۾ شرح لکيو آهي. مخدوم صاحب

نبوي نالا مبارڪ الف- بي وار ترتيب سان آٽي، ان کان پوءِ هر هڪ نبوي نالي مبارڪ جي لفظي معنيٰ، اهو نالو مبارڪ قرآن، حديث يا ڪنهن ٻئي ماخذ ۾ آيل آهي، ان جي نشاندهي ۽ حوالو. نالي مبارڪ پڙهڻ جا فضائل ۽ برڪتون لکيون آهن. آخر ۾ ويو آهي هر هڪ نالي مبارڪ جي سليس فارسي ۾ سمجهاڻي ڏيندو. ان ڏس ۾ اڄ تائين فارسيءَ ۾ اهڙو جامع ڪتاب ۽ شرح نہ لکيو ويو آهي. سندس قلم مان عشقِ رسول ﷺ جا سرچشما ڦٽي نڪتا آهن. گويا هيءُ ڪتاب علمي خزانو ۽ ساهہ سان سانڍڻ جهڙو تحفو آهي ۽ تحقيقي دنيا ۾ مخدوم صاحب جو هڪ وڏو علمي ڪارنامو آهي.

مخدوم صاحب "وسيلة الفقير" جو مواد هن ريت ورهايو آهي: ڪتاب جي شروعات ۾ نالي ڪان پوءِ سڄي مواد جي ٢۴ صفحن ۾ فهرست آيل آهي. ان کان پوءِ ڪتاب لکڻ جو سبب، مقصد، جامع مقدمو، چار باب، بابن ۾ مختلف فصل، قسم، فائدا ۽ آخر ۾ خاتمو آهي.

## النفحات الباهرة في جواز القول بالخمسة الطاهرة

هن رسالي ۾ ٨ صفحا آهن، جنهن ۾ ١٩ وڏن ڪتابن جا حوالا ڏنل آهن. صفحي جي ڊيگهہ ساڍا ست انچ ۽ ويڪر ساڍا ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ ١٦ سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور ١٦ لفظ آهن. هن رسالي جا قلمي نسخا ڳڙهي ياسين، سنڌالاجي، پير جهنڊي ۽ وليدي ڪتب خانہ- لاڙڪاڻي ۾ موجود آهن. راقم وٽ ڳڙهي ياسين واري قلمي نسخي جو عڪس آهي.

**مواد جو وچور:**

مخدوم صاحب جي وقت ۾ ڪن متعصب ماڻهن ائين چيو ۽ اها ڳالهہ مخدوم صاحب جي ڪن تي بہ پئي تہ، "جيڪو شخص پاڪ پنجن سڳورن کي 'پنجتن پاڪ' چوندو تہ اهو رافضي آهي ۽ جيڪو ماڻهو اهل بيت جي مشهور ٻارهن امامن سڳورن کي 'ٻارهن امام' چوندو تہ اهو ڪافر آهي."

مخدوم صاحب هن رسالي ۾ حديثن ۽ حوالن سان اهو ثابت ڪيو آهي، تہ پنجتن پاڪ لفظ مان مراد حضرت محمد ﷺ، حضرت علي، حضرت حسن، حضرت حسين ۽ حضرت فاطمة الزهرىٰ رضي الله عنهم آهن. انهن پنجن سڳورن کي "پنجتن پاڪ" چوڻ جائز آهي. هن جو اصل "صحيح مسلم" جي حوالي سان ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها جي حديث مان صحيح ۽ ثابت آهي. انهن پنجن ڀلارن کي پنجتن پاڪ چوڻ جائز آهي ۽ ان جو انڪار ڪندڙ جاهل آهي.

ٻارهن امامن سڳورن کي "ٻارهن امام" چوڻ وارو بہ ڪافر نہ آهي ۽ ائين ڪافر چوڻ حق ڪان تجاوز ڪرڻ آهي. مشهور ٻارهن امام هي آهن: حضرت علي، حضرت حسن، حضرت حسين، حضرت زين العابدين، حضرت محمد باقر، حضرت جعفر صادق، حضرت موسىٰ رضا، حضرت موسىٰ ڪاظم، حضرت محمد نقي، حضرت علي نقي، حضرت حسن عسڪري ۽

حضرت محمد مهدي رضي الله عنهم.

ٻارهن امامن سڳورن جي باري ۾ مخدوم صاحب جي تحقيق هيءَ آهي، تہ عزت ۽ احترام طور انهن ڀلارن کي 'ٻارهن امام' چوڻ ۾ حرج ڪونهي. البت، انهن کي نبين سڳورن وانگر معصوم سمجهڻ ۽ خلافت رڳو انهن ۾ منحصر ڄاڻڻ صحيح ناهي ۽ ائين چوڻ اهلِ سنت جي عقيدي جي ابتڙ آهي. ائين چوڻ وارو بدعتين ۾ ڳڻيو ويندو، پر ان تي ڪفر جو حڪم لڳائڻ حق کان تجاوز ڪرڻ آهي.

راقم هن ڪتاب جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. تازو مولانا محمد ادريس ڏاهري شاهہ پور جهانيان واري انهيءَ ڪتاب جي فارسي متن جو سنڌي ۾ خلاصو شايع ڪيو آهي. انهيءَ خلاصي جو تعارف بہ راقم جو لکيل آهي.

# فضائل نماز و دعاء عاشوره

هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي وفات کان ٢٧ سال پوءِ سن ١٢٠١ هجري جو ڪتابت ٿيل آهي. ڪاتب قاضي محمد حسن ولد حافظ محمد عابد فاروقي سونڊوي آهي. رسالي ۾ ١٢ صفحا آهن ۽ هر صفحي جي ڊيگهه اٺ انچ ۽ ويڪر ڇهه انچ آهي. هر صفحي ۾ ١۴ سٽون ۽ هر صفحي ۾ سراسري طور ١٢ لفظ آهن. هيءُ رسالو ٺٽي جي ويجهو "سونڊڻ" جي شهر ۾، قاضي محمد موسيٰ وٽ محفوظ آهي. رسالي جي منڍ ۾ ڪاتب لکيو آهي: "نقل از رسالہ مولانا مرحوم مخدوم حاجي محمد هاشم غفر الله عنه".
قاضي محمد موسيٰ جي خانداني روايت موجب هيءُ رسالو مخدوم صاحب جي تصنيف آهي. البت، ان جو ڪنهن بہ فهرست ۾ نالو آيل نہ آهي. هيءُ رسالو بلڪل نئون دستياب ٿيو آهي. راقم کي انهيءَ رسالي جو عڪس قاضي محمد موسيٰ سونڊوي کان مليو. جو سنڌ ۾ واحد قلمي نسخو آهي ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي.

**مواد جو وچور:**

هيءُ رسالو بہ وقت جي اهم ضرورت ۽ هڪ علمي مسئلي بابت تحرير ٿيل آهي. مخدوم صاحب جي دور ۾ سنڌ ۾ خاص طرح سان ٺٽي شهر ۾ اسلامي هجري سال جي پهرئين مهيني محرم الحرام عاشوري جي ڏينهن ۾ ناجائز ڪم ٿيندا هئا. مخدوم صاحب عام ماڻهن جي رهنمائيءَ ۽ سنت نبوي جي طريقي موجب عاشوري جي ڏينهن ۾ صحيح ۽ جائز ثواب جي ڪمن ڪرڻ لاءِ هيءُ رسالو جوڙيو، تہ جيئن عام ماڻهو اجاين ريتن رسمن کان بچن. نماز ۽ دعائون پڙهي ثواب دارين حاصل ڪن.

مخدوم صاحب حمد ۽ صلواة کان پوءِ وضاحت سان لکي ٿو:

"هيءُ رسالو آهي منجهہ بيان نماز ۽ دعائن جي، جيڪي عاشوري

جي ڏينهن ۽ رات ۾ پڙهجن.

نماز عاشوري جو بيان: نبي ﷺ فرمايو آهي تہ جيڪو عاشوري جي رات سؤ رڪعتون نماز پڙهي، هر رڪعت ۾ سورت فاتحه کان پوءِ ٽي ڀيرا سورت اخلاص پڙهي، سلام ورائڻ کان پوءِ ستر ڀيرا تسبيح "سبحان الله و بحمده- سبحان الله العظيم" پڙهي، تہ الله تعاليٰ ان جا سمورا گناهہ بخشيندو ۽ سچو سال سندس ڪم خير خوبيءَ سان پورا ٿيندا رهندا."

اهڙيءَ ريت سڄي رسالي ۾ مختلف نفل نمازن پڙهڻ جا طريقا ۽ دعائن پڙهڻ جا نمونا بيان ٿيل آهن. جنهنڪري اسلامي هجري سال جي پهرئين مهيني محرم الحرام جي اهميت پڻ اجاگر ٿئي ٿي ۽ اهل بيت رسول ﷺ جي عملي ۽ حقيقي محبت نصيب ٿئي ٿي. مخدوم صاحب سنتِ نبوي جو پيروڪار هو، ان ڪري عام بدعتن کان بچڻ ۽ محرم الحرام ۾ صحيح عمل ڪرڻ بابت هيءُ رسالو جوڙي مسلمانن جي رهنمائي ڪئي اٿائين.

# حاشيه شيخ الاسلام سراجي

علم فرائض- فقه ۽ حسابن جي انهن قاعدن ڄاڻڻ جو نالو آهي، جنهن جي ذريعي ميت جي ڇڏيل مال ملڪيت کي وارثن ۾ ورهائڻ جي ڪيفيت ۽ انهن جا درجي وار حق ۽ وارثيءَ جا طريقا بيان ڪيا ويندا آهن. علم فرائض کي اڌ علم چيو ويو آهي. انساني زندگي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي: هڪ حياتي، ۽ ٻيو مماتي.

حياتيءَ جو حساب ته هر هڪ ڄاڻي سگهي ٿو، پر ڪنهن شخص جي وفات کان پوءِ، شرعي قانون موجب سندس مال ملڪيت حصي رستي حقدارن ۽ پونيرن ۾ ورهائڻ لاءِ علم فرائض جي مڪمل ڄاڻ ضروري آهي.

ان ڏس ۾، علم فرائض ۽ ورثي ترڪي بابت "سراجي" نالي عربي زبان ۾ اڄوڪي وقت جو مشهور ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب امام سراج الدين محمد بن محمود بن عبدالرشيد سجاوندي حنفي جو لکيل آهي. اهو بزرگ غالباً ڇهين ستين صدي هجريءَ ۾ ٿي گذريو آهي. سندس ڪتاب "سراجي" فرائض جي فن ۾ واحد ڪتاب آهي، جيڪو هر طبقي جي ديني مدرسن ۾ نصاب طور پڙهايو وڃي ٿو. انهيءَ ڪتاب جا ڪيترن ئي محققن نثر خواه نظم ۾ شرح لکيا آهن، پر شرح شيخ الاسلام سيف الدين احمد بن يحيٰي بن محمد مهروي (وفات ٩١٦هه) سرِ فهرست آهي.

مخدوم صاحب پڻ انهيءَ شرح شيخ الاسلام جو به حاشيو لکيو آهي. اهو حاشيو فارسي ٻولي ۾ تحرير ڪيل آهي. خوش قسمتيءَ سان اهو حاشيو مخدوم صاحب جي هڪ ٻئي ڪتاب "حاشيہ خلاصة الحساب" جي ساڳئي جلد جي آخر ۾ شامل ٿيل آهي. هيءُ حاشيو نئون دستياب ٿيو آهي. مخدوم صاحب هن ۾ پهريان علم فرائض جي اهميت ۽ تفصيل ڏنو آهي. ان بعد ورثي ترڪي ۾ شامل حقدار وارثن جي جدول به ڏني آهي.

افسوس آهي ته اسان کي انهيءَ ناياب حاشيي شيخ الاسلام بر سراجي

جو فقط چار ورقي مواد ملي سگهيو آهي. ۽ اهو آخر ۾ اڻ پورو آهي. بهرحال، ڪُل نہ ملڻ سان جز جو ملڻ بہ غنيمت آهي.

جيتوڻيڪ هن حاشيي تي تصنيف جو سال، ڪتابت ۽ ڪاتب جو نالو تہ لکيل ڪونهي، البت پهرئين صفحي تي ڪاتب طرفان هيٺيون نوٽ لڳل آهي:

"حواشي اين ڪتاب شيخ الاسلام و خلاصة الحساب و اين مقطع بمعه تصحيح جدول از دست مخدوم محمد هاشم رحمه ربه الراحم.... تصحيح و مقابلہ والله المؤفق..."

انهيءَ مٿئين عبارت مان اهو ظاهر آهي تہ هيءُ رسالو بہ حاشيہ خلاصة الحساب وانگر ناياب آهي. خود مخدوم صاحب طرفان تصحيح بہ ڪيل آهي ۽ مخدوم صاحب جي اصل نسخي تان پيتي اتاريو ويو آهي.

هن رسالي جو اصل قلمي نسخو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جي ڪتب خاني ۾ آهي ۽ راقم وٽ ان جو عڪس موجود آهي.

## حوالا


١. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "ذريعة الوصول" (فارسي) مرتب: علامه قاسمي، ڏسو مقدمو ص ٢

٢. القدوري ابوالحسين احمد بن محمد بغدادي: "القدوري" (عربي)، ص ٣۴

٣. مخدوم امير احمد: "تعليمات اسلام" (ترجمو: قدوري سنڌي) حصو ٢، ص ٢۴

۴. بلوچ نبي بخش خان، ڊاڪٽر: "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ"، ص ۴٢١

۵. شاهہ ولي الله دهلوي: "تفسير فتح الرحمان"، مترجم: غلام مصطفيٰ قاسمي، ڏسو حاشيو ص ۵٠٠

٦. رچرڊ برٽن: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون"، (مترجم سنڌي)، ص ٧٧

# (د) مخدوم صاحب جي علمي عظمت

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي علمي عظمت پڻ انهيءَ مان صاف ظاهر آهي، تہ سندس دور کان وٺي هن موجوده وقت تائين اهلِ علم عالمن ۽ اهلِ قلم فاضلن پنهنجي علمي تصنيفات ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن جا حوالا سَند ۽ دليل طور وٺي، پنهنجن ڪتابن ۾ شامل ڪندا پئي آيا آهن. سندس ڪتابن جا سنڌي ترجما بہ ڪيا ويا آهن. سندس علمي عظمت هن موجوده دور تائين قائم ۽ دائم آهي. هر مڪتبئہ فڪر جا عالم سڀ‌ئي، مخدوم صاحب جي تحقيقي حوالن ۽ ڪتابن جي عظمت ۽ مڃتا جا قائل آهن.

برصغير هند و پاڪ جي ورهاڱي کان اڳ ۾، سنڌ جي عالمن کي ٻن نالن سان ياد ڪيو ويندو هو. هڪ همايوني ۽ ٻيو امروٽي. اهي ٻئي گروهہ مخدوم صاحب جي علمي عظمت جا قائل هئا. ڪنهن مسئلي ۾ اختلاف ٿيندو هو ۽ بحث نہ نبرندو هو، تہ جيڪڏهن ڪا ڌر مخدوم صاحب جي ڪنهن ڪتاب جو دليل طور حوالو پيش ڪندي هئي، تہ ٻئي ڌريون آمنا صدقنا چئي حق کي تسليم ڪنديون هيون ۽ مخدوم صاحب جي علمي عظمت آڏو سر تسليم خم ڪنديون هيون. ان ڏس ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جو چوڻ آهي، تہ هڪ دفعي همايون شريف ۾ (همايوني ۽ امروٽي) عالمن ۾ ڪنهن فقهي مسئلي تي مناظرو ٿيو. جڏهن همايوني ڌر طرفان مولانا محمد قاسم ڳڙهي ياسين واري مخدوم صاحب جي "بياض هاشمي" جي هڪ جزئي ڏيکاري، تہ سڀ خاموش ٿي ويا.[1]

انهيءَ مٿئين هڪ ئي مثال مان مخدوم صاحب جي علمي عظمت ۽ سندس تصنيف "بياض هاشمي" جي تحقيقي اهميت معلوم ٿئي ٿي، تہ مختلف فڪر ۽ راءِ رکندڙ عالمن جي سامهون جڏهن مخدوم صاحب جو نالو ۽ تحقيقي حوالو اچي ٿو، تہ سڀ ڌريون اختلاف ڇڏي ڪري، بنا هٻڪ جي پنهنجي علم، انا ۽ تحقيق کي ڇڏي، مخدوم صاحب جي بيان ڪيل حق

طرف رجوع ڪن ٿيون.

مخدوم صاحب جي وقت کان وٺي، سندس علمي ۽ تحقيقي ڪتابن جا حوالا ٻيا مصنف پنهنجي ڳالهہ کي پڪو پختو ڪرڻ ۽ دليل طور پنهنجن ڪتابن ۾ ڏيندا آيا آهن. مخدوم صاحب جي همعصر عالمن کان وٺي هن وقت تائين، جن مصنفن مخدوم صاحب جي ڪتابن جا حوالا ورتا آهن، تن مان جيڪي مطالعي دوران دستياب ٿي سگهيا آهن، انهن جو وچور هن ريت آهي:

**ابوالحسن ڏاهري:**

هيءُ پلارو بزرگ مخدوم صاحب جو همعصر ۽ وڏو صوفي عالم ٿي گذريو آهي. سندس ڪتاب "ينابيع" کي تصوف ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. ان ڏس ۾ مولانا دين محمد وفائي لکي ٿو:

> "ابوالحسن ڏاهري پنهنجي مشهور ڪتاب 'ينابيع' ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي ڪتاب "بناء الاسلام" جا جاءِ بجاءِ حوالا ڏنا آهن."[2]

ان کان علاوه، ابوالحسن ڏاهري پنهنجي هڪ ٻئي منظوم فارسي تصنيف "سراج المصلي" ۾ مخدوم صاحب جو ٽن مختلف هنڌن تي نالو ۽ حوالو آندو اهي، جيئن چوي ٿو:

ولي گفت مخدوم هاشم مرا
ڪہ در شرح منيہ بڪرده خطا

مطلب تہ مون کي مخدوم هاشم چيو، تہ هن مسئلي ۾ "شرح منية" ڪتاب ۾ غلطي آهي.

باين طور مخدوم هاشم فقيہ
نوشتہ ميان ڪتب اي نبيہ

اهڙيءَ ريت مخدوم هاشم پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو آهي. هو وڏو فقيہ آهي.

ز تصنيف مخدوم هاشم فقيہ
شفا نام ديدم ڪتابي نبيہ.[3]

مخدوم هاشم فقيہ جي تصنيف "شفاء" نالي هڪ ڪتاب ڏٺم.

"سراج المصلي" جي انهن مٿين شعرن مان هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

١. ابوالحسن ڏاهري، مخدوم صاحب سان مليو هو. مخدوم صاحب سندس ڪنهن پيچيل مسئلي يا مونجهاري جي باري ۾ چيو، تہ "شرح منية"

ڪتاب واري ڪان هن مسئلي ۾ خطا ٿي آهي.
٢. ابوالحسن ڏاهريءَ مخدوم صاحب کي "فقيه" ڪري لکيو آهي.
٣. مخدوم صاحب جي ڪتاب "شفاء" جو نالو حوالي طور آيل آهي.

اهڙيءَ ريت ابوالحسن ڏاهريءَ "ينابيع" ۽ "سراج المصلي" ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن "بناء الاسلام" ۽ "شفاء" جا نالا حوالي ۽ سَند طور شامل ڪيا آهن. سندس همعصر صوفي عالم وٽ اها علمي ميجتا مخدوم صاحب جي علمي عظمت جو دليل آهي.

## مخدوم عبدالله نرئي وارو:

هيءُ بزرگ مخدوم صاحب کان پوءِ، ان دور ۾ سنڌي ڪتابن جو وڏو مصنف ٿي گذريو آهي. مخدوم صاحب جو شاگرد پڻ هو. هن پنهنجي مشهور منظوم سنڌي ڪتاب "ڪنز العبرت" ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن "بذل القوة" (عربي) ۽ "حيات القلوب" (فارسي) جا حوالا آندا آهن. جيئن پاڻ لکي ٿو:

"خلاصة السير" ۽ "بذل القوة" ۾ ٿي آهي مذڪورا
جو "بذل القوة" تصنيف مخدوم هاشم جي رحمت ڪريس خدا

آهي "حيات القلوب" ۾ ان پر مذڪورا
جو تصنيف مخدوم هاشم جي رحمت ڪريس خدا.(4)

اهڙيءَ طرح مخدوم عبدالله نرئي واري پنهنجي رسالي "وفات نامه" منظوم سنڌي ۾ پڻ مخدوم صاحب جي ٻنهي ڪتابن "بذل القوة" ۽ "حيات القلوب" جا حوالا درج ڪيا آهن.(5)

## مخدوم عبدالواحد سيوستاني:

مخدوم صاحب جو ننڍو همعصر ۽ وڏو فقيه ٿي گذريو آهي. سندس تصنيف "بياض واحدي" ٻن جلدن ۾ علمي حلقن ۾ مشهور آهي. سيوستاني بزرگ پنهنجي انهيءَ ڪتاب ۾ مخدوم صاحب جي مشهور علمي ڪتاب "بياض هاشمي" جا حوالا آندا آهن.(6)

**سيد علي محمد شاهہ دائري وارو:**

هن بزرگ جو ڪتاب "مصلح المفتاح" (١٢٧٧هـ-١٨٦١ع) نماز بابت هڪ اهم سنڌي ڪتاب آهي. دائرائي بزرگ پنهنجي انهيءَ مذڪور ڪتاب ۾ مخدوم صاحب جي ٢٢ ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. رڳو "بياض هاشمي" جو ١٦ ڀيرا حوالو ڏنو ويو آهي. "مصلح المفتاح" سنڌيءَ ۾ مخدوم صاحب جي هيٺين ڪتابن جا حوالا ڏنل آهن:

(١) فرائض الاسلام (٢) حيات الصائمين (٣) جنة النعيم (۴) بياض هاشمي (۵) اصلاح مقدمة الصلواة (٦) فاڪهة البستان (٧) ذبح ۽ شڪار (٨) تحفة الاخوان (٩) الحجة الجلي (١٠) زاد الفقير (١١) نتيجة الفڪر (١٢) رشف الزلال (١٣) مفتاح الجنان (١۴) شفاء الدائم (١۵) درهم الصرة (١٦) ذريعة الوصول (١٧) شرح دلائل الخيرات (١٨) تحفة المرغوبة (١٩) وسيلة القلوبّ (٢٠) شرح شمائل (٢١) تفسير هاشمي (٢٢) حيات القلوب.[7]

**مخدوم عبدالصمد:**

مخدوم فتح محمد پاٽائي برهان پوريءَ جو فارسيءَ ۾ نماز بابت هڪ ڪتاب لکيل آهي. مخدوم عبدالصمد ان ڪتاب جو سن ١٢٨٨هـ/ ١٨٧١ع ۾ سنڌي ترجمو ڪيو. ترجمي ۾ مسئلن کي سمجهائڻ لاءِ ڪي اضافا بہ ڪيائين ۽ انهن ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن جا حوالا سند طور ڏنائين. "شين جو پاڪ ڪرڻ" ۽ "نماز جو وقت سڃاڻڻ" وارن بابن ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن "فرائض الاسلام" ۽ "رشف الزلال" جا حوالا درج ڪيل آهن.[8]

**قاري عبدالرحمان:**

هن بزرگ تيرهين صدي هجري جي اوائل ۾ الله جي پاڪ ڪتاب قرآن شريف جي قاعدن بابت "قواعد القرآن" نالي منظوم سنڌيءَ ۾ رسالو لکيو. ان پنهنجي رسالي ۾ مخدوم صاحب جو نالو ۽ حوالو هن ريت آندو ويو آهي:

"تحرير ۾ مخدوم محمد هاشم جي آهي هنپر تفصيلا"[9]

**مولوي عبدالغفور همايوني:**

هيءُ بزرگ چوڏهين صدي هجريءَ جو وڏو عالم، شاعر، فقيه، عاشق

رسول ۽ سنڌ جو مشهور مفتي ٿي گذريو آهي. سندس فتوائون سنڌ کان علاوه بلوچستان تائين مقبول هيون. سندس فتوائن جو بهترين ڪتاب "فتاويٰ همايوني" نالي ڇپيل آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ مخدوم صاحب جي ڪتاب "موهبة العظيم" جو حوالو آيل آهي.(10)

**محمد اسماعيل:**

هن بزرگ سنڌي ۾ "عقيقي جو رسالو" لکيو. ان ۾ مخدوم صاحب جي "بياض هاشمي" جو حوالو شامل ڪيو ويو آهي.(11)

**مولوي محمد قاسم ڳڙهي ياسين وارو:**

هن بزرگ جو "فتاويٰ قاسميه" نالي فارسي ۾ بهترين ڪتاب ڇپيل آهي. ان ۾ مخدوم صاحب جي ڪتاب "فاڪهة البستان" جا حوالا موجود آهن.(12)

**مولوي محمد ابراهيم ڳڙهي ياسين وارو:**

هي بزرگ ناظم جمعيت احناف صوبہ سنڌ، وڏو عالم ۽ شاعر هو. فارسي نثر ۽ نظم ۾ سندس رسالو "النظم المقبول في آداب الرسول" ڇپيل آهي. هن رسالي ۾ آداب الرسول ﷺ جي حوالي سان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ مخدوم محمد عابد سيوستاني جا نالا درج آهن.(13)

**مولوي محمد عثمان نورنگ زادو:**

هي ڀلارو عالم سنڌ مدرسة الاسلام، ڪراچيءَ ۾ فقه جو استاد هو. سندس سنڌيءَ ۾ "تفسير تنوير الايمان" مشهور آهي. هن پنهنجي ڪتاب "تحفة الاسلام" ۾ مخدوم صاحب جو حوالو آندو آهي.(14)

**مولوي عبدالڪريم ديروي:**

مولوي صاحب ميهڙ جو وڏو عالم، قرأت تجويد جو ماهر ۽ گهڻن ڪتابن جو مصنف ٿي گذريو آهي. تجويد بابت سنڌيءَ ۾ سندس بنيادي رسالا ڇپيل آهن، جن ۾ هن مخدوم صاحب جي تصنيف "فرائض الاسلام" جو حوالو شامل ڪيو آهي.(15)

**مولوي محمد موسيٰ:**

چوڏهين صدي هجريءَ جي عالـمن مان مولوي صاحب ساڪن راڏڻ تعلقي سيوهڻ جو مشهور فقيه ٿي گذريو آهي. سندس ڪتاب "فتاويٰ فقه" سنڌيءَ ۾ مشهور آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب جي هيٺين ڪتابن جا حوالا موجود آهن: (١) بياض هاشمي (٢) حيات القلوب (٣) ذبح ۽ شڪار (۴) زادالفقير (۵) فتح القوي.[16]

**شاهه آغا سرهندي:**

سنڌ ۾ ٽنڊي سائينداد ۾ سرهندي بزرگن جي درگاه علم ۽ فيض جو مرڪز رهي آهي. حضرت شاهه آغا سرهندي وڏو عالم، فيضور صوفي ۽ حڪيم هو. ان بزرگ به پنهنجن ڪتابن ۾ مخدوم صاحب جا حوالا شامل ڪيا آهن.[17]

**مفتي عبدالله نعيمي:**

مفتي صاحب هن ويجهي دور جو هڪ وڏو عالم، مدرس ۽ ڪتابن جو عاشق ٿي گذريو آهي. سندس مدرسو ۽ فتاويٰ يادگار آهن. هن وقت سندس فرزند مفتي محمد جان نعيمي انهيءَ مدرسي کي مچايو وينو آهي. مفتي عبدالله نعيمي پنهنجي فتاويٰ ۾ مخدوم صاحب جي هيٺين ڪتابن جا حوالا شامل ڪيا آهن: (١) بياض هاشمي (٢) قصيده هاشميه (٣) حيات القلوب (۴) فاڪهة البستان (۵) فتح الڪلام.[18]

**مفتي عبدالرحمان ٺٽوي:**

مفتي صاحب هن وقت ٺٽي شهر جو هڪ وڏو عالم فاضل، مدرس ۽ مصنف آهي. سندس ديني مدرسو ۽ ڪتب خانو مشهور آهي. پاڻ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه جو عاشق آهي. هن پنهنجي مشهور ڪتاب "ارشاد الفقه" ۾ مخدوم صاحب جي ڪتابن جا جاءِ بجاءِ حوالا ڏنا آهن.[19]

# حوالا


١. قاسمي غلام مصطفيٰ، علامہ: "سنڌ ۾ فتويٰ جو فن" (مقالو)، ماهوار "شريعت" سکر سنڌ، ١-٢، ١٩٧٨ع، تلخيص ص ١٥
٢. وفائي دين محمد: "تذڪره مشاهير سنڌ" جلد-١، ص ١٢٤
٣. ابوالحسن ڏاهري: "سراج المصلي" (فارسي قلمي) ص ٥٣، ٢٨٨، ٣١٧
٤. مخدوم عبدالله نرئي وارو: "ڪنز العبرت" جلد-٢، ص ١٣٠، ١٣٢
٥. مخدوم عبدالله نرئي وارو: "وفات نامو" (سنڌي)، ص ٤١، ٤٤
٦. مخدوم عبدالواحد سيوستاني: "بياض واحدي" جلد-١، ص ٢٢٧، ٢٢٨، ٣٢٣، ٣٢٦
٧. سيد علي محمد شاهہ دائري وارو: "مصلح المفتاح" (منظوم سنڌي)، ص ٨١-٥٨٣
٨. مخدوم عبدالصمد: "مفتاح الصلواة" (سنڌي)، ص ٥٢، ٨٧، ٨٩
٩. قاري عبدالرحمان: "قواعد القرآن" (سنڌي)، ص ٨
١٠. مولوي عبدالغفور همايوني: "فتاويٰ همايوني" (فارسي)، جلد-١، ص ٣١٠
١١. محمد اسماعيل: "عقيقي جو رسالو"، بحوالہ "سنڌ ۾ فقهي ادب جو ارتقاء"، ص ٧٩
١٢. مولوي محمد قاسم ڳڙهي ياسيني: "فتاويٰ قاسميه" (فارسي)، ص ١٣٦-١٣٩
١٣. مولوي محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني: "النظم المقبول" (فارسي)، ص ٦
١٤. مولوي محمد عثمان نورنگ زادو: "تحفة الاسلام"، حصو ٥، ص ١٩٨
١٥. مولوي عبدالڪريم ديرِوي: "تعليم القرآن" (سنڌي)، ص ٢
١٦. مولوي محمد موسيٰ: "فتاويٰ فقه" (سنڌي)، ص ٨، ١١، ٨٦، ٣٠٥
١٧. شاهہ آغا سرهندي: "مخزن العلوم" - حصو فقه ص ٨، حصو قرأة ص ١٦، "احسن الوسائل" ص ٢٠
١٨. مفتي محمد عبدالله نعيمي: "فتاويٰ مجدديه نعيميه"، (اردو)، جلد-١، ص ٨٣، ٩٧، ١٨٠، ٢٠١، ٢٤٣، ٢٤٤، ٢٤٥، ٢٥٠، ٢٨٣، ٢٩٦، ٤١٧
١٩. مفتي عبدالرحمان ٺٽوي: "ارشاد الفقه" (سنڌي)، ص ١-٢٤٠

# (هـ) مخدوم صاحب عالمن
# ۽ اديبن جي نظر ۾

مخدوم صاحب رباني عالم ۽ محقق فقيه هو. عالمِ اسلام، عرب عجم ۽ پوري هند ۽ سنڌ ۾ سندس مقبوليت هئي. ان ڪري سندس همعصر دور جي عالمن، صالحن ۽ شاعرن توڙي پوءِ جي عالمن ۽ اديبن سندس علمي ۽ ديني خدمتن ۽ ڪارنامن جي دل کولي تعريف ڪئي آهي ۽ سندس ساراهه جا سرس ڏڪ ڀريا آهن. مخدوم صاحب کي جن اهلِ قلم شخصيتن نيڪيءَ ۽ دعائن سان ياد ڪيو آهي، بيشڪ هو ان تعريف جو لائق ۽ فائق هو.

ڪن اهلِ قلم ڪيس وقت جو مجدد ۽ مجتهد لکيو آهي، تہ ڪن وري برک عالم، محقق، مفسر، محدث ۽ فقيه سڏيو آهي. ڪيس سنتِ نبويءَ جو جيارينڌڙ، مرشد ۽ بدعتن جي پاڙ پٽينڌڙ، حق جي اگهاڙي تلوار تسليم ڪيو ويو آهي. ڪن ڪيس قاضي القضات، مناظر، مصنف، امام ۽ پنهنجي وقت ۾ نفاذ اسلام جو محرڪ ڪوٺيو آهي. بهرحال، مخدوم صاحب ۾ الله تعاليٰ جي عنايت ۽ رسول الله ﷺ جي رحمت سان اهي سڀ خوبيون موجود هيون.

هتي انهن اهلِ قلم عالمن، اديبن ۽ شاعرن جا دلي جذبات ۽ قيمتي تاثرات ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن مان ميڙي مرتب ڪيا ويا آهن. شروعات مخدوم صاحب جي دور جي ولي الله، نقشبندي سلسلي جي روحاني رهبر، ابوالقاسم نقشبندي ٺٽوي "آفتابِ مڪلي" جي قول سان ڪجي ٿي:

### 1. ابوالقاسم نقشبندي

ابوالقاسم تہ گهڻا آهن، پر هيءُ مرد مجاهد هڪ ئي آهي. انهيءَ ماءُ کي آفرين هجي، جنهن مخدوم محمد هاشم کي ڄڻيو. هن زماني ۾ ان جي برابر ڪو بہ ڪونهي.[1]

**2. مخدوم عبدالرحمان** (مخدوم صاحب جو وڏو فرزند)

هاڻي هي رسالو مون جوڙيو ڪيو سنڌي واءِ
ڪنا رسالن فارسي، جن ۾ مسائل حج سندا
سي آهين تصنيف منهنجي والد جي محمد هاشم جنهنجو تانءَ
جو استاد مرشد منهنجو ۽ زياده منجهه علما
پڻ رحمت ڪر رحيم تون تنهن تي راتين روز مرا
ساڻ اولاد تنهنجي ۽ محب جي تِنهنجا.[2]

**3. مخدوم عبداللطيف** (مخدوم صاحب جو ننڍو فرزند)

قطب العارفين، محقق فقيه، محدث مرشد، ٻارهين صدي هجريءَ جو مجدد، عالمِ رباني، نعمانِ ثاني، حاجي الحرمين مرحوم مغفور مخدوم محمد هاشم جو هر هڪ ڪتاب عجيب فائدن ۽ ديني معلومات سان ڀرپور آهي. جيڪو به انهن ڪتابن جو مطالعو ڪندو، ته ان کي گلستانِ شريعت جي هيڪار حاصل ٿيندي.[3]

**4. مير علي شير "قانع" ٺٽوي**

مخدوم حاجي هاشم ولد عبدالغفور وڏي شان وارو بزرگ، زماني جي عالمن جو سرتاج آهي. هو دين جي قانون جي ترويج ۽ اسلام جي بنيادي حڪمن جي ڪوشش ۾ بيحد مصروف رهندو هو. جڻ ته سندس زماني ۾ دين اسلام جي تجديد واقع ٿي، يعني مجددِ اسلام هو... هند سنڌ ۽ عرب و عجم ۾ پاڻ مشهور هو. انهن سهڻين صفتن جي ڪري پاڻ ماڻهن ۾ عزت احترام وارا هئا.[4]

**5. شاهه عبداللطيف ڀٽائي**

ميين محمد اسحاق ملاڪاتيار واري بزرگ روايت ڪئي، ته مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ڪنهن علمي اختلاف ۽ مسئلي واسطي ٺٽي جي مشهور عالم ۽ شاهه ڀٽائي جي يار مخدوم محمد معين وٽ آيو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي به اڳ ۾ اتي مخدوم محمد معين وٽ ويٺو هو. جڏهن مخدوم محمد هاشم اتي پهتو، ته شاهه ڀٽائيءَ پنهنجي دوست مخدوم محمد معين کي چيو:

"خبردار! جو هن شخص (محمد هاشم) سان ڪو بحث ڪيو

اٿئي، مان سندس چهري تي رسول الله ﷺ جي رحمت جو سايو
ڏسي رهيو آهيان."

اهو ٻڌي مخدوم محمد معين هڪدم اٿي بيٺو ۽ مخدوم محمد هاشم کي ٻانهون ٻڌي چيائين تہ، "سائين! مون کي اوهان سان ڪو بہ بحث ڪرڻو ڪونهي."[5]

## 6. محمد پناه "رجا" ٺٽوي

افسوس ارمان جو خلق جو مخدوم اوچتو هليو ويو! هو سچي جهان جو مخدوم، سنڌ جو جيّد عالم، دين نبويءَ جو دليل ۽ راهہ جو رهبر هو. تفسير، حديث ۽ فقه ۾ ان جو ڪو بہ مٽ نہ هو ۽ علم قرأت ۾ بہ بينظير عالم هو. جڏهن غسل جي تختي تي توڪي رکيو ويو، تہ تنهنجيءَ دل مان الله جو ذڪر جاري هو. اهو ڏسي حاضرين حيران ٿي، سبحان الله چوڻ لڳا.[6]

## 7. غلام علي "مداح" ٺٽوي

مخدوم صاحب، محمد عربي ﷺ جي دين جو مددگار آهي. بدعت ۽ ضلالت جي پاڙ پٽيندڙ هو. محمد هاشم جون ڪرامتون روشن آهن. سندس دل علم جي نور سان مالا مال هئي.[7]

## 8. محمد رفيع ٺٽوي

مخدوم صاحب شريعت جو روشن برج ۽ ڪفر جي اونداهيءَ کي ميٽيندڙ هو. حقيقت جي راز ڪان واقف ۽ بااصول عالم هو. جڏهن سندس وفات جو سال ڳوليم، تہ هاتف چيو: رسول جي دين جي مشعل اجهامي وئي.[8]

## 9. مرزا غلام علي بيگ ٺٽوي

مخدوم صاحب فقيه عالم، امر ۽ نهي جو حاڪم هو. شريعت ۽ دين جو خادم هو. هاتف چيو تہ، جهان جي گلستان مان محمد هاشم جي روح جوَ پکي فردوس ۾ اڏامي ويو.[9]

## 10. محمد رحيم ٺٽوي

مخدوم صاحب زماني جو امام ابو حنيفہ، اهلِ ڪفر کي رسوا ڪندڙ،

پنهنجو سامان جنت جي طرف پڌڻ وارو هو. جڏهن مون سندس وفات جو سال ڳوليو، تہ هاتف چيو: مصطفيٰ ﷺ جي جوار ۾ پنهنجي جاءِ لڌائين.(10)

## 11. محمد احسن خان ٺٽوي

علومِ ربانيءَ جو اڳواڻ هن فاني جهان مان موڪلائي ويو. ان تي سندس وفات جو سال هاتف هن ريت چيو: الله تعاليٰ ان جي جاءِ جنت ۾ جوڙي.(11)

## 12. مخدوم محمد ابراهيم "خليل" ٺٽوي

مخدوم محمد هاشم علم ۾ شهره آفاق، تقويٰ ۾ يگانو ۽ طاق، مسئلن جي تحقيق ۾ ڪو بہ ماڻهو سندس همسر نہ هو. عالمن ۾ مشهور هو. سندس گهڻيون تصنيفون آهن... حق هيءُ آهي تہ هي سڀ ڪجهہ ازلي فيض، الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ ڪرامت سان ٿيو آهي.(12)

## 13. امين بن هارون چنڙائي

مخدوم صاحب رباني آيتن جو مظهر، حقاني اسرار جو سرچشمو، ظاهري باطني علمن جو جامع، نبوي اخلاق سان سينگاريل آهي. جيئن سندس علم ۽ ڪمال، حسن اخلاق ۽ جاه و جلال جو ڏاڪو عرب ۽ سنڌ، لاڙ ڪڇ ۾ روشن آهي. هر جاءِ ۽ هر خاص عام جي زبان تي سندس نالو جاري ۽ مشهور آهي.(13)

## 14. رچرڊ برٽن

مخدوم صاحب هندستان ۽ عربستان جو سير ڪيو هو. عربي ۽ فارسي ٻولين ۽ فقه چڱيءَ طرح سکيو هو. چون ٿا تہ مسافريءَ جي دوران هن عيسائي پادرين سان ڪيترا مناظرا ڪيا... هن عربيءَ ۾ ڪتاب لکيا ۽ عام ماڻهن لاءِ انهن جو سنڌيءَ ۾ عام فهم ترجمو بہ ڪيو.(14)

## 15. مولوي رحمان علي

مخدوم صاحب ناميارو ۽ مشهور عالم هو. گهڻن ئي عالمن جي مقابلي ۾ پاڪ وارو ۽ شرعي پابنديءَ جي اعتبار کان مٿانهون هو.(15)

### 16. مرزا قليچ بيگ

مخدوم صاحب شريعت تي بلڪل مستقل هو ۽ اسلام جي ديني ڪمن ۾ گهڻي مدد ڪيائين ۽ دين جي برخلاف ڳالهائيندڙن سان چڱيون چوٽون ڪاڏائين.(16)

### 17. مولوي محمد صادق کڏي وارو

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سنڌ جي محقق فقهاء ۽ رباني علماء جو سرڪرده ۽ هڪ سئو ڪان وڌيڪ ضخيم ڪتابن جو مصنف آهي. پاڻ ڪيترن مشائخ سلاسل جا استاد ۽ شيخ آهن. پاڻ رسول الله ﷺ طرفان سنڌ جو قاضي ۽ فتاويٰ بياض هاشمي جو مصنف آهي.(17)

### 18. الوحيد- سنڌ آزاد نمبر

سنڌ جي انهن هستين مان جن تي اسان جو وطن بجاء ناز ڪري سگهي، مخدوم محمد هاشم عليه الرحمة بہ هڪ آهي... مخدوم صاحب جا ٢۴ ڪلاڪ ڪمن لاءِ ورهايل هوندا هئا. درس تدريس ڪان سواءِ ڪتابن جي تاليف لاءِ خاص وقت مقرر هو. عبادت ۽ ياد الاهيءَ لاءِ جدا وقت هو.(18)

### 19. مولانا عبيدالله سنڌي

مخدوم صاحب جي مجموعہ بياض (هاشمي) جي مطالعي مان (حديث ۽ اصول حديث) جي فن ۾ مون کي ڪمال حاصل ٿيو.(19)

### 20. خانبهادر محمد صديق ميمڻ

مخدوم صاحب جو علمي ۽ ديني فيض اڍائي سئو ورهين ڪان سنڌ ۾ جاري آهي ۽ تا قيامت جاري رهندو... سندس سنڌي توڙي عربي شعر سنڌ ۽ عرب ۾ هڪ ممتاز درجو حاصل ڪيو آهي. سنڌ جو مشهور شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة اسلامي تصوف جو صاحب ۽ ولي، حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي علمي مجلس ۾ ٺٽي ۾ شامل ٿيندا هئا ۽ ساڻن رهاڻيون ڪندا هئا.(20)

**21. مولانا دين محمد وفائي**

عالم، عارف، قاري، حاجي، صوفي مولانا مخدوم محمد هاشم... حرمين جي سفر کان پوءِ هڪ نئون رنگ حاصل ڪري واپس ٿيو. علم حديث جو شغل اڳي کان وڌيڪ جاري رکيو ويو ۽ بدعات جي انڪار ۽ بيخ ڪنيءَ تي وڌيڪ زور ڏيڻ لڳو.(21)

**22. جي. ايم. سيد سنائي**

مخدوم صاحب ٺٽي جي شهر ۾ مشهور عالم ۽ شريعت جو پائبند ۽ پرهيزگار هو. سندس فتوائون مشهور آهن.(22)

**23. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو**

زبان اعليٰ صاف ۽ سليس اهي سڀيئي گڻ ۽ وصفون وري مخدوم محمد هاشم جي سنڌيءَ ۾ آهن، جو پنهنجيءَ پر ۾ بي مثل آهي. ساڳيو ئي سوز ۽ گداز اٿس، جهڙو شاهه جي ڪلام ۾ اگرچه ان کان بلڪل نيارو آهي... عم سيپاري جي تفسير ۽ "قوت العاشقين" جي تمهيد ۾، جنهن ۾ سندس روح، الله جي ساراهه ۽ رسول ﷺ جي سڪ ۽ چئن يارن جي مدح ۾ ريلا پيو ڏئي. منجهس اهو جذبو، ميناج ۽ رواني آهي، جو پڙهندڙن جو قلب جهڄيو پوي ۽ بي اختيار اکين مان ڳوڙها ڳلن تي ڳڙيو پون.(23)

**24. الله بچايو يار محمد سمون**

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي وڏو عالم، زاهد ۽ وقت جو اديب ٿي گذريو آهي... مخدوم صاحب جو شعر صوفياڻو، اصلاحي ۽ ديني واٽن جي سمجهاڻيءَ تي آهي.(24)

**25. لطف الله بدوي**

مخدوم صاحب دين جي خدمت لاءِ جي ڪوششون ورتيون، سي ڪڏهن به وساري نه ٿيون سگهجن.... اسان هن چوڻ لاءِ مجبور ٿيون ٿا ته سنڌي شاعري جي هن صف ۾ سندس ڪلام بلند مقام رکي ٿو. سندس شعر ۾ وڏي رواني ۽ سادگي موجود آهي.(25)

### 26. مخدوم امير احمد

مخدوم صاحب سهڻي سيرت سان سينگاريل ۽ پرهيزگار هو. عام خاص ۾ هڪ جيترو مڃيل ۽ مقبول هو. سندس اڪثر زندگي سنتِ نبويءَ جي زنده رکڻ ۽ بدعت جون پاڙون پٽڻ ۾ گذري. ان ڏس ۾ ڪنهن به وڏي ننڍي جو رک رکاءُ نہ ڪندو هو. پاڻ صبر حيا جو صاحب، توڪل، بردباري، تقويٰ ۽ استقامت جو عملي نمونو هو. فخر وڏائي ۽ رياءُ کان نفرت ڪندڙ هو.(26)

### 27. ڪريم بخش چنہ

سر زمين سنڌ ۾ احياءُ ملت جو علمبردار مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هو. سندس علمي شهرت ۽ فضيلت جو آواز دور دراز هنڌن تي پهچڻ لڳو. هزارين شاگرد ۽ تحقيق جا طالب سندن خدمت ۾ پهتا. سندس علم ۽ فيض جي ڪمال جو پڙلاءُ آخر سنڌ جي نامياري حاڪم ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي ڪن تائين پهتو ۽ هو سندس مريد ٿي ويو.(27)

### 28. غلام رسول مهر

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پنهنجي دور جو ممتاز عالم هو. فقه، حديث، رجال، ڪلام معقول ۽ تفسير وغيره جي علمن ۾ ڪيس دسترس حاصل هئي. لڳ ڀڳ ساڍن ٽن سون ڪتابن جي تصنيفات ڇڏيائين.(28)

### 29. رحميداد خان مولائي شيدائي

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو ٺٽي ۾ اچڻ کان پوءِ علمي شهرت ۽ فضيلت جو آواز ديسان ديس پهچڻ لڳو... ميان غلام شاهہ ڪيس قاضي القضات جو عهدو ڏنو... مخدوم صاحب اٽڪل ڏيڍ سئو ڪتاب تاليف ڪري، سنڌ وارن تي هڪ ناقابل فراموش احسان فرمايو.(29)

### 30. شيخ محمد ابراهيم "خليل"

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جيتوڻيڪ هڪ فقيه ۽ ظاهر شريعت جو ڏاڍو پابند هو، پر سندس تصنيف "قوت العاشقين" مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هو بہ هڪ وڏو صوفي شهودي صوفي هو.(30)

### 31. اعجاز الحق قدوسي

مخدوم صاحب علم ۽ عمل ۾ بي مثال هو. ساري حياتي دين جي تبليغ، سنت جيارڻ ۽ شريعت جي واڌاري لاءِ ڪوشان رهيو. جيئن تہ سندس زبان ۾ تاثير ۽ قلم ۾ زور هو، ان ڪري سندس تبليغ جي ڪري گهڻا ذمي مسلمان ٿيا. مخدوم صاحب جا مختلف علمن ۾ گهڻا ڪتاب لکيل آهن. انهن سندس نالي کي عرب و عجم ۾ روشن ڪري ڇڏيو.(31)

### 32. سيد حسام الدين راشدي

هن دور جو مشهور ديني عالم ۽ پنهنجي فن ۾ وقت جو امام هو. سندس شخصيت جو اثر نہ صرف عوام تي هو، بلڪ وقت جي حڪومت بہ ڪانئس متاثر هئي. فارسي، عربي ۽ سنڌي ۾ ٽن سون جي لڳ ڀڳ ڪتاب لکيائين، جن مان ڪيترا نوس ۽ لاثاني علمي ڪتاب آهن. سيپاري تبارڪ ۽ عم جو تفسير، فرائض الاسلام، راحت المومنين، زاد الفقير وغيره سندس ڪتاب آهن. "فرائض الاسلام" - ابوالحسن جي ڪتاب کان متاثر ٿي لکيائين. ابوالحسن فقط ۳۰ مسئلا ڪنيا آهن، پر هن ۱۲٦۲ مسئلن جو احاطو ڪيو آهي.(32)

### 33. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

مخدوم صاحب قرآن، حديث، فقه ۽ ٻين علمن ۾ زماني ۾ بي مثال عالم هو. سندس شاگردن جو حلقو يمن، عرب ۽ مغرب اقصيٰ تائين پکڙيل هو. سندس ڪتب خانو بہ اسلامي دنيا ۾ مشهور هو. پاڻ اسلام جا ڪئين ڪتاب لکيائين. ان سان گڏ اسلام جي اشاعت ۾ وڏي ڪوشش ورتائين. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي- سنڌ جي حاڪم طرفان ڪيس پروانو مليل هو. اڄڪلهہ هي جيڪي ميمڻ لکن جي تعداد ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، اهي سڀ حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ديني تبليغ ۽ ڪوشش جو نتيجو آهن ۽ مخدوم صاحب انهن نون مسلمانن لاءِ سنڌي زبان ۾ اسلامي ڪتاب بہ لکيا.(33)

### 34. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

سنڌ جي سرزمين جيڪي چوٽي جا عالم پيدا ڪيا، تن مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هڪ نهايت ئي ناميارو عالم هو. سندس شخصيت ۽

علميت سنڌ لاءِ باعثِ فخر آهي... مخدوم محمد هاشم جون ديني ۽ علمي خدمتون ايتريون تہ اهم ۽ وسيع آهن، جو انهن تي مسلسل تحقيق جي ضرورت آهي. ديني علمن- تفسير، حديث، فقه وغيره تي ڪيس عبور حاصل هو ۽ انهن بابت ڪيترائي ڪتاب لکيائين. عربي ۽ فارسيءَ کان سواءِ سندس سنڌي تصنيفن جو معيار علميت توڙي ٻوليءَ ۽ لغت جي لحاظ سان ايترو تہ بلند آهي، جو سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ۾ پڻ مخدوم صاحب جو مقام نهايت بلند آهي.(34)

### 35. شيخ محمد سومار

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي دين اسلام جو وڏو مبلغ هو. هو هر ڪنهن ڳالھ جو چوٽڪارو اسلام کان سمجھندو هو. ٻئي هر ڪنهن مذهب کي گمراهي ۽ ڪفر سان تعبير ڪندو هو.(35)

### 36. محمد اسماعيل ڪنيار ٺٽوي

الله جي عاشقن مان حضرت مخدوم محمد هاشم سنڌ جو مشهور عالم، مفتي، ڪامل ولي، عاشق رسول ﷺ مشهور آهي. سندس تصنيف ڪيل ڪتاب سنڌ جي ديندار مسلمانن لاءِ مشعل راه آهن.(36)

### 37. مولانا محمد يوسف لڌيانوي

شيخ علامه مولانا محمد هاشم ٺٽوي- شاھ ولي الله دهلويءَ جو همعصر ۽ خطۂ سنڌ جو گويا شاھ ولي الله ثاني هو. اسلامي علوم تفسير ۽ حديث، فقه ۽ اصول فقه، ڪلام ۽ تصوف، سيرت ۽ تاريخ، شعر و ادب ۾ پنهنجي دور جو امام هو. علم ۽ فضيلت، زهد ۽ تقويٰ ۾ بي مثال هو. سموري حياتي تعليم ۽ تدريس، تصنيف ۽ تاليف، وعظ ۽ ارشاد، احياءِ سنت، ترويج سنت ۽ بدعتن جي پاڙ پٽڻ ۾ گذاريائين. سندس وقت ۾ برڪت ۽ قلم ۾ رواني هئي. عربي، فارسي ۽ سنڌي ٽئي ٻوليون بنا تڪليف جي لکندو ۽ ڳالهائيندو هو. اسلامي علوم ۾ ڪو بہ اهڙو شعبو ۽ وقت جو ڪو اهم مسئلو اهڙو نہ هوندو، جنهن تي پاڻ قلم نہ هلايو هجي. سندس تصنيفون موضوع جي اعتبار، قلم جي تيز رفتاري، موضوع جي گهٽائيءَ ڪري، متانت، صحيح تحقيق ۽ متانهين معيار واريون آهن.(37)

### 38. مولانا محمد اسحاق ڀٽي

ولايتِ سنڌ جي مردم خيز خطي ۾ جن فيض ۽ برڪت وارن بزرگن درس تدريس ۾ نالو روشن ڪيو ۽ تصنيف و تاليف ۾ جھنڊا کوڙيا، انھن ۾ مولانا محمد ھاشم سنڌيءَ جو نالو مبارڪ برصغير جي تاريخ جي صفحن ۾ ھميشه ياد رھندو.... ھو پنھنجي دور جو جليل القدر عالمِ دين ھو. ان جي معلومات ۽ مطالعي جو دامن تمام وسيع ھو. فقه حنفي ۾ ڪيس وڏو عبور ھو.[38]

### 39. ڊاڪٽر محمد مسعود احمد مظھري

مخدوم صاحب سنڌ جو مشھور محدث، فقيه ۽ وقت جو مجدد ھو. سندس ٽن سون کان وڌيڪ ڪتاب لکيل آھن. انھن مان ڪجھہ عرب ۽ پاڪستان ۾ ڇپيا آھن.[39]

### 40. ڊاڪٽر قاضي يار محمد

مخدوم محمد ھاشم ٺٽوي پنھنجي وقت جو ممتاز ديني عالم ٿي گذريو آھي. پاڻ فقه، حديث، رجال، ڪلام، معقول ۽ تفسير وغيره علمن ۾ ڪامل دسترس رکندڙ ھو. علم ۾ شھره آفاق ھو تہ تقويٰ ۾ يگانہ ۽ طاق. مسائل جي تحقيق ۾ سنڌ ملڪ ۾ سندس ڪو ثاني ڪو نہ ھو.[40]

### 41. ڊاڪٽر ظھور احمد اظھر

حاجي ھاشم بن عبدالغفور سنڌي انھن رباني عالمن مان ھو، جن دين اسلام جي تبليغ ۽ سنت جي اشاعت خاطر عظيم خدمتون سرانجام ڏنيون. پنھنجي زماني جو ممتاز عالم ھو.[41]

### 42. محمد يوسف "شاڪر" ابڙو

حق پرست بزرگن مان مخدوم محمد ھاشم ٺٽوي بہ ھڪڙو تمام مشھور اھل الله ٿي گذريو آھي، جيئن ھندستان ۾ امام رباني مجدد الف ثاني ۽ شاھہ ولي الله پنھنجي وقت ۾ اسلام جي صحيح فڪر پکيڙڻ لاءِ پنھنجي حياتي وقف ڪري ڇڏي ھئي.[42]

### 43. ڊاڪٽر مدد علي قادري

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي جيڪڏهن اسين "سنڌ جو سيوطي" سڏيون، ته ان ۾ ڪو به وڌاءُ نه آهي. علامه جلال الدين وانگر واديءِ مهراڻ جي هن عظيم عالم ۽ مفڪر مختلف اسلامي علوم ۽ ادبي صنفن جي ماٿريءَ ۾ پنهنجي قلم جي رخش کي چڙهي ڏنو آهي.(43)

### 44. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

مخدوم صاحب علم ۽ عمل جو مجسمو هو. اسلامي دنيا جو تمام وڏو عالم به هو، ته وڏو مصلح به هو. اعليٰ پايي جو مقرر به هو، ته بيشمار ڪتابن جو مصنف به هو.(44)

### 45. ڊاڪٽر اينيمري شمل

مخدوم صاحب ٺٽي جو وڏو جج هو. سندس دور ۾ جيڪي حڪمران آيا، سي سڀ کيس چاهيندا هئا. مولوي محمد هاشم سنڌي توڙي عربيءَ ۾ تمام گهڻو لکيو آهي. اندازو آهي ته هن ٽي سئو کن مختلف شيون لکيون آهن.(45)

### 46. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

مخدوم صاحب عالم رباني، زاهد الزمان، ساده طبيعت، تڪلف ۽ تصنع کان عاري، علم جو پندار هئا.(46)

### 47. مفتي عبدالرحمان ٺٽوي

شيخ الاسلام حضرت علامه مخدوم محمد هاشم سنڌي ٺٽوي علم معقول ۽ منقول ۾ وڏي دسترس رکندو هو. جنهن جي علمي وسعت جو اندازو سندس لکيل ڪتابن مان لڳائي سگهجي ٿو. جيڪي هڪ اندازي موجب ٽن سون جي لڳ ڀڳ آهن.(47)

### 48. مولوي محمد طفيل احمد نقشبندي

تصوف جي سلسلي ۾ بلند پايه جو مرشد نظر اچي ٿو. پاڻ هڪ بي مثال مرشد ۽ پيرِ طريقت هو. جنهن کي نه رڳو چئن سلسلن: نقشبندي، قادري، چشتي ۽ سهروردي‌ءَ ۾ اجازت حاصل هئي، پر شطاريه، قشيريه،

شاذليہ ۽ ان دور جي ڪيترن طريقت جي هلندڙ سلسلن ۾ بہ ڪيس اجازت مليل هئي.[48]

### 49. پروفيسر اسد اللهؒ ڀٽو

حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو شمار اسلام جي انهن متبحر علماء دين مان آهي، جن جو علمي مقام ۽ فضيلت هڪ تسليم شده حقيقت ۽ روز روشن وانگر عيان آهي.[49]

### 50. مدير سہ ماهي "دانش"

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سنڌ جي تاريخي سرزمين جو فخر آهي. جنهن جي علمي ديني خدمتن کي اسلامي دنيا ۾ هميشہ احترام سان ڏٺو ويجي ٿو. مخدوم صاحب عربي، فارسي ۽ سنڌي ٽنهي ٻولين ۾ شعر بہ چيو آهي.[50]

### 51. مولانا محمد ادريس ڏاهري

مخدوم صاحب زاهد عابد، ذڪر ڪندڙ سالڪ، شريعت جو صاحب ۽ حبيب ڪريم رؤف رحيم ﷺ جو سچو عاشق هو. ان ڪري مٿس محبوب عليه السلام جي خاص نگاهہ ۽ مهرباني هئي. پاڻ پنهنجي شعرن ۾ جيڪي عشق ۽ الفت وارا نوراني الفاظ استعمال ڪيا اٿس، انهن مان سندس عقيدو ۽ مسلڪ صاف صاف ظاهر ۽ سج وانگر روشن آهن. پاڻ عقيدي ۾ پڪا سني هئا. سنيت ۾ پهاڙ وانگر مضبوط ۽ محبت ۾ راسخ هئا.[51]

### 52. مولوي عبيداللهؒ پنهور

شمس الملت و الدين علامه مخدوم صاحب جي تعريف کان زمانو قاصر آهي. علامه موصوف وقت جو هڪ وڏو محقق عالم ۽ مجتهد هو. سندس گهڻائي ڪتاب آهن، جيڪي جدا جدا فن تي وڏي محققانہ ۽ عالمانہ انداز ۾ لکيل آهن.[52]

### 53. غلام محمد لاکو

مرزا (قليچ بيگ) کان اڳ ۾ سنڌ ۾ صرف مخدوم محمد هاشم ٺٽوي اهڙو مصنف ٿي گذريو، جنهن عربي فارسي ۽ سنڌي ٻولين ۾ سوين ڪتاب

لکيا هئا. هو ڪلهوڙن جي دور جو وڏو عالم هو.(53)

### 54. ڊاڪٽر محمد اشرف سمون

سندن نالو محمد هاشم لقب شمس الملت و الدين ۽ مخدوم خطاب آهي. پاڻ پنهنجي زماني جا بي بدل محدث ۽ بي مثل فقيه ٿي گذريا آهن.(54)

### 55. حافظ حبيب سنڌي

سرزمين ٺٽو هميشہ عالمن ۽ اديبن جي بستي رهي آهي. جنهن مخدوم العلماء مخدوم محمد هاشم ٺٽوي عليه الرحمة جهڙين عظيم العظمت شخصيتن کي جنم ڏيئي دنيا تي اهو ثابت ڪري ڇڏيو، تہ ٺٽو ڪڏهن بہ علم و ادب جي ميدان ۾ پوئتي پيل علائقو نہ آهي.(55)

### 56. اسلم سنڌيلو

اسين سچل سرمست جي همعصرن ۾ نظر وجهنداسون تہ اسان کي ڪافي تعداد ۾ وڏا اديب، عالم فاضل ۽ ديني مڪتبہ فڪر جا چاڻو ملندا، جن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي- جنهن مديني منوره ۽ مڪي پاڪ مان بلند پايہ عالمن کان مختلف علمن ۾ سَندُون ۽ اجازتون حاصل ڪيون، پوءِ ٺٽي ۾ مقيم ٿيو (بہ هڪ آهي).(56)

### 57. محمد ابراهيم ترڪ ۽ اشتياق حسين شاهہ

مخدوم صاحب باڪمال عالم ۽ پلو بزرگ ٿي گذريو آهي. اسلامي دنيا جو وڏو مصلح ۽ عالم هو. اعلىٰ پايي جو مقرر بہ هو تہ بيشمار ڪتابن جو مصنف بہ هو. مخدوم صاحب طبيعت جو حليم، مزاج جو خليق از حد پرهيزگار هو. هر ڪم ۾ خواه ادائي انداز ۾ شريعت جي حڪمن جي پوري تعميل ڪندو هو ۽ سموري زندگي سيرت پاڪ جي نموني تي بسر ڪيائين.(57)

### 58. عبدالله گندرو

ٺٽي جي بزرگن عالمن، جن خلق خدا کي فيض ڏنو، تن مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هڪ هئا... مخدوم عاشقِ رسول ﷺ هئا. حضور ﷺ جن سان ايتري محبت هئس، جو يارهن حج پنڌ ڪيا هئائين.(58)

**59. حافظ ارشد انڊڙ**

مخدوم صاحب حق لاءِ اگهاڙي تلوار هئا. حق چوڻ ۾ ڪنهن جي ٻه دشمني جو خيال دل ۾ نه آڻيندا هئا. عابد، زاهد، متقي، ساري رات جاڳي عبادت ڪندڙ ۽ ڏينهن جو روزا رکندڙ هئا. فقيه، محدث ۽ مجتهد هجڻ سان گڏ وڏي درجي جا اهلِ دل پڻ هئا.(59)

**60. رسول بخش تميمي**

سنڌ محدثن، مجددن، جيد علمائن ۽ مخدومن جو ساٿيهه آهي. اهڙن بي بها موتين مان هڪڙو موتي هو شمس العلماء قمر المنير مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، جنهن پنهنجي علمي ڪستوريءَ سان ولايت واسي ڇڏي. وڏو بخت ان وقت جو جنهن وقت ۾ هيءُ شمس العلم پيدا ٿيو.(60)

**61. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو**

تقرير، تحرير توڙي درس ۽ تدريس جي لحاظ کان مخدوم صاحب هڪ وڏو عالم هو... سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر جي علمي حلقن ۾ هيءُ عالم سدا جيئرو آهي.(61)

# حوالا


١. مخدوم عبداللطيف: "مناقب مخدوم محمد هاشم" (قلمي فارسي)، ص ١١
٢. مخدوم عبدالرحمان: "حيات العاشقين" (سنڌي) ص ٢٣٦
٣. مخدوم عبداللطيف: "مناقب مخدوم محمد هاشم" (قلمي)، ص ٩
٤. مير علي شير "قانع" ٺٽوي: "مقالات الشعراء" (فارسي)، ص ٨٤٢
٥. آگرو غلام رباني: "جهڙا گل گلاب جا"، جلد-١، ص ١٩٩
٦. وفائي دين محمد مولانا: "تذکره مشاهير سنڌ"، جلد-٢، ص ٥٩-٢٦١
٧. ايضاً، ص ٢٦٢
٨. ايضاً، ص ٢٦٢
٩. ايضاً، ص ٢٦٣
١٠. ايضاً، ص ٢٦٣
١١. ايضاً، ص ٢٦٣
١٢. ابراهيم "خليل" ٺٽوي: "تکمله مقالات الشعراء" ص ٤٣
١٣. امين بن هارون ڇتڙائي: "مناقب مخدومين معظمين" (قلمي فارسي)، ص ٢
١٤. برٽن: "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون" (مترجم سنڌي)، ص ٧٧، ٧٨
١٥. مولوي رحمان علي: "تذکره علماء هند" (فارسي)، ص ٢٥٣
١٦. مرزا قليچ بيگ: "قديم سنڌ" - "قديم سنڌ جا ستارا"، ص ٣٤٩
١٧. روئداد مدرسه مظهر العلوم، کڏو- ڪراچي، سال ٢٨-١٩٣٠ع، بحوالہ ماهوار "شريعت" سکر سنڌ، مارچ ١٩٨٣ع، ص ٧-١٠
١٨. "الوحيد"- سنڌ آزاد نمبر، ١٩٣٦ع، ڇاپو ٻيو، ص ٣٢، ٣٣
١٩. قاسمي غلام مصطفيٰ، علامہ: "هاشميه لائبريري" (مقالو)، "نئين زندگي" ڪراچي سنڌ، جولاءِ ١٩٥٩ع، ص ١٧
٢٠. "قوت العاشقين"، مرتب: محمد صديق ميمڻ، ڏسو مقدمو، ص ١
٢١. وفائي دين محمّد مولانا: "تذکره مشاهير سنڌ"، جلد-٢، ص ٥٤-٢٥٥
٢٢. سيد، جي. ايم: "پيغامِ لطيف"، ١٩٧٤ع، ص ٧
٢٣. دائود پوٽو عمربن محمد، ڊاڪٽر: "مضمون ۽ مقالا"، ص ٨
٢٤. الله بچايو يار محمد سمون: "لاڙ جو سير"، ص ٤٥، ٤٦
٢٥. بدوي لطف الله: "تذکره لطفي"، جلد-١، ص ٤٣-٦٥
٢٦. "بذل القوة" (عربي)، ڏسو مقدمو: مخدوم امير احمد عباسي، ص ١٠
٢٧. چنہ ڪريم بخش: "ملت اسلاميه جي احياء جي تحريڪ" (مقالو)، ٽماهي "الرحيم" سنڌي، سر۽، ١٩٦٥ع، ص ٩٤

٢٨ غلام رسول مهر: "تاريخ سنڌ- عهد ڪلهوڙا" (اردو) جلد-٢، ص ٩٩٣
٢٩. مولائي شيدائي: "جنت السنڌ"، ص ٦٤-٥٦٥
٣٠. شيخ ابراهيم خليل ڊاڪٽر: "تصوف جي حقيقت ۽ سنڌ جا صوفي شاعر" (مقالو) ماهوار "نئين زندگي" (١٥ صدي هجري نمبر)، آگسٽ- سيپٽمبر ١٩٨٠ع، ص ١٣٦
٣١. قدوسي اعجاز الحق: "تاريخ سنڌ"، (اردو)، جلد-٢، ص ٥٥٨
٣٢. سيد حسام الدين راشدي: "سنڌي ادب" (اردو)، مترجم: غلام محمد لاکو، ص ١٠٧
٣٣. قاسمي غلام مصطفي علامه: "اشاعتِ اسلام سنڌ ۾" (مقالو)، ماهوار "الولي" حيدرآباد سنڌ، اپريل ١٩٧٢ع، ص ٤٤
٣٤. بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: "مخدوم محمد هاشم جي سوانح حيات ۽ علميت بابت ويچار" (مقالو)، ٽماهي "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ، ٤-١٩٨٥ع، ص ١٣١
٣٥. شيخ محمد سومار: "لطيف سائينءَ جا لاڙ تان پيرا"، ص ٢٣
٣٦. "بناء الاسلام سنڌي"، ڏسو مقدمو- از: فقير محمد اسماعيل ڪنڀار ٺٽوي، ص ٥
٣٧. مخدوم محمد هاشم: "عهدِ نبوت ڪي ماه و سال" (اردو)، مترجم: مولوي محمد يوسف لڌيانوي، مقدمو ص ٣
٣٨. محمد اسحاق ڀٽي: "فقهاءِ هند" (اردو) جلد-٥، حصو ٢، ص ٢٥٠
٣٩. محمد مسعود احمد مظهري، ڊاڪٽر: "جانِ جانان"، (اردو)، ص ١٦٦
٤٠. قاضي يار محمد ڊاڪٽر: "سنڌ ۾ فقهي ادب جو ارتقا"، ص ٦٥
٤١. ظهور احمد اظهر، ڊاڪٽر: "تاريخ ادبياتِ مسلمانانِ پاڪ و هند"، (اردو) جلد ٢ (عربي ادب)، ص ٢٤٠، ٢٤١
٤٢. "بناء الاسلام سنڌي"، ڏسو مقدمو از: محمد يوسف شاڪر ابڙو، ص ٥
٤٣. مدد علي قادري: "مخدوم محمد هاشم جون سنڌي تصنيفات" (مقالو)، ٽماهي "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ، ١-٢، ١٩٨١ع، ص ١٤٥
٤٤. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو"، ص ٧٦
٤٥. اينيمري شمل، ڊاڪٽر: "سنڌي ادب جي ارتقا"، مترجم: غلام حيدر ٻرڙو، ص ٥٩، ٦٠
٤٦. ميمڻ عبدالغفور سنڌي، ڊاڪٽر: "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، ص ١٥٧
٤٧. محمد طفيل احمد نقشبندي، مولانا: "تحفة الزائرين" (اردو)، ڏسو تقريظ از: مفتي عبدالرحمان ٺٽوي، ص ٢٤٣
٤٨. "تحفة الزائرين" (اردو) ص ٣٨٩
٤٩. اسد الله ڀٽو پروفيسر: "مولانا مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" (مقالو)، ٽماهي "سنڌ"، سيارو ١٩٨٣ع، ص ٢٤١
٥٠. ايڊيٽر سہ ماهي "دانش" (فارسي)، اسلام آباد، ١٦، زمستان ١٣٦٧، ص ١٥٨
٥١. "مدح نامه سنڌ"، (مترجم سنڌي) از: مولانا محمد ادريس ڏاهري، ص ٢٢-٣٤
٥٢. "فرائض الاسلام" (اردو) ڏسو مقدمو از: مولانا عبدالعليم ندوي، ص ٣، ٤
٥٣. غلام محمد لاکو، پروفيسر: "شمس العلماء مرزا قليچ بيگ" (مقالو)، ماهوار "السنڌ" اسلام آباد، سيپٽمبر ١٩٩٣ع، ص ٣٧
٥٤. محمد اشرف سمون ڊاڪٽر: "ٻارهين صدي هجريءَ جي سنڌي محدثن جون علمي

خدمتون" پي ايڇ. ڊي لاءِ تحقيقي مقالو، ١٩٨٩ع، تلخيص ٢٩٠
٥٥. حافظ حبيب سنڌي: "مخدوم محمد هاشم جون علمي ۽ ادبي خدمتون" (مقالو) ٽماهي "سنڌي ادب"، سنڌالاجي، ١-٢، ٨٥-١٩٨٦ع، ص ١٤
٥٦. اسلم سنديلو: "سچل سرمست"، ثقافت کاتو، ص ١٣
٥٧. "اخبار تعليم" (مقالو) ١-٢، ١٩٩١ع، ص ٤١-٤٥ تلخيص
٥٨. عبدالله گندرو: "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" (مضمون)، روزانہ "مهراڻ"، ٧ جون ١٩٦٨ع
٥٩. حافظ ارشد انيڙ: "علامه محدث محمد هاشم ٺٽوي" (مقالو)، ماهوار "نئين زندگي"، جون ١٩٧٩ع، ص ٦
٦٠. رسول بخش تميمي: "مخدوم محمد هاشم جا همعصر علماءِ فضلاء" (مقالو)، ٽماهي "سنڌي ادب"، سنڌالاجي، ١-٢، ١٩٨٣ع، ص ٩٠
٦١. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، ص ١١٤

# ضميمو (1)

## ماڳ ۽ مڪان

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ سندس خاندان جو سنڌ جي تاريخي ماڳن، جهڙوڪ: سيوهڻ، بنوري، بهرام پور، ٺٽي ۽ مڪليءَ سان واسطو پئي رهيو آهي. اسان هتي انهن ماڳن مڪانن ۽ يادگار آثارن جو مختصر احوال ڏيون ٿا:

**سيوهڻ:**

سيوهڻ سنڌ جو قديمي تاريخي شهر آهي. تاريخ ۾ سيوهڻ کي مختلف نالن سان سڏيو پئي ويو آهي. مشهور مؤرخ البلاذري (وفات ٢٧٩هه) "فتوح البلدان" ۾ سيوهڻ جو "سهبان" جي نالي سان ذڪر ڪيو آهي.[1]

سنڌ جي آڳاٽي تاريخي ڪتاب "چچ نامي" ۾ سيوهڻ جو ذڪر "سيوستان" جي نالي سان هن ريت ملي ٿو:

"راءِ سهيرس بن ساهسي راءِ جي ڏينهن ۾ سنڌ ملڪ جون حدون وسيع هيون. هن پنهنجي ملڪ تي چار حاڪم مقرر ڪيا هئا. انهن مان هڪ قصبہ سيوستان تي بہ حاڪم هو. جنهن جي هٿ ۾ سيوستان مرڪز ڪان سواءِ بڌيہ، جنگان، رونجهان، ڪوه پايہ ويندي مڪران جي حد سندس حوالي هئي."[2]

ان سلسلي ۾ پيرو مل آڏواڻيءَ جو قول آهي:

"انو باشري، آرين، ايران سان گڏ سنڌ کي 'شو آستان' سڏي، راڄڌاني ڪئي. شو آستان اچار بگڙي سيوستان ۽ سهوان ٿيو. هاڻ عام طرح چئون سيوهڻ. جنهن ڪري چئبو تہ سچي سنڌ ۾

’سيوهڻ‘ جهڙو قديم نالو ٻئي ڪنهن به شهر تي پيل ڪونهي.“[3]

ڀيرو مل آڏواڻيءَ جي برعڪس، هڪ ٻيو هندو ليکڪ دوارڪا پرساد شرما لکي ٿو:

”سيوهڻ جو شهر مهاڀارت جي زماني کان ٻوءِ جو ٺهيل آهي... سڪندر کان پوءِ اتر هندستان جون ڪيتري ذاتيون هجرت ڪري ڏکڻ هندستان ڏانهن آيون... انهن مان سبيءَ جي ڪيترن سيوهڻ اچي وسايو.... سيوهڻ جو شهر اٽڪل ٻن اڍائي هزارن سالن جو جهونو آهي.“[4]

مير علي شير ”قانع“ ٺٽوي سيوهڻ بابت رقمطراز آهي:

”هن کي سيوهڻ ۽ سهوڻ به سڏيندا آهن.... پنجين ولايت ۾ آهي... هڪ قديمي شهر آهي. سنڌ جي اولاد سهوران جي پٽيان سڏجي ٿو. سندس قلعو (راءِ سهاسي ٻئي جي ٺهرايل) قلعن مان آهي. قديم الايام کان خلاصو تختگاه هو. پوءِ وري اروڙ جي راجائن ۽ تنهن کان پوءِ ٺٽي جي بادشاهن جي حڪم هيٺ رهيو.“[5]

سيوهڻ آرين جي دور جو يادگار آهي، يا سڪندر جي زماني جو قديم آثار؟ وقت بوقت حملي آورن، مقامي راجائن ۽ مسلمان حاڪمن هن قديم تاريخي شهر کي ڪئي ڀيرا ڊاهيو ۽ ٺاهيو آهي. مغل دور ۾ هيءُ شهر علمي لحاظ کان مشهور هو. سيوهڻ ۾ مشهور بزرگ، مخدوم عثمان قلندر لال شهباز جو مقبرو آهي. سيوهڻ ۾ بزرگ جمن جتي، بودلو بهار، چتو امراڻي به مدفون آهن. مشهور سياح ابن بطوطه به سيوهڻ ۾ آيو هو. هن وقت سيوهڻ ۾ مخدوم صاحب ۽ سندس بزرگن ڏانهن منسوب ڪو به آثار محفوظ نه آهي. سيوهڻ جو شهر، ايران، افغانستان ۽ هند سنڌ ۾ قلندر شهباز جي زيارتگاهه جي ڪري مشهور آهي.

### ميرپور بٺورو:

سنڌ جي تاريخ ۾ ”بٺورو“ هڪ پرڳڻو ٿي رهيو آهي. شاهجهان جي ڏينهن ۾، مير ابوالبقا امير خان جڏهن ٺٽي جو نواب مقرر ٿي آيو، ته هن بٺوري پرڳڻي ۾ پنهنجي نالي هڪ يادگار شهر اڏايو. اهو شهر ”اميرپور“ جي نالي سان سڏجڻ لڳو. هيءُ شهر بٺوري، بهرام پور، درڪ ۽ پليجار پرڳڻن

جو مرڪز هو. جيئن ٻنوري کان سواءِ ٻيا پرڳڻا تاريخ ۾ محفوظ نہ رهيا، ان ڪري "اميرپور" ٻنوري سان گڏجي "ميرپور ٻنورو" سڏجڻ لڳو ۽ مشهور ٿي ويو.[6]

مخدوم صاحب پاڻ اتي ڄائو ڄمنو ۽ ابتدائي علم پرايو. سندس والد عبدالغفور بہ ميرپوربٺوري جي قديمي قبرستان ۾ مدفون آهي. باوجود گهڻي تلاش جي ۽ گهڻي وقت گذرڻ ڪري، ان قديم قبرستان ۾ حضرت عبدالغفور جي قبر جو ڏس پتو ملي نہ سگهيو. ٻنوري جي اديب ۽ استاد. غلام محمد "جوهر" تصديق سان روايت بيان ڪئي تہ اسان وڏن کان متواتر ٻڌندا اچون ٿا، تہ مخدوم صاحب جو والد ميرپور ٻنوري جي هن قديم قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي، پر مزار جي نشاندهي نہ ٿي سگهي.

## ٻهرام پور:

تاريخ ۾ ٻهرام پور کي بہ پرڳڻي جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي. مخدوم صاحب ٺٽي مان تعليم مڪمل ڪري، ميرپور ٻنوري کان پوءِ ڪجھ وقت لاءِ ديني تعليم ۽ وعظ و تبليغ جو سلسلو ٻهرام پور ۾ شروع ڪيو. اڳتي هلي ناسازگار حالتن ڪري مخدوم صاحب وڃي ٺٽو وسايو. هن وقت نہ ٻهرام پور پرڳڻي جو وجود سلامت رهيو آهي ۽ نہ وري ڳوٺ ئي آباد آهي. البت، هن موجوده وقت ۾ جهوڪ شريف ۽ بلڙيءَ جي وچ تي مخدوم صاحب جي مدرسي ۽ مسجد جا ڊٺل آثار ڳاڙهين پڪين سرن ڪلر کاڌل ۽ مٽيءَ جي ڍير جي صورت ۾ موجود آهن. مخدوم صاحب جي انهيءَ تاريخي مدرسي ۽ مسجد جا آثار ديهہ ٻهرام پور جي سروي نمبر ٣٨٣ ۾ موجود آهن. ديهہ ٻهرام پور تعلقي ٽنڊي محمد خان ضلعي حيدرآباد ۾ واقع آهي. هيءَ زمين هن وقت زور دست پٺاڻ جي ملڪيت ۾ آهي. سروي نمبر ٣٨٣ ۽ ديهہ ٻهرام پور جو نقشو محترم محمد ابراهيم سنڌي، شاهہ ڪريم واري کان مليو. مخدوم صاحب جي هن شهيد ٿيل مدرسي ۽ مسجد ٻهرام پور جو فوٽو تاريخ ٢٥ نومبر ١٩٩٥ع تي مولوي اقبال احمد- پيش امام، درگاهہ شاهہ ڪريم بلڙي سان گڏ ڪڍيو ويو.

## ٺٽو:

ننگر ٺٽو، سنڌ جو تختگاهہ شهر پئي رهيو آهي. ظاهر ۾ سمن جي دور

۾ ٺٽي اوج ۽ عروج ماڻيو. پر ديبل کان پوءِ سومرن جي دور ۾ ٺٽي جو نالو تاريخ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ٺٽي جو مشهور مؤرخ ۽ مکين، مير علي شير "قانع" ٺٽوي هن شهر جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ بابت لکي ٿو:

"هيءَ سر زمين جيئن تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو، پراڻي زماني ۾ به ٺٽي جي نالي سان سڏبي هئي. جيئن ته سنڌ جي مٿئين طرف کي عام ماڻهو سرو چوندا آهن ۽ هن هيٺين طرف کي لاڙ سڏيو ويندو آهي. اهو ٺٽي جي وجه تسميه جو کليو ثبوت آهي. جڏهن زماني جي گذرڻ ۽ وقت جي انقلابي حادثن کان ڀنڀور، ديول، بڪار ۽ ترڙي جهڙا عمدا عمدا شهر ويران ٿيڻ لڳا، تڏهن اتي جا اڪثر باشندا هن شهر ڏانهن لڏي آيا. تڏهن گويا ڪ 'ته ته' جي مصداق موجب هاڻوڪي آبادي انهن مٿين آبادين جو مجموعو آهي."

مير "قانع" وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو:

اڳاٽي سمي انهي هنڌ سمنڊ جو پاڻي هو. پوءِ پاڻي سڪي پٽ ٿيو. جڏهن اروڙ ڦٽو، درياءِ سيوهڻ ڏانهن رخ موڙيو، جڏهن محمد طور جو شهر سومرن سردارن سميت ويران ٿيو، وقت جي حڪومت سمن چامن جي هٿ ۾ آئي، تڏهن مڪلي جي دامن ۾ ساموئي جو شهر ٻڌائون. اڳتي هلي ڄام نظام الدين عرف ڄام ننده سن ۹۰۰ هجري جي پڇاڙيءَ ۾ نجومين جي صلاح سان نئين شهر آباد ڪرڻ لاءِ اهڙي زمين چونڊي، جتي جا ماڻهو آرام پسند هجن، سير ۽ تفريح جي زندگي گذارين، سنڌن فطرت ۾ ڪماليت هجي. اهڙين وصفن واري ٺٽي واري زمين چونڊي وئي. هن وقت ٺٽو ٻن معنائن سان آباد آهي. ڪي چون ٿا ته، ٺٽ معنيٰ آهي 'ته ته' يعني هيٺاهين زمين. ڪن جو چوڻ آهي، ٺٽ يعني ٺٽ، جا سنڌين جي اصطلاح ۾ ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو هنڌ جي معنيٰ رکي ٿي."(7)

هينري ڪزنس لفظ "ٺٽي" بابت مختلف حوالن سان لکي ٿو:

"هن نالي جي گهٽن نمونن سان هجي ڪئي وئي آهي. ريورٽي چوي ٿو ته پارسي تاريخن ۾ ان کي تهته ڪري لکيو ويو آهي... سنڌ گزيٽيئر ان کي Thattah ٺٽ ڪري لکيو آهي. ڪئپٽن وُڊ ان

ڪي ٺاٺ جي هجي ۾ لکيو آهي. ڪننگهام ان نالي جي اصليت ٻڌائيندي لکيو آهي ته، ٺٽي جي معنيٰ آهي ڪنارو. ريورٽي چوي ٿو ته ان ٺٽ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ميڙ، انبوه ۽ ڳاهٽ.(8)

موجوده دور جو محقق، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٺٽي شهر جي بنيادي وجود تي بحث ڪندي لکي ٿو:

”ٺٽي جي ابتدائي آبادي وارو دور اهو ساڳيو آهي، جڏهن سنڌو نديءَ جي وچ وارو وهڪرو تبديل ٿيو. ستين صدي هجري ۽ تيرهين صدي عيسوي... ٺٽو، سنڌو نديءَ جي پيدا ڪيل بستي هئي ۽ هن سنڌو جي ڪُک مان ان وقت ۽ ان حالت ۾ جنم ورتو، جڏهن ندي پنهنجو وچون پراڻ سلسلي وارو وهڪرو مَٽي، گهڻو اولهه طرف ٺٽي وارو رخ اختيار ڪيو. سنڌ جي ماڳن مڪانن جي نالن واري پس منظر جي روشني ۾ خود لفظ ’ٺٽ‘ جي معنيٰ مان انهي حقيقت جي ڪافي حد تائين تصديق ۽ تائيد ٿئي ٿي.“(9)

ٺٽو- سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغل نوابن جي دور ۾ سنڌ جو تختگاه رهيو. ان دوران ٺٽي تي ڪيئي نشيب و فراز آيا ۽ گذري ويا. البت، ڪلهوڙن خدا آباد کي پنهنجو تخت گاه بنايو هو. دراصل، ٺٽي جو اوج ۽ عروج ڄام نظام الدين سمي جي ڏينهن ۾ رهيو. ٺٽو ان دور ۾ نئين سر اُسريو، نِسريو ۽ وڏي وڻ ٿيو. سندس ڄانوَ ۾ سوين مڪتب، مدرسا، عالم فاضل، صوفي صالح، اديب شاعر ۽ امير ڪبير رهندا هئا. ٺٽي ۾ گهٽيون ئي پراڻيون تاريخي جايون شاهجهاني مسجد، مسجد امير خان، جامع خسرو ۽ ڪيترن ٻلارن جون مزارون زيارتگاه آهن.

هن وقت مخدوم صاحب سان منسوب مدرسو، مسجد ۽ جامع خسرو جا آثار زبون حالت ۾ موجود آهن. انهن ماڳن جا اڄ لکا عڪس هن مقالي ۾ شامل آهن، جيڪي تاريخ ٣٠ ڊسمبر ١٩٩٢ع تي مولوي انور حسين ميمڻ جي نشاندهيءَ ۽ رفاقت ۾ ڪڍيا ويا.

### مڪلي:

ٺٽي جي اهلِ قلم مير علي شير ”قانع“ مڪلي ٽڪريءَ بابت فارسي نثر ۽ نظم ۾ هڪ خوبصورت ۽ دلچسپ رسالو ”مڪلي نامه“ نالي لکيو، جنهن

